# سوچيو
# ۽ امير ٿيو

By: Nepolen hilland G.Harold keown

مترجم: ڊاڪٽر غلام سرور ٻگهيو

اسلامڪ پبليڪيشن سائين نالي مٺو ٻگهيو
جامع غوثيہ محمديہ رفيع العلوم ٽرسٽ باءِ پاس مورو

انساني ذهنن جي تعمير ۽ ترقي لاءِ سلسلي جو ٻيون (2) ڪتاب

سڪو سِپُنِ ڪان، سندءِ ريت سڪڻ جي،
منگن جر مٿان، اوزيان ڪن نہ آسرو.
(شاھ)



ڪتاب جو نالو : سوچيو ۽ امير ٿيو
ليکڪ : Nepolen hill and G.Harold keown
ترجمو : ڊاڪٽر غلام سرور ٻگهيو
ڇاپو : پهريون، آگسٽ 2014ع
ڪمپوزنگ : تنزيل احمد پٽو (سلام پرنٽرس حيدرآباد)
ٽائيٽل : سعيد سومرو (ڪنول پبليڪيشن قنبر)
Cell: 0333_7523132
ملھ: -/300 روپيہ

خاص ملڻ جو هنڌ:
اسلامڪ پبليڪيشن سائين نالي منو ٻگهيو
جامع غوثيہ محمديہ رفيع العلوم ٽرسٽ باءِ پاس مورو

# انتساب

امڙ، بابا،

**ڏاڏي حاجي خان محمد ٻگهيو**

۽ احترام طور چيل ڏاڏي

**امان الله خان ٻگهيو گچيرائي**

جن جي نالي.

# فهرست

# توجهہ طلب ڳالھ

ڪامياب زندگي گذارڻ، دولت حاصل ڪرڻ، عزت ۽ ناموس سان زندگي گذارڻ جنهن ۾ دنيا جون سڀ نعمتون موجود هجن اهڙي قسم جي خواهش کهڙي ماڻھو کي ناهي!

پر، اهو سڀ ڪجھ صرف خواهش پيدا ڪرڻ سان حاصل ڪرڻ ڏکيو آهي. انهي جي حاصل ڪرڻ لاءِ منظم ۽ مسلسل ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت آهي، جيڪا پڻ شعوري ڪوشش، شعوري علم ۽ تجربي سان حاصل ٿيندو آهي.

هي دماغ جو اهو حصو آهي جيڪو پيدا ڪيل خواهشن کي عمل جي ذريعي حاصل ڪرڻ لاءِ نہ صرف رستو ڏيکاري ٿو بلڪ انهيءَ کي حاصلات تائين گڏوگڏ رهي ٿو.

دماغ جو هڪ ٻيو معتبر حصو آهي جنهن کي لاشعور يا تحت الشعور چئجي ٿو جيڪو پڻ شعور سان گڏ هوندو آهي. جڏهن تہ شعور جو ڪم محدود هوندو آهي جيڪو عقل جي فرمان برداري ۾ رهندو آهي. جيڪو هڪ وقت ۾ صرف هڪ ڪم ڪري سگهڻ جي همت رکندو آهي. جڏهن تہ لاشعور يعني تحت الشعور لامحدود هوندو آهي ۽ هڪ ئي وقت مختلف ڪم مختلف رخن ۾ مصروف رهندو آهي.

اگر اسين دماغ کي مادو (Matter) سمجهون تہ ذهن ۽ سوچ انهي مادي جي توانائي آهي انهن ٻنهي جو ميلاپ زندگي آهي.

جيئن ڪم ڪرڻ جي صلاحيت جو نالو توانائي (Energy) آهي. اهڙي طرح سوچ بہ هڪ توانائي آهي جيڪا ذهن جي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت آهي.

توانائي مادي سان مِلي طاقت ڏاهيندي آهي جيڪا نہ صرف مادي کي تحريڪ ڏيندي آهي بلڪ انهي کي نيون نيون شڪلون بہ ڏيندي آهي.

جهڙي طرح توانائي جون ڪافي صورتون آهن جيڪي هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿينديون ٿو رهن. مثال طور: ڪيميائي توانائي، برقي توانائي، حرڪي توانائي، جوهري توانائي وغيره وغيره اهڙي طرح انساني سوچ جون بہ مختلف صورتون يا شڪلون آهن اهي مقدار، معيار ۽ باهمي تعلق جي عمل ۾ گهٽجنديون ۽ وڌنديون رهن ٿيون.

ذهن جتي پنهنجي بقاءِ فعال لاءِ تمام گهڻين طاقتن جو ميلاپ هوندو آهي ۽ اهوئي اسان جي جسم جي اندرين ۽ ٻاهرين حصن کي فعال ۽ متحرڪ رکندو آهي ۽ انهي تي ڪنٽرول ڪرڻ جون ڪوڙ سارين طاقتون يا قوتون مهيا ڪندو رهندو آهي.

انهن طاقتن مان هڪ طاقت اثرانگيزي به هوندي آهي هي طاقت انسان کي ان قابل بنائي ٿي ته انهي جي شخصيت ۾ ايترو اثر اچي وڃي ته ماڻهو ان جي طرف ڇڪجي اچن ٿا يا اها شخصيت سحرانگيز طلسماتي ٿي پئي ٿي. جيڪڏهن هو ماڻهن کي پنهنجي مقصد جي ڳالهه چوندو ته اهي ماڻهو انڪار نه ڪري سگهندا.

يقينن توهان جو خيال هوندو ته آءٌ جادو ٽوڻي ڦيڻي جي ڳالهه ڪري رهيو آهيان. پر ائين هرگز نه آهي.

اڄ ڪلهه جي جديد دؤر ۾ انهي کي ذهني سائنس جي ذريعي ممڪن بنائي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ڪتاب ۾ موجود مواد مان با آساني ڳولي سگهجي ٿو.

۽ هن ڪتاب ۾ تمام سادگي سان اهي طريقا واضح ڪيا ويا آهن جنهن کي اپنائي، استعمال ۾ آڻي يا عمل ڪرڻ سان اوهان پنهنجي شخصيت کي اثرانگيز، طلسماتي يا سحر انگيز بنائي سگهو ٿا ۽ زندگي ۾ جيڪي ڪجهه گهرڻ چاهيو ٿا حاصل ڪري سگهو ٿا. دولت ۽ شهرت حاصل ڪرڻ اهڙي شخصيت جي ڪمالن مان هڪ آهي.

اوهان پڙهندو ته هن ڪتاب ۾ ڪافي اهڙا دعوا ڪيا ويا آهن جيڪي مڃڻ جهڙا نٿا ڀاسين پر انهن کي مختلف ذهني قوتن کي اڳيان آڻي، سچو ثابت ڪيو ويو آهي. ۽ اهڙن سوچن کي جيڪي توهان جي گمان ۾ ناممڪن آهي شرطيه طور ممڪن ڪرڻ جي جسارت ڪئي وئي آهي. مثال طور: جيڪو ڪجهه توهان سوچي سگهو ٿا انهي کي حاصل به ڪري سگهو ٿا.

توهان جي شخصيت جي اندر هڪ ٻي شخصيت لڪل موجود آهي جيڪا توهان جي هر وقت محافظ ۽ مددگار آهي جنهن کي اسان همزاد چئون ٿا جيڪو توهان جي سوچن کي ڪامياب ڪرڻ تائين توهان سان گڏ آهي.

هاڻي ڪامياب ٿيڻ، دولتمند ٿيڻ توهان جي اختيار ۾ آهي. حڪومت، دولت، شهرت، عزت ۽ اختيار صرف ان ڪي ملندو جيڪو ان کي حاصل ڪرڻ گهرندو هجي.

هن ڪتاب جو مصنف بہ پاڻ عملي طور غربت کان امارت ۽ شهرت جي سفر ڪرڻ وارن مان هڪ آهي. هي انهي دؤر جي ڳالهہ آهي جڏهن آمريڪا سپرپاور نہ ٿيو هو ۽ معاشرو بيشمار مسئلن جي ور چڙهيل هئو. ڊاڪٽر نيپولن معاشري جي سڌارڻ جو فڪري رهنمائن مان هڪ هئو.

هي ڪتاب انهن ماڻهن جي رهنمائي پڻ ڪري ٿو جيڪي آمريڪا جي معاشري جي ارتقا جي پس پردا جي شهرين ڪي پڑهايل سبقن کان آگاه ڪندو. ان ۾ آزاد تجارت، شخصي آزادي، انساني حقوق جي پاسداري ۽ باقي دنيا کي صحيح رستو ڏيکارڻ لاءِ آمريڪا جي ذميداري جي اهميت کي پڻ اجاگر ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب جي مطالعي ڪانپوءِ اهي ماڻهو جيڪي مايوسين جا شڪار ٿيل آهن، گڏوچڙ سوچ رکندڙ هجن، زندگي جي روزمره مسئلن کان عاجزن کي نئين راه عمل سان روشناس ڪرائي ٿو. ۽ انساني تعلقات ۾ انصاف ۽ ميانارِوي، برابري ۽ محبت تي ٻڌل معاشرو جوڙڻ جو پڻ درس ڏئي ٿو.

نہ صرف درس ڏيڻ، مسئلن جو حل ڳولڻ ۾ مدد ڪرڻ پر انهن تي عملي طور ۽ طريقا اهڙي سادي انداز ۾ ٻڌائي ٿو جو هڪ عام ماڻهو عام سوچ ۽ سمجهہ رکندڙ ۽ بالڪل غريب ماڻهو بہ هن قابلِ عمل تي پنهنجو مستقبل سنواري سڌاري ڪامياب زندگي حاصل ڪري سگهي ٿو.

هن ترجمي ۾ اها ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ چونڊ ڳالهيون مفيد مشورا ۽ طور طريقا بيان ڪجن وڏيڪ ڊيگهہ ۾ نہ وڃجي جيئن پڙهندڙ حاصل مقصد باآساني سان ڳولهي سگهي.

جيئن تہ هي هڪ بالڪل نئون علم متعارف ڪرائي رهيا آهيون جيڪو گهڻ رخو آهي، مثال طور هن علم ۾ نفسيات، سماجيات، معاشيات، اخلاقيات، ارتڪا، تائيم مينجمنٽ هيومن ريسوس مينجمنٽ، سيلزمين شپ سان گڏ سماجي سائنس ۽ مالياتي سائنس وغيره شامل آهن. جيڪي پڻ پڙهڻ لکڻ ۾

پنهنجي لفظن جو ذخيرو رکن ٿا جن جو متبادل لفظ سنڌي ۾ اوکا ۽ وڏا ٿيندا ٿا وجن ان لاءِ اختصار طور ڪجهه لفظ انگريزي ۽ اردو جا ڪتب آندا ويندا جيڪي به آساني سان سمجهه ۾ اچي سگهن ٿا ته جيئن واضح مقصد تائين پهچي سگهجي.

استاد جو اچڻ: ڊاڪٽر نيپولن هل جو چوڻ آهي ته "جيڪڏهن توهان ڪي سکڻ جي طلب آهي ته توهان کي استاد به ملي ويندو" چاڪاڻ ته جيڪڏهن توهانجي دل سکڻ لاءِ آماده ئي نه ٿي ٿئي ته پوءِ مون لاءِ ڊاڪٽر هل جهڙن استادن جي رهنمائي جي ڪهڙي ضرورت آهي.

اي . هرالڊ ڪيون جو چوڻ آهي ته مونکي ڪاروباري دنيا ۾ تمام لاهن ۽ چاڙهن جي بخوبي خبر آهي ۽ ڪافي تجربو ڪري چڪو آهيان پوءِ به ڊاڪٽر هل کي سمجهڻ ۾ ڪافي سال لڳي ويا.

آءُ پنهنجي گهربل مطلب ۽ مقصد جي جدوجهد دوران هڪ ئي سبق حاصل ڪري سگهيو آهيان ۽ ۽ اهو آهي "پنهنجي دل ۽ بينڪ اڪاؤنٽ کي مطمئن رکڻ لاءِ پنهنجي ناڪامين جو بغور تجزيو ڪرڻ"

منهنجين مايوسين ۽ پختي عزم جي ميلاپ جي سوچ آخرڪار منهنجي دل جي آواز تي ڪن ڏيڻ شروع ڪيو ۽ مونکي ڊاڪٽر نيپولن هل جو فلسفو پنهنجي بي ساختگي ۽ سادگي جي ڪري پاڻ ڏي ڇڪڻ شروع ڪيو. ۽ مون پنهنجو استاد ڳولي ورتو. جنهن جي حقيقت تي ٻڌل تعليمات بيشمار دفع زندگي جي مشڪل فيصلن ڪرڻ ۾ منهنجي رهنمائي ڪئي.

ڊاڪٽر هل پنهنجا نظريه تمام ننڍي عمر کان ئي ڪيا هئا پر انهن نظرين جي سچائي اها آهي ته اڄ به اهي هر عمر جي ماڻهو لاءِ مشعل راه آهن جن کي ڪافي سال گذري چڪا آهن. ڊاڪٽر هل جو فلسفو سدا بهار آهي. ضرورت صرف ان ڳالهه جي آهي ته توهان انهن نظرين مان ذهني ۽ قلبي يعني دل سان ان مان فائدو حاصل ڪرڻ چاهيو. انهن مان ضروري ڳالهيون الڳ ڪري سگهو ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جو طريقو طئه ڪري سگهو ۽ انهن نظرين تي شعوري طور عمل ڪريو. مون هن ڪتاب ۾ انهن ڳالهين کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن ذهني سڪون ۽ ڪاميابي جي رستن کي روشن ڪري سگهجي.

ڪنهن سندر ساز مان پنهنجي سوچ مطابق سر ۽ آواز ڪڍڻ مشڪل ته هوندو آهي پر خوشي ۽ فرحت ڏيندڙ پڻ، واضح مقصد ڪاميابي کي يقيني بنائڻ آهي.

ڊاڪٽر هل جو چوڻ آهي ته "مضبوط ۽ اٽل ارادي سان سڀ ڪجهه حاصل ڪري سگهجي ٿو" اهڙي ئي حقيقي داستان سندس آهي. ڏهن سالن کان ڊاڪٽر هل سان ڪم ڪرڻ تي ڪڏهن به ڪو ناخوشگوار لمحو نه آيو ۽ سندس زندگيءَ جا تلخ واقعات هن ڪتاب ۾ نوٽ ڪرڻ جو موقعو مليو جڏهن اهو يقين هئو ته هي ڪتاب تمام گهڻن ماڻهن جي زندگي بدلائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو ۽ اها گڏيل ڪوشش جنهن ايڏو رنگ لاتو ۽ تجربات ۽ انٽرويوز جي توسط سان هي شاندار ڪتاب وجود ۾ آيو. جنهن ڊاڪٽر هل جي تعليمات کي عمل جي ڪسوٽي تي پرکيو ويو ۽ آءُ انهن جي افاديت کان ذاتي طور قائل آهيان. ۽ انهن مان به مثال پڙهندڙ اڳيان بيان ڪيان ٿو.

هڪ دفعي مونکي هڪ گرجا گهر متعلقه ڪاليج ٺاهڻ جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر جان اي هيمرڪ (Dr: john A Hamrich) سان گڏ بطور مددگار ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. اسان ان ڪم ۾ ڊاڪٽر هل جا به اصول "ٿورڙو وڏيڪ ڪم" ۽ محنت جي مشڪلات کان نه گهبرايو" جي بنياد تي هڪ اهڙي ٽيم تشڪيل ڏني جنهن ٽيم ڪاميابين جا نوان رڪارڊ قائم ڪيا، مونکي ڊاڪٽر هل جا اهي لفظ اڃان تائين ياد آهن جيڪي انهي مشڪل جي دوران چيا هئا، اسان جو پراجيڪٽ انهي بلندي تي اچي رڪجي ويو هئو. جتي اڳتي وڌڻ لاءِ 10 لک ڊالر کان به وڌيڪ رقم درڪار هئي. مون ان وقت ڊاڪٽر هل کي چيو ته ڏسون ٿا ته توهانجا ڪاميابي جا سترنهن اصول وارو ڪيميائي نسخو هاڻي ڇاٿو ڪري. انهي تي هن وڏي اعتماد سان فوراً جواب ڏنو"اهو اهم نه آهي ته منهنجا ڏنل نسخا ڪي اهم نتيجا پيدا ڪن پر اهم ڳالهه اها آهي ته توهان انهن نسخن کي سمجهي ڪري ان تي ڪيترو عمل ڪرڻ جي قابل بڻجو ٿا."

جڏهن ته هڪ ٻي مثال اتي سامهون آئي جڏهن آءُ هڪ ريڊيو اسٽيشن هلائي رهيو هوس، مونکي اچانڪ خبر پئي ته هن علائقي ۾ به نوان ريڊيو اسٽيشن ۽ هڪ ٽي . وي اسٽيشن شروع ٿيڻ وارا آهن. مون ڊاڪٽر هل کي

پنهنجي پريشاني جي باري ۾ ٻڌايو تہ منهنجي روزگار لاءِ وڏا چيلنج پيدا ٿي چڪا آهن هاڻي اهڙو خط ڊاڪٽر هل ڏي لکي موڪليو. ۽ انهي تي هن جواب ڏنو " پيارا دوست هيرالڊ پنهنجو ڪم ڪندا رهو ۽ اها ڳالهہ هميشہ ياد رکو جيستائين توهان پنهنجي خواهشات جي تڪميل جي منزل تي نہ ٿا پهچي وڃو،آءُ توهان جي تشويشناڪ صورتحال کي آمريڪا جي صدر روزويليڪ جي بيان سان ڀيٽيان ٿو جنهن ۾ هن چيو هئو تہ "هر قسم جي مشڪل جو مقابلو همت ۽ جرئت سان ڪرڻ گهرجي ۽ ناڪاميءَ جي خوف کان پنهنجيون ڪوششون ترڪ نہ ڪرڻ گهرجن تہ جيئن توهان جو شمار اهڙن غريب روحن ۾ نہ ڪيو وڃي جيڪي نہ ڪڏهن مصيبت برداشت ڪندا آهن ۽ نہ وري راحتن مان لطف اندوز ٿيندا آهن. اهي اهڙي هلڪي روشني وارين ڪالونين جا رهواسي بنجي ويندا آهن جتي نہ ڪڏهن فتح ٿيندي آهي نہ ئي شڪست يعني مقابلو ئي نہ هوندو آهي."

ڊاڪٽر هل مونکي ڪيترا دفعا منهنجي ٽٽندڙ همٿ جو سهارو ڏنو هو ڏڪندڙ رڳ تي هٿ رکڻ جاڻيندو آهي. هن هميشہ منهنجي اندر موجود پر وکريل حوصلي کي جمع ڪرڻ جو سبق ڏنو ۽ مثبت سوچ سان گڏ منزل ڏانهن روان دوان رهڻ جي لاءِ چيو هوندو ۽ نتيجي ۾ مونکي ڪاميابي حاصل ٿي هوندي. هڪ دفعي هن خط لکيو

"جڏهن توهان تمام گهڻي جدوجهد ڪانپوءِ ڪا ڪاميابي حاصل ڪندا آهيو تہ توهان پنهنجي اندر هڪ حيرت انگيز صلاحيت کي لڪي وڃڻ جهڙي گڻ کان روشناس ٿيندا آهيو. ۽ توهان کي خبر پئجي ويندي آهي تہ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي صلاحيت توهانجي ٻاهر نہ بلڪہ اندر جي طرف موجود هئي پر توهان کي ان جي ڄاڻ نہ هئي. اها قوت فطرت ۾ اهڙي طرح گهليل مليل هوندي آهي جو ڪافي ماڻهو هن کي سڃاڻي نہ سگهندا آهن. جيئن ٽيڪ هي قوت هڪ انسان جي اندر ٻئي انسان جي طرح موجود آهي جنهن کي توهان "همزاد" جو نالو ڏئي سگهو ٿا. اهو همزاد عام حالتن ۾ پنهنجي وجود جو اظهار نہ ڪندو آهي ليڪن ان وقت توهان سان گڏ شاياڻ شان ملي ڪري هلڻ شروع ڪندو آهي جڏهن توهان ڪنهن مشڪل ۾ ڦاسي پوندا آهيو، ۽ توهان هاڻي

پنهنجي زندگي جي معمولات کان هٽڻ تي مجبور ٿي ويندا آهيو جڏهن توهان کنهن اهڙي مشڪل ۾ گهيريل هوندا آهيو جو توهان کي ٻاهر نڪرڻ جو رستو نہ سجهندو هجي"

منهنجي تجربن مونکي سيکاريو تہ ناڪامي جي ور چڙهيل انسان کي ان جي پنهنجي سوچ ۽ ويچار ئي ڪاميابي جي رستي ڏانهن وٺي اچي سگهي ٿي. ۽ اهوئي لمحو ان کي سوچڻ تي مجبور ڪندو آهي ۽ اهو هڪ نازڪ وقت ليکيو ويندو آهي. اگر هو صحيح سوچ اپنائي مستقل مزاجي سان ان کي قابو ڪري سگهي تہ هن کي جلد معلوم ٿيندو تہ ناڪامي تہ صرف ڪاميابي لاءِ سوچ ويچار جو موقعو ڏيڻ جي حالت هئي.

ناڪامي جو مقصد اهو آهي تہ توهان پنهنجو پاڻ کي نئو فڪر نئي منصوبا بندي ۽ نئي طرز عمل تي استوار ڪرڻ آهي.

تمام گهڻيون ناڪاميون ماڻهن کي گهٽ همت جي ڪري سستي جي ڪري ڪاهلي جي ڪري چاڻ نہ هجڻ جي ڪري دلچسپي نہ هئڻ جي ڪري ٿين ٿيون. اگر اهي ٿوري همت وڌيڪ ڪن ۽ سستي ڇڏين تہ جيڪر ضرور ڪامياب ٿي وڃن ۽ پنهنجي غلطي جو اصلاح پڻ ڪري وٺن.

ڊاڪٽر هل جي لکڻ ۽ ڳالهائڻ جو انداز ان قدر مثبت آهي تہ ڪافي مرطبہ حد کان وڌيڪ انا پرستي جو مظهر لڳندو آهي. پر منهنجا تجربا ان جي حمايت نہ ڪندا آهن. هي مثبت انداز بيان ۽ سچائي ۽ مقصد سان چاهہ جو کليل اظهار هوندو آهي. ۽ هو جيڪي ڪجهہ بيان ڪندو آهي اهو هن جي پنهنجي زندگي ۾ حالات ۽ تجربن تي پرکيل سچائيون آهن. هن جا نظريہ زماني جي مطابق آهن. عملي طور ڪارآمد آهن، مفيد ۽ اصلاح جي مشعل راه آهن.

ڊاڪٽر نيپولن هل 26 آڪٽوبر 1883ع ۾ ورجينا آمريڪا جي ڏکڻ اولهہ جي پهاڙي علائقي جي هڪ ڳوٺ وائزڪاؤنٽي ۾ پيدا ٿيو. هن جو گهر دريا جي ڪناري ڪاٺين سان ٺهيل هڪ جهوپڙي هئي. هي جڳهہ جان فاڪس جي ناول "Trial of lonesome pine" چيل جي وڻڻ جون اڪيلين قطارن جي ڪري مشهور جڳهہ جي ويجهو هئي. هو هڪ غريب گهراڻي سان تعلق رکندڙ ماڻهو هئو، اهوئي سبب آهي جو ٻارنهن سالن جي عمر تائين ڪڏهن بہ ڪنهن بس يا ٽرين ۾ بطور مسافر ڪيڏانهن بہ سفر نہ ڪيو هئو. اجا هو نون سالن جو ئي هئو تہ

سندس والده وفات ڪري وئي. هڪ سال کان پوءِ سندس والد ٻي شادي ڪري ڇڏي . ڊاڪٽر هل پنهنجي نڳي ماءُ جو ذڪر سندس رهنمائيءَ شفقت نهايت ئي احترام سان ڪيو آهي سندس نڳي ماءُ جي اثر رسوخ جي ڪري هن کي اخباري رپورٽر جي طور تي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. ۽ هو مختلف رياستن جي الاهي سارن اخبارن کي خبرون موڪلڻ جو ڪم ڪرڻ لڳو. هن ڪم ڪرڻ جو انداز ۽ لکڻ جي اسٽائيل جلد ئي هن کي رياست تانيسي Tannessee جي سابق گورنر ۽ مشهور رسالي باب ٽيلر ميگزين Bob Taylor`s Magazane جي مالڪ رابرٽ ايل ٽيلر جو منظورِ نظر ٿي ويو. رابرٽ ٽيلر نپولين کي ان وقت جي وڏن وڏن ماڻهن جي ڪاميابين جا قصا لکڻ جو ڪم هن جي حوالي ڪري ڇڏيو هن ملازمت ڊاڪٽر هل کي ان قابل بنائي ڇڏيو تہ هو جارج ٽائون يونيورسٽي جي قانون جيءِ اسڪول ۾ داخلا وٺي سگهي ۽ ان تي ايندڙ خرچ برداشت ڪري سگهي. 1908ع ۾ هن اڃا ميٽرڪ پاس ئي ڪيو هو تہ گورنر ٽيلر هن کي ان وقت جي امير ترين ماڻهو جي انٽريو جو ڪم هن جي هٿ ۾ ڏنو جيڪا شخصيت هئي "اينڊريوڪارنيگي" ANDREW CARNEGI.

انٽرويو جي لاءِ 3 ڪلاڪ جو وقت ڏنل هئو پر اينڊريو هن کي 3 ڏينهن 3 راتيون تائين ڇڪي ويو هئو. هل کي هن دوران ڪارنيگي جي گهر ۾ ترسڻ جو موقعو مليو ۽ انهي دوران ڪارنيگي نيپولن کي آماده ڪيو تہ "ذاتي ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو فلسفو مرتب ڏئي جنهن تي هن ڪتاب جي ۽ ڪاميابي جا سترنهہ اصول جي بنياد وڌي وئي.

ڪارنيگي نيپولن کي هن ڪم جو معاوضو ڏيڻ جو اظهار تہ نہ ڪيو پر هن فلسفي لاءِ جن ماڻهن سان ملڻو هئو ۽ انٽرويو ڪرڻا هئا ان جي خرچ برداشت ڪرڻ جي حامي ڀري.

اينڊريوڪارنيگي جي خواهش هئي تہ هي انٽرويو انهن شخصيتن جا هئڻ گهرجن، جن ۾ هينري فورڊ، ٿامس ايڊيسن ۽ جان واناميڪر ۽ اهڙي طرح جا گهٽ ۾ گهٽ پنج سو ماڻهن جا انٽرويو ڪيا وڃن. جئين، جيڪو فلسفو مرتب ڪيو وڃي اهو سچائي ۽ حقيقتن تي منحصر هجي.

جڏهن نيپولن پنهنجي گهر وارن کي اينڊريوڪارنيگي سان صلح ٿيل معاهدي جي باري ۾ آگاهہ ڪيو جيڪو ڪم هاڻي هو ڪرڻ وڃي رهيو هئو تہ هن

ڪم مان آئينده 20 سالن تائين ڪوبہ مالي فائدو حاصل ٿيڻ جي ڪابہ توقع ڪانهي انهي تي هو ڪافي پريشان ٿيا ۽ هن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪيائون. پر هل پنهنجو ڪم پوءِ بہ جاري رکيو.

پهرين عالمي جنگ جي اندر هن کي پنهنجيون خدمتون سرانجام ڏيڻيون پيون جنهن ۾ هي ان وقت جي صدر وڊرو ولسن جي اسٽاف ۾ هن کي تعلقات عام Public relation جي مددگار جي ذمہ داري سونپي وئي.

1933ع ۾ هڪ دفعو وري صدر امريڪہ جي مشير طور ذمہ داري ڏني وئي. صدر روز ويلٽ جي شهر آفاق تقرير جنهن جو اهو جملو ڏاڍو مشهور ٿيو "صرف خوفزده ٿيڻ جي خوف کان خوفزده رهڻ گهرجي."

ڊاڪٽر هل جي لکيل تقرير هئي. صدر روز ويلٽ جي انهي تقرير ان وقت واپار جي خساري مان قوم کي ڇڏائي ورتو ۽ انهن ۾ همت ۽ جرئت پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. انهي زماني ۾ ڊاڪٽر هل پنهنجي نوڪري جي فرض مان ڪجهہ ٽائيم ڪڍي پنهنجا 6 ڪتاب مڪمل ڪيا، جنهن مان هي ڪتاب 'سوچيو ۽ امير ٿي وڃو' ڏاڍو مشهور ٿيو.

ڊاڪٽر نيپول هل ٽي وي تي نشر ٿيندڙ هڪ پروگرام جيڪو باه جي مچ تي گفتگو هلندي هئي جنهن آمريڪا جو صدر بي تڪلف ماڻهن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندو هئو ان پروگرام جو بنياد وجهندڙ آهي.

ڊاڪٽر هل جو اهو مشورو منهنجي ذهن تي تري اڇي ٿو تہ هميشہ پنهنجي پاڻ کي اهم ڪم سرانجام ڏيڻ لاءِ ڪافي وقت ڏيڻ گهرجي، تہ جيئن جڏهن اهو ڪم شروع ڪجي تہ توهان پوري طرح تيار هجو.

هن جو اهو اصرار هوندو هو تہ هميشہ ڏنل وقت کان 15 منٽ پهريان پهچجي ڇاڪاڻ تہ توهان کي ڪجهہ وقت ملي ويندو تہ ان ماحول کي ڏسي ڪري ان سان مطابقت ٺاهي وٺندا. هو هميشہ جهاز جي ٽڪيٽ يقيني طور بڪ ڪرائيندو هو چانس تي ڪڏهن بہ نہ، هوٽل ۾ پهچڻ کان پهريان ڪمرو بڪ ڪرائيندو هو. هو هميشہ انهي جي تعليم ڏيندو هو جيڪو ڪجهہ هو پاڻ ڪندو هو. هو جڏهن بہ ڪو پروگرام اٽينڊ ڪرڻ لاءِ ويندو هو تہ مونکي گهرائي چوندو تہ اڄ شام اسانجو پروگرام بهترين ٿيندو. آءُ اڄ رات توکي ۽ ٻڌندڙن کي

بلڪل هڪ نئي انداز سان سوچڻ تي آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس. هن جي انهي چوڻ جو مقصد صرف پنهنجي پاڻ کي ان پروگرام لاءِ تيار ڪرڻ هوندو هو. ۽ هو ويجهو وقت اچڻ تي ماڻهن سان نہ ملندو هو، ٽيلي فون، ٽي وي، ريڊيو وغيره ڏي بلڪل ڌيان نہ ڏيندو هو. ايتري تائين جو رات جي ماني بہ ليڪچرُ ڏيڻ کانپوءِ کائيندوَ هو. هو پنهنجي سڄي وجود کي تياري ۾ لڳائي ڇڏيندو هو ۽ پوري يڪسوئي سان ليڪچر جي تياري ڪندو رهندو هو.

ڊاڪٽر هل پنهنجي تقرير ۾ پنهنجي انداز فڪر ۽ مهارت سان ٻڌندڙن کي محسوس ڪندو هو جو هر ٻڌندڙ ان خيال ۾ غرق هوندو هو تہ اهي جيڪي حڪمت عملي جا مشوارا ملي رهيا آهي اهي سڀ منهنجي لاءِ آهن. ۽ انهي وقت ڊاڪٽر هل تمام گهرائي سان ۽ مطالعاتي بنيادن تي ٻڌندڙن ۾ دلچسپي وڌائيندو هئو جو ڪيس ان سڄي ساري پنڊال مان اهو محسوس ٿيندو هو تہ منهنجي تقرير جو اثر ڪيترن ماڻهن تي پئجي چڪو آهي ۽ ڪيترو سمجهي سگهن ٿا ۽ انهن جو رد عمل ڇا آهي. مونکي هميشہ ڊاڪٽر جي پيغام ڏيندي ۽ وصول ڪندي سندس ٽيلي پيٿي جي مهارت متاثر ڪيو. جيڪو هر مقرر لاءِ اهو علم رکڻ ضروري آهي.

ڊاڪٽر نيولن ڪم ڪندي ڪڏهن بہ صلي جي پرواه نہ ڪئي تہ هن کي ان ليڪچر مان گهٽ يا وڌيڪ پئسہ ملندا يا رضاڪارانہ طور تي هوندو. جهڙي طرح جيل جي قيدين کي ڏنل ليڪچر ان کي ٻنهي صورتن ۾ هن جي صحت تي ڪوبہ اثر نہ پوندو هئو.

هو هڪ جيل جي قيدي سان بہ اهڙيٰ طرح محبت ۽ انڪساري سان ڳالهائيندو هئو، جهڙيءَ طرح ڪنهن بينڪ جي صدر سان. هن جو هڪ دلچسپ قول آهي "گهٽ کائو، عزم سان ڪم ڪريو ۽ محبت ڪرڻ ۾ ڪڏهن بخيلي کان ڪم نہ وٺو" ۽ اهوئي هن جي عملي زندگي جو عڪس آهي.

عام طور تي اهو خيال ڪيو ويندو آهي تہ مالياتي علم يا مالياتي سائنس مان صرف پيشاور ماڻهو، اعليٰ عهديدار ۽ تعليم يافتہ ماڻهو ئي فائدو حاصل ڪري سگهندا. هي ڪيتري عجيب ڳالهہ آهي تہ ڊاڪٽر هل جي مداحن ۾ يا فائدو حاصل ڪرڻ وارن ۾ اهي بدنصيب ماڻهو بہ رهيا آهن جيڪي معاشري جا ڌڪاريل اٿڙهيل ۽ اهي بدنصيب ماڻهو هئا جن کي وقت جيل جي سلاخن

پٽيان بند ڪري رکيو هئو. هي اهي ماڻهو آهن جن لاءِ ڊاڪٽر هل پنهنجيون سڀ صلاحيتون، وقت ۽ پئسو خرچ ڪيو هو اهڙن ماڻهن ڪي معاشرو هڪ وسازيل ماڻهن جي طور تي ياد ڪندو آهي.

ڪافي عرصي جي ڳالهہ آهي تہ هڪ قيديءَ ڊاڪٽر هل کي هڪ خط لکيو جنهن ڪنهن اخبار ۾ ڇپيل ڊاڪٽر هل جو مضمون پڙهيو هئو، ڊاڪٽر هل جو چوڻ هئو تہ هي هڪ عام سڌو، سادو خط هئو. هيءَ غير متوقع چاهڻ واري ڊاڪ ملڻ تي آءٌ ڏاڍو متاثر ٿيس ۽ هن شخص لاءِ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ ارادو ڪيو. پوءِ هن کي ڳولڻ شروع ڪيو. آءٌ انهي جيل وارڊن سان ملاقات ڪئي. هن ٻڌايو تہ ڪافي ماڻهو هن قيدي جون سفارشون ڪري چڪا آهن، تہ هن قيدي کي عارضي طور تي ضمانت طور آزاد ڪيو وڃي. پر هن جي سفارش جو سبب ڪوبہ ڪونہ ٿو ٻڌائي. مون جيل انتظاميہ کي هڪ پيشڪش ڪئي تہ آءٌ هن قيديءَ جي تعليم جي ذميداري کڻان ٿو ۽ اها پڻ ذميداري کڻان ٿو تہ هن قيدي کي جيل کان ٻاهر مفيد شهري بنائڻ جي عملي تربيت بہ ڏيندس.

هي تجربو ڏاڍو ڪامياب رهيو ۽ اهو قيدي نيٺ جيل کان آزاد ٿيو ۽ هڪ ذميدار شهري جي طرح زندگي گذارڻ لڳو. انهي تجربي نيولن هل فائونڊيشن جي بنياد رکڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

نيپولن هل پنهنجي لکيل ٽن ڪتابن ”سوچيو ۽ امير ٿي وڃو“ ”ذاتي ڪاميابين جي سائنس“ ۽ ”ذهني سڪون سان گڏ امير ٿي وڃو“ جي رائلٽي هن فائونڊيشن جي بنيادي خرچن ۾ وقف ڪري ڇڏي ۽ هن فائونڊيشن قيدين لاءِ هڪ جامع پروگرام ترتيب ڏنو، جيڪي ڊاڪٽر هل جي ڪيترن ئي فائلن ۾ خط ۽ مضمون پريا پيا آهن.

ڏکڻ ڪيرولينا جي جيل جي ڊائريڪٽر ايلس اوميڪڊوگال هڪ دلچسپ پيٽ شايع ڪئي هئي جيڪي هڪ ئي جيل مان آزاد ٿيل اهڙن قيدين جي وچ ۾ جيڪي ڊاڪٽر هل جي ڪورس ۾ شريڪ ٿيا ۽ جيڪي انهن ڪورسن ۾ شريڪ نہ ٿيا هئا ڪجهہ اهڙي طرح آهي جون 1966ع ۾ 121 قيدين جي ڪردار ۾ تبديلي جو جائزو ورتو جيڪي فائونڊيشن جي تعليمات مان فائدو حاصل ڪري چڪا هئا انهن جي پيٽ جيل جي ٻين قيدين سان ڪئي وئي.

| خصوصيتون | هل فائونڊيشن مان تعليم حاصل ڪيل قيدي | جيل جا باقي قيدي |
|---|---|---|
| 1. ٻيهر جيل ۾ واپس اچڻ | 0.6% | 34% |
| 2. اسڪول ۾ پڙهڻ | 12% | 10% |
| 3. قانون ٽوڙڻ تي سزا مليل | 3.5% | 7% |
| 4. گرجا گهر ۾ حاضري | 43% | 13% |

ميڪڊوگال جي چوڻ مطابق هن ڪورس ۾ شرڪت ڪرڻ جي ڪري جيل جي هر قيدي ۾ هڪ مثبت سوچ جنم ورتو ۽ بهتر تبديلي آئي. جنهن سان هنن جي مزاج ۾ ٻين قيدين ۾ فرق محسوس ٿيو هنن ۾ سنجيدگي نظم ضبط پيدا ٿيو.

اهڙي طرح چينو ڪيليفورنيا ۾ واقع ڪيليفورنيا انسٽيٽيوٽ فارمين ۾ محڪمہ اصلاحات (وزارت جيل خانہ) ۾ هلايل نيپولن هل فائونڊيشن جو تربيتي ورڪشاپ پروگرام بہ تمام حوصلامند نتيجا ڏنا. انهي تي اتان جي ايجوڪيشن سپروائيزر E.E Barurmister اي اي بار ميسٽر جي چوڻ مطابق هل فائونڊيشن جي ذاتي ڪوشش سان هلايل پروگرام "ڪاميابي جي حاصل ڪرڻ جي سائنس" جي بدلي جيل جي قيدين ۾ زنده رهڻ جو ڍنگ سکي ورتو. عام تي هي اهي ماڻهو آهن جيڪي پاڻ کي بيڪار سمجهندا رهن ٿا ۽ مايوسين جي ور چڙهي ويندا آهن جڏهن تہ سرڪاري طور تي انهن ماڻهن جي اصلاح نہ ٿيڻ برابر هوندي آهي ۽ اهو ان وقت تائين ممڪن نہ آهي جيستائين ماڻهو پنهنجي اصلاح پاڻ نہ ڪري. اها زبردستي نافذ ڪرڻ سان ڪڏهن بہ ڪانہ ٿي پيدا ٿئي توهانجي ڪورس جي اها خوبي رهي تہ اها قيدين کي اندر جي طرف ڪان آماده ڪرڻ جو نظريو سيڪاري ٿي ، تڏهن ئي هن جا نتيجا بہ ديرپا ۽ مثبت آهن.

اسان قيدين ۾ پنهنجي اندر جي آواز ٻڌڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي عادت وجهڻ جي ڪوشش شروع ڪري ڇڏي. اهو عمل انهن سان ڳالهہ ٻولهہ ۽ پوءِ هدايت تي مشتمل هئو. منهنجي پنهنجي راءِ اها آهي تہ نہ صرف قيدي پر عام ماڻهن مان اڪثر ماڻهو اهي ڳالهيون صرف ٻڌندا آهن ۽ ان سان منسلڪ مواد پڙهندا آهن ۽ ان کي صرف گفتگو جي حد تائين اپنائيندا آهن. اهي ڳالهيون

انهن جي روزمره جو حصو تہ ٿي وينديون آهن ليڪن عمل بلڪل نہ هوندو آهي. ۽ اهڙي طرح اهڙي قسم جو لٽريچر هنن جي لائبريريءَ جي زينت بنجي مٽي ۽ دز جي ور چڙهي ويندو آهي. اهو سڀ ڪجهہ هنن جي عملي زندگي جو حصو نہ ٿي سگهندو آهي. اسان قيدين کي پنهنجا جذبات اپاريندا آهيون ۽ ڪجهہ بهتر ڪرڻ لاءِ انهن کي موقعا فراهم ڪندا آهيون تہ جيئن انهن ڳالهين کي عملي زندگي ۾ استعمال ڪري سگهن. اهڙا ماڻهو جيڪي پنهنجي اندر ڪجهہ بهتر ڪرڻ جو جذبو پيدا ڪري وٺندا آهن اهي ڪامياب ٿيڻ بنا رهي نہ سگهندا آهن.

ڊاڪٽر هل جو چوڻ آهي تہ "اسانجون حدون ايتريون ئي محدود هونديون آهن جيتري قدر اسان پنهنجي سوچ ۾ انهن کي جڳهہ ڏيندا آهيون."

اهڙي طرح پريشاني جي عالم ۾ اسان پنهنجي سوچ جون حدون محدود ڪريءَ ڇڏيندا آهيون ۽ اسانجي ذهن جا نڪرندڙ رستا بند ٿي ويندا آهن مسئلن جي حل جي بجاءِ مسئلن ۾ گهيرجي ويندا آهيون ۽ اهڙو عمل پنهنجي اندر خوف ۽ اميد جي وچ ۾ هوندو آهي. اهڙي وقت پنهنجي اندر ٻيو انسان يعني "هم ذار" ڏاڍو اهم ڪردار ادا ڪندو آهي.

ڊاڪٽر هل جو چوڻ آهي تہ هن 18 سال محنت ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ ڪتاب مڪمل ڪيو جنهن جو نالو "The law of success" ڪاميابي جا قانون آهي انهي ڪتاب جي اشاعت لاءِ سرمائي جي ضرورت هئي جيڪا ٻمون وٽ موجود نہ هئي ان جو بندوبست منهنجي مينيجر Don R Mellet ڪيو هئو. اوچتو ئي منهنجي مينيجر جو قتل ٿي ويو ۽ هن جا رابطا جنهن شخص سان هئا اهو منهنجي ذاتي واسطي ۾ نہ هئو، اهو شخص يونائيٽڊ اسٽيل ڪارپوريشن جي بورڊ جو چيئرمين البرٽ ايچ گري هئو. منهنجي مينيجر جو هن سان معاهدو هئو اهو آءٌ پورو نہ پئي ڪري سگهيس. آءٌ پاڻ بہ خطري اندر هوس جو منهنجو مينيجر جيل جي سرگرمين جي ڪري قتل ٿي ويو هئو.

ميليٽ جي قاتلن جيٰ گرفتاري تائين آءٌ لڪل رهيس. جنهن ۾ 12 مهينا لڳي ويا ۽ پوءِ انهن کي عمر قيد جي سزا آئي. اهو وقت ڏاڍو ڏکيو گذريو اهو عرصو مون پنهنجي لاءِ خود تيار ڪيل جيلھ ۾ گذاريو جنهن جي ڪري

منهنجي اندر خوف، منفي سوچ ۽ خود فريبي جنم ورتو. ۽ انهي دوران البرٽ ايچ گري اسپتال داخل ٿي چڪو هئو ۽ ان سان رابطو ممڪن نہ هئو. منهنجا تمام وسيلا هڪ هڪ ٿيندا ختم ٿي ويا ۽ آءٌ اندر ئي اندر ٽٽي ۽ ڀري رهيو هوس ۽ حالتون منهنجي گردن تائين سوڙهيو ٿي چڪيون هيون ۽ سخت مايوسي ۾ مبتلا ٿي چڪو هوس.

هڪڙي شام اوچتو منهنجي ذهن ۾ هڪ ڳالهہ آئي، مون پنهنجو پاڻ کان سوال ڪيو تہ مون پنهنجا اهي سبق وساري ڇڏيا آهن جيڪي آءٌ ٻين ماڻهن کي ڏيندو هوس ۽ اهو قول ياد آيو تہ "اسانجون حدون ايتريون هونديون آهن جيترو انهن کي وسيع ڪندا آهيون" ۽ آءٌ پنهنجي پريشاني مان ضرور نڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو . اهڙي طرح سڄي رات خوف ۽ اميد ۾ گذري ۽ مونکي هڪ اندر جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو تہ مونکي فلاڊيلفيا وڃڻ گهرجي ۽ مونکي اتي ڪو نہ ڪو اهڙو ماڻهو ملي ويندو جيڪو منهنجي ڪتاب ڇپرائڻ جي ذميداري کڻندو. انهي ڪيفيت جي سهاري تي مون پنهنجي نڳي پاءُ کان 50 ڊالر اڌارا ورتا. تہ جيئن فلاڊيلفيا جا خرچ پورا ڪري سگهجن. اهو سوچڻ کانپوءِ مون پنهنجين پريشانين کي ۽ منفي سوچين کي پنهنجي پٺيان ورائي ڇڏيو. ۽ انهي دوري کي پرآسائش ۽ باوقار بنائڻ جي طرف توجہ ڏني. مون هوٽل ۾ سيني کان سٺو ڪمرو ورتو ۽ انهن جي خدمتن مان مستفيد ٿيس ۽ بهترين کاڌو گهرائي کاڌو بهترين سگار گهرايا. اهو سڀ ڪجهہ مونکي عجيب لڳي رهيو هئو پر اهو سڄو عمل منهنجي اندر جي آواز جي عين مطابق هئو.

آءٌ اهو محسوس ڪري ورتو هئو تہ هي منهنجي ذهن جي بلڪل ئي مختلف حالت آهي ڇاڪاڻ تہ ان کان اڳ جيڪا منهنجي ذهن ۾ منفي سوچ ۽ خوف هئو، هاڻي پراعتماد ۽ مثبت سوچ جي طرز فڪر هئي. ۽ پوءِ مونکي هڪ ماڻهو جو نالو ياد آيو البرٽ لوئس پلٽن Albert Leuis Pelton مسٽر پلٽن سان منهنجي پهريان ڪڏهن بہ ملاقات نہ رهي جيتري حد تائين منهنجو حافظو ڪم ڪري ٿو جڏهن پهرين جنگ عظيم کان پوءِ آءٌ هڪ ميگزين Magzine، The Golden Rules جو رسالو شروع ڪيو هو تہ مسٽر پلٽن ان رسالي ۾ وڏيڪ اشتهار ڏيڻ وارو شخص هئو. هو پنهنجي ڪتاب "The power will" جي ڪپت لاءِ ڪوشش ڪري رهيو هئو. ۽ مون ان سان رابطو ڪيو ۽ اسان اِنهي هوٽل ۾

ملياسين. پلٽن ڪتاب ۾ مصنف مان متاثر ٿيو. ان ڪتاب جي باري ڊاڪٽر هل کان مختصر بيان پڙو. هن نہ صرف ان کي ڇپائڻ جي حامي ڀري بلڪ مون کي رائلٽي جي رقم مان ڪجهہ رقم جو چيڪ بہ ڏنو.

ڊاڪٽر هل جو اچ بہ اهو مڃڻ آهي تہ هن کي انهي عمل ڪرڻ جي جرئت پنهنجي اندر جي لگن، پختہ يقين ۽ پختہ ارادي ڏني. پلٽن جو رد عمل فطري هئو جيڪو پبلشر جو هڪ سٺي ڪتاب لاءِ هئڻ گهرجي.

ڊاڪٽر هل جو چوڻ آهي تہ هاڻي آءُ پيهر ڪامراني جي رستي تي سوار ٿي ويو هوس. چاڪاڻ تہ مون ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي گُرَ کي ڳولهي لڌو هئو. انهي کان سواءِ ڪجهہ ناهي تہ حقيقي ڪاميابي جي ڪُنجي توهانجي پنهنجي سوچ آهي. توهان کي اهو اچڻ گهرجي تہ ڪهڙي طريقي سان منزل جي رستي ۾ رڪاوٽون هٽائي سگهجن ٿيون. ۽ اهو طريقو توهان جو پنهنجو مضبوط ارادو مقصد سان لڳاءُ ميسر ڪري ٿو. جنهن جو تعلق روايتي طور تي تعليم يافتہ هئڻ سان ڪوبہ تعلق نہ آهي.

اهڙي ريت جڏهن قيدين جي سامهون ڊاڪٽر نپولن پنهنجي ڪسمپرسي جي حالت جي بيان ڪندو هو تہ هن ڪيئن پنهنجي اندر جي آواز کي اجاگر ڪيو ۽ ان جي صلاح تي هلي ڪري پنهنجو مستقبل ٺاهيو تہ قيدي بہ پنهنجي اندر اهي سڀ صلاحيتون ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ پنهنجو بگڙيل حالتون تبديل ڪرڻ ۾ ڪامياب ويندا هئا. ۽ اهو سلسلو هلندو رهيو جنهن ۾ ڊاڪٽر هل جا ليڪچر، خط، ڪتاب جا، ڪيسٽ يا تحريري مواد شامل هئو ۽ ان سڄي عمل هڪ تحريڪ کي جنم ڏنو جنهن مان تمام گهڻ ماڻهن فائدو حاصل ڪيو ۽ پنهنجيون قسمتون، مشڪلاتون ۽ ڏک دور ڪيا. 1921ع ۾ ڊاڪٽر نپولن هڪ ميگزين ۾ هڪ مضمون شايع ڪرايو جيڪو پڙهندڙن لاءِ ڏجي ٿو جنهن جو موضوع آهي "عدم برداشت" Intolerance

## عدم برداشت INTOLERANCE

۽ جڏهن انساني ترقي جو عمود شعور ۽ آگهي جي ڪرڻن سان روشن ٿيندو ۽ وقت سمنڊ جي ڪنارن جي واري سان جهالت ۽ ڪمزور اعتقاد جي پيرن جا نشان متجي ويندا اتي انساني گناهن جي ڪتاب جي آخري باب ۾ اهو لکيو ويندو تہ سڀ کان وڏو گناه جيڪو انسان کان سرزد ٿيو اهو آهي عدم برداشت. عدم برداشت جا تلخ ترين مظاهرا مذهبي، نسلي ۽ معاشي تعصبات ۽ تفريق مان جنم وٺندا آهن.

خدايا! اسان تنهنجا فاني بندا ڪيتري وقت تائين انهي غلط فهمي ۾ مبتلا رهنداسين تہ اسانجي عقيدن ۽ اسان جي نسلن سان تعلق نہ رکڻ وارا انسان زنده رهڻ جو حق نٿا رکن ۽ اسان هر وقت انهن کي برباد ڪرڻ تي لڳا رهنداسين.

جڏهن تہ اسان هن دنيا ۾ ٿورڙي عرصي لاءِ موڪليا ويا آهيون اسانجو هتي رهڻ هڪ ميڻ بتي وانگر آهي جيڪا ماچيس جي تيليءَ سان ٻاري ويندي آهي ڪجهہ وقت ٻرڻ کانپوءِ جڏهن ميڻ ختم ٿيندو آهي تہ ڦڙ ڦڙ ڪري وسامي ويندي آهي.

اسان هتي اهڙي زندگي ڇو نٿا گذاريون جيئن هڪ قافلي جا ماڻهو ڪنهن جڳهہ تي مختصر وقت گذارڻ جي دوران هر وقت ان فڪر ۾ هوندا آهن تہ قافلو هلڻ وقت پنهنجا خيما ڊاهي خاموشي سان ڪنهن نامعلوم جڳهہ ڏانهن روانو ٿيڻو آهي ۽ اسان بنا ڪنهن خوف ۽ خطري جي روانا ٿي سگهون.

مونکي اميد آهي تہ جڏهن بہ آءُ اڳئي دنيا ۾ پهچندس اتي مونکي ڪوبہ يهودي، عيسائي، پروٽسٽنٽ، جرمن، انگريز وغيره وغيره ۾ فرق ڪرڻ وارو نہ ملندو سڀ هڪ ٻئي جا ڀائر ۽ ڀينر هوندا. رنگ نسل ۽ عقيدن جي بنياد هڪ ٻئي کان نفرت نہ ڪندا ڇوتہ مون هميشہ عدم برداشت کان پنهنجو دامن بچائي رکيو آهي ۽ آءُ هُن لافاني جهان ۾ سک ۽ چين سان رهندس.

نپولن هل

هن وقت ڊاڪٽر نيولن هڪ امير ۽ دولت مند ماڻهو آهي ۽ تمام گهڻين خوبين واري هن جي گهر واري آهي جيڪي خوش ۽ خرم زندگي بسر ڪري رهيا آهن. اهو سڀ ان جي اصولن جو ڦل آهي جيڪي هن ڪي انهن تي عمل ڪري مليو.

ڊاڪٽر هل جي مداحن مان Mr: S.E Felkel مسٽر ايس . اي . فيلڪل بشدس 81 سالگره تي شاه بلوط جو قديم وڻ تحفي ۾ ڏنو. هن وڻ کي ( The Angel oak) دي اينجل اوڪ ڪري سڏيندا آهن اڄ به ڊاڪٽر جي لافاني فلسفي جي آباد درگاه جي طور تي ماڻهن جي عقيدت جو مرڪز آهي.

Dr: John E Hagai بين الاقوامي شهرت يافته علمي شخصيت جو چوڻ آهي، مون اميد جي ڏيگهه ۽ ويڪر ۽ دنيا جي تمام ملڪن ۾ جتي جتي وڃڻ جو موقعو مليو، بي شمار ماڻهو اهڙا مليا جيڪي ڊاڪٽر هل جي پنهنجي اندر جي آواز ٻڌي ڪري راه عمل متعين ڪرڻ جي فلسفي مان ڪامياب ٿيا آهن.

جنرل مارڪ ڪلارڪ General mark clark جي ڊاڪٽر هل سان ملاقات ٿي جنهن تي هن پنهنجا تاثرات اهي ڏنا. ڊاڪٽر هل جو جوش ۽ جذبي ۾ عمر جي پختگي جو ڪوبه فرق نه آيو آهي هو اڄ به آمريڪا کي عظيم تر ٿاهڻ واري حڪمت عملي يعني آزاد تجارت جو دعويدار آهي. آءُ ۽ هو ڏکڻ ڪيرولينا جا مداح آهيون انهي جي ڪري اسان ٻنهي انهي جڳهه کي گهر ٺاهڻ لاءِ منتخب ڪيو آهي. اسان کي هتي روايتي امريڪي هئڻ جو احساس ٿيندو آهي جنهن جا اسان ٻئي مشتاق آهيون.

هڪ دفعي منهنجي ننڍي ڌيءُ مونکي چيو ته آءُ ڊاڪٽر هل کي هن جي اسڪول ۾ تاريخ جي ليڪچر ۾ اچي ڪري اسان کي انهن وڏن ماڻهن جي باري ۾ ٻڌائي، جن سان هن جون ملاقاتون رهيون آهن جنهن ۾ ايڊيسن، ڪارنيگي وغيره آهن. مون هن کي مذاقاً چيو ته ڊاڪٽر هل جي فيس ايتري آهي ته مان ٿو سمجهان ته توهان ۽ توهان جون سهيليون برداشت ڪري سگهن

منهنجو جواب ٻڌي منهنجي ڌيءُ جذباتي ٿي وئي ۽ اکين ۾ پاڻي آڻي چيائين ته ڊاڪٽر هل منهنجو دوست به آهي ۽ مون کي يقين آهي ته صرف منهنجي خوشي خاطر هو منهنجي اسڪول ۾ ضرور ايندو. بهرصورت ڊاڪٽر هل هر ماڻهو سان اهڙي انداز ۾ پيش ايندو هو جو اهو سمجهندو هئو ته ڊاڪٽر

هل منهنجو دوست آهي. ڊاڪٽر هل 20 سالن ۾ 500 امريڪين تي تحقيق ڪري چڪو آهي ۽ اهي امريڪا جي مٿي ليول جا ڪاروباري حضرات هئا ۽ انهن جي بلندين جو راز پڻ معلوم ڪيو. جيڪو هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي.

هن ڪتاب ۾ مسٽر ڪليمنٽ استون جو تذڪرو به شامل آهي جنهن سان ڊاڪٽر هل 10 سال گذاريا.

استون جي شهرت ۽ ڪاميابي هڪ ڊرامائي داستان ڪان گهٽ نه آهي جنهن 100 ڊالر جي ٿورڙي سرمايه مان شروعات ڪئي ۽ ڊاڪٽر هل جي ڪتاب " Think and grow rich" سوچيو ۽ امير ٿيو پڙهي عمل شروع ڪيو اڄ هن جي دولت 20 ڪروڙ ڊالر ڪان وڌيڪ آهي.

هن ڪتاب ۾ William pen patrik جو ذڪر 10 باب ۾ آهي ۽ ڪاميابي جا اصول پڻ ڏنا ويا آهن جنهن وليم کي ٿورڙي عرصي ۾ ميجڪ ڪاستيمڪ جو ڪارخانو هنيو ۽ ڪروڙ پتي بنائي ڇڏيو.

هن ڪتاب ۾ ڪارنيگي هل فلسفه پڻ اثرائتي انداز ۾ ڏنو ويو آهي. Dr: Kenneth mc Farland جي ڪاميابين جا حقيقي مثال ڏنا ويا آهن ۽ پڙهندڙن لاءِ اطمينان جا باعث آهن. Nashville Tannessee ۽ Sam Z Moore جو ذڪر به شامل آهي جيڪو توهان کي پنهنجو پاڻ کي سجاڳ واري عمل تي آماده ڪندو.

توهان پڙهندا ته ڪيئن امريڪي مهاجرن صرف هڪ ڊالر جي استعمال سان ڪيش پئسو ناهيو ۽ پنهنجي فيلڊ ۾ نمبر 1 ٿي ويا.

شڪاگو جي Paul Harvey of Chicago جي قصي تي به توهانجي توجه ضرور ويندي پال هاروي اثر انگيز جي طاقت کي بروئي ڪار آڻي پاڻ کي هڪ بهترين ماڻهو ثابت ڪرايو ۽ اڄ اهو پين امريڪين ۾ حب الوطني يا قوم پرستي جي جذبات کي اجاگر ڪرڻ وارو مشهور ماڻهو ليکيو وڃي ٿو. نيويارڪ جو وڪيل Robert swaybill توهان کي ٻڌائيندو ته پڪو ارادو ۽ ان جي طاقت اصل ۾ اثر انگيزي جي جان آهي.

اٽلانٽا، جارجيا جي Clarence walker of Atlanta اثر انگيزي جي طاقت سان لکين ماڻھن جي دلين ۾ اثر ۽ اميد جا چراغ روشن ڪيا ۽ پنھنجي ڪوڪو ڪولا جي بوتلين جي ڪمپني جي ماڻھن ۾ پذيرائي ڪئي.

ھر ماڻھو جي اندر ھڪ تمام وڏو ماڻھو موجود ھوندو آھي. ڪنھن بہ انسان کي ڪڏھن بہ ننڍو نہ سمجھڻ گھرجي ۽ اھڙي طريقي سان ھر انسان ۾ وڏي ماڻھو ٿيڻ جون صلاحيتون لڪل آھن. ڪامياب زندگي لاءِ پئسو ھڪ جُز لازم آھي ڪامياب زندگي جي حصول پنھنجي ذات کي سڃاڻڻ سان شروع ڪيو. ھي ڳالھہ چوڻ ڏاڍي سولي آھي پر اڪثر ماڻھو سچي زندگي پنھنجي پاڻ کي سڃاڻڻ کان سوا ئي گذاري ڇڏيندا آھن. ھي ٽڪڙن کي جوڙي تصوير ٺاھڻ جو عمل آھي ۽ اڪثر ماڻھو انھن ٽڪرن کي غلط جوڙي تصوير بگاڙي ڇڏيندا آھن. زندگي کي ڪامياب ڪرڻ ھڪ فن آھي. جنھن جو مقصد آھي ھر پھلوءَ کان پاڻ کي ٺيڪ انداز ۾ ۽ ٺيڪ رخ ۾ سمائي اڳتي وڌڻ ۽ اھي رخ آھن حقوق الله ۽ حقوق العباد متوازن طور تي انَ ڳانڍاپي سان معاشري جي جوڙ جڪ ۾ بھتر ڪردار ادا ڪرڻ ئي ڪامياب زندگي جو اھڃاڻ آھي.

ھر انسان کي پنھنجي ذھن جي آئيني ۾ جھاتي پائڻ گھرجي ۽ انھي آئيني تي لڳل دز ۽ مٽيَ کي ھٽائي اصل صورت پرکڻ جي ضرورت آھي الله تبارڪ و تعاليٰ انسان کي اشرف المخلوقات ٺاھيو آھي ۽ ھر انسان ۾ بيشمار صلاحيتون ڏنيون آھن انھن کي سمجھڻ ۽ انھن کي بھتر انداز ۾ استعمال ڪرڻ ئي اصل مقصد آھي.

## باب پهريون

## تعميري سوچ رکڻ

## سٺي سوچ رکڻ=مثبت طرز فکر

سٺي سوچ يا پازيٽو ٿنڪنگ جي اثر ڪاهيندڙ قوت توهان کي اهڙا رستا اهڙيون راهون پڌائيندي آهي جنهن تي هلي ڪري توهان پنهنجي زندگيءَ کي پنهنجي خواهش جي مطابق بهتر کان بهتر بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهو ٿا.

اِها اُها زبردست طاقت آهي جيڪا توهان کي پنهنجي ناڪامين مان جان ڇڏائڻ ۽ ڪاميابي جي رستي تي گامزن ڪرڻ جو سبب ٿئي ٿي. هي اهو طريقو آهي جنهن تي توهان هلي ڪري پنهنجي صلاحيتن کي ڄاڻي وٺندا آهيو جيڪي توهان کي معلوم ٿي نه هونديون آهن ته اهي سٺيون ڳالهيون ڪي توهان ۾ موجود هيون.

توهان هن طريقي کي استعمال ڪرڻ سان اهو سمجهي رهيا هوندا آهيو ته توهان پنهنجي بهترين صلاحيتن کي استعمال ڪري چڪا آهيو ليڪن نتيجا سٺا نه نڪري سگهيا آهن. بهتر سوچ رکڻ واري عمل سان توهان محسوس ڪندا آهيو ته توهان جي اندر وڏيڪ صلاحيتن جو علم وڌندو آهي جنهن جي استعمال سان توهان کي پيش ايندڙ مشڪلاتون با آساني سان اڪري ويندڀون آهن ۽ ڪاميابي حاصل ڪري وٺندا آهيو.

اسان هن ڪتاب جي ذريعي توهان کي توهان ۾ موجود تمام اهڙين صلاحيتن کي ڳولي لهڻ جا طريقا پڌايا آهن. جنهن کي معلوم ڪري توهان پنهنجي زندگي بهتر بڻائي سگهو ٿا ۽ دولت مند شخص ٿي سگهو ٿا. ڪتاب پڙهڻ لاءِ يڪسوئي ۽ غور فڪر جي گهرائي ضروري آهي مطالعي دوران ڪٿي به ڪنهن باب ۾ توهان محسوس ڪريو ته لکيل ڳالهه جو ڪو نئون مطلب توهان جي سمجهه ۾ اچي ٿو پيو اتي رڪجي وڃو ۽ وڌيڪ غور ڪرڻ شروع ڪري ڏيو اتي ئي توهان جو معلوم کان غير معلوم يعني شعور کان لا شعور جو سفر شروع ٿي ويندو، ۽ توهان اهو ڪجهه سمجهڻ لڳندا جيڪو ڪجهه اسان

توهان کي سمجهائڻ چاهيون ٿا. ۽ اهڙي ئي طرح توهان پنهنجي اندر موجود وڏيڪ صلاحيتون ڳولڻ جي مشق شروع ڪري ڇڏيو ۽ آهستي آهستي انهن تي مهارت حاصل ڪريو.

توهان کي پڙهندي پڙهندي اهو معلوم ٿيندو تہ ڪافي ساريون صلاحيتون توهان ۾ پهريان ئي موجود هيون صرف انهن کي جاڳائڻ، اجاگر ڪرڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي ضرورت آهي تہ جيئن توهان پنهنجي شخصيت جي حيثيت ۽ حقيقت مڃائڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

ڪتاب جي لکندڙ مصنف لاءِ اهو بلڪل بہ ممڪن نہ آهي تہ هو هر ڪتاب پڙهندڙ جي باري ۾ معلوم ڪري سگهي تہ هن ڪتاب کي پڙهندي ڪٿي ۽ ڪڏهن اهو نقطو ملندو جتان هو پنهنجيون نندڍاڪيل صلاحيتون ۽ پروڙڻ جي قوت حاصل ڪري ۽ پنهنجي ناڪامي ۽ ڪاميابي جي وچ واري فاصلي کي ڪٽي سگهندو پر هي ڪتاب ان يقين سان لکيو ويو آهي تہ ائين ٿيندو ضرور.

مثبت طرز فڪر يا تعميري سوچ حاصلات لاءِ تمام ضروري آهي ڪامياب زندگي جي حصول لاءِ پنهنجي ذات جي مطالعي جي ابتدا سوچڻ واري طريقي ڪار جي درستگي سان ٿئي ٿو.

توهانجي سوچ جو انداز ڪنهن صورتحال جي پيش اچڻ تي توهانجي رد عمل جو تعين ڪري ٿو. ۽ توهان انهي رخ ۾ ويندا آهيو جيڏانهن توهان جي سوچ توهان کي وٺي وڃي. پوءِ اها غلط يا صحيح ٿي سگهي ٿي ۽ توهان اهو تعميري عمل ڪندا آهيو يا تخريبي عمل هوندو آهي. توهان جي سوچ تي دارو مدار رکي ٿو.

اسانجي سوچ جو انداز اسانجي شخصيت ٺاهيندو آهي. جنهن خواتين ۽ حضرات ڪامياب زندگي گذاري آهي اهي پنهنجي ذهن ۽ سوچ کي تعميري رکڻ جي فن کان بخوبي واقف آهن. انهن پنهنجين سوچون جو محور اهڙين خواهشن کي پورو ڪرڻ جو هنر سکي ورتو هئو جيڪي خواهشون هو زندگيءَ کي بهتر بنائڻ لاءِ رکندا هئا.

## فيصلو توهان جي هٿن ۾ آهي

هر شخص جي زندگي ۾ اهڙا موقعا ضرور ايندا آهن جڏهن هن کي فيصلو ڪرڻ جي تڪليف مان گذرڻو پوندو آهي اهڙا فيصلا جن تي هن جي آئينده جي زندگي جو دارومدار هوندو آهي.

اهو اهڙي ريت آهي جيئن جمڻ شرط ڪنهن ٻار کي ٻه هدايتن جا لفافا هٿ ۾ پڪڙايا وڃن جن مان هڪ تي لکيل هجي ته انهي تي عمل ڪري توکي زندگي گذارڻي آهي ۽ هڪ لفافي ۾ انهن نعمتن جو ذڪر آهي جيڪي هن کي پنهنجي ذهن جي طاقت کي اجاگر ڪري، انهن صلاحيتن کي بروءِ ڪار آڻي ۽ انهن کي تعميري رخ ۾ پنهنجي خواهشن جي تڪميل جي لاءِ استعمال ڪرڻ سان حاصل ٿينديون. شرط اهو آهي تہ انهي خواهشن مان ڪنهن ٻئي ماڻهو جو نقصان ٿيڻ جو گمان نہ هجي.

ٻوءِ ٻئي لفافي ۾ انهن مسئلن ۽ ڏکن جو ذڪر هوندو آهي جيڪو پنهنجي ذهني صلاحيتن کي نہ سڃاڻڻ ۽ صحيح استعمال نہ ڪرڻ سان ڀوڳيون ٿيون پوري سڄي عمر لاءِ.

صرف اسانجو ذهن جي سوچ ئي آهي جنهن کي اسان ڪنٽرول ڪري سگهون ٿا هڪ تہ اسان ان تي پاڻ ڪنٽرول ڪريون يا وري ٻين قوتن جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏي ڏيون. اهڙي قسم جو ذهن جنهن تي خود ڪنٽرول نہ ڪري سگهجي پاڻي ۾ پيل پٿرن وانگر هوندو آهي جيڪو لهرن جي رحم ڪرم تي جيڏانهن بہ ان کي گهلي وڃن اوڏانهن هليو ويندو آهي ۽ سدائين ٿڪندو رهندو آهي ڪڏهن ڪٿي ڪڏهن ڪٿي. ڪڏهن بہ اطمينان بخش نتيجي تي نہ پهچي سگهندو آهي ۽ نيٺ ڪنهن مصيبت ۽ طوفان جو شڪار ٿي ڪري تباهي ۽ ناڪامي جو باعث ٿيندو آهي.

بغير ڪنٽرول جي ذهن پنهنجي صلاحيت وڃائي صرف هڪ بيڪار عضوو وڃي رهندو آهي ۽ ڪنٽرول مشق ۽ صحيح رخ جو تعين، ذهن جي قوت ۾ واڌارو ڪري ٿو.

هر صورتحال جيڪا انسان کي پيش اچي ٿي، ان جو ڪو نہ ڪو رد عمل ضرور هوندو آهي. ڪا بہ صورتحال اهڙي نہ هوندي آهي جنهن جو رد عمل نہ

ٿيندو هجي. صورتحال هڪ حقيقي حالت هوندي آهي. صورتحال مثبت هجي يا منفي اهو وري اوهان جي رد عمل تي منحصر آهي.

عقلمند ماڻهو هر پيش ايندڙ صورتحال تي شعوري طور غور ۽ فڪر ۽ انهي صورتحال پنهنجي لاءِ مفيد ڪري ۽ پنهنجي مقصد جي تحت طئہ ٿيل ردِ عمل جو اظهار ڪندا آهن. اهي رد عمل جو انتخاب خوب سوچ ۽ ويچار ڪري پنهنجي لاءِ مفيد طريقي سان ڪندا آهن. ۽ انهي صورتحال سان منهن ڏيڻ جو طريقو آهي. مثبت سوچ رکڻ وارا صحيح فيصلو ڪرڻ جا ماهر هوندا آهن. مثبت سوچ رکندڙ ماڻهو اصل ۾ حقيقت پسند هوندا آهن. ڪاميابي اصل ۾ ذهن تي ڪنٽرول ڪرڻ جو بيو نالو آهي ۽ ذهن تي ڪنٽرول ڪرڻ، مشق ڪرڻ سان ايندو آهي، جنهن کي هر وقت جاري ۽ ساري رکڻ گهرجي. بري کان بري حالتن ۾ بہ مثبت انداز ۾ سوچڻ ممڪن هوندو آهي.

اهڙي قسم جا مثال جن ۾ مثبت سوچ سان ماڻهن پنهنجي حالتن کي منهن ڪيئن ڏنو آهي پيش ڪجن ٿا.

برائوني وائز هڪ غريب عورت هئي جنهن وٽ پنهنجي پاڻ ۽ پنهنجي معذور ڀار جي گذر بسر لاءِ ڪوبہ آمدني جو ذريعو موجود نہ هئو هڪ ڏينهن انهن جي هٿ ڪتاب "Think and grow rich" "سوچيو ۽ امير ٿي وڃو" ڪتاب اچي ويو. اهو ڪتاب پڙهڻ جو هن تي ايترو اثر ٿيو جو هن فوراً هوم پارٽيز جو ڪاروبار شروع ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي زندگي کي بهتر بنائڻ لاءِ سوچڻ شروع ڪري ڇڏيو ۽ عورتن کي ٽوپير ويئر جي مصنوعات وڪڻڻ جي تربيت ڏيڻ شروع ڪئي. هڪ سال جي اندر اندر هن جي وڪرو 3 ڪروڙ ڊالر تائين وڃي پهتي ۽ رياست فلوريڊا ۾ لينڊو جي ويجهو هن جي ڪمپني جو صدر دفتر ڏسڻ جي لائق جڳهہ مشهور ٿي وئي.

اهڙا ڪوڙ سارن ماڻهن جا مثال موجود آهن، جن مصيبتن ۾ راحت جو ٻج ڳولهي لڌو ۽ سک ۽ چين حاصل ڪري ورتو. جڏهن تہ عام طور تي ماڻهو مصيبت جو شڪار ٿي ڪري پنهنجي سڄي عمر انهي کي ڳولڻ ۾ گذاري ڇڏيندا آهن. هر شخص جي زندگي ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪانہ ڪانہ مصيبت ضرور ايندي آهي. توهانجي پنهنجي سوچ جي انداز تي منحصر آهي توهان

انهي کي کهڙي انداز ۾ ونو ٿا. ۽ توهان انهي مصيبت جو ڇاڻا حل ڪيو، توهان انهي کي ڪيتري اجازت ڏيندا آهيو تہ هي توهان جو سڀ ڪجهہ لٽي ڇڏي يا توهان کي ڪجهہ ڏئي وڃي. تمام تجربات توهان لاءِ ۽ توهان کي ڪجهہ ڏيڻ جي لاءِ هوندا آهن.

## پنهنجي منزل جي طرف وڌندا هلو.

مثبت طرز فڪر ڪا نمیل تکیل شي تہ ناهي انهي کي توهان پنهنجي شعوري ڪوششن سان ۽ قدم قدم تي پيش ايندڙ فيصلہ ڪن گهڙين کي سوچي سمجهي ڪري تعمير کي مدد نظر رکي ڪري تشڪيل ڏيندا آهيو.

هيءَ هڪ خاص انداز سان سوچڻ جي عادت آهي جيڪا توهان زندگي ۾ پيش ايندڙ هر صورتحال جو مقابلو ڪرڻ وقت تعميري ردِ عمل سان پنهنجي پاڻ ۾ ٺاهيندا آهيو.

انهي عمارت يعني "مثبت طرز فڪر" جي پهرين پيڙهہ واري سِر جو مقصد يا منزل جو تعين آهي، منزل جي حقيقت ۽ انهي جي حاصلات جو مقصد توهانجي ذهن ۾ واضح ٿي وڃڻ گهرجي.

اگر توهان اڃان تائين طئي ناهي ڪيو تہ زندگيءَ مان توهان کي ڇا حاصل ڪرڻو آهي ۽ توهان کي پنهنجي ذهن ۾ منزل ۽ مقصد واضح ناهي. ٿي سگهي ٿو تہ توهان ان کي بيان ڪرڻ نہ سگهندا هجو يا انهي ڪم جو تعين ڪريو. جيستائين منزل طئي ناهي ٿيل ۽ انهي کي حاصل ڪرڻ جو مقصد سامهون نہ هجي ۽ توهان ان کي حاصل ڪرڻ جو طريقہ ڪار طئي نہ ڪيو هجي تہ توهان جو ذهن سست هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ وارو منفي طرز فڪر رکڻ وارو بنجي ويندو. جڏهن تہ ڪامياب ماڻهو ڪنهن بہ منزل جو تعين ڪندا آهن ۽ انهي لاءِ مثبت طرز فڪر سان منصوبا بندي ڪندا آهن ۽ پوءِ ڪنهن ماهر فن تعمير يعني آرڪيٽيڪٽ وانگر پنهنجو منصوبو يا ڊزائين پنهنجي هٿيار جي طور ڪٺي منزل ڏانهن نڪرندا آهن. جيئن آرڪيٽيڪٽ پنهنجي عمارت جي تعمير کان پهريان انهي جون تمام گهرجون تفصيلات طئي ڪري ۽ انهيءَ جو باقاعده منصوبو تيار ڪندو آهي پوءِ ان منصوبي تحت تعمير شروع ڪندو آهي. توهان وٽ بہ منزل تائين پهچڻ جو ڪو منصوبو هئڻ ضروري آهي. هاڻي جڏهن اهي سڀ ڳالهيون توهان ذهن ۾ تازه آهن توهان ڪاغذ قلم کڻو ۽ اهڙي خواهشن

جي هڪ مڪمل فهرست ٺاهيو جيڪو توهان ايندڙ چند سالن ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج سالن ۾ حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا. انهي ۾ توهان کي جيڪا به دولت گهربل آهي انهي کي پوري حساب سان انگن ۾ لکو ۽ انهي ڳالهه کي به واضح ڪريو ته اها رقم توهان ڪٿان حاصل ڪري سگهو ٿا ۽ توهان پنهنجو ڇا لڳائڻ يا ڪيتري رقم لڳائي سگهو ٿا. دنيا ۾ ائين بلڪل نه آهي ته ڪجهه نه لڳائڻ سان ڪا حاصلات ٿئي. انهي منصوبي ۾ اهو به ذڪر ڪرڻ ضروري آهي ته هر روز ڪيتري رقم درڪار ٿيندي هفتي ۾ ڪيتري ۽ مهيني ۾ ڪيتري جمع ڪري سگهجي ٿي.

جهڙي به نموني جو گهر پنهنجي رهائش لاءِ چاهيو ٿا ان جي پوري تفصيل لکو ٿي سگهي ته ڪنهن آرڪيٽيڪٽ کان ان جو نقشو ٺهرائي وٺو ۽ انهي نقشي کي ڪنهن اهڙي جڳهه تي لڳائي ڇڏيو جتي هر روز توهان جي نظرن جي سامهون رهي ۽ جيتري به رقم ان گهر لاءِ درڪار آهي ان جو ڪاٿو به لکي وٺو.

انهن گاڏين جي تفصيل به لکي وٺو جيڪي اوهان کي گهربل آهن ۽ ڪهڙي ڪمپني ۽ ماڊل پڻ انهن گاڏين جي تصوير ڪٽي پنهنجي ميز تي لڳائي ڇڏيو. جيڪڏهن توهان غير شادي شده آهيو ته توهان پنهنجي جيون ساٿي ۾ جيڪي خصوصيتون چاهيو ٿا، انهن جي تفصيل به لکي وٺو. ان ۾ سڀني خوبين جو ذڪر هئڻ گهرجي مثلاً ڪردار جي خوبي، تعليم، جسماني مناسبت، اخلاق وغيره اهو سڀ ڪجهه لکڻ کانپوءِ اهي خوبيون جيڪي توهان کي پاڻ ۾ نظر اچن ٿيون اهي لکو ۽ پيٽ ڪريو ته توهان جون ۽ توهان جي تصور ۾ توهان جي جيون ساٿي ۾ هئڻ واريون خوبيون پاڻ ۾ ملن ٿيون، ياد هئڻ گهرجي ته شادي سائيڪل جي ٻن ڦيٿن وانگر آهي جيڪي هن کي هلائڻ لاءِ ضروري آهن.

شادي اهڙي به رخي رستي وانگر آهي جتي ٻنهي طرفن کان ٽريفڪ کي هلڻ جا اختيار ۽ مرضي هڪ جيتري هوندي آهي.

توهان پنهنجي 24 ڪلاڪن جي روزمره جي روٽين کي به لکي وٺو.

توهان ان جا ٽي حصا ڪري سگهو ٿا، 8 ڪلاڪ آرام، 8 ڪلاڪ ڪم ۽ باقي 8 ڪلاڪ فارغ جيڪي توهان سير، تفريح، مطالعي، دوستن يارن سان ملڻ جلڻ ۾ صرف ڪري سگهو ٿا

هاڻي توهان هر هڪ 8 ڪلاڪ جي تفصيل الڳ الڳ سان تحرير ڪري وٺو.

توهان پنهنجي شعبي يا ڪم جيڪو توهان جي آمدني جو ذريعو هجي ان جي تفصيلات تحرير ڪريو. پوءِ ان پيشي ۾ اهڙو ماڻهو ذهن ۾ آڻيو جيڪو ماڻهو ان ڪم ۾ ماهر يا ڪامياب شخص ليکيو ويندو هجي ۽ پوءِ هڪ ٽائيم مقرر ڪريو ته ان عرصي ۾ توهان کي ان جهڙو يا ان کان وڌيڪ نهڻو آهي.

پنهنجي فارغ وقت ۾ هڪ ڪلاڪ مطالعي لاءِ مخصوص ڪريو، ۽ اهڙي مواد جو مطالعو ڪريو جيڪو توهانجي سوچ کي مثبت ۽ تعميري بنائڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي وڌيڪ بهتر انداز ائين ٿيندو ته توهان پنهنجي ڪاروباري جي متعلق ڪتاب پڙهو.

سڀ کان وڌيڪ ۽ اهم ڳالهه اها آهي ته گهٽ ۾ گهٽ ڏينهن ۾ به وقت پوري توجهه ۽ دل سان دعا گهرو انهي ۾ جيڪو توهان وٽ موجود آهي انهي جو ذڪر ڪريو ۽ الله تعاليٰ جو شڪرانو ڪريو ۽ جيڪو ڪجهه توهان حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا ۽ انهي جو به ذڪر ڪريو ۽ خواهش ڪريو، دعا گهرڻ وقت توهانجي منزل ۽ خواهشات جي تصوير توهان جي ذهن ۾ هئڻ گهرجي ۽ اهو ڪجهه به زباني چوڻ گهرجي جيڪڏهن منهنجيون خواهشون پوريون ٿي ويون ته آءُ ان جي اجر ۾ هي ڪجهه الله جي راه ۾ ڏيندس.

<u>ملي جلي ڪم هلائڻ وارو حلقه ٺاهيو. (ملي جلي ڪم هلائڻ)</u>

مثبت طرز فڪر جي عمارت جي ٻي سِرَ ماڻهن سان گڏجي سڏجي گڏيل تعاون سان ڪم هلائڻ جو هڪ حلقه ترڪيب ڏيڻ: ان حلقي ۾ ماڻهو تعميري سوچ رکڻ وارا هئڻ گهرجن، هم خيال ۽ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ وارا هئڻ گهرجن حڪم باري تعاليٰ آهي ”جيستائين توهان جي جان ۾ دم آهي توهان کي هڪ ٻئي سان امن ۾ رهڻ گهرجي“ اهو صرف ئي توهان کي طئي ڪرڻو آهي ته زندگي ۾ توهان کي ڇا گهرجي. ٿي سگهي ٿو ته توهانجي خواهش ايتري وڏي هجي جيڪا پوري ڪرڻ ۾ ٻين جي مدد درڪار هئڻ گهرجي. ڪامياب ماڻهو اهي هوندا آهن جيڪي ٻين ماڻهن کي آماده ڪري سگهن ته هو اوهان جي مدد ڪري سگهن ۽ انهن سان گڏجي توهان پنهنجي خواهشن جي تڪميل ڪري سگهو. توهان انهن جي تعليم تجربو اثر رسوخ ۽ پئسي کان فائدو حاصل ڪري سگهو ٿا.

مثال طور: ٿامس اي ايڊيسن Thamas. A. Edison صرف چند مهينا ڪنهن اسڪول ۾ باقاعده تعليم حاصل ڪري سگهيو پوءِ هن جيڪو ڪاروبار شروع ڪيو ان ۾ مهارت جي لاءِ سائنسي علم مثلاً فزڪس، ڪيمسٽري، رياضي، انجنيئرنگ ميڊيڪل جي علمن جي ضرورت هئي پر ان جو حل هن اهڙي طرح ڪڍيو جو هو انهن علمن جي ماهرن سان ويجها تعلقات ٺاهي هلندو هيو ۽ انهن علمن جي ماهرن کي پنهنجي چوطرف گڏ ڪري هلندو هئو.

هنري فورڊ Henrey Ford ڪارن جي صنعت ۾ پنهنجو هڪ مقام ٺاهيو ان به انهن ماڻهن سان اهڙو تعلق ٺاهي رکڻ سان ئي ڪاميابي حاصل ڪئي جيڪي هن جي صنعت لاءِ ضروري سامان مهيا ڪري سگهندا هيا. جيئن هن Dodge Brothers ڊوج برادرس سان تعلق ٺاهيو جيڪي مڪينڪ جي ڪم جا ماهر هئا ۽ جيمسس ڪيوزنس جيڪي سرمايو مهيا ڪري سگهندا هئا بهتر تعلقات ٺاهيا. اهڙي طرح پنهنجي صنعت کي مثالي انداز ۾ پروان چاڙهي ڇڏيو.

گڏيل سڏيل حلقہ ٺاهڻ وقت هي ڳالھ ضرور ذهن ۾ رکو تہ ڪوبہ ماڻهو ڪنهن بہ ڪم ۾ بغير ڪنهن مقصد جي شرڪت نہ ڪندو. ۽ اهڙي ڳالھ جو بندوبست ڪريو تہ جيڪو بہ ماڻهو توهان کي پنهنجون خدمتون پيش ڪري يا توهانجي مدد ڪري تہ ان کي پنهنجي خدمتن يا امداد جو ڪو نہ ڪو صلو ملڻ گهرجي. جيڪڏهن توهان اُن ماڻهو جي فائدي جو خيال نہ رکندا تہ ماڻهو آهستہ آهستہ توهان کان الڳ ٿيندا ويندا ۽ ٿي سگهي ٿو تہ ڪي اهڙا ماڻهو بہ هجن جيڪي توهانجي مقابلي ۾ سامهون اچي وڃن.

اينڊريون ڪارنينگي پهچي حلقي جي هڪ شخص چارلس ايم شوابي (Charles M. shawab) جيڪو هن جي ڪنهن پراجيڪٽ جو ٺاهيندڙ ۽ هلائيندڙ هئو 95000 ڊالر ساليانہ پگهار ڪڍندو هئو. هڪ سال شوابي کي 10،00000 ڏهہ لک ڊالر اضافي بونس اينڊريو جي طرفان ڏنو ويو. جڏهن ڪارنيگي تي ڪنهن اعتراض ڪيو تہ شوابي کي ايڏي وڏي رقم ڏيڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي ۽ جڏهن ان رقم ڏيڻ جو هن سان ڪو واعدو بہ نہ هئو. تڏهن ڪارنينگي جواب ڏنو انهي ڪري هي رقم ڏيڻ ضروري هئي تہ هو منهنجي ملازمت ڇڏي منهنجو مد مقابل نہ ٿي وڃي، جڏهن تہ هن جي ڪم جي آءُ پگهار ڏيان ٿو ۽ جيڪا رقم هن کي ڏني آهي اها هن جي لياقت جي آهي

جنهن تحت هو ماڻهن کي مثبت سوچ جي ترغيب ڏئي ٿو. انهي مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ڪارنيگي جي ذهن ۾ مثبت سوچ جي ڪيڏي اهميت آهي.

## ٿورو وڌيڪ ڪم ڪرڻ

مثبت طرز فڪر جي ٽين بنيادي سِر "ٿورو وڌيڪ ڪم ڪرڻ" آهي. ان جو مطلب آهي تہ توهان جيترو ڪم ڪري رهيا آهيو ۽ جيترو معاوضو وٺي رهيا آهيو انهي معاوضي ۾ ٿورو وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي عادت پيدا ڪرڻ ۾ توهان پنهنجي پاڻ کان ڪيل توقع کان وڌيڪ ڪم ڪري ڏيکاريو. توقع کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ سان ۽ وڌيڪ ڪم بجا ڏيڻ سان توهان پنهنجي دوستن گراهڪن ۽ حمايتين ۾ واڌارو آڻيندا آهيو.

توهان مسڪرائي ڪم ڪرڻ جي باري ۾ ضرور ٻڌو هوندو. ٿورو وڌيڪ ڪم ڪرڻ بہ ائين آهي. جيڪڏهن توهان پنهنجي ظاهري ۽ اندروني رويي ۽ مثبت سوچ رکو ٿا ۽ توهان کان جيتري بہ توقع ڪئي وڃي ٿي ان کان وڌيڪ ڪم ڪري ڏيکاريندا آهيو. بلڪہ هن کي توهان پنهنجي عادت ٺاهي ڇڏيو تہ وڏي کان وڏي منزل جي ويجهو پهچڻ ۽ حاصل ڪرڻ کان توهان کي ڪوئي بہ روڪي نٿو سگهي. ان طرح سان توهان اهڙن ماڻهن سان رشتو ۽ واسطو جوڙي وٺندا آهيو. جيڪي ضرورت پوڻ تي توهان جي ڪم ايندا آهن ۽ توهان کي پنهنجي منزل حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڏيندا آهن.

ٿورڙو وڌيڪ ڪم توهان کي ڪافي فائدو ڏيندو آهي ۽ توهان کي ماڻهن جي مرڪز جو توجہ ٺاهيندي آهي. جيڪو توهان کي پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ وارو ثابت ٿيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن توهان کي اهڙي جڳهہ تان مدد ملي ويندي آهي جنهن جو توهان ڪڏهن سوچيو بہ ڪونہ هوندو، مقصد تہ توهان جتان بہ مدد جا طلبگار هوندا آهيو ۽ وڏي اميد ۽ ڪوشش سان ان جي پويان لڳل هوندا آهيو پر توهان جو ڪم ڪو ٻيو ماڻهو ۽ ڪنهن ٻي جڳهہ تان ٿيندو آهي. ٿورڙو وڌيڪ ڪم ڪنهن ٻج وانگر آهي جنهن جو توهان فصل پوکيندا آهيو ۽ هڪ ڏينهن اهو فصل ڀرپور نموني تيار ٿيندو آهي ۽ توهان جي جهوليءَ ۾ اچي ويندو آهي. توهان کي ٿورو وڌيڪ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪنهن کان بہ اجازت جي ضرورت نہ هوندي آهي ٿورو وڌيڪ ڪم مقدار ۾ بہ ٿي سگهي ٿو

۽ معيار ۾ بہ يعني توهان جي ڪم ڪرڻ جو بهترين انداز، وڌيڪ صفائي ۽ نفاست سان ڪم ڪرڻ وغيره. اگر توهان پگهاردار ملازم آهيو تہ ٿورو وڌيڪ ڪم توهان کي پگهار وڌائڻ ۾ اهم ڪردار سرانجام ڏئي سگهي ٿو. ان وڌيڪ آمدني وڌائڻ ۽ ترقي ڪرڻ جو ٻيو ڪوبہ اهڙو طريقو موجود نہ آهي جيڪو بہ ڪم توهان ڪري رهيا آهيو ان جو معاوضو توهان وصول ڪري رهيا آهيو توهان کي معاوضو وڌائڻ لاءِ توهان وٽ ڪوبہ دليل موجود نہ آهي ۽ جيڪڏهن معاوضي کان گهٽ ڪم ڪندا هوندا تہ پوءِ توهانجي نوڪريءَ جو خدا حافظ.

ياد رکڻ گهرجي تہ ڪم جو مقدار، ڪم جو معيار، ۽ مثبت سوچ سان ئي توهان جي پگهار توهان جو معاوضو طئي ٿيندو آهي.

۽ ان ڳالهہ کي بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي: اگر توهان منفي طرز فڪر تحت هلڻ شروع ڪبدا يعني توهان پنهنجي ڪم کي ناپسند ڪرڻ، نفرت ڪرڻ، پاڻ تي بوجهہ سمجهہ وانگر ڪندا ۽ پين ۾ نقص تلاش ڪندا رهندو تہ هي توهانجي لاءِ نقصان جو باعث ٿيندو اهڙي طرز فڪر سان توهان پنهنجي اهميت وڃائي ويهندا خواهہ توهان پنهنجي معاوضي کان وڌيڪ ڪم ڪري رهيا هوندا. ڪوبہ ماڻهو منفي سوچ رکندڙ ماڻهو سان گڏ ڪم ڪرڻ پسند ڪونہ ڪندو آهي ڪو شخص بدمزاج سيلزمين کان سودو خريد ڪرڻ پسند ڪونہ ڪندو. ڪوبہ شخص اهڙي جيون ساٿي سان زندگي گذارڻ پسند ڪونہ ڪندو جنهن جو ذهن منفي سوچن جو گهر هجي ۽ جيڪو پنهنجي قول ۽ فعل سان پين جي دل آزاري ڪندو هجي مستقل مزاجي سان سٺو ڪم ڪندڙ، پنهنجي اردگرد خوش مزاجي سان پيش اچڻ وارا ۽ اهو عزم رکڻ وارا تہ مونکي توقع کان وڌيڪ ڪجهہ ڪري ڏيکارڻو آهي. هميشہ هڪ اندروني طاقت سان سرشار هوندا آهن ۽ اها طاقت هنن کي ڪاميابي سان همڪنار ڪرائيندي آهي.

<u>خوش ۽ خروش(Enthu siasm)</u>

مثبت طرز فڪر جي چوٿين بنيادي سِرَ خوش ۽ خروش آهي. توهان پنهنجي هر ڪم ۽ هر بيان ۾ خوش ۽ خروش شامل ڪرڻ جي عادت اپنايو. ايمرسن جو چوڻ آهي ”خوش خروش کان وڌيڪ ڪابہ شي نہ آهي“

جوش ۽ خروش هڪ اهڙي مقناطيسي قوت آهي جيڪا ماڻهن کي پنهنجي طرف مائل ڪرڻ جو بهترين سبب هوندي آهي. هي ڪامياب سيلزمين

جو بهترين هٿيار آهي جيڪو هو پنهنجي وڪرو وڌائڻ لاءِ استعمال ڪندو آهي.

جوش ۽ خروش واري شخصيت تڏهن ٿاهي سگهندا سين جڏهن پنهنجي لفظن ۽ عمل ۾ جذبات شامل هوندو اسان جي گفتگو مان اسانجي اندر نئين جذبي جو اظهار هئڻ گهرجي ۽ انهي سان اسانجون تمام حرڪتون ۽ سڪونتون به ان جو اظهار ڪن.

هڪ باغات جي ماهر لوٿر بربانڪ Luthir Burbank جو دعوو آهي ته هن جي جوش ۽ خروش جو اظهار مان گل قل ۽ وڻ ٽاريون به متاثر ٿيڻ کان رهي نه سگهندا آهن. هو جوش ۽ خروش جو ان قدر قائل هئو جو هو پنهنجي حقيقي تجربا بيان ڪندي ٻڌائيندو هو ته آءُ جڏهن ڪنهن گل سان مخاطب ٿي ڪري ان جي خوبصورتي جي پرجوش تعريف ڪندو آهيان ته اهو گل ٻين گلن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ تڙي ڀيهندو آهي ۽ انهي جو ٻوٽو ٻين ٻوٽن کان وڌيڪ مضبوط ۽ صحت مند ٿي ڀيهندو آهي. يقيناً اسان ڪي به ڪڏهن ان ڳالهه جو اعتبار نه اچي ها جيڪڏهن بربانڪ نه ٻڌائي ها سنا سيلزمين ڪڏهن به پنهنجي ڪم جي دوران جوش ۽ خروش جو دامن نه ڇڏيندا آهن

## پنهنجو پاڻ تي يقين محڪم رکڻ (خود اعتمادي)

مثبت طرز فڪر عمارت جو پنجون ٿنڀو پنهنجي ذات تي تمام گهڻو اعتماد جيڪو ڪڏهن به نه بدلجڻ وارو. هڪ مشهور چوڻي آهي ته "جيڪو انسان سوچي سگهي ٿو اهو ان ڪي حاصل ڪري وٺندو آهي" هي صرف لفظن جو ٿورڙو مجموعو نه آهي بلڪه حقيقت آهي. موجوده دؤر جي سائنسي ايجادن اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته انسان جي سوچ جي حد صرف اوستائين آهي جتي اوهان جو ذهن ان ڪي مقرر ڪري وٺندو آهي. يا وري هو روزانه پيش ايندڙ مسئلن جي اثر ڪي قبول ڪري قائم ڪري وٺندو آهي. پنهنجي اندر خدا ڪي موجود هئڻ تي يقين رکڻ به ڪاميابي جي هڪ شرط آهي هتي خدا تعاليٰ مان مراد الله تعاليٰ جون صفتون آهن.

انسان اهڙي طاقتور دوربين ايجاد ڪري ورتي آهي جنهن جي مدد سان اسان هاڻي خلا ۾ پري پري تائين ڏسي سگهو ٿا.

اسان زمين تائين ويهي ڪئي نوري سال جي فاصلي وارن تارن ۽ سيارن جو بخوبي مشاهدو ڪري سگهون ٿا. اسان سج جي بناوت ۽ سجاوٽ جو تجزيو ڪرڻ جي قابل ٿي ويا آهيون. اهڙي قسم جا منصوبا تيار ڪري ورتا آهن جو هاڻي اجسام فلڪي تي حضرت آدم جي مستقل رهائش ٿي سگهندي. جنهن ۾ چنڊ، مريخ ۽ ٻيا سياره رهڻ جي قابل هوندا.

انسان ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته هاڻي سمنڊ جي تهه ۾ آبادي قائم ڪري سگهجي ٿي ۽ جڏهن ته آڪسيجن جي ڪوٽ پلازما ميمبرين جون ديوارون سمنڊ جي اندر پوري ڪري سگهنديون.

ان سڀني ڳالهين مان اهو ثابت آهي ته ذهن جي طاقت جي ڪابه حد نه آهي صرف رستي ۾ ايندڙ ننڍيون وڏيون مشڪلاتون آهن جن کي عبور ڪرڻ ڪا مشڪل ڳالهه ڪانهي.

"سڀ ڪان ڀريان ۽ سڀ ڪان وڌيڪ ضروري طور تي پنهنجي زبردست ذهني قوت کي ڪم ۾ آڻڻ لاءِ خود تجويزي (Self-sugestion) جي صلاحيت کي بيدار ڪرڻ گهرجي. انهي صلاحيت جي بدولت انسان پنهنجي خيالات ۽ خواهشات جي گهوڙي کي لگام ڏيندو آهي."

انهي صلاخيت کي نفسياتي زبان ۾ آٽو سجيسشن (Auto- suggestion) ۽ آٽو هپناسس (Auto- hypnosis) به چيو وڃي ٿو. ليڪن اهو چوڻ مناسب نه آهي ته ان طاقت جو اصل نالو ڪهڙو آهي. اها قوت دراصل اهڙي قوت آهي جيڪا اسانجي ذهن کي اهڙي قدر وسعت ڏيندي آهي جو اسان ناممڪن ڪمن کي به ممڪن ڪري وٺندا آهيون ۽ اهڙي قدر يقين حاصل ڪري وٺندا جو اهو ڪم اسانجي لاءِ ڪٽي جو نئون هجي پر ان کي قابل عمل ڪرڻ ۾ اسان جا حوصلا ۽ ارادا مضبوط ٿي ويندا آهن.

ڪوبه ماڻهو يقين جي طاقت جو استعمال خوف، شڪ ۽ نا اميدي ۾ ڪيئن ڪندو رهي ٿو؟

يقين جي استعمال جو تمام سادو طريقو آهي، توهان بار بار پنهنجي خيالن کي پنهنجي منصوبي ۽ مقصد کي دهرائيندا رهو جيستائين توهان جو تحت الشعور انهي کي قبول ڪري وٺي. پوءِ تحت الشعور مان نامعلوم ذريعن سان عمل جي قوتن سان جڙي ويندو آهي.

توهان پنهنجي لفظن جي ذخيري ۾ "ناممڪن" لفظ کي ايترو تہ غير اهم ڪري ڇڏيندا آهيو جو توهان جي ذهن ۾ اهو لفظ خارج ٿي ويندو آهي.

انجيل مقدس جي ڪتاب ۾ خدا تعاليٰ ڪافي جڳهن تي فرمايو آهي تہ خدا تعاليٰ بندن کي اهڙي طاقت ۽ قوت عطا فرمائيندو آهي ان جي مدد سان بندو جتي بہ چاهيندو پهچي ويندو. ان دؤر کان هن دؤر تائين انسانن جون ڪيتريون ئي نسلون گذري چڪون آهن ۽ انسان اهي فرمايل جملا پڙهندا رهيا آهن اڪثر انهن مان اهو چوندا آهن تہ اهي جملا اسان لاءِ نہ آهن ليڪن انهن مان ڪجهہ ماڻهو چوندا آهن تہ بلڪل اهي جملا اسان لاءِ آهن هي اُهي ماڻهو هوندا آهن جيڪي پنهجي ذهن سان يقين جي طاقت کان ڪم وٺندا آهن ۽ اهڙن ماڻهن ئي انساني تمدن ۽ تهذيب جي بنياد وڌي ۽ انهي کي بلند مقام عطا ڪيو جنهن ڪري اڄ دنيا ترقي يافتہ شڪل ۾ موجود آهي. سائنس انسان جي هر طاقت کي الڳ الڳ ڪري ڏٺو، ان جو بغور تجزيو ڪيو ۽ انهي کي پنهنجي قابو ۾ ڪري حيرت انگيز نتيجا حاصل ڪيا. ليڪن "يقين جي طاقت" جو اندازو نہ لڳائي سگهي آهي تہ ان ۾ ڪيتري گهرائي آهي.

پوءِ بہ ان طاقت جي باري ۾ ايترو ڄاڻي ورتو آهي تہ جيڪڏهن ڪوبہ شخص ان طاقت کي ڪنترول ڪرڻ چاهي ۽ پنهنجي مقصدن جي حاصلات لاءِ ان کي استعمال ڪري تہ اهو سڀ ڪجهہ حاصل ڪري سگهي ٿو.

مٿي ذڪر ڪيل اصول انهن تي عمل ڪرڻ سان توهان کي ايترو طاقتور بنائي ڇڏيندا جو توهان پنهنجي طئي ڪيل مقصد حاصل ڪري ائين محسوس ڪندا ڄڻ ڪو جادو هئو.

هاورڊ اسڪول آف بزنس ۾ مٿين اصولن جي بنياد کي پڙهڻ کانپوءِ هڪ شاگرد سوال ڪيو تہ جادوئي طاقت رکڻ وارا اصول اگر غلط ماڻهن جي هٿ اچي تہ خطرناڪ بہ ثابت ٿي سگهن ٿا. ۽ ان سوال جو جواب اهو ڏنو ويو "هر طاقت خطرناڪ ثابت ٿيندي آهي جيڪڏهن نيڪ مقصد سامهون نہ رکيو ويندو. پر ان بنياد تي اسان ان ڳالهہ کي بنياد نہ ٿا ٺاهي سگهون تہ ذهني طاقت ئي غلط آهي. جيئن بجلي آهي اها انسان کي فائدو بہ پهچائي ٿي ۽ ان جو غلط استعمال انسان کي نقصان بہ پهچائي سگهي ٿو. ان صورت ۾ اهو نٿو چئي سگهجي تہ بجلي جو هجڻ ئي غلط آهي.

ان کان علاوه مثبت طرز فڪر کي برقرار رکڻ لاءِ پين ڳالهين جو هجڻ به ضروري آهي جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

## جذبات کي قابو رکڻ ۽ سڌي ۽ صحيح رخ ۾ استعمال ڪرڻ.

مثبت انداز فڪر برقرار رکڻ جي لاءِ توهان هڪ بي قابو گهوڙي تي سوار هجڻ جيَ مانند رهندا جنهن جي هٿ مان ان گهوڙي جو لغام ڇڏائجي چڪيون هونديون.

جذبات تي قابو ڪرڻ جو مکيه مقصد انهن ٻنهي روين مثبت ۽ منفي جذبات تي ضابطو بامڪمل ڪنٽرول اسان توهانجي سهولت لاءِ انهن ٻنهي جذباتَ جي فهرست هيٺ ڏيون ٿا تاڪ اوهان کي آساني ٿئي چونڊ ڪرڻ ۾.

| ست مثبت جذبات | | ست منفي غلط جذبات | |
|---|---|---|---|
| 1. محبت | Love | 1. خوف (ڇهه قسم جا بنيادي آهن) | Fear |
| 2. جنس | Sex | 2. حسد | jaalousy |
| 3. اميد | Hope | 3. نفرت | hate |
| 4. ايمان | Faith | 4. بدلو وٺڻ | Revenge |
| 5. پرجوش | Enthusiasm | 5. لالچ | Greedy |
| 6. وفاداري | Loyalty | 6. غصو/ ڪاوڙ | Anger |
| 7. خواهش | Desire | 7. بهتان بازي | |

جذبات توهان لاءِ بهترين عمل ڪرڻ جا قائل هوندا آهن. اهي توهان کي ڪاميابين جي بلندين تائين پهچائيندا آهن ۽ ناڪامين جي گهراين ۾ اڇلائي ڇڏيندا آهن. اهي پنهنجي حالتن ۾ ان ڳالهه جو نتيجو هوندا آهن ته توهان کي جذبات تي ڪيترو ڪنٽرول آهي. توهان جو اهو سوچڻ ته صرف منفي جذبات تي ڪنٽرول ڪرڻ ضروري هوندو آهي اهو اوهانجو وهم آهي انهي خيال تي پنهنجي ذهن مان ڪڍي ڇڏيو. مثبت جذبات تي ڪنٽرول نه هجڻ به توهانجي مثبت انداز فڪر جو دشمن ثابت ٿي سگهي ٿو.

محبت ۽ جنس جو جذبات هڪ محتاط ڪنٽرول جي گهرج ڪري ٿو. اها ڪيفيت جذبات کان وڌيڪ طاقتور آهي ۽ انهي تي ڪنٽرول حاصل ڪرڻ سيني ڪمن کان مشڪل ڪم آهي ڇاڪاڻ ته هي سيني جذبات کان وڌيڪ بي قابو ٿي وڃڻ وارا جذبات آهن.

## ذهن تي حاوي ٿيل سوچن کي ڪنٽرول ڪرڻ جي عادت پيدا ڪرڻ.

ذهن تي حاوي سوچون ڪنٽرول ڪرڻ جو مطلب آهي ته اها عادت ٺاهڻ ته توهان جو ذهن توهان جي خواهشات جي حاصلات جي عين مطابق سوچڻ شروع ڪري ۽ انهن سوچن کان بچيل رهي جيڪي توهان نٿا چاهيو.

خواهشات جي حصول لاءِ ضروري هوندو آهي ته ذهن تي خواهش جي حصول واري سوچ حاوي هئڻ گهرجي ۽ هو غير ضروزي سوچن کان بچيل رهي. اگر توهان دولتمند ٿيڻ چاهيو ٿا ته پوءِ ذهن تي به دولتمند ٿيڻ جي سوچ جو حاوي هجڻ ضروري آهي. تڏهن وجي ڪري توهان ان جي حاصلات جا طريقا ڳوليندا ۽ ان کي حاصل ڪندا پوءِ توهان امير ۽ ڪبير بڻجي سگهندا.

## مصيبت کي راحت ۾ بدلائڻ سکو

هر مصيبت ۽ هر ناخوشگوار تجربو هر ناڪامي پنهنجي اندر ايتروئي يا ان کان وڌيڪ خوشي ۽ راحت جو ٻج رکندي آهي جڏهن به توهان ڪنهن به موڙ تي ناڪام ٿيو ٿا ته ان جي اندر راحت جو ٻج لڪل کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪريو. هر مصيبت مان تمام احتياط سان منهن ڏئي گذر ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. پوءِ توهان کي معلوم ٿيندو ته هن جي اندر توهان کي پهچندڙ نقصان کان وڌيڪ فائدو لڪل هئو. ان فائدي کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ انهي کي بهترين انداز ۾ استعمال ڪريو.

اهڙي طرح توهان جي ڪاميابي جي حصول جو طريقه ڪار جي هڪ وڏي اصول کان واقف ٿي ويندا ۽ انهي جي مشق اوهان کي ماهر بنائي ڇڏيندي. اوهان سوڙهيون ۽ اونداهيون رڪاوٽن ۾ پنهنجي منزل تي پهچائڻ وارين خوشگوار ۽ روشن رستن ۾ تبديل ڪرڻ جوڳو سگهي وٺندا.

## جنسي جذبات کي ڪنهن ٻي طاقت ۾ بدلائڻ سکو.

جنس جو جذبو تمام مضبوط ۽ وسيع تخليقي قوت آهي جنهن جي ذريعي جاندار مخلوق پنهنجي نسل جي بقا ۽ واڌارو ڪندي رهي ٿي. انهي جذبي کي قابو ڪري ان کي عمل تي اڀارڻ واري قوت ۾ تبديل ڪري توهان ڪاميابي ۽ ڪامراني جي انتهائن کي ڇهي سگهو ٿا.

جنسي جذبات پنهنجي بدليل شڪل سان غربت جي اونداهي کي گهٽائي سگهي ٿي ۽ محلات جي روشني جڳمڳائي سگهي ٿي.

هي ذهن کي اعليٰ خيالات سان پرپور ڪري انهن کي عملي طريقا پڌائي ڪاميابين سان همڪنار ڪري سگهي ٿي.

جنسي جذبات کي ڪا ٻي شڪل ڏيڻ جو مطلب هرگز اهو نہ آهي جنسي جذبات جي تحت ٿيندڙ جنسي عمل جيڪو نسل کي برقرار رکڻ لاءِ ضروري آهي ۾ ڪابہ رڪاوٽ وڌي وڃي يا ان کي بلڪل ئي ترڪ ڪيو وڃي. ان جو بلڪل سادو مطلب اهو آهي تہ انهن جذبات تي قابو هئڻ گهرجي ۽ انهن کي ڪنهن بهتر عمل جي لاءِ اپاريو وڃي هن بدليل شڪل جي جذبات سان انسان گهٽي تسڪين حاصل ڪندو، بنسبت جسماني عمل جي ٿيڻ واري تسڪين جي ڀيٽ ۾. ائين ڪرڻ سان نہ ڪنهن مذهبي عقيدي جي نفي ٿيندي آهي ۽ نہ ڪوئي قدرت جو قانون جي برخلافي هوندي آهي نہ وري صحت تي ڪو برو اثر پيدا ٿيندو آهي. جنسي جذبات کي ڪا ٻي شڪل ڏئي توهان پنهنجي ذهن کي متحرڪ ڪري خوش ۽ خروش پيدا ڪري سگهندا آهيو جيڪو توهان کي پنهنجي خواهشات ۽ مقصد بغير ڪنهن نقصان پهچائڻ جي حاصل ڪرڻ ۾ معاون ثابت ٿيندو آهي. هن عمل ڪرڻ سان اوهانجي آواز ۾ دل خوش ڪري ڇڏڻ واري نغمگي اچي ويندي آهي. هي توهان جي چهري ۾ گهنج ۽ چهريون مسڪرائڻ سان ڪلندڙ چهرو ناهي ڇڏيندي آهي اها توهانجي شخصيت ۾ اهڙي مقناطيسيت پري ڇڏيندي جو ماڻهو توهانجي دوستي رکڻ جا طالب ٿي ويندا ۽ توهانجي طرف ڇڪجندي رهڻ تي مجبور ٿي ويندا. اوهان کي اهڙو ڪوبہ عمل دليل نہ ملندو جيڪو جنسي جذبات کي ٻي رخ ۾ استعمال ڪرڻ جي حق ۾ نہ هجي پلي ڳولي وٺو.

## عبادت ۽ رياضت جي عادت ناهڻ:

عبادت کي جيڪڏهن بهتر انداز ۾ سمجهيو وڃي تہ مثبت طرز فڪر جي تعمير ۽ برقرار رکڻ جو سڀ کان وڏو ذريعو آهي. هي توهان کي ان وقت ذهني سڪون مهيا ڪندي آهي جڏهن تہ سڪون حاصل ڪرڻ جا باقي تمام طريقا ناڪام رهندا آهن. هي توهان کي پنهنجي مقصدن کي حاصل ڪرڻ جي

ذريعن ڪان آگاهه ڪرڻ ۾ مدد ڏيندي آهي ۽ توهان کي ڪائنات جي قوتن جي استعمال ڪرڻ جو شعور عطا ڪندي آهي.

عبادت ڪرڻ لاءِ انهيءَ وقت جو انتظار نه ڪريو ته توهان کي ان جي ضرورت پوي پنهنجي ذهن کي اهڙي طرح تيار رکو جو توهان وٽ جيڪو ڪجهه به آهي ان جو شڪر ادا ڪرڻ لاءِ عبادت کي ضروري سمجهي، ۽ اهڙي طرح جڏهن توهان کي جڏهن رهنمائي جي ضرورت هوندي ته توهان جو پهريون حق هوندو ته توهان کي رهنمائي ملي. ۽ آخر هميشه پنهنجي عبادت جي آخر ۾ هي دعا ضرور گهرو "آءُ وڌيڪ نعمتن جي حاصلات لاءِ دعاگو نه بلڪه وڌيڪ عقل، علم ۽ فهم جو طلبگار آهيان چاڪاڻ جيڪا نعمتن جي مهرباني ٿيل آهي انهن کي بهتر انداز ۾ پنهنجي ۽ ٻين جي فائدي لاءِ استعمال ڪري سگهان."

اهي ماڻهو جيڪي صرف مصيبت جو شڪار ٿيڻ تي يا ڪنهن هنگامي حالت ۾ عبادت ڪرڻ ويندا آهن انهن جي ذهن ۾ پهريان ڪان ئي هي خيال گهر ڪري ويٺو هوندو آهي ته هيءَ عبادت بي ثمر آهي.

۽ جڏهن توهان انهن نعمتن جي فهرست ٺاهي رهيا هجو جن جو شڪر توهانجي خيال ۾ توهان کي پنهنجي عبادت ۾ ڪرڻ گهرجي ته هيٺين ڳالهين کي ڪڏهن به نه وساريندا.

1. توهان جو هڪ اهڙي ملڪ جو شهري هجڻ جتي توهان پنهنجي عمل، تحرير ۽ تقرير جي اظهار ۾ آزاد آهيو ۽ ان ملڪ ۾ اهي تمام دولتون موجود آهن جن جو توهان تصور ڪندا آهيو؛

2. توهان جي پنهنجي ذهن جي مٿان هر طرح جو اختيار آهي ۽ توهان هن جي ذريعي ڪنهن به خواهش يا مقصد جو تعين ڪري سگهو ٿا.

3. توهان جا دوست ۽ مٽ مائٽ توهان سان وفادار آهن جن جو اثر توهان تي اهو هوندو آهي ته توهان پنهنجي پاڻ کي ۽ سڄي انسانيت کي قابل عزت سمجهندا آهيو؛

4. توهان ۾ مصيبت، مخالفت ۽ شڪست کي هڪ تخليقي قوت ۾ بدلائڻ جي صلاحيت موجود آهي جنهن بدولت توهان ذهني سڪون ۽ زندگي ڪان جيڪو ڪجهه به چاهيو حاصل ڪري سگهو ٿا.

5. توهان کي اهو اختيار حاصل آهي تہ توهان پاڻ کي نقصان پهچائڻ وارن يا زخمي ڪرڻ وارن کي معاف ڪري سگھو ٿا.

6. توهان ۾ پنهنجي جذبات کي عمل انگيز قوت ۾ تبديل ڪرڻ جي صلاحيت موجود آهي جنهن جي ڪري توهان پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگھو ٿا

7. اهڙن ماڻهن جو خصوصي ذڪر جيڪي هنگامي حالتن ۾ توهانجي مدد لاءِ پهچندا ۽ توهان مشڪل ۾ ان وقت ساٿ ڏنو جڏهن توهان ان کي حل ڪرڻ جي پوزيشن ۾ هئا (پي صورت ۾ پنهنجي محسن کي ياد رکڻ)

8. توهان جو صحت مند هئڻ ۽ تخليقي سوچ رکڻ.

اِهي اُهي نعمتون آهن جن جو شڪر ادا ڪرڻ توهان لاءِ ضروري آهي. ان کان علاوه توهان ان فهرست ۾ جيڪو بہ مناسب سمجھو ان جو واڌارو ڪري سگھو ٿا شڪر هڪ طاقتور ۽ تمام گهري مطلب وارو لفظ آهي. انهي سان جنهن جذبي جو اظهار ٿئي ٿو اهو مثبت طرز فڪر جو هڪ اهم حصو آهي. ان ڪري پنهنجي عبادت ۾ لازمي ۽ مستقل حصو ناهي وٺو.

هاڻي توهان مثبت طرز فڪر ناهڻ ۽ ان کي برقرار رکڻ جي تمام تفصيلات کان واقف ٿي چڪا آهيو جنهن جي بغير توهان اثر انگيزي جي طاقت جي استعمال جا ماهر نٿا ٿي سگھو.

هاڻي اسان اوهانکي ڏهن ڳالهين جي فهرست هيٺ ڏيون ٿا ٻئي باب کي پڙهڻ کان پهريان اوهان اهي ڏهہ ڳالهيون پڙهو ۽ انهن تي نشان هڻو يعني جيڪي ڳالهيون توهان پاڻ ۾ پيدا ڪري چڪا آهيو انتي (√) ۽ جيڪي ڳالهيون جن ۾ توهان غير يقيني ۽ عدم اطمينان جو شڪار آهيو انتي (X) ڏيو.

هن ننڍڙي ايڪسرسائيز جون ٽوٽل 100 مارڪون آهن هر سوال 10 مارڪن جو آهي ان امتحان ۾ توهان پاڻ کي ٽيسٽ ڪري سگھو ٿا تہ توهان مثبت طرز فڪر ۾ ڪيترو % صحيح آهيو. هن ۾ % 100 حاصل ڪرڻ لاءِ 12 هفتا ڏنا ٿا وڃن تہ پهريان ۽ آخر ۾ پاڻ کي چيڪ ڪندا رهو تاڪ توهان % 100 تي اچي وڃو. ان لاءِ 10 ڳالهين جو چارٽ ناهيو جيڪو توهانجي اکين جي اڳيان رکيل هئڻ گھرجي ۽ ٻارنهن ڪالم هجن هر ڳالهہ جي اڳيان ۽ هر هفتي ۾ هڪ نشان ان ڪالم ۾ هئڻ گھرجي ۽ هفتي ۾ حاصل ڪيل مارڪن جو

جوڙ بہ هئڻ گهرجي تاڪ 12 هفتي تائين سڀ نشان صحيح هئڻ گهرجن ڪوبہ نشان غلط نہ هئڻ گهرجي.

جيڪڏهن توهان جي اندر مثبت طرز فڪر اپنائڻ ۾ ڪا خامي هوندي تہ اها هن پريڪٽس جي ذريعي درست ٿي ويندي. توهان پنهنجو پاڻ کي ڳولي لهندو يعني خود شناسي جيڪو توهان ۾ تبديلي آڻڻ جو باعث ٿيندو. جيڪو توهان کي اهڙو طرز فڪر ڏيندو جو توهان ان قابل ٿي ويندا تہ جيڪو ڪجهہ ٿوهان چاهيندا اهو ڪجهہ زندگي ۾ حاصل ڪري وٺندا.

1. پنهنجي منزل جو تعين ڪريو ۽ ان جي حاصلات لاءِ اڳتي وڌو.
2. ٻين ماڻهن سان گڏيل حڪمت عملي ۽ تعاون جو حلقو ناهيو.
3. ٿورو وڌيڪ ڪم ڪرڻ.
4. پنهنجي ڪلام ۽ ڪم ۾ خوش و خروش جو اظهار ڪرڻ.
5. پنهنجي پاڻ تي ڀرپور يقين رکڻ.
6. پنهنجي جذبات تي قابو پائڻ ۽ انهن کي صحيح رخ ڏيڻ.
7. ذهن تي حاوي سوچ کي ڪنٽرول ۾ رکڻ جي عادت پيدا ڪرڻ.
8. مصيبت کي راحت ۾ تبديل ڪرڻ جي صلاحيت.
9. جنسي جذبات کي ٻي شڪل ڏيڻ جي صلاحيت.
10. عبادت ڪرڻ جي عادت.

| هفتو 1 | هفتو 2 | هفتو 3 |
|---|---|---|
| | | |
| | | |
| | | |
| | | |

## ٻيا ماڻهو ڪيئن ڪامياب ٿيندا آهن.

ايندڙ بابن ۾ توهان کي ٻين ماڻهن جا اهي فارمولا ٻڌايا ويندا جن جي سهاري سان اهي ڪامياب ٿيا.

انهن طريقن کان واقف ڪرايو ويندو جن تي عمل ڪري ڪافي مردن ۽ عورتن هڪ اهڙي نظر نہ ايندڙ قوت سان متعارف حاصل ڪئي جنهن سان هن ڪرشماتي ڪم سر انجام ڏنا جيڪا قوت انهن جي اندر ئي هئي اوهان تي اها ڳالهہ بہ واضح ٿي ويندي تہ هن ڪتاب ۾ لکندڙن کان علاوہ ٻين ماڻهن امريڪا کي ڪٿان کان ڪٿي پهچائي ڇڏيو جن آزاد تجارت جو نظريو ڏنو. ۽ انهي نظام کي مضبوط بنايو. انهن جو پيغام هميشہ مثبت ۽ پرجوش هوندو هئو اهي اثر انگيزي جي قوت کان واقف هئا ۽ انهي جو استعمال وطن سان محبت ۽ انسانن ۾ پائيچارو وڌائڻ جا ڏيپ ٻاري ڇڏيا.

توهان ڊاڪٽر ڪينٿ ميڪ فارلينڊ (Dr: Kenneth Mc Farland) سان واقفيت ڏيندي جنهن مثبت طرز فڪر کان ڪم وٺندي پنهنجي واضح مقصد کي سامهون رکندي فن خطابت ۾ نالو پيدا ڪيو هن جون تقريرون پرجوش ۽ رواني جو بهترين نمونو هونديون هيون. هن آمريڪي نظام کي پروگرسيو ڪنزرويٽو (Progress Coaservatism) يعني "روايتي پاسداري سان ترقي ڪرڻ." هن جو نظريو اهو رهيو ته ترقي به ٿئي ۽ ٺهيل نظام يا هلندڙ نظام به بچي وڃي. ته جيئن آزادانه تجارت جي فضا به قائم رهي ۽ شخصي آزادي جي حفاظت به ٿي سگهي.

هن جي چوڻ مطابق آمريڪا اهڙي سرزمين آهي جتي عام ماڻهو به زندگي کان مستفيد ۽ ملڪي خوشحالي مان مطمئن آهي ليڪن پوءِ به نظام ۾ خاميون موجود آهن هي خودڪار نظام نه آهي. انهي نظام ۾ يقين رکڻ وارا ماڻهو هوشياري سان ٿي هن نظام کي هلائي سگهن ٿا.

# باب ٻيون

## انسان ۾ خدائي صفات جو هجڻ

هر هڪ شخص وٽ ذهانت جو هڪ خزانو لڪل هوندو آهي. جڏهن هن کي ڳولي ڪري نظم ۽ ضبط ۾ آڻجو وڃي ته پوءِ اهو انسان کي تمام مفيد ڪم ڪرڻ ۽ ٻين انسانن جي بهتري لاءِ ڪم ڪرڻ جي قابل بڻائي ٿو. انهي توانائي کي جڏهن به اظهار جو موقعو ملندو آهي ته پوءِ اها قوت يا توانائي ڪاميابي جي اهم رستن کي کولڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندي آهي. ۽ جڏهن انهيءَ توانائي کي انساني محبت جي جذبي جي تحت پنهنجي قراداد جو حصو ٺاهيو وڃي ٿو ته سٺائي ۽ خدائي صفات جي وچ ۾ جيڪا هر انسان ۾ موجود آهي هن کي قابل قدر ۽ افاديت سان ڀرپور زندگي گذارڻ جي نوازش عطا ڪئي ويندي آهي.

وقت سان گڏوگڏ تمام گهڻن اهڙن رازن تان پردو کڄندو آهي جنهن سان اسان کي معلوم ٿيندو آهي ته انسان ۾ موجود خدائي صفات کي ڳولهڻ ۽ انهن جي توانائي کي قابل استعمال بڻائي ان جي ذهانت کي جاڳائي اثر انگيز قوت پيدا ڪري سگهون ٿا جيڪا هر برائي کي سٺائي ۾ بدلائي سگهي ٿي.

بامقصد ۽ مفيد زندگي گذارڻ وارن خواهشمندن ماڻهن لاءِ رهنمائي اصول پڻ بيان ڪيا ويا آهن ڳالهه صرف اها آهي ته اهي ماڻهو اها رهنمائي حاصل ڪرڻ به چاهين ٿا يا نه.

اوهان يقيناً مثالن جي صورت ۾ اهڙن اثر انگيز ماڻهن سان متعارف ٿيندا جن انهن اصولن کي اپنائي تمام گهڻي عزت، شهرت، دولت ڪمائي ۽ روحاني مسرتن سان پاڻ کي مالا مال بڻايو. انهن تمام قوتن جن جو تذڪرو اڳيان ايندو ان کي سمجهي ان جو صحيح استعمال، مالي ڪاميابيون حاصل ڪرڻ لاءِ تمام ضروري آهي هي اصول هر مڪتبه فڪر جي ماڻهوءَ لاءِ ڪارآمد ثابت ٿيا آهن ۽ ٿيندا رهندا. جيڪي ماڻهو دولت ۽ ملڪيت ڪمائي چڪا آهن يقيناً انهن لاءِ هي ڳالهه ڪا اهميت نه رکندي هوندي پر هي ضرور آهي ته انهي ملڪيت جو صحيح استعمال جو طريقو پڻ ٻڌايو ويو آهي. جنهن ۾ انسانيت جي ڀلائي سٺا ڪم ڪرڻ ۽ انساني ترقي ۽ اوسر لاءِ ادارا قائم ڪرڻ شامل آهن. غريبن ۽

مسڪينن جي پر گهور لهڻ ڏڪي انسانيت جي ڪم اچڻ آهي نہ صرف اهو پر ان عمل ۾ شريڪ ٿيندڙ بدگمان پشور ڪمائيندڙ ماڻهن جي سڃاڻپ ڪرڻ ۽ انهن ڪان پاڻ کي بچائڻ ۽ ٻين جي رهنمائي ڪرڻ آهي. ۽ انهن قوتن جو ذڪر پڻ اوهانکي ملندو جن ۾ حب الوطني انسانيت جي فلاح بهبود جي خواهش بيدار ڪرڻ، آزاد تجارت جي نظام جي حفاظت پڻ هوندي.

هاڻي اسان توهان جي ملاقات اهڙي شخصيت سان ڪرائڻ وڃي رهيا آهيون. جنهن جي ڪاروباري مهارتن جو مشاهدو ڪيترا دفعا اسان خود ڪري چڪا آهيون. انساني ڀلائي جي بهترين مثال آهن، جڏهن ان حقيقت ڪان واقف ٿيا تہ سندن تجربو، سرمايو ۽ مهارتون ٻين انسانن سان ورهائڻ ۾ فرحت پاتائين. ۽ اهي حقيقتون پڻ سامهون اينديون جيڪي مصنف "ڊاڪٽر نپولن هل" ان شخصيت سان ڏهہ سال گذارڻ دوران ذاتي مشاهدي مان حاصل ڪيون،

ڊبليو ڪليمنٽ اسٽون W. clement stone

W. Clement stone ڊبليو ڪليمنٽ اسٽون ٻالجتيءَ ۾ ئي پنهنجي باري ۾ هي شعور حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو تہ هو ڇا آهي ۽ زندگي مان هن کي ڇا حاصل ڪرڻو آهي. هو پنهنجو پاڻ کي سيلزمين چورائيندو هو ۽ سيلزمين جون سڀ خوبيون هن ۾ موجود بہ هيون. هو ان وقت ڪمبائيڊ انشورنس ڪمپني آف امريڪا ۽ هن جي پنهنجي ڪمپني جي ملڪيت اندر ٽي ڪمپنين جو صدر آهي. اهي ٽئي ڪمپنيون ارٿ اسٽون انشورنس ڪمپني آف ميسي چيوٽس، بوسٽن، ڪمبائن انشورنس ڪمپني ڊلاس ۽ فرسٽ نيشنل ڪايلٽي فونڊ ڊوليڪ وسڪونس شامل آهن. هو البرٽ ڪلور ڪمپني جو بہ ڊائريڪٽر آهي. گذريل سال ۾ ڪمپني ۽ ذيلي ڪمپنين جي سالانہ رپورٽ جي مطابق هن جو پريميم 13 ڪروڙ ڊالر هئو. جيڪو هو ٽن قسمن جي انشورنس مان ڪمائي ٿو. هو هڪ ماهر سيلزمين آهي ۽ گڏوگڏ ان ڪان بہ وڌيڪ هڪ اهڙو ماڻهو آهي جيڪو پاڻ کي ٻين سان گڏ شريڪ ڪرڻ جّي نظريي جي فروغ لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ويٺو آهي.

هاڻي هو پنهنجي مادي ۽ روحاني نعمتن ۾ ٻين کي شريڪ ڪري خوشي محسوس ڪري ٿو. نہ صرف هو تجارتي دنيا جو چمڪندڙ ستارو آهي پر هڪ

سماجي رهنما، هڪ مصنف، ايڊيٽر، پبلشر ۽ ليڪچرار پڻ آهي. آباڻي طور شڪاگو جي رهواسي مسٽر اسٽون پنهنجي گهر واري سان گڏ اِلي نوائي جي شهر اِيوانسٽن جي ڏورانهي علائقي واري گهر ۾ رهندو هئو. ان جي انساني خدمت جو ڪم زياده تر دماغي صحت ۽ نوجوانن جي فلاح بهبود جهڙن شعبن ۾ نمايان رهيو آهي. هو پنهنجي دولت ۽ توانائي جو وڏو حصو گمراه نوجوانن جي بحالي ۽ قيدين جي فلاح بهبود جهڙن ڪمن ۾ صرف ڪندو رهيو. ۽ هو نوجوانن جي فلاح لاءِ ڪم ڪندڙ سماجي ورڪرن جي تربيت لاءِ به پنهنجو خاصو وقت ۽ سرمايو خرچ ڪندو هئو. اهو ڪم هو هڪ اداري "ڊائونرز گرو" الي نوائي جي جارج وليم ڪاليج جي ڊائريڪٽر ۽ عطيه ڏيندڙ واري حيثيت سان ڪندو هئو.

هن کي مذهب سان بي گهرو لڳاءُ هئو. هن کي به دفعا ايوانسٽن "Evanston" جي پريسبيٽرين چرچ جي ٽرسٽي جي طور تي عهدو سنڀالڻ جو شرف حاصل ٿيو. مسٽر اسٽون کي مون مائوٿ (Mon Mouth) ڪاليج طرفان ڊاڪٽر آف جيورس ۽ پروڊنس جي اعزازي ڊگري پڻ ڏني وئي ۽ انٽرلوڪن آرٽ اڪيڊمي مان ڊاڪٽر آف هيومنيٽيز (Doctor of Humanities) جي ڊگري پڻ ملي. گڏوگڏ ڊاڪٽر ڊبليو ڪليمنٽ ۽ جيسي . وي . اسٽون فاؤنڊيشن جا ڪارناما جيڪي تحقيقي مواد چيرائيندا رهيا، جو پڻ سربراهه رهيو.

اسان مسٽر اسٽون کي پرجوش دلڪش ۽ انساني همدردي جي ڪري سڃاڻون ٿا جنهن زندگي جو صحيح لطف حاصل ڪرڻ جو فن سکي ورتو هئو. ان جا ٽهڪ، ڪل يوڳ ۽ خوشيون ورهائڻ ۽ معصوميت سان ڀريل شخصيت هميشه ياد رهندي. بي شڪ ان شخصيت تمام گهڻي دولت ڪمائي پر ان جي دولت ڪمائڻ جي صلاحيت هن کي مال ۽ ملڪيت کان علاوه ان کي صحيح استعمال ۽ خلق خدا جي بهتريءَ لاءِ استعمال ڪرڻ جو سليقو پڻ عطا ڪيل هيو.

## ترقي جي ڏاڪڻ تي پهريون ڏاڪو طئي ڪرڻ

اچو ته پاڻ ڊاڪٽر ڪليمنٽ اسٽون جي زندگي کان پنهنجي تحقيق واري ڪهاڻي جي شروعات ڪريون ته جيئن آساني سان معلوم ڪري سگهجي

تہ اڄ جنهن ملڪيت دولت جو مسٽر ڪليمنٽ مالڪ آهي ڇا اهو سڀ ڪجهہ ڪيس وراثت ۾ تہ ڪونہ مليو آهي، يا اهو تہ ڪو ڇپر تہ نہ ڦاٽو هئو هن جي مٿان يا قسمت جي ديوي اوچتو سندس مٿان مهربان تہ نہ ٿي هئي. يا ڇا هو هن عقيدي جي سهاري زندگي گذارڻ وارن ماڻهن ۾ شامل تہ نہ آهي جيڪي سمجهندا آهن تہ معاشري تي هن جو حالتون بهتر بنائڻ فرض آهي ۽ اهو بہ سمجهندا آهن تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن اهو حق کين ضرور ملندو کين انهي لاءِ محنت ڪرڻ جي؛ ڪوشش ڪرڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. آءٌ توهان کي سڌو سنئون اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪندس تہ مسٽر ڪليمنٽ کي ڪاميابين جي منزل ڪيئن ملي اميد تہ پڙهندڙن جي دل ۾ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ اتساهہ پيدا ڪندي ۽ انهن کي اهڙا قوت عطا ٿيندي جيڪا انهن جي اندر موجود صلاحيتن جو استعمال ڪري ڪاميابي ۽ دولت جي فراواني حاصل ڪرڻ جو باعث ٿيندي.

ضرور هي ڪهاڻي اوهان جي اندر پين جي مدد ڪرڻ جو جذبو بيدار ڪندي ۽ توهان کي ملندڙ مال ۽ دولت مان پين ضرورتمندن کي حصو ڏيڻ تي بہ آماده ڪندي. يقيناً هي ڪهاڻي توهان کي شعور ۽ بامقصد ۽ پر معنيٰ ۽ مفيد راين سان گڏ بهتر زندگي گذارڻ جي لطف سان همڪنار ڪندي. ننڍپڻ ۾ ئي پيءُ جي شفقت جو هٿ هٽڻ ڪانپوءِ يتيمي جي صورتحال ۾ هن ٻار جي ۽ سندس ماءُ جي زندگي ڏاڍي ڏکن ۾ گذري. هن جي والده ماڻهن جا ڪپڙا سبي ۽ هو اخبار وڪڻي گهر جو خرچ پورو ڪندا هئا. ڇهن سالن جي ٻار کي ڪم ڪرڻ دوران وڏي عمر وارا ڪيس ڌڪا ڏئي تڙي ڪيندا هئا ۽ هن کي شڪاگو جي اتراهين علائقي ۾ واقع فائيو اسٽار هوٽل هولئيز Holles ۾ اخبار کپائڻ نہ ڏني ويندي هئي. استون پوءِ بہ بار بار مارکائڻ جي پنهنجو سودو اتي وڪڻي ونندو هو. ۽ پوءِ ئي گهر واپس موٽندو هو. ان جي ان همت ۽ جرئت کان متاثر ٿي ڪري ڪجهہ عرصي ۾ ڪيس هن رستورانت ۾ مستقلاً اخبار وڪڻڻ جي اجازت ملي وئي.

ٿوري ئي عرصي ۾ هن محسوس ڪيو تہ رستن روڊن ۽ چونڪن تي اخبار کپائڻ کان بهتر آهي تہ هو ڪنهن اسپتال ۾ اخبار کپائڻ شروع ڪري ڇاڪاڻ تہ هتي هڪ ئي جڳهہ تي گهڻا گراهڪ ملي ويندا آهن سالن ڪانپوءِ هن اهو طريقو پنهنجي انشورنس جي ڪم کي وڌائڻ لاءِ اختيار ڪيو. هن وڏن اسٽورن،

بينڪن، وڏين ڪارپوريشنن جي ملازمن ۾ انشورنس پاليسيون وڪڻڻ شروع ڪيون ۽ ڪاميابي سان هي ڪم هلڻ شروع ٿيو.

توهان ان مان اندازو ڪري سگهو ٿا تہ هو پنهنجي تجربن مان ڪيتري سکيا حاصل ڪري وٺندو هو. ان کان علاوه هن هڪ ٻي وڏي ڳالهہ بہ سکي ورتي تہ پنهنجي نئي تجربي مان ڪو نتيجو ڪڍڻ پوءِ ان کي مطالعي، غور، فڪر ۽ بهتر منصوبہ بندي جي ذريعي انهي نتيجي کي پين تجربن جي روشني ۾ هڪ اصول جي طور تي پنهنجي عملي زندگي ۾ استعمال ڪرڻ. تہ جيئن آئينده پيش ايندڙ ڪنهن مشڪل ۾ انهي اصول کي مدنظر ۾ رکي انهي کي فائدي واري پاسي ۾ استعمال ڪري وٺڻ.

پنهنجي ماضي کي ياد ڪندي مسٽر اسٽون ٻڌائيندو آهي تہ ڪاميابي جا اصول مون اخباڙ وڪڻڻ واري دور ۾ تشڪيل ڏنا هئا.

(1) عمل ڪرڻ تي پاڻ کي راضي ڪرڻ ۽ پاڻ کي متحرڪ رکڻ.

(2) مڪمل چاڻ حاصل ڪرڻ

(3) طريقي ڪار جو علم هئڻ.

جيڪو بہ ماڻهو مسٽر اسٽون کي سڃاڻي ٿو ان کي معلوم هوندو تہ مسٽر اسٽون هر مشڪل ۾ انهن ٽن اصولن کي استعمال ڪرڻ سان ڪاميابي حاصل ڪئي آهي.

مسٽر اسٽون تجزيو ڪندي لکي ٿو تہ هڪ اخباز ڪپائڻ وارو ٻار پنهنجو هڪ پئسي جو نقصان بہ برداشت نہ ڪري سگهندو هئو گهرج هن کي عمل ڪرڻ محنت ڪرڻ تي مجبور ڪندي هئي. ۽ انهي کي هو "اندروني، احساس عدم اطمينان" جو نالو ڏئي ٿو.

۽ آخر ۾ هن مڪمل چاڻ ۽ معلومات جو علم حاصل ڪري ورتو جيڪو هن کي اخبار وڪڻڻ واري ڪم اڳتي وڌائڻ ۾ ۽ ان کان فائدو وٺڻ ۾ ڪم آيو.

اسٽون پنهنجي ڪتاب "ڪاميابي جو نظام جيڪو ڪڏهن ناڪام نٿو ٿئي" ۾ لکي ٿو انهن مشڪلات وارن ڏينهن جي ياد اڄ بہ منهنجي ذهن ۾ تازي آهي ان ۾سڀ کان پهريان مون مصيبت کي راحت ۾بدلائڻ جو فن سکيو"

مصنف ۽ مسٽر اسٽون جي رائي ساڳي آهي تہ هر مصيبت جي اندر راحت جو ٻج موجود هوندو آهي شرط صرف اهو آهي تہ توهان انهي مثبت طرز فڪر سان پوکيو يا استعمال ڪريو.

## ڪامياب عمل ڪاميابي جو رستو:

مسٽر اسٽون جي خيال ۾ سندس ڪاميابي جو فارمولا ٽن حصن تي مشتمل آهي سڀ کان پهريان عمل آهي جيڪو انسان جي اندران ٿئي قوت ٿي. ايري ٿو. ۽ اهو پڻ چوي ٿو ته اها تحريڪ يا تحرڪ شعوري طور تي پيدا ڪرڻو پوندو آهي. مسٽر اسٽون عمل جي تحريڪ جي اهميت اجاگر ڪرڻ وارن ۾ بيشمار معلوماتي ڪتابن، رسالن ۽ ڪيسٽن جي شڪل ۾ نوجوانن، ملازمت پيشه ماڻهن ڪمپنين جا شيئر هولڊرن، اسڪولن، اسپتالن رضاڪار تنظيمن ۽ جيل جي قيدين ۾ مفت تقسيم ڪيا آهن. جن جو تعداد هڪ سال ۾ 10 لک جي برابر بيهي ٿو.

مسٽر اسٽون ڊاڪٽر نپولن هل فائونڊيشن جي ڪم ڪي ڏسي ۽ متاثر ٿي ڪري انهن ليڪچرن، ورڪشاپن، ڪانفرنسن جو ذاتي طور مشاهدو ڪيو ۽ ان پروگرام ۾ ماڻهن جي شرڪت ڪئي وڌائڻ ۽ انهن جي امداد ڪرڻ جيڪو بغير ڪنهن لالچ جي ۽ بغير ڪنهن تجارتي مقصد حاصل ڪرڻ جي رهيو آهي.

اوهان ضرور پڙهو هوندو ته "آڳرين جو وڍجڻ" هي تڏهن ٿيندو آهي چيو ويندو آهي جڏهن ڪا وڏي غلطي سرزد ٿي وڃي ۽ انسان پنهنجي هڪ آڱر ڪٽي ويهي رهي ته جيئن وري ڪا غلطي هن کان سرزد نه ٿئي.

مسٽر اسٽون جو چوڻ آهي ته اگر آءٌ هن ڪهاوت يا چوٽي تي عمل ڪرڻ جو حوالي سان ٻڌايان ته منهنجون سڀ آڱريون ڪٽيل هجڻ کپن نه صرف اهي پر پيرن جون آڱريون به ڪٽيل هئڻ گهرجن ها.

ان جو مقصد ته ايترين غلطيون هن کان ٿي گذريون هونديون پر هر غلطي يا ناڪامي ٿيڻ تي آءٌ پنهنجي سوچ نئي سري سان اهڙي عمل لاءِ تيار ڪندو آهيان ته جيئن مونکان وري ڪڏهن اهڙي غلطي سرزد نه ٿئي ته آءٌ ڪنهن ناڪاميءَ جو منهن ڏسان.

مونکي انهن عارضي ناڪامين منصوبي ۽ عمل جي گڏيل تعلق سان روشناس ڪرايو.

توهان عمل "خود ڪرڻ" جي دوران توهان پنهنجي منصوبي جي صحيح يا غلط هئڻ يا خامين کان آگاه ٿي ويندا آهيو ۽ اڳئي منصوبي تي بهتر عمل ڪرڻ جي منصوبه بندي ڪري وٺندا آهيو.

• جيڪڏهن ڪنهن ب رٿا يا ڪم مان صحيح نتيجو نٿو نڪري يا توهانجي توقع جي مطابق نہ ٿو پورو اچي تہ توهان فوراً پنهنجي منصوبي جي نذر ثاني ڪري ان ۾ تبديلي آڻيو ۽ پوءِ ان تبديل شده پلان تي فوري عمل ڪريو. آءُ اهو وڏي اعتماد سان چوندس تہ منهنجي گهڻين ڪاميابين جو انحصار هن عادت کي اپنائي ٿيو آهي "هاڻي جو هاڻي عمل شروع ڪريو" ۽ اها عادت منهنجي زندگي جو وڏي ۾ وڏو اثاثو پڻ آهي هاڻي اها عادت منهنجي زندگي جو حصو بنجي چڪي آهي ۽ آءُ ان تي اڄ ب اهڙي طرح عمل پيرا آهيان جيئن آءُ شروع شروع ۾ انهي ڳالهہ تي عمل ڪندو هوس. ان سان منهنجي مراد جلد بازي نہ آهي پهريان توهان کي سڀني حقائقن جو جائزو وٺڻ گهرجي ۽ عمل ڪرڻ جا لوازمات گڏ ڪرڻ گهرجن ان ۾ وقت لڳي سگهي ٿو. ۽ جڏهن فيصلو ٿي وڃي تہ پوءِ عمل پيرا ٿيڻ ۾ دير نہ ڪرڻ گهرجي. اڄ ب عمل جي قوت مون ۾ حقيقي جوش پيدا ڪري ڇڏيندي آهي ڇاڪاڻ تہ عمل تمام انساني تعلقات ۾ ترغيب ۽ ترتيب جي طاقت جو لازمي جز آهي.

مسٽر ڪليمنٽ اسٽون جي ابتدائي تعليم جي باري ۾ مطالعه ڪرڻ وقت توهان کي اندازو ٿيندو تہ ابتدائي ڪاميابي ڪيئن هن کي اصلي جوهر Telent کان روڪيو پر مسٽر اسٽون جلد ئي پنهنجي غلطي جو ازالو ڪيو پنهنجي سوچ کي تبديل ڪيو ۽ نئين ۽ بهتر سوچ کڻي پيهر ميدان عمل ۾ ٽپو ڏنو.

مسٽر اسٽون شڪاگو جي سين Senn هائي اسڪول ۾ داخلا ورتو جتي هو ڊبيٽنگ ڪلب يعني "تقرير ڪرڻ وارو ڪلب" اڄ ڏينهن تائين اسان سنڌ ۾ اهڙي ڪنهن ب ڪلب جو نالو ناهي ٻڌو.

۽ پوءِ هن کي پنهنجي والده سان گڏ ڊيترائيٽ Detroit منتقل ٿيڻو پيو اتي هن جي والده ڪنهن انشورنس ڪمپني جوائن ڪئي ۽ اتان نارٿ ويسٽن اسڪول مان ابتدائي تعليم حاصل ڪيائين.

16 سالن جي عمر ۾ گرمين جي موڪلن ۾ هن پهرين انشورنس پاليسي وڪڻي ۽ اسڪول کلڻ وقت هن پڙهائي جي بجاءِ انشورنس ڪپائڻ کي ترجيح ڏني تہ هن مان وڌيڪ پئسہ ڪمائي سگهجن ٿا. جيترو پڙهائي ڪري پوءِ پئسو ڪمائي سگهجي ٿو.

تاريخ اهڙن وڏن ماڻهن جي ذڪر سان ڀري پئي آحي جن ڪجھ عرصي لاءِ تعليم کي خيرآباد چيو ۽ وري ڀيهر ان جي اهميت کي سمجهي پڙهائي ڪئي. مسٽر استون جو چوڻ آهي "هي منهنجو اسڪول ڇڏڻ جو وقت عارضي هئو ۽ مون جلد ئي تعليم جي اهميت کي سڃاڻي ورتو.

هن نوجوان انشورنس ڪمپني ۾ ايجنٽ طور ڪم ڪندي ئي YMCA اسڪول ۾ داخلا وٺي ڇڏيو ۽ ان سان گڏوگڏ ڊيٽرائٽ ڪاليج آف لاءِ (Daterit college of law) ۾ هڪ سال ۽ ويسٽرن يونيورسٽي ۾ اڍائي سال تائين پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي.

هڪ بلڪل نئين سيلزمين جي طور تي هن کي تمام گهڻو ڪم ڪرڻو پوندو هئو ڪڏهن ته رات دير تائين هو ڪم ۾ مصروف رهندو هو. هن کي اهڙين تفريحن لاءِ ڪڏهن به موقعو نه ملي سگهيو جيڪي هن جي عمر جي تقاضائن مطابق هئڻ گهرجن. پر نيٺ هو انهن بهارن کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي من کي محبت جي روڳ ۾ ڦاسائي ويٺو.

21 سالن جي عمر ۾ پنهنجي هائي اسڪول جي زماني جي محبوبا جيسي تارسن"Jessie Tarsaon" سان شادي رچائي ڇڏي.

هن شادي واري منصوبي کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ هڪ سال پهريان هڪ الڳ انشورنس ايجنسي کولي ڇڏي هئي جيڪا شڪاگو شهر ۾ هئي. ۽ اها ڪمپني اڄ به ڪمبائينڊ رجسٽري ڪمپني جي نالي سان سندس ئي سربراهي ۾ هلي رهي آهي. ۽ ٻين شعبن ۾ به هوءَ ڪم ڪري رهي آهي.

مسٽر استون جو چوڻ آهي ته "محبت سڀ کان وڏيڪ محرڪ آهي هن ان وقت صرف 100 ڊالر کان ڪاروبار شروع ڪيو هئو ۽ ڪنهن کان به ڪوبه قرض حاصل نه ڪيو هئو. هن جي آفيس صرف هڪ بينچ رکڻ واري جڳھ کان شروع ٿي هئي جنهن جو ڪرايو 25 ڊالر مهينو هئو.

1967ع ۾ هن جي دولت 33 ڪروڙ ڊالر کان به وڌيڪ شمار ڪئي وئي هئي. 20 صدي جي نئين حصي ۾ جڏهن هن جو ڪاروبار عروج تي هئو ته هن سڄي ملڪ ۾ پنهنجي ڪاروبار کي وڌيڪ ترقي ڏني ۽ سيلزمين جي هڪ فوج تيار ڪئي.

1931ع ۾ ملڪ ۾ معاشي گهوٽالي جي ڪري وڏي بربادي آئي جنهن جا اثر انشورنس ڪاروبار تي بہ پيا ۽ مسٽر اسٽون هڪ وڏي قرض جي ور چڙهي ويو ۽ وڏي دليرانہ انداز سان مسٽر اسٽون هن رڪاوٽ کي عبور ڪيو هن وڏيڪ ٽن انشورنس ڪمپنين جون ايجنسيون حاصل ڪيون ۽ پنهنجي سيلزمينن کي وڏيڪ پريميم واريون پاليسيون وڪڻڻ جو ڪم هٿ ۾ ڏنو. ۽ گڏوگڏ گهڻن سيلزمينن کي بهترين تربيت جو پروگرام ۾ شامل رکيو.

هن جي 135 سيلزمينن تي مشتمل فورس 1000 سيلزمينن جي هڪ اهڙي تہ فوج ٺهي وئي جيڪي سيلزميني جا گُر ڄاڻيندا هئا ڪاروبار جو مقدار وڌڻ سان هو جلد قرض کان آجو ٿي ويو، 1939ع تائين پنهنجي ڪتاب "ڪاميابي جو نظام جيڪو ڪڏهن ناڪام نٿو ٿئي" مڪمل ڪيو ۽ "زنده جاويد فلسفہ" تي چڱو پلو ڪم ڪيو.

1956ع ۾ مسٽر اسٽون امريڪا جو سڀ کان وڏي انشورنس ڪمپني جو سربراه ٿي چڪو هئو. اها ڪمپني ايڪسيڊنٽ ۽ صحت جون خدمتون سرانجام ڏيندي هئي.

ڪمبائينڊ انشونس ڪمپني ان وقت کان اڄ ڏينهن تائين مسلسل ترقي ڪري رهي آهي ۽ اڄ مسٽر اسٽون جو ان قول وانگي عڪاسي ڪري رهي آهي تہ هر جاندار بلوغتِ جي عمر تي پهچي ٿو ۽ سندس سڀ توانائيون رڪجي وڃن ٿيون جيستائين ان مان ڪا نئين زندگي نہ جنم نہ وٺي جيڪو تازو خون سوچ ۽ عمل سان معمور هجي.

هر ماڻهو جو هڪ فلسفو زندگي جي باري ۾ هوندو آهي. جڏهن اهو سوال هن کان پڇيو ويو تہ هن جواب ڏنو. سڀ کان پهريان تہ آءٌ خدا کي هميشہ بهتر خدا سمجهان ٿو پيو تہ سچ هميشہ سچ ئي رهندو چاهي ان کي بداعتقاد، ناسمجهي، جهالت جي بنيادن تي نہ مڃيو وڃي.

ٿيون انسان هڪ مجموعو آهي ورثي ۾ مليل صفات جو، ماحول جو، طبعي/ مادي جسم جو، شعوري ۽ تحت الشعوري سوچ جو، تجربي جو زمان ۽ مڪان ۾ مخصوص حالت ۽ رخ جو، ان کان علاوه هن ۾ معلوم ۽ نامعلوم قوتون بہ موجود هونديون آهن. هن کي انهن قوتن تي اثرانداز ٿيڻ، انهن کي استعمال

ڪرڻ، قابو ڪرڻ ۽ انهن سان هم آهنگ ٿي هلڻ جي صلاحيت به عطا ڪيل هوندي آهي.

چوٿون هي ته خدا تعاليٰ انسان کي پنهنجي طرح جو ٺاهيو آهي ۽ پاڻ جهڙيون صلاحيتون عطا ڪيون آهن ته جيئن هو پنهنجي سوچ جو رخ متعين ڪري سگهي پنهنجي جذبات تي قابو ڪري سگهي ۽ پنهنجي تقدير پاڻ ٺاهي سگهي.

پنجون ته مذهب متحرڪ زنده ۽ نشونما حاصل ڪرڻ وارو تجربو آهي انهي جا آفاقي اصول سادا ۽ قابل عمل آهن، مثال طور هي هڪ سنهري اصول آهي ته ٻين سان اهڙو سلوڪ ڪريو جنهن جي توهان اميد انهن مان رکو ٿا.

ڇهين ڳالهه فلسفي جي. آءُ عبادت ڪرڻ ۾ يقين رکان ٿو ۽ عبادت جي معجزاتي اثرن جو قائل آهيان.

## ڪاميابين ۾ شرڪت:

هن ڪتاب جو شريڪ مصنف هيرالڊ ڪيون 1962ع کان ڊاڪٽر نيولن هل جو ساٿي ۽ ڪاروبار جو مينيجر طور ڪم ڪري رهيو آهي. ان کان پهريان ڊاڪٽر هل ڏهه سال تائين مسٽر اسٽون سان گڏ مختلف پراجيڪٽن ۾ ڪم ڪندو رهيو آهي. اهي ٻئي ماڻهو انهن ڏهن سالن جي رفاقت کي جنهن انداز ۾ ياد ڪندا آهن جنهن مان انسانن جون خدائي صفات جي وڌيڪ تشريح ٿيندي جڏهن هو پنهنجي زباني بيان ڪن ٿا.

مونکي نيولن هل جي ڪتاب 1937ع ۾ مليي "سوچيو ۽ امير ٿي وڃو" ڪنهن ويجهي دوست جي طرفان اُن ڪتاب ۾ بيان ڪيل فلسفي جي ۽ منهنجي ذاتي فلسفي ۾ ايتري ته مطابقت هئي جو مون پنهنجي نمائندن ۾ اهو ڪتاب ونڊي ڪري ورهايو. ۽ پوءِ ۽ حيرت ناڪ واقعا سامهون اچڻ لڳا، منهنجا سيلزمين سپر سيلزمين ٿيڻ شروع ٿي ويا يعني هنن جي ڪارڪردگي ۾ حيرت انگيز واڌارو ٿي ويو، ۽ هنن ۾ پئسي جو واڌارو ۽ طريقه استعمال بهتر ٿيڻ لڳو ۽ هنن جا گهر خوشحالي ۾ اچڻ شروع ٿي ويا. ۽ هنن هن دنيا کي بهتر انداز ۾ رهڻ جي قابل بنائڻ شروع ڪري ڇڏيو. اهو سڀ ڪجهه سمجهه ۾ اچڻ جهڙو عمل نظر اچي رهيو هئو ڇاڪاڻ ته اڄ ڏينهن تائين جنهن ماڻهوءَ به اهو ڪتاب

پڙهيو آهي ۽ ان مان فائدو حاصل ڪيو آهي ڪنهن بہ مصنف جو انهي موضوع تي لکيل ڪتاب متاثر ڪري نہ سگهيو آهي.

ان ڪانپوءِ 1953ع ۾ اتفاقاً پهريون ڀيرو نيپولن هل سان ملاقات ٿي ۽ مون هُن کي چيو تہ توهان پنهنجي رٽائرمنٽ 5 سالن لاءِ معطل ڪري ڇڏيو. ۽ هن انهي شرط تي اهو قبول ڪيو تہ جيڪڏهن تون منهنجو مينيجر ٿيڻ پسند ڪندين تہ پوءِ مون اها آفر قبول ڪرڻ جي حامي ڀري ورتي حالانڪہ آءُ پنهنجي انشورنس ڪمپني ناهڻ ۾ ڪافي مصروف هئس ۽ مون سوچيو تہ ڪنهن بہ انسان کي ٻين انسانن جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪرڻ جا موقعا ٻار ٻار نہ ملندا آهن. ۽ آءُ نہ صرف پنهنجي هلندڙ نسل جي ماڻهن بلڪہ آئينده جي نسلن لاءِ ڀلائي جو ڪم ڪري سگهندس.

چاڪاڻ تہ هاڻي ان ڇوٽي وارو وقت گذري ويو تہ جيڪڏهن توهان هڪ سٺو ڪوئنا مار ناهڻ ۾ مهارت رکو ٿا تہ ماڻهو توهان وٽ خود هلي ايندا وٺڻ لاءِ ۽ اوهان جي تيار ڪيل شي گهر ويٺي وڪامڻ شروع ٿي ويندي. اڄ ڪالهہ خواه توهانجي پراڊڪٽ ڪيتري بہ بهترين ڪوالٽي جي ڇونہ هجي هن جي جيڪڏهن مارڪيٽنگ نہ ٿيندي تہ وڪرو نہ ٿي سگهندو. چاڪاڻ آءُ پيشي جي لحاظ کان سيلزمين آهيان ۽ مون فيصلو ڪيو تہ آءُ پنهنجون خدمتون ۽ صلاحيتون نيپولن هل جي سپرد ڪريان تہ هن جو آمريڪا جي ڪاميابين کي وڏيڪ ڦهلائڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهان. اهڙي طرح منهنجي انساني خدمت جي دلي تسڪين ٿيندي ۽ اهو هميشہ ٿيندو آيو آهي تہ توهان ٻاڻ وٽ موجود شين مان ڪجهہ ٻين ۾ ورهائيندا تہ جيڪو ڪجهہ توهان وٽ بچندو ان ۾ واڌارو ٿيڻ شروع ٿي ويندو.

مون نيپولن هل سان ملي ڪري پنهنجون ڪوششون ماڻهن ۾ ورهايون ۽ انهي خدمت جي ڪري مونکي ڏهہ هزار دفعا وڌيڪ مليو يعني ان کان بہ وڌيڪ جنهن جي خواهش ڪري ٿي سگهيس.

اسان پنهنجي طئي ڪيل ڪم ۾ ڏهہ سال لڳايا ۽ انهن ڏهن سالن منهنجي زندگي بلڪل بدلائي ڇڏي. منهنجو ڪاروبار ايترو تہ وسيع ٿي ويو جيترو انهن ماڻهن جي سوچ ۾ نہ هوندو. جيڪي تحرڪ پيدا ڪرڻ جي علم کان ناواقف

آهن. ۽ اهو نہ ٿا ڄاڻن تہ مثبت طرز فڪر Positive Thinking جي ڪهڙي اهميت آهي

آءُ ليڪچرار شپ، مصنف، ۽ درس تدريس يعني پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي شعبي ۾ هن عظيم فلسفي جي ڪري آيس پر ان ڪان وڌيڪ مون ان جي تعليمات جو عملي مظاهرو ڪيو.

31000 ننڍي عمر وارن قيدين جي شڪاگو بوائز ڪلب جي صدر جي حيثيت سان تمام گهڻن ننڍي عمر جي مجرمن کي عالم ۽ فاضل ٿيندي ڏٺو. اهو سڀ ڪجھ ان تحريڪ جي ڪري ئي ممڪن ٿي سگهيو.

اهي نوجوان جيڪي معاشري لاءِ انتهائي نقصانڪار ۽ پوليس لاءِ مٿي جو سور هئا اهي هاڻي بهترين شهري ٿي رهيا هئا.

جيل ۾ ليڪچر ڏيڻ جي دوران مون محسوس ڪيو تہ تحريڪ پيدا ڪرڻ جي اصول تي عمل درآمد ڪرڻ سان جيل ۾ قيد مرد ۽ عورتون پنهنجي زندگي بهتر انداز ۾ گذارڻ جو ڍانءُ حاصل ڪري چڪيون هيون

اهڙا ماڻهو جيڪي پنهنجي اندر تحريڪ پيدا ڪرڻ وارا ڪتاب پڙهندا هئا انهن مان پيهر وري جيل اچڻ جي تعداد ۾ 17 سيڪڙو گهٽتائي ٿي ۽ اهڙا ماڻهو قيدي جيڪي اهڙي قسم جا ڪتاب يا ليڪچر نہ پڙهندا هئا انهن مان 40 سيڪڙو جيل مان آزاد ٿي پيهر جيل ايندا هئا.

AMRICAN FOUNDATION OF RELIGION AND PSYCHIATRY

آمريڪن فاؤنڊيشن آف رليجن ۽ سائيڪٽري جنهن بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو چيئرمين آهيان

STONE BRANDEL CENTRE

استون براندل سينٽر جنهن جو صدر آهيان ان ادارن جي ڪوشش سان انساني جانين کي خودڪشين ذريعي ضايع ٿيڻ ڪان بچايو ويو. اسان مايوس، غريب، مسڪين ۽ محتاج ماڻهن جي اندر تحرڪ پيدا ڪرڻ جا طريقا ٻڌائي اميد ڏياري تہ هو ڪهڙي طريقي سان ڪاميابي ۽ معياري زندگي حاصل ڪري پنهنجون محروميون ختم ڪريٰ سگهندا، ان سان گڏوگڏ اسان ٻهراڙي وارن علائقن ۾ جتي وڌيڪ سهولتون نہ هيون پڻ ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪري انهن ۾ خود مدد تحت امن امان سان گڏ بهتر سهولتون پيدا ڪرڻ جو جذبو اڀاريو.

سڀ کان بهتر اها ڳالهه پيدا ٿي ته ماڻهن پنهنجي ذهني صحت بهتر ڪئي ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ جي ڏنل صحيح رستن تي هلي پنهنجي زندگي بسر ڪري پنهنجو نصب العين ٺاهي ورتو ۽ بهتر طريقائي زندگي اختيار ڪري ڇڏيو.

آءٌ سڀ کان وڏيڪ وڏي خدمت اها سمجهندس ته آءٌ هن ڪتاب جي پڙهندڙن کي هن ڪتاب اندر موجود اصول ئي زندگي، قانون ۽ طور طريقا ڪامياب زندگي لاءِ سمجهڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ ۽ انهن مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ متحرڪ ڪري سگهن. ۽ پنهنجي هر خواهش پوري ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي جيڪو الله تعاليٰ جي حڪم جي بجا هجي.

# باب ٽيون

# ايمان جي پختگي

## پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ:

توهان جي سڃاڻڻ وارن ۾ سڀ کان اهم شخصيت توهان پاڻ آهيو ۽ ٻين سان ڪامياب تعلقات جو دارومدار توهان تي آهي.

توهان کي پنهنجي پاڻ کي سڃاڻڻ توهان لاءِ تمام ضروري آهي ڄاڻڻ ته توهانجي جسماني قوت توهانجي ذهني قوت، توهانجي روحاني ڪيفيت توهان جو شعور تحت الشعور ۽ نظم ۽ ضبط جي ڪيفيت کي سڃاڻڻ ته توهان انهن قوتن کي پنهنجي ۽ ٻين جي فائدي لاءِ ڪيئن استعمال ۾ آڻي سگهو ٿا اهو سڀ ڪجهه هڪ ڪامياب اطمينان بخش، فائدي مند زندگي گذارڻ لاءِ انتهائي ضروري آهي بلڪ ڪاميابي جي ڪنجي آهي.

اسان وٽ اڪثر ماڻهن ۾ هڪ نه بلڪ ٻه يا ٻن کان وڌيڪ ماڻهو موجود هوندا آهن. ان لاءِ ڏٺو اهو ويو آهي ته اسان زندگي جي ڪوڙ سارن معاملات ۾ پنهنجي ذهن کي ڪنهن هڪ جاءِ تي ٻيهاري نه سگهندا آهيون ۽ اسانجي فيصلن ۾ ڦير گير ٿيندي رهندي آهي ۽ اسان واضح طور تي اهو فيصلو نه ڪري سگهندا آهيون ته اسان ڪير آهيون ۽ ڪيتري حد تائين برداشت ڪري سگهون ٿا ۽ اڳتي هلي سگهون ٿا.

پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ هڪ وڏو ڪارنامو آهي. پنهنجي شخصي انفراديت جو شعور حاصل نه ڪري سگهڻ هڪ وڏو الميو آهي.

پنهنجي لطيف ترين طاقتور ترين ۽ سڀ کان وڌيڪ صلاحيت رکڻ واري وجود کي تلاش ڪرڻ جان جوکي ۾ وجهڻ وارو ڪم آهي پر انهي کي حاصل ڪري وٺڻ ايترو دل خوش ڪرڻ وارو ڪم آهي.

جيڪڏهن توهان پنهنجي اندر قدرتي موجود هدايتن کي سمجهي انهن تي عمل ڪندا ته پوءِ سڄو جهان توهان جي پويان هوندو توهان جو لطيف وجود توهان کي خوف پريشاني فيصلو نه ڪري سگهڻ واري حالت کان ٻاهر ڪڍڻ ۾ توهان جي مدد ڪندو. ۽ اهو توهان کي زندگي جي عميق نقطن کان واقف

ڪرائيندو ۽ توهان کي زندگي جي هر ميدان ۾ ڪامياب ڪرڻ جون مهارتون مهيا ڪندو. توهانجي اندر جو بهترين انسان توهان جو زندگي ڀر جو ساٿي آهي.

اهو معلوم ڪرڻ لاءِ تہ حقيقت ۾ توهان ڇا آهيو؟ ۽ پنهنجي شخصيت جي بنيادي وصف يا جوهر کي سڃاڻڻ لاءِ غور وَ فڪر ۽ گهري سوچ جي ضرورت هوندي آهي ان مقصد لاءِ تہ ڪنهن خاص نقطي تي توجہ مرڪوز ڪرڻ. ان لاءِ ضروري آهي تہ ڪنهن اهڙي جڳهہ جو انتخاب ڪريو جتي ڪوبہ شور شرابو نہ هجي پوءِ اتي ويهي پنهنجي باري ۾ مڪمل ايمانداري سان سوچڻ شروع ڪري ڇڏيو، پنهنجي زندگي جي معاملات تي نظر وجهو ۽ پنهنجي موجوده صُورتحال جو تجزيو ڪريو. هن ڳالهہ جو تمام خيال رهڻ گهرجي تہ پاڻ سان ڪوڙ نہ ڳالهايو، جيڪڏهن ڪنهن خرابي جو ڪو خيال دل ۾ اچي تہ ان ۾ بہ پاڻ سان رعايت نہ ڪريو يعني ان جو ڪو بهانو نہ ڳوليو ۽ نہ وري ٻين کي ان ڳالهہ جو ذميدار ٺاهيو. حقيقت پسنديءَ کان ڪم وٺندي يعني معاملات حالات واقعات جهڙا بہ آهن انهن کي انهيءَ حالت ۾ وٺو پنهنجي خواهش راءِ يا تنقيد شامل ڪرڻ کانسواءِ پنهنجي پاڻ کان پڇو تہ توهان اڄ کان ئي پنهنجي ڪم ۽ زندگي جي ڪاروهنوار کي ڪهڙي طريقي سان بهتريءَ طرف وٺي وڃي سگهندؤ. توهان جي سامهون پيش ايندڙ مسئلا، ڪرڻ وارا ڪم، شيون جيڪي اوهان لاءِ حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهن انهن جي نشاندهي ڪري مخصوص ڪريو. مثال طور توهان ڪنهن دوست سان ملڻ چاهيو ٿا تہ ان جي ايڊريس وغيره ۽ ان تائين پهچڻ جو ذريعو وغيرهَ واضح طور تي پنهنجي ذهن ۾ هئڻ گهرجي پنهنجي جلديءَ ۽ ڪنهن خاص وقت تائين طئي ٿيڻ وارن ڪمن جي پهريان کان نشاندهي ڪري ڇڏيو.

انهن ڪمن جا بالا وقت ۽ مڪمل ڪرڻ جو طريقو ذهن ۾ ٺاهي ڪٿي لکي ڇڏيو. پنهنجيون خواهشات ۽ ضرورتون اهميت جي حساب سان ترتيب ڏيڻ ۽ پنهنجي سوچن کي الڳ الڳ ڪرڻ ۾ توهان کي گهرجي اڪيلو ويهي سوچڻ شروع ڪري ڇڏيو.

يقين ڪريو تہ توهان پنهنجي بهترين وجود جي مدد سان ڪاميابي ۽ مقرر ڪيل ٽارگيٽ حاصل ڪرڻ ۾ ضرور ڪامياب ٿيندا.

اڪيلائي توهانجي اندر موجود توانائيون جمع ڪرڻ ۾ هڪ قوت يا طاقت ۾ بدلائڻ لاءِ تمام اهم ڪردار ادا ڪندي آهي. هي توهان کي توهانجي اندر موجود توهان جي بهترين وجود سان روشناس ڪرائڻ ۾ ان سان تعلق ڳاهڻ ۾ هڪ بهترين ڪردار ادا ڪندي آهي. ليڪن هن مصروف ۽ هنگامہ خيز دؤر ۾ هڪ شخص ڪنهن پرسڪون خاموش ۽ الڳ ٿلڳ جڳهہ ۾ ويهڻ لاءِ وقت ڪٿان آڻي؟

ان لاءِ هڪ شي جي تمام گهڻي اهميت آهي ۽ اها لازمي آهي اهو آهي يقين.

## يقين جو ڪارآمد هئڻ:

يقين هڪ ذهني ڪيفيت يا حالت آهي هڪ مثبت انداز فڪر جي پنهجي سوچڻ تي هر انسان کي اختيار هوندو آهي. ۽ انهي اختيار کي استعمال ڪرڻ سان حيرت انگيز فائدا حاصل ٿي سگهندا آهن. پنهنجي پاڻ کي يقين ۽ مثبت سوچ تي آماده ڪرڻ سان توهان هڪ نئين ۽ مفيد زندگي شروع ڪندا آهيو.

يقين جو استعمال (Applied faith) هر خود اعتمادي ۽ خود انحصاري جو بنياد آهي. هي اندروني تحريڪ ۽ جوش و خروش ۾ رهندڙ روح آهي جيستائين ڪوبہ عمل يقين جي ضروري ڳالهين کان واقف نہ هوندو انهي جي ڪاميابي جو سهرو معمولي تعداد ۾ وڃي بچي ٿو.

يقين محڪم جو استعمال ان لاءِ ضروري سمجهيو ويو آهي تہ اسان هڪ اهڙي يقين جو ذڪر ڪرڻ گهرون ٿا جيڪو عمل سان واڳيل آهي يعني ان جي وابستگي اوهان جو عمل هوندي آهي اوهان جيڪو بہ عمل ڪرڻ وڃي رهيا آهيو ان جي سچائي، ڪاميابي ۽ مثبت هجڻ جي صفت جو توهان کي يقين سان ظاهر آهي اهڙو يقين ئي عمل تي آماده ڪري سگهي ٿو. يقين ذهن جي هڪ حالت آهي جنهن کي روح جو سرچشمو بہ چيو وڃي ٿو، جڏهن اسانجي سوچ ۾ مقصد، خواهشون، منصوبا ۽ ارادا مادي شڪلين ۾ نمندا آهن جيئن سردين ۾ پاڻ کي گرم رکڻ جي خواهش جي مادي شڪل هيٽر يا باه جو مچ يا سوڙ ۽ ڪمبل وغيره هوندو آهي تہ اهو يقين پڪ واري يقين محڪم يا استعمال ۾ بدلجي ويندو آهي. يقين جي بدلي توهان پنهنجي فڪر کي سڄي ڪائنات جي جاري ۽ ساري فڪر سان جوڙي سگهو ٿا.

سام زيڊ مور (Sam z Moore) "انجيل جو ڪاروبار" ۾ ڪاميابين جا نيا رڪارڊ قائم ڪيا آهن. هن نه صرف پنهنجي لاءِ بلڪ ڪاروباري دنيا جي پين ماڻهن لاءِ حيراني جو باعث ثابت ڪيو آهي. هن ڪاروباري دنيا لاءِ هڪ اهڙو شعور اختيار ڪيو بظاهر جوا لڳندو هو يعني هن کي ڪو سنجيده ڪاروبار نه سمجهيو ويندو هو. هن کي پنهنجي ماليات جي شعبي ۾ قدرتي صلاحيتن جي پڪ هئي ان لاءِ هن شعبي ۾ سٺي ملازمت يا ترقي لاءِ ڪاليج ڊگري حاصل ڪئي هڪ مشهور ۽ وڏي بينڪ جنرل اليڪٽرڪ ۽ ويسٽنگ هاؤس وارن جي طرفان هن کي نوڪري جي پيشڪش ڪئي وئي ليڪن هو ڪجهه پيو ڪرڻ جو ارادو ڪري چڪو هئو.

سام پنهنجا تعليمي خرچ پورا ڪرڻ لاءِ بائيبل ۽ ٻيا ڪتاب وڪڻي پور ڪندو هئو ان جي ڪري هن کي تمام گهڻن ماڻهن سان ملاقات ۽ ڳالهه ٻولهه جو موقعو ملندو رهندو هئو. هو لبنان جو باشندو هئو پر هن کي امريڪا سان تمام گهڻي محبت ٿي وئي هئي ۽ جيئن جيئن هو امريڪا ۾ ماڻهن سان ملندو رهيو سندس محبت اجان به وڌيڪ گهري ٿيندي وئي، هن اهي موقعا به ڏٺا جيڪي هيءَ سرزمين پيدا ڪري رهي هئي هتان جي طور طريقن ۽ فلسفي جو پڻ هن مطالعو ڪيو جنهن هن ملڪ کي عظيم ٺاهيو هئو. هن ڀڌايو ته هو ڄاڻي چڪو هئو ته هتان جا ماڻهو خاص طور تي ڀهراڙي جا ڇا خريد ڪرڻ ۾ پنهنجي نجات سمجهندا هئا. لهذا هن اهي تجربا جيڪي هن کي هڪ سيلزمين طور ٿي چڪا هئا پنهنجي آئينده جي ڪاروباري ۾ استعمال ڪرڻ جو منصوبو بنايو هن هڪ هزار ڊالر جيڪي هن بچت ڪيا هئا هڪ هزار ڊالر ڪٺي 1958ع ۾ پنهنجي ڪاروبار جي شروعات ڪئي. هن وقت سماج مور دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ انجيل شايع ڪرڻ واري ڪمپني جو مالڪ آهي ان کان علاوه هن جي ڪمپني هدايت نامه، لغت، مناجات عهد نامه ۽ ٻيا مذهبي ڪتاب شايع ڪرڻ ۾ مشهور آهي.

ڏهن سالن ۾ هن جي ڪمپني لکن ڊالر جي ماليت جي ڪمپني ٿي چڪي هئي پنج سال پهريان هن پنهنجي ڪمپني کي اسٽاڪ ايڪسچيج ۾ رجسٽرڊ ڪرايو ۽ سون جي تعداد ۾ شيئر هولڊرن جي مدد سان ڪمپني جي سرمايه ۾ ڪروڙن ڊالرن جو اضافو ڪيو.

سام زيد مور هڪ اهڙي ماڻهو جو مثال آهي جنهن پنهنجي صلاحيتن، تعلقات، ۽ موجوده صورتحال جو صحيح تجزيو ڪيو ۽ عمل پيرا رهندي خدا، پنهنجي ملڪ، ان ملڪ ۾ رهندڙ ماڻهن ۽ پنهنجي اندر جي بهترين وجود تي يقين رکندي پنهنجو هڪ واضح مقصد رکڻ واري منصوبي تي عمل شروع ڪيو ان جي جوش ۽ خروش ۽ ان طلب ۽ رسد جي سمجهڻ جي صلاحيت ۽ مهارت ۽ سندس ڪليل ۽ صاف ذهن سان ٻين سان ورتاءُ ان کي بيمثال ڪاميابي سان همڪنار ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيو.

## اچو ته يقين جي بنيادي ۽ ضروري ڳالهين جو جائزو وٺون.

1.واضح مقصد جيڪو اندروني تحريڪ ۽ علم سان متعين ڪيو ويو هجي اوهان ڏسندو ته واضح مقصد جو هجڻ يقين جي باقي نوَ عنصرن سان سلهاڙيل آهي هر هڪ ڪاميابي جو دارو مدار مقصد جي واضح تشريح تي آهي، يعني توهان جيڪو ڪجهه به حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا ان جي مڪمل ۽ واضح تصوير توهان جي ذهن ۾ موجود هجڻ گهرجي.

2. هڪ مثبت انداز ۾ فڪر يا سوچڻ:

انهي ڳالهه يا اصول تحت سوچڻ وقت تمام منفي جذبات کي ذهن مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي مثال طور خوف، حسد، نفرت، ڪينو يا ساڙ ۽ لالچ وغيره. توهان ان وقت تائين يقين جي دولت سان مالا مال ٿي نٿا سگهو جيستائين توهان اُبتي سوچ يعني منفي سوچ جي طرز فڪر کان نجات نٿا حاصل ڪريو خواه ان سوچ جو ڪهڙو به سبب هجي.

3.هڪ اعليٰ دماغن جو اتحاد :

هڪ يا هڪ کان وڌيڪ اهڙن ماڻهن سان اتحاد جيڪي توهان کي روحاني ۽ ذهني ضرورتن کي پورو ڪرڻ ۾ توهان جا مددگار هجن. ۽ انهن جي عمل ڪرڻ واري جزئت جو بنياد يقين تي هجي. انهن جي اها عمل ڪرڻ واري جرئت توهان ۾ به تحريڪ پيدا ڪرڻ جو سبب، ٿيندي پنهنجي اهڙي ويجهي دوست کي وڏي احتياط سان منتخب ڪرڻ گهرجي.

4. ان حقيقت کي سڃاڻڻ ته هر مصيبت جي اندر راحت جو ٻج لڪل هوندو آهي. اهو ته عارضي هار مڪمل شڪست نه هوندي آهي جيڪڏهن ان

ڪي تسليم نہ ڪيو ويو هجي. جيستائين ڪنهن بہ شڪست ڪي اوهان تسليم نہ ڪندا تہ ڪابہ هار اوستائين هار نہ آهي. عارضي رڪاوٽون آخرڪار زحمت جي پردي ۾ لڪل رحمت ثابت ٿينديون آهن.

اهي اوهان جي شعور ۾ اضافہ ڪرڻ واري سنگ ميل جي مانند هونديون آهن "پيڙه جو پٿر" جيڪي توهان ڪي وڏي ڪاميابي جي منزل طرف گامزن روان دوان رکندو آهن.

5. پنهنجي متعين ڪيل واضح مقصد تي قائم رهڻ جي دعا گهرندو رهڻ. هي ڏينهن ۾ هڪ دفعو ضرور ڪرڻ گهرجي. ۽ خالق حقيقي جو ان ڳالهہ تي شڪر ادا ڪرڻ گهرجي تہ هن توهان ڪي پنهنجي خواهشات ۽ منزلن ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ واضح مقصد متعين ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ اهو توهان ڪي عمل ڪرڻ ڪان پهريان نصيب ٿئي.

جيڪڏهن توهان هاڻي ڪان اها دعا گهرڻ شروع ڪري ڏيندا تہ توهان اهو محسوس ڪندا تہ توهان جو پنهنجي پاڻ سان تعلق، ٻين ماڻهن سان تعلق، پنهنجي باري ۾سوچڻ جو انداز اهڙو نہ خوشگوار انداز ۾ بدليل محسوس ٿيندو ۽ ان تي افسوس ظاهر ڪندا تہ چو نہ آءُ اهو ڪم پهريان ڪان شروع ڪيان هان.

هر خلوص سان گهريل دعا قبول پوي ٿي. جيڪڏهن توهان اهو محسوس ڪيو ٿا تہ توهان جي دعا قبول نٿي ٿئي تہ پنهنجي اها غلط فهمي دور ڪريو. اسان اڪثر ڪري دعا جو دامن سڀ ڪان آخر ۾ جهليندا آهيون جڏهن ڪو بہ چارو نہ رهندو آهي تہ پوءِ اسان دعا جي لاءِ ٻڪ جهليندا آهيون ان وقت اسان جي اندر ۾ اهو يقين هوندو آهي تہ هي ڪم نامدڪن آهي پوءِ بہ منفي سوچ جي ذريعي دعا گهرندا آهيون. انهي ڪري ئي اسان جي دعا جيڪا خواهش جو پيو نالو آهي قبول نہ ٿيندي آهي چوڻ جو مطلب آهي تہ اگر خواهشن جي باري ۾ يقين نہ هجي تہ اها ڪا پوري ٿي سگهي ٿي يا ٿي سگهندي پوءِ اها ڇو پوري ٿيندي اسان ڪي بارش جي دعا گهرڻ وقت ڇٽي ڪٽي ٻاهر نڪرڻ گهرجي اهو اصلي يقين جو راز آهي.

حقيقي يقينن يا يقين جي اعليٰ ترين حالت اها آهي تہ توهان جي دل ان ڳالهہ جي گواهي ڏي تہ جيڪا خواهش اوهان حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا اها عين

ممڪن آهي ۽ انهي ڪي توهان ضرور بالضرور حاصل ڪري وٺندا توهان مثبت طرز فڪر کي استعمال ۾ آڻيندي ۽ ان کي برقرار رکي حيرت انگيز نتيجا حاصل ڪري سگهو ٿا.

6. هن ساري ڪائنات جي هر شيءِ ٺاهڻ واري ۽ انهن جي نظام هلائڻ واري خالق اڪبر جي وجود کي تسليم ڪرڻ:

هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل سچي فلسفي جو بنياد انهي ڳالهه تي آهي ۽ اسان جي تشڪيل ڏنل هر قائدي ۽ اصول ٺاهڻ ۽ شروع ڪرڻ جي بنياد انهن ڳالهه تي آهي. اسان جو ايمان اسان کي پيدا ڪرڻ واري تي هئڻ گهرجي. هر عقل مند ذهن اهو تسليم ڪندو ته هن ڪائنات کي ٺاهڻ جي پٺيان ڪا قوت ۽ منصوبو ضرور هوندو. اسان اهو ڄاڻون ٿا ته تارا ۽ سيارا پنهنجي مقرر رستن تي صدين کان ڏينهن رات گردش ڪري رهيا آهن ۽ اسان اهو به ڄاڻون ٿا ته اهو نظم ۽ ضبط بغير ڪنهن ڪنٽرول ڪرڻ واري طاقت جي برقرار نٿو رهي سگهي لهذا ڪانه ڪا طاقت ان جي پويان ضرور موجود آهي جيڪا هن ڪائنات ۾ اندر موجود هر شي تي اثر انداز ٿئي ٿي.

7. پنهنجي پاڻ کي سڃاڻڻ:

هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل فلسفي جو بنياد ان ڳالهه تي پڻ آهي ته اسان کي اهو تسليم ڪرڻ گهرجي ته انسان الله تعاليٰ جو هن ڪائنات ۾ موڪليل اوتار يا پرتوو آهي ان جي ڪري اسان جي لاءِ اسان جي ذهن جي ڪابه حد نه آهي جيڪا حد اسان پاڻ مقرر ڪريون ٿا.

اها حد اسان کي ناقابل قبول لڳندي آهي جيڪا اسان ذهني طور ناقابل قبول ٿاهي ڇڏيندا آهيون ۽ تسليم ڪري وٺندا آهيون. اسان جو ذهن پنهنجي اردگرد جي ماحول مان سبق وٺي ان حد کي تشڪيل ڏيندو آهي ته پوءِ ان جو مطلب صاف ظاهر آهي ته هر حد کي عبور ڪري سگهجي ٿو هر رڪاوٽ کي دور ڪري سگهجي ٿو.

خالق ڪائنات هر شخص کي پنهنجي ذهن کي ڪنٽرول ڪري وٺڻ جي عظيم طاقت عطا فرمائي آهي.

انسان جي اندر جي طاقت جي برابر ڪابه طاقت موجود ناهي ۽ نه وري اهڙي ڪا بي طاقت ٿي سگهي ٿي.

ڪوبہ شخص دنيا سان پنهنجا تعلقات بهتر بہ رکي سگهي ٿو ۽ خراب بہ ڪري سگهي ٿو . هو پنهنجي ذهن کي جنهن طرف چاهي موڙي سگهي ٿو . انهي جو تعين ڪو ٻيو ماڻهو نٿو ڪري سگهي. ڪوبہ ٻيو ماڻهو ڪنهن بہ شخص جي ذهن ۾ ڪڏهن بہ نٿو داخل ٿي سگهي اهو ڪم صرف ئي صرف اهو انسان پاڻ ڪري سگهي ٿو . جيئن هن حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ سج اوير کان اڀرندو ۽ اولہ ۾ لهندو اهڙي طرح هن حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ توهان جي سوچڻ جو انداز هن دنيا ۾ توهان جو مقدر ٺاهي ٿو.

اسان کي هڪ انسان هئڻ جي ناتي هي ڳالهہ پوري طرح خبر آهي تہ صرف اسانجي ئي اهڙي مخلوق آهي جنهن کي سوچڻ جي صلاحيتن سان نوازيو ويو آهي جنهن طاقت سان اسان پنهنجي ذهن جي رخ جو تعين ڪري سگهندا آهيون. ڪنهن بہ حيوان ۾ اها وصف موجود نہ آهي. حيوانن ۾ صرف جبلت موجود آهي جنهن ڪا تر برابر بہ هو هيڏانهن هوڏانهن نہ ٿيندا آهن.

انسان هئڻ جي ناتي سان اسان کي اها خبر هئڻ گهرجي تہ هن قره ارضي تي انسان ئي هڪ اهڙي مخلوق آهي جيڪو پنهنجي ذهن کي قابو ۾ رکي سگهي ٿو ۽ انهي قوت جو صحيح طريقي سان استعمال ڪري پنهنجي مرضي جا ڪم وٺي سگهي ٿو . ڇا پوءِ اسان انهي نتيجي ڪڍڻ ۾ حق بجانب نہ هوندا سين تہ اسان ڪاميابي کي يقيني بنائڻ ۾ ڪامياب وڃي سگهو ٿا؟ اسان کي صرف پنهنجي ذهن جي خالق تي يقين محڪم ۽ طئہ ڪيل مقصد جي حصول لاءِ لازمي عمل ڪرڻ تي سوچڻو پوندو . القاسب حبيب الله: پورهيت الله جو دوست آهي. لطيف چواڻي :

سک سپن کان سنديءَ ريت سڪڻ جي
منگن جر مٿان اوريان ڪن نہ آسرو.

پنهنجي ماضي ۾ ناڪامين ۽ مصيبتن جي احتياط ساڻ فهرست ٺاهڻ. هن ڪرڻ سان توهان بخوبي تجزيو ڪري سگهندا تہ هر مصيبت جي اندر راحت جو ٻج لڪل آهي. پنهنجي ماضي ۾ وڃي اهو وقت ذهن ۾ تازو ڪريو جڏهن توهان مصيبت جا شڪار ٿيا هئو حالانڪہ اها مشڪل ماضي جو قصو آهي ۽ زخم ڀرجي چڪا هوندا وقت گذري چڪو آهي توهان ڪونہ ڪو طريقو اختيار ڪيو هوندو انهي مشڪل کي قابو پائڻ لاءِ جيڪڏهن ائين نہ ٿئي ها تہ شايد

توهان اڄ موجود نہ هجو ها انهي جو تجزيو نہ ڪري سگهو ها ان لاءِ اهو گهڻو امڪان هوندو تہ توهان ان مشڪل مان جان ڇڏائڻ لاءِ جيڪو بہ طريقو اختيار ڪيو هوندو ۽ فائدو حاصل ٿيو هوندو ان کي ذهن نشين ڪري لکي ڇڏيو تہ جيئن آئينده جي مشڪل گهڙين ۾ اهو توهان کي ڪم اچي سگهي.

9. پنهنجي ضمير جي آواز ۾ آواز ملائي عزت نفس جو اظهار:

ضمير هڪ زبردست شي آهي. اهو اوهان جو وڪيل بہ آهي ۽ جج بہ آهي هي توهان جي تمام سوچن ۽ اعمالن جو احتساب ڪرڻ وارو آهي هي هڪ غيرجانبدار ۽ ايماندار منصف آهي اوهان کي هميشه ان جو چوڻ مڃڻ گهرجي.

10. پنهنجي ڪم جي اهميت کان واقف هئڻ:

ان جو مقصد تہ هن ڳالهہ جو اندازو لڳائڻ تہ توهان جو پيشو يا ڪاروبار تہ خلق خدا لاءِ ڪيترو فائدي مندي آهي تہ جيئن توهان محبت لاءِ مشقت ڪرڻ وارا ٿي وڃو.

## يقين ڇا ڪري سگهي ٿو.

يقين مثبت سوچ حاصل ڪرڻ جي لازمي شرط آهي. هي محسوس ڪرڻ واري دل جي مالڪ کي خود آشنائي جي مزي سان همڪنار ڪري ٿو ڇڏي.

هي نور بصيرت صحيح تجزيو ڪرڻ جي صلاحيت ۽ اڳتي وڌڻ جي حوصلہ سان همڪنار ڪري ٿو.

اهڙا ماڻهو جيڪي پنهنجي شخصيت کي هڪ طاقتور ۽ قائل ڪرڻ وارو شخص ناهڻ چاهين ٿا پنهنجو ايماندارانہ تجزيو ۽ يقين کان وڌيڪ ٻي ڪا بہ شي انهن لاءِ ناهي.

هيرالڊڪيون چوي ٿو، هر شخص کي ڪاميابي جو يقين هئڻ ضروري آهي يقين کان بغير انسان دراصل اميد کان بغير آهي.

يقين جي ابتدا تڏهن ٿيندي آهي جڏهن دل مان هڪ زبردست صدا بلند ٿيندي آهي تہ ڪتي ڪوئي آهي جنهن تي ڀروسو ڪري سگهجي ۽ اِن کي دڪو نثو ڏئي سگهجي.

يقين ۾ بي ٻها شا طاقت آهي. يقين توهان کي اوستائين وٺي وڃي سگهي ٿو جنهن مقام تي خدا اوهان کي وٺي وڃڻ چاهي ٿو. ۽ اهو توهان لاءِ ناهيل مقام

هوندو آهي ۽ اهڙو ئي منفرد هوندو آهي جهڙا توهان منفرد شخص آهيو. اسان سڀني لاءِ الڳ الڳ مقام موجود آهي انهي لاءِ اسان سڀني لاءِ هڪ ڪم مخصوص ڪيو ويو آهي.

توهان جو نالو توهان جي پاڙيسريءَ لاءِ ناهي نه ئي توهان جي پاڙيسري جو نالو توهان لاءِ. يقين توهان جي دروازي تي لڳل توهان جي ناليءَ جي تختيءَ تي پالش جو ڪم ڪندو آهي.

ان لاءِ خدا تعاليٰ تي يقين ڪرڻ توهان جو پاڻ تي يقين ڪرڻ آهي يقين درحقيقت هڪ سوچ آهي ۽ جڏهن به توهان ڪي يقين لاءِ چيو ويندو آهي ته ان مقصد توهان ڪي توهان جي سوچ جي خالق طرف رجوع ڪرڻ لاءِ چيو ويندو آهي. الهامي ڪتابن ۾ آهي؛ "توهان جو يقين توهان ڪي ناهي ٿو."

انساني انفراديت جو قانون دراصل انساني آزاديءَ ۽ مساوات جو قانون آهي هي امن جو پيامبر آهي. ڇو ته جڏهن اسان پنهنجي حقن جي تحفظ جي قانون جي نفاذ جي ڳالهه ڪندا آهيون ته اسان باقي تمام ماڻهن جي حقن جي به ڳالهه ڪري رهيا هوندا آهيون.

بس خدا تي يقين پنهنجي پاڻ تي يقين آهي ۽ پنهنجو پاڻ تي يقين تمام انسانن مٿان يقين آهي ۽ اُتان ڪان هم آهنگي جنم وٺي ٿي.

## باب چوٿون

# اثر انگيز شخصيت

(The persuasive Personatity)

جڏهن اسان پنهنجي وجود کي تشڪيل ڏيڻ وارين عنصرن کان واقف ٿي ويندا آهيون ۽ يقين جي مدد سان هي ڄاڻي وٺندا آهيون ته اسين ڪير آهيون ۽ ڇا آهيون؟ جيڪو اسان لاءِ مهذب، پر لطف ۽ متحرڪ زندگي گذارڻ جو اثاثو ثابت ٿئي ٿو، ته پوءِ اسان کي ان باري ۾ ڄاڻڻ جي ڪوشش شروع ڪرڻ گهرجي ته اسانجو پنهنجي شخصيت جو ٻين جي مٿان ڪهڙو اثر پوي ٿو.

اسان سڀني وٽ پنهنجي پنهنجي شخصيت آهي جنهن کي انفرادي شخصيت جو نالو ڏنو ويو آهي اسان ڪجهه وصفن سان پيدائش کان وٺي نوازيل هوندا آهيون وڏي ٿيڻ واري عمل ۾ اسان جي اردگرد جا حالات ۽ واقعات ان وصفن تي اثر انداز ٿيندا آهن.

اسان جي شخصيت اسان جي مخصوص ورثاءِ، تعليم ۽ تهذيب ثقافت سان ملي ڪري ٺهي ٿي.

اسان جي شخصيت نالو آهي اسان جي باري ۾ ماڻهن جي انهن خيالات جي اظهار جو، جيڪو هو اسانجي ورثاءِ سان جوڙين ٿا. ماڻهو اسان جي باري ۾ پنهنجي راءِ اسان جي چهري جا تاثرات، اسان جو لباس، اسان جون حرڪتون ۽ سڪون ادب ۽ آداب سان واقفيت ۽ ٻهچي متعلقه ماڻهن سان ميل ميلاپ جي طريقن سان جوڙين ٿا.

ڇا اسان مسڪرائي گفتگو ڪندا آهين ڇا ڳالهائڻ دوران مڪر ۽ فريب کان ڪم وٺندا آهيون ۽ ڇا اسان خلوص نيت جو اظهار ڪندا آهيون ڇا اسان جي عمل سان خلوص، سچائي، خيال خاطر اسباب، برداشت ۽ صبر جو اظهار هوندو آهي يا نه. اهي سموريون ڳالهيون اسان جي شخصيت جو اظهار هونديون آهن. شخصيت اسان جي ذهني، روحاني، جسماني وصفن ۽ عادتن جي مجموئي تاثرات جو نالو آهي جيڪو باقي ماڻهن کان پاڻ کي منفرد ناهي ٿو،

انهي اظهار سان ئي خبر پوندي آهي تہ هڪ ماڻهو ٻين ماڻهن لاءِ قابل عزت تڪريم ۽ محبوب آهي يا قابل نفرت.

## مثبت انداز فڪر سان آغاز ڪريو

پنهنجي پاڻ جو تجزيو پاڻ تي ڪنٽرول ڪرڻ کان شروع ڪرڻ گهرجي ۽ انهي جرئت سان پنهنجي عيبن تان پردو کڻڻ ضروري آهي انهي عزم سان گڏ تہ پنهنجي اندر موجود تمام برايئن کي ختم ڪرڻو آهي.

جيئن تہ اسان تسليم ڪري چڪا آهيون تہ دلڪش شخصيت جون وصفون سر فهرست نالو مثبت انداز فڪر آهي ۽ زندگي جي نعمتن ۾ سڀ کان وڏي نعمت ۽ اولين نعمت بہ اها آهي تہ اچو تہ هن صفت کي پيدا ڪرڻ جي لاءِ هڪ تمام اهم عنصرن جو جائزو وٺون.

جڏهن توهان ڪنهن ٻئي شخص ۾ سٺي ڳالهہ جو مشاهدو ڪندا آهيو تہ انهي جو عڪس توهان جي شخصيت تي بہ پوندو آهي لهذا انهن ٻين ۾ سٺايون تلاش ڪرڻ جي عادت توهان ۾ ازخود سٺايون پيدا ڪرڻ جو سبب ٿئي ٿي.

هر شخص کي اها ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ توهان عام طور تي جنهن ڳالهہ کان پريشان ٿي رهيا آهيو انهي کان ايترو پريشان ٿيڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي يعني توهان پريشاني جي قدر جي مطابق پريشان نہ ٿي رهيا آهيو، ذرا غور ڪيو وجي تہ اسان خوامخواه پريشان ٿي رهيا آهيون پريشانيون ٻن قسمن جون هونديون آهن.

1. اهي پريشانيون، جن جو حل ممڪن آهي.
2. اهي پريشانيون جن تي اسان جو ڪوبہ اختيار ڪونهي.

پنهنجي ذهن کي مثبت سوچن سان ڀري ۽ منفي سوچن کان خالي ڪري انسان هڪ مثبت شعور کي جنم ڏيندو آهي جيڪو هن کي هر موضوع تي مثبت انداز ۾ سوچڻ جي تحريڪ عطا ڪندو آهي.

ذهن جي لچڪ تي بہ توجهہ ڏيڻ گهرجي. لچڪ مان مراد ڪنهن حالت جي مطابق پاڻ کي بدلائڻ جي صلاحيت کي چوندا آهن بشرطيڪ ضبط نفس جو دامن هٿ کان نہ ڇڏيو وڃي.

ڪوبہ ماڻهو جيڪو مثبت طرز فڪر رکي ٿو انهي لاءِ شخصيت ۾ لچڪ پيدا ڪرڻ ڪو وڏو مشڪل ڪم نہ هوندو آهي. ڇو تہ مثبت ذهن هميشه

ڪنترول ۾ هوندو آهي جنهن کي جنهن طرف چاهيو موڙي سگهو ٿا ۽ پنهنجي خواهشات جي پوري ڪرڻ لاءِ وڏيڪ متحرڪ ڪري سگهو ٿا.

مقصد جو خلوص سان پُر هئڻ بہ شخصيت جي هڪ اهڙي خوبي آهي جنهن جو ڪوئي متبادل نہ آهي. خلوص انسان جي فڪر انگيز شخصيت کي گهرائي عطا ڪندو آهي. پرخلوص شخصيت باقي شخصيتن کان هميشه ممتاز هوندي آهي ۽ وڏي قدر ۽ منزلت سان ڏٺي ويندي آهي. خلوص انسان جي پنهنجي اندر کان جنم وٺندو آهي ليڪن ان جو اظهار ايتريقدر واضح ۽ ايتري قدر مٺانهون هوندو آهي جو مشڪل سان ڪو نہ سڃاڻيندو هوندو.

سڀ کان پهريان پنهنجو پاڻ سان پرخلوص ٿيو. پوءِ گهروارن سان، پوءِ دوستن ۽ ملڻ جلڻ وارن سان ۽ پوءِ پنهنجي وطن يا ماتر ڀومي سان ۽ سڀ کان وڏيڪ بني نوع انسان کي نعمتن سان نوازيندڙ الله باري تعاليٰ سان.

ڪامياب انسان فيصلو ڪرڻ ۾ دير لڳائيندا آهن ۽ سست روي کان بچڻ وارا هوندا آهن. جلد فيصلي تي پهچڻ هڪ اهڙي عادت آهي جيڪا مضبوط نفس سان پيدا ٿيندي آهي.

اهڙو ماڻهو جيڪو موقعي کي هٿ کان نہ وڃائڻ جي بصيرت رکندڙ هجي انهن جي استعمال جي باري ۾ فيصلو ڪرڻ ۾ دير سان ڪم نہ وٺندو ٻاڪ اهو موقعو ضايع نہ ٿي وڃي. خوش اخلاقي دراصل هر ڪنهن جي هرحال ۾ عزت ڪرڻ جو پيو نالو آهي اها پنهنجي حيثيت کان مٿي ٿي ضرورتمند جي مدد ڪرڻ جي عادت پيدا ڪرڻ سان ايندي آهي.

۽ سڀ کان وڏيڪ ضروري ۽ لازمي ڳالهہ جيڪا توهان کي خوش اخلاقي ڏاهڻ واري آهي پنهنجي اندر خود غرضي، لالچ ، حسد، نفرت کي هميشہ لڳام هڻي ڇڏڻ.

## ڳالهائڻ ۽ خاموش رهڻ :

جيڪي لفظ توهان پنهنجي منهن مان ڪڍندا آهيو اهي لفظ توهان جي شخصيت جا اظهار جو سبب بڻبا آهن.

ڳالهائڻ وقت مناسب لفظن جو انتخاب سان گڏوگڏ لهجي تي بہ پورو ڪنترول هئڻ ضروري آهي.

توهان جي گفتگو کي ٻيو شخص جنهن سان توهان مخاطب آهيو سمجهڻ ۾ ۽ ٻڌڻ ۾ آسان ۽ خوشگوار هئڻ ضروري آهي. ڇو تہ توهان جو گفتگو ۽ آواز ئي اوهان جي اندروني جذبات جو اظهار جو ذريعو آهن لهذا توهان کي پنهنجي شخصيت جي مطابق اظهار جي قابل ٿاهڻ گهرجي. مُسڪرائڻ جي عادت ٻين کوڙ ٻارين ڳالهين وانگر انسان جي سوچڻ جي انداز جو آئينو هوندي آهي ۽ انهن جي طرز فڪر کي سمجهڻ جو موثر ذريعو هوندي آهي.

اهي عضوا جيڪي چهري جا نقش ٺاهيندا آهن، جڏهن انسان مسڪرائيندو آهي تہ هڪ مخصوص طريقي سان حرڪت ڪندا آهن ۽ چهري کي هڪ مخصوص شڪل ۾ هڪ مخصوص تبديلي ڏيندا آهن، اهڙي ئي طرح سان خوف ۽ غصي جي حالت ۾ ٿيندو آهي، انهن مان اها ڳالهہ واضح طور تي ثابت ٿي تہ هر هڪ جذبي جو اظهار چهري جي تاثرات تي هوندو آهي .

انهن لاءِ ڪنهن ماڻهو جي صورت ڏسي ڪري ان جي اندر جي موجود جذبات جي خبر لڳائي سگهجي ٿي. مسڪراهٽ، ڳالهائڻ جو لهجو آواز جو لهہ چڙهہ ۽ چهري جا تاثرات اهڙو تہ ڪليل در ۽ درين وانگر آهن جن مان ليئو پائي توهان ذهن ۾ موجود خيالات ۽ جذبات جو مشاهدو ڪري سگهو ٿا.

انهي جو اصل گر اهو آهي تہ صحيح موقعي تي صحيح ڳالهہ ڪئي وڃي ماڻهو اڪثر هن گر کي وساري ڇڏيندا آهن . پر پوءِ بہ ڪافي ماڻهو هن جو استعمال خوب ڄاڻندا آهن. هن گر کان ناواقف ماڻهو عموما هن طرح جو اظهار ڪندا آهن.

1. ڏاڍيان تيز تيز ڳالهائڻ انسان جي ناخوش ۽ غير مطمئن هئڻ جو اظهار هوندو آهي جيڪو منفي انداز فڪر جي نشاني آهي.

2. بغير ڪنهن موقعي جي ڳالهائڻ يعني اهڙن موقعن تي ڳالهائڻ جتي خاموش رهڻ گهرجي. يا وڌيڪ مناسب خاموش هجي.

3. ٻين جي ڳالهائڻ وچ ۾ ڳالهائڻ ۽ قطع ڪلامي لفظن جو وڌيڪ استعمال ڪرڻ.

4. بغير پڇڻ جي ڪنهن موضوع تي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ ۽ اها بہ اهڙي راءِ جنهن جي پنيان ڪوبہ دليل موجود نہ هجي. ۽ اهڙي موضوع تي اظهار خيال ڪرڻ جنهن جي اوهان کي خبر بہ نہ هجي.

5. دوستي يا تعلق جو ڪوڙو اظهار ڪندي ئي مدد يا حمايت جي توقع ڪرڻ.
6. پنهنجي ناپسنديده ڳالهين جو اظهار ڪندو رهڻ.
7. ساڳئي لفظ کي بار بار ورجائڻ.
8. ڳالهائڻ دوران شڪل ۾ مختلف رنگ ڏيکارڻ ۽ مڪمل ڌيان نه ڏيڻ.
برداشت تمام ماڻهن سان ملڻ، ڪافي سارن موضوعن تي ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ هر وقت ڪليل ذهن سان پيش اچڻ جو نالو آهي.
دلڪش شخصيت جي هڪ اهم وصف، اها به آهي ته ڪليل ذهن سان معاملي کي اڪلائڻ جي عادت پاڻ ۾ سمائڻ.
پنهنجي طور طريقي ۾ ۽ ڳالهائڻ ۾ بي تڪلفي کي پنهنجو مشغلو ناهيو مضبوط ڪردار جا مالڪ ماڻهو هميشه پين جتي معاملات ۾ ڪليل ۽ کري پڻ جو اظهار ڪندا آهن. ۽ اهي وقتي نقصان جي پرواه ناهن ڪندا جيڪو انهي عمل ڪرڻ سان کين ٿيندو آهي. غالباً انهي نقصان جو اڻالو هو پنهنجي ضمير کي مطمئن ڪرڻ سان ملندڙ خوشي مان پورو ڪري وٺندا آهن ڪنهن ماڻهو جي طبيعت ۾ رچيل خوشي مذاق جي حس به زندگي ۾ پيش ايندڙ سرد، گرم صورتحال کي لچڪدار ۽ برداشت سان پنهنجي حق ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي آهي. حسي مزاڪ وارو ماڻهو زندگي کي هلڪي ڦلڪي انداز ۾ کلندي خوش ٿيندي گذاري وٺندا آهن ۽ اهي خوامخواه پنهنجن مسئلن کي پين لاءِ سنجيده نه بنائيندا آهن. پر اهڙا ماڻهو دنيا ۾ تمام گهٽ موجود آهن.
پنهنجي حقيقي خالق جي ذات تي يقين توهان کي پين معاملات ۾ به يقين ڪرڻ وارو ناهي ڇڏيندو آهي. جيئن شڪ مان شڪ جنم وٺندو آهي ائين ئي يقين جي صدر دروازي مان داخل ٿي ڪري انسان جو ذهن هن ڪائنات جي آفاقي سوچ سان هم آهنگ ٿيندو آهي. هر اها انفرادي ڪاميابي جي فلسفي جو تاجي پيتو يقين جي ڏاڳن سان ٺهيل هوندو آهي چاڪاڻ ته هر وڏي ڪاميابي خواه هن جو قسم يا قطر ڪهڙو به هجي ان جي پويان لازمي طور تي يقين جي قوت سرگردان هوندي آهي جيڪا ان جي حاصلات کي ممڪن بنائيندي آهي.
انصاف جنهن اصطلاحي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي هڪ بين الاقوامي ايمانداري آهي. اهڙي اختياري ايمانداري جنهن جي گرفت ڪڏهن

ڊيري نٿي ٿي سگهي ۽ انسان ان سان هر قسم جي حالات ۾ هن مان عمل جي قوت حاصل ڪندو آهي.

اسان جي زبان ۾ اسان وٽ لفظن جو هڪ وڏو ذخيرو موجود آهي جنهن جي درست استعمال سان ۽ انتخاب سان نه صرف هر خيال ۽ سوچ جو اظهار ممڪن آهي بلڪه خيال ۽ احساس جون باريڪيون ۽ لطافتون به بيان ڪري سگهجن ٿيون. لهذا غلط لفظن جي استعمال جي ڪائي گنجائش ناهي هي صرف بهانه بازي آهي ته مونکي موزون لفظ ڪونه ٿا ملن. سو انهي ڪري اهڙن لفظن کان بچڻ گهرجي جو ٻين جي جذبات کي ٺيس پهچائڻ وارا هجن ۽ اهڙن لفظن کي پنهنجي گفتگو ۾ استعمال جي عادت نه وجهڻ گهرجي جيڪي ڪنهن ٻئي انسان جي دل آزاري ڪن. فحش ۽ توهين آميز گفتگو جي ته ڪنهن قيمت تي اجازت نٿي ڏئي سگهجي.

## ڪنٽرول ڪرڻ جي ضرورت

جيڪڏهن توهان هڪ دلڪش شخصيت ٿيڻ جي فائدن کان لطف اندوز ٿيڻ چاهيو ٿا ته پوءِ توهان کي پنهنجي جذبات تي قابو پائڻ سکڻو پوندو. جذبات تي مڪمل ڪنٽرول هميشه پنهنجي پاڻ کي هڪ نظم ۽ ضبط ۾ رکڻ کان سواءِ ممڪن نه هوندو آهي. هڪ دلڪش شخصيت جو مالڪ ٿيڻ لاءِ جن منفي جذبات کي ڪنٽرول ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان ۾ خوف، نفرت، غصو، حسد، لالچ، ڪينو ساڙ، انتقام، چڙ ۽ الزام تراشي شامل آهن. ۽ انهي مقصد لاءِ جن مثبت جذبات کي ڪنٽرول ڪرڻ ضروري آهي. ان ۾ جنس، عقيدو، اميد، خواهش، وفاداري، همدردي، عمليت پسندي جهڙا جذبات شامل آهن.

ڪنهن به شخص کي خوش رکڻ ۽ ان کي اهو باور ڪرائڻ ته توهان هن کي وڏي اهميت ڏيو ٿا انهن جي دلچسپي جي ڪمن کي سنجيدگي سان ٻڌڻ ۽ توجهه ڏيڻ کان وڌيڪ ٻيو اهم نه آهي. هي به هڪ تسليم شده حقيقت آهي ته پنهنجي قابليت جي اظهار جي لاءِ هر وقت ڳالهائڻ يا پنهنجي ڪم جي تعريف ڪرڻ جي بجاءِ اڳلي جي ڳالهه پوري توجهه سان ٻڌڻ ۽ سمجهڻ سان توهان محفل جي جان شخصيت ٿيڻ جا امڪان وڌيڪ هوندا آهن.

اسان کي اهڙن ماڻهن جون خوبيون تلاش ڪرڻ گهرجن جن انهن کي ڊرامائي طرز ڪلام ترقيءَ جي ان شاهراه تي پهچايو آهي، پنهنجي ڳالهائڻ ۾ اثر پيدا ڪرڻ جو اهم نقطو هي آهي تہ توهان جنهن موضوع تي ڳالهايو ان جي باري ۾ توهان کي پوري پوري معلومات هئڻ گهرجي. موثر گفتگو جي سڀ کان بهترين طريقي کي جيڪڏهن هڪ فقري ۾ سمويو وڃي ”جيڪو ڪجهہ اوهان ڳالهائڻ چاهيو ٿا ان جي باري ۾ پوري معلومات حاصل ڪرڻ کانپوءِ ڳالهائڻ جي شروعات ڪريو ۽ لفظ ادا ڪرڻ وقت انهيءَ ۾ انهن متعلق جذبات شامل ڪريو بس.

اهي ماڻهو جن شهرت حاصل ڪئي اهڙا ماڻهو هئا جيڪي بيڪ وقت تمام گهڻي صلاحيتن جا مالڪ هئا ۽ انهن ڳالهين جو عملي طور اظهار بہ ڪندا رهندا هئا. انهن وٽ تقريباً زندگي جي هر شعبي جي باري ۾ ٿوري ٿوري معلومات رهندي هئي. اهي ٻين جي معاملات ۽ خيالات ۾ دلچسپي رکندا هئا. ۽ پنهنجي ان دلچسپي جي اظهار لاءِ مناسب موقعي جي تلاش ۾ خاصي محنت ڪندا هئا تاڪ انهن جو اظهار بي نتيجو نہ رهجي وڃي. ۽ هنن جي سٺائي ٻين ماڻهن تي اثرانداز ٿي ڪا بهتري آڻي. انهي ڏينهن ڳالهہ کي ڪوبہ ماڻهو مڃائي نٿو سگهي تہ جيڪي ماڻهو ٻين کان نفرت ڪندا آهن اهي خود انهي نفرت جو شڪار ٿي ويندا آهن.

ٽيلي پيٿي Telepathy جي اصول مطابق ذهن ڪنهن بہ اهڙي ٻئي ذهن سان رابطو ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو جيڪو هن جي پهچ يعني (Range) يا حد جي اندر آهي. انهي لاءِ هر اهو شخص جيڪو پرڪشش شخصيت جو مالڪ ٿيڻ چاهي ٿو انهي کي نہ صرف پنهنجي گفتگو ۽ عمل تي ڪنٽرول ڪرڻ گهرجي بلڪ ذهن ۽ سوچ تي بہ ڪنٽرول ڪرڻ جو طريقو اچڻ گهرجيس. حضرت انسان سان لڳاءُ محبت حقيقت ۾ زندگي جو سڀ کان وڏو سرمايو آهي.

جيڪڏهن توهان غصي کي وڌڻ کان نٿا روڪي سگهو تہ پوءِ اهو توهان لاءِ وڏي تباهي جو ڪارڻ ثابت ٿيندو. غصي ۾ بي قابو ٿيڻ جو عموماً اظهار جي قابو گفتگو سان ٿئي ٿو يعني جيڪو ماڻهو پنهنجي غصي تي قابو نٿو ڪري سگهي

پنهنجي زبان تي قابو نٿو رکي سگهي، پنهنجي جذبات تي ڪنٽرول ڪنهن به انسان جي هٿ ۾ وڏي طاقت مان هڪ آهي.

اهڙا ماڻهو جيڪي نه ڪا خواهش رکندا آهن نه ئي ڪجهه حاصل ڪرڻ جي اميد جڏهن ته هو بلڪل بي ضرر هوندا آهن ڪنهن کي به نقصان نه ڏيندا آهن پر مشهور نه هوندا آهن. اهڙي شخص جي ڪوئي به پرواه ناهي ڪندو جيڪو پنهنجي عمل يا بي عمل سان اهو ظاهر ڪرڻ وارو هجي ته هن ڪجهه حاصل ڪرڻ يا ٿيڻ جي اميد ترڪ ڪري ڇڏي آهي.

اهڙو شخص جيڪو پنهنجي ذاتي عادتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ضروري خود نظمي جي اهميت کان آگاهه نه هوندو آهي بلڪه خود انهن عادتن جي ڪنٽرول ۾ هوندو آهي هميشه پيو ماڻهن جي وقعت ۾ ڪابه حيثيت ناهي رکندو. اها ڳالهه خصوصاً کائڻ، پيئڻ ۽ جنسي تعلقات جي عادتن تي ظاهر ٿيندي آهي. انهن ٽنهي ڪمن مان ڪنهن به هڪ ڪم جي زيادتي توهانجي شخصيت کي هڪ مقناطيسي شخصيت بڻجڻ کان روڪي ڇڏيندي آهي.

## سٺي بهترين شخصيت جون وڏيڪ خوبيون

اسان جنهن دور کان گذري رهيا آهيون اهو خاصو هنگاماخيز آهي. ماڻهو پنهنجي گفتگو ۽ حرڪتن مان جلدبازي جو شڪار نظر اچي رهيا آهن ۽ هڪ اهڙو افراتفري جو عالم آهي جتي اڪثر هڪ ٻئي جو رستو ڪاٽي نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي تي پوي. لهذا توهان انساني تعلقات جي رڳڙ جي گرمي ۾ ٻرڻ کان بچڻ چاهيو ٿا ته توهان کي صبر ۽ استقامت جو دامن هٿ جهلڻو پوندو. انسان جي دل ۾ الله تعاليٰ سان لڳاءَ هجڻ ۽ ان حقيقت جو يقين هئڻ گهرجي ته رب تعاليٰ جيڪي به مادي نعمتون عطا فرمايون آهن ان تي هن جي سڄي مخلوق جو حق آهي. عاجزي ۽ انڪساري پيدا ڪنديون آهن.

اهڙو ماڻهو جيڪو پنهنجي ضمير کي مطمئن رکندو هجي ۽ پنهنجي خالق جي اصولن سان پنهنجو پاڻ کي هم آهنگ رکندو هجي هڪ نرم دل جو مالڪ بڻجي ويندو آهي. ان وٽ خواه ڪيتري به مادي دولت هجي، ان ڪيترين به وڏين ڪاميابين حاصل ڪيون هجن ان جي دل ۾ عاجزي ۽ انڪساري خلق خدا سان محبت جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي آهي.

لباس يعني ڪپڙن جو موزون هئڻ بہ ضروري ۽ وڏي اهميت رکي ٿو. بهترين لباس اهو آهي جنهن جي پائڻ سان پين جو غير ضروري توجہ پنهنجي طرف مائل نہ ٿئي. ان جون تمام شيون احتياط سان چونڊ ڪرڻ گهرجن. پين لفظن ۾ اهو اهڙو نہ هئڻ گهرجي تہ ماڻهو هن ڪي مڙي مڙي ڏسن تہ توهان ڇا پاتو آهي.

پُراثر ظاهري ناهہ نوهہ بہ هڪ دلڪش شخصيت جي وصفن مان آهي هي گهڻن جزن جو مجموعو آهي جنهن ۾ چهري جا تاثرات، آواز ۾ گهٽ وڌ تي ڪنٽرول، موثر گفتگو، لفظن جو مناسب استعمال جذبات تي ڪنٽرول خوش، اخلاقي مناسب لباس، ذهني هم آهنگي ۽ زندگي ڪافي سارن شين سان واقفيت هڪ مثبت انداز فڪر، مزاح جي حس، پين جي دلچسپين ۽ مفادن جي واقفيت موقعو شناسائي ۽ هوشياري شامل آهن. معاملن ۾ صفائي دلڪش شخصيت جي وصفن مان هڪ وصف آهي. ڇو تہ هي ماڻهن ڪي دوستانہ انداز ۾ باهمي معاملات طئي ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندي آهي. انهي سان ڪردار مضبوط ٿيندو آهي ۽ تعلقات بہ بهتر رهندا آهن. اڪثر ماڻهن جو خيال هوندو آهي تہ دلڪش شخصيت جي تشڪيل ۾ هٿ ملائڻ جو ڪو ڪردار نہ آهي حالانڪہ ان جي اهميت کان انڪار ڪرڻ ناممڪن آهي.

هٿ ملائڻ جو صحيح طريقو هي آهي تہ هٿ ملائڻ وقت زبان سان ڪجهہ لفظ بہ ادا ڪيا وڃن. جيڪي خوش خير عافيت جا هجڻ ۽ پرجوش قسم جي پهل ڪرڻ ضروري آهي.

ذاتي مقناطيسيت جي اصطلاح "جنسي ڪشش" جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ وارو لفظ آهن ڇو تہ هي ان ڪي ان جي اصلي معنيٰ ڏين ٿا. جنسي جذبات هر تخليقي بصيرت جي لاءِ قوت جو سرچشمو آهن. هي هر جانداري جيَ نسلي بقا جو ذريعو آهن. هي خيال جوش وخروش ۽ خود ڪي متحرڪ ڪرڻ جيَ قوت جي عمل تي اڪسائيندا آهن. دنيا ۾ ڪنهن عهدي يا شعبي جو ليڊر ائين ناهي رهيو تہ جنسي جذبات جي تخليقي طاقت سان متحرڪ ناهي رهيو.

هڪ ماڻهو جي شخصيت هن لاءِ اثاثو بہ ثابت ٿي سگهي ٿي ۽ هڪ بوجهہ بہ ڇو تہ هي هن جي هر انهي شي سان وابستہ آهي جنهن کي ڪنٽرول ڪرڻ

جي ضرورت آهي يعني هن جو ذهن، جسم ۽ روح، انسان جي شخصيت ئي هن جو پنهنجو پاڻ آهي. هي هن جي ڪم ڪار، ذهني سوچن هن جا پين سان تعلقات جو تعين ڪندي آهي ۽ هن جو هڪ مقام ثاهيندي آهي.

پنهنجو پاڻ ڪي هڪ اهڙي شخص وانگر محسوس ڪريو جو هر ڪنهن سان محبت ڪرڻ وارو دوست هجي جنهن مان گرم جوشي، مهرباني ۽ دوستي جون ڪرنون ڦٽي نڪرنديون هجن ۽ توهان پين ۾ سچائي سان دلچسپي وٺندا هجو ۽ انهن جي فلاح ۽ بهبود جي لاءِ سرگرم هجو. هيءَ ئي اثرانگيز شخصيت ٺهڻ جو رستو آهي.

## هڪ زنده مثال

هڪ اثر انگيز شخصيت ڪي ڪامياب ٿيڻ لاءِ مستقلاً موثر هئڻ گهرجي پال هاروي (Paul Harvey) جي هڪ شاندار ڪريئر جي حصول جي مثال مان اسان ڏسنداسين ته هڪ دلڪش شخصيت نه صرف گهٽين درن ڪي کولڻ واري هوندي آهي پر زندگي ذراع ابلاغ ۾ اعليٰ مقام تي فائز ٿيڻ واري شخصيت پڻ آهي.

هن ڪتاب ۾ اهو بحث ڪيو پئي ويو ته ڪهڙي شخصيت کي اثرانگيز شخصيت طور هن ۾ شامل ڪيو وڃي عين ان وقت پال هاروي جو آواز ريڊيو تان ٻڌڻ ۾ آيو. هي مضبوط پر اعتماد آواز هيو، جنهن اتار ۽ چڙهاءَ سان ڳالهائڻ مان خبر پئي ته هن شخصيت ۾ گهرو شعور ۽ آگهي ڪيتري نه پرپور آهي. ۽ ٻنهي مصنفن پال هاروي جي شخصيت جو انتخاب ڪري ورتو. پال هاروي ڪنهن ٻئي شخص کان وڌيڪ پنهنجي صلاحيتن کي اثرانگيز شخصيت ٺاهڻ لاءِ استعمال ڪيو هئو.

اسان کي جيڪا معلومات ريڊيو ۽ هن ليڪچرن مان ملي سا ڪتاب ۾ شامل ڪري رهيا هئاسين صرف هن کان اجازت وٺڻي هئي. هاروي پنهنجي روزانه جي معمولات ٺاهڻ وقت هي خيال رکڻ ڪڏهن به نه ڀلبو هئو ته تمام ڪمن جي تڪميل جي جانچ پڙتال ڪري سگهي. هو هر ڪم جي صحيح ادائگي جو قائل هئو ۽ ننڍي کان ننڍي تفصيل کان به واقف ٿيڻ ضروري سمجهندو هو. هو ٻڌل ڳالهين يا لباڙ بازي کان گريز ڪندو هو ۽ حقائق جي تلاش ۾ رهندو هئو. ڪڏهن ڪڏهن هلڪي ڦلڪي موڊ ۽ طنز مزاح مان لطف اندوز ٿيندو هئو پر هو پنهنجي ڪم جي باري ۾ تمام گهڻو سنجيده رهندو هئو. هو اهو محسوس ڪندو

هئو تہ هو جيڪو بہ وقت پنهنجي سامعين سان گڏ گذاريندو اهو وقت هن جو اهم ترين وقت هوندو. هن جي آواز مان سندس خلوص پيو بکندو هئو ۽ هن جا ٻڌڻ وارا فوراً اهو ڄاڻي وٺندا هئا تہ هن ماڻهو وٽ چوڻ لاءِ ڪجهہ آهي. ۽ سندس شخصيت جو ان وقت ڀرپور اظهار ٿي رهيو هوندو آهي.

هي بنيادي طور اوڪلو هاما (Oklaohama) جو رهڻ وارو هئو. هن هڪ ڪمنٽريٽر جي طور تي اڃا بہ گهڻا اعزار حاصل ڪيا هن 8 اعزازي ڊگريون ڪافي سارن شعبن ۾ PHD حاصل ڪيو. چارل الستون سائوٿ ڪيرولينيا جي اداري دي سمٽر گارڊ (The Sumter Gaurds) جي طرف کان ايوارڊ آف آنر پيش ڪرڻ وقت هن کي هڪ اهڙي ماڻهو جي خطاب سان نوازيو ويو جنهن جون خدمتون امريڪي زندگي کي بهترين مڃي ڪري ان جي حفاظت ڪرڻ ۾ قابل ستائش آهن. پنهنجي تخيل ۽ جوش و خروش سان خوبصورت شخصيت، تعاون ۽ يقين جي اهميت کان واقف هئڻ جي بدولت هاروي تعلقات عام جي شعبن ۾ بهترين خدمتون سرانجام ڏنيون آهن.

هاروي جو ذڪر "Who is who" "ڪير ڇا آهي" ڪتاب ۾ ڪيو ويو آهي ۽ ان کي اوڪلوما جي هال آف فيم "Hall of fame" جي لاءِ منتخب ڪيو ويو. هن جي 45 نشريات ڪانگريس جي رڪارڊ ۾ محفوظ ڪرڻ جي لاءِ منتخب ڪيون ويون آهن. هو ٽي ڪتاب لکي چڪو آهي ۽ هڪ اخبار ۾ هفتي ۾ ٽي دفعا ڪالم لکندو آهي. ان کان علاوه هن جي تقريرن جون رڪارڊ ڪيسٽن جا ٽي البم تيار ٿي چڪا آهن.

ريڊيو جي نشريات ۾ هاروي جو موجوده مقام ۽ مرتبہ ان شعبي ۾ اچي وڃڻ ۽ پنهنجي ڪم سان پرخلوص هئڻ جي سچي شاهدي آهي. هن پنهنجي اسڪول جي زماني ۾ Kvoo ريڊيو جي اناؤسمنٽ کان شروعات ڪرڻ سان ڪئي هن پنهنجي يونيورسٽي جي دؤر تعليم سان گڏوگڏ ريڊيو واري ڪم کي خيرآباد ڪونہ چيو.

پنهنجي ڪريئر جي ابتدا ۾ هن کي ڪجهہ عرصو ڪنساس جي شهر سالينا جي ريڊيو اسٽيشن مينيجر جي طور تي ڪم ڪرڻو پيو، هن جي ڪم ۾ اناؤسنگ کان علاوه پروگرامن جي تشڪيل ڏيڻ انهن جي فروخت جو انتظام ڪرڻ بہ شامل هئو. هن ڪجهہ عرصو اوڪلو هاما جي ريڊيو اسٽيشن تان

خبرون بہ پڙهيون، جنهن ڪانپوءِ هن سينٽ لوئس ۾ Kxok جي نشرياتي اداري ۾ اسپيشل ايونٽ ڊائريڪٽر جي طور ملازمت اختيار ڪئي. هاروي کي 1940ع ۾ هوائي ۾ نيوي جي بحري ٻيڙي کي سمنڊ ۾ لاهڻ جي تقريب جو اکين ڏٺو حال نشر ڪرڻ لاءِ منتخب ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ هو مشي گن ۾ انڊيا جي نيوز اينڊ انفارميشن ڊائريڪٽر جا فرائض سرانجام ڏيندو رهيو ۽ پوءِ ايئرفورس ۾ شموليت اختيار ڪيائين.

1962ع ۾ پال هاروي کي سال جو بهترين ڪمنٽريٽر قرار ڏنو ويو.

1963ع ۾ هن کي رسالي "ريڊيو ٽيلويزن ڊيلي" جي آل امريڪن ايوارڊ "مين آف د ايئر" سال جي بهترين شخصيت سان نوازيو ويو. ايوارڊ جي تقريب کي خطاب ڪندي ريڊيو ٽيلي ويزن جي ناشر چارلس اي ايليڪوٽي Charles A Alicoty چيو تہ هي ايوارڊ 600 کان وڌيڪ نقادن جي راءِ سان ڏنو ويو آهي جيڪي 9 ڪروڙ نشريات ٻڌندڙن جا نمائندا آهن.

هي هاروي جي زندگي ۽ ڪاميابين جي هڪ ننڍي فهرست آهي. هي امريڪن نشريات جو منور ستارو جنهن جي منهن مان آواز جون لهرون جيڪي امريڪا جي ڪافي رياستن جي عوام کي پنهنجي سحر ۾ آڻي ٽيون ڇڏينديون هيون.

توهان محسوس ڪندا تہ هاروي جي من ۾ پنهنجي ملڪ ۽ هم وطن ماڻهن لاءِ بي پناه محبت موجود آهي هي هڪ اهڙي شخصيت جو مالڪ ماڻهو آهي جيڪو ترغيب جي قوت کي آمريڪي عوام جي بهتري لاءِ استعمال ۾ آڻيندو رهيو آهي.

# باب پنجون

## خدمت جو مثبت ڦل

فطرت جي شروعاتي خوبصورت قانونن يا اصولن جي رواني مان هڪ اصول جاري ۽ ساري آهي اهو اصول آهي نقصان جي تلافي يا صلي ملڻ جو قانون.

جيترو گھٽو اسين ڏيندا آهيون اوترو ئي اسان حاصل ڪندا آهيون پاڻي ۾ اڇلايل ماني جا ٽڪرا مڇين جي خوراڪ ٿيندا آهن ۽ اها مڇي انسان جي خوراڪ ٿيندي آهي ۽ انسان کي طاقتور ۽ توانائي ڏيندي آهي. مطلب اهو آهي تہ ڪوبہ عمل بي ڪار نہ آهي نيٺ ڪٿي نہ ڪٿي ڪڏهن نہ ڪڏهن ان جو صلو ضرور ملندو آهي. اهڙي ريت جيڪو ڪجھہ ماڻهو معاوضي لاءِ ڪم ڪندو آهي انهي جو صلو بہ هن کي ضرور ملندو آهي.

صلو عام طور تي انهي شخص يا انهي ڪم مان ملندو آهي جنهن شخص يا جنهن ڪم ۾ اضافي ڪم ڪيو ويو هجي. ڇو تہ هو ان قابل نہ هوندا آهن مثلاً جيڪو شخص توهان کان مدد وٺي رهيو آهي توهان کي ان جو صلو يا فائدو ڪٿي ٿو ڏئي سگھي. ليڪن اسانجو يقين آهي تہ صلو ملندو ضرور آهي ۽ محسوس ڪري سگھجي ٿو يعني ان جو مادي وجود بہ هوندو آهي. ۽ اهڙي ئي طرح جو هوندو آهي جهڙي طرح جو توهان ڪم ڪيو آهي. مثال طور توهان ڪنهن کي خوش ڪيو تہ توهان کي بہ خوشي ملندي، اگر توهان ڪنهن سان مالي مدد ڪئي تہ توهانجي مال ۾ واڌارو ٿيندو يا ڪا خدمت ڪئي هوندي تہ توهانجي بہ خدمت ڪئي ويندي. هي جلدي بہ ملي سگھي ٿو ۽ ڪجھہ دير بعد بہ ليڪن ملندو ضرور آهي. تحفو، ورثاءِ تحفي کان انڪار، وعده خلافي وغيره جو مقصد جيڪو ڪجھہ توهان ڪندو اهو توهان کي ضرور واپس ملندو. ۽ توهان جيڪو ڪجھہ چاهيندا آهيو ذاتي اطمينان، انتقام جيڪڏهن ڪنهن ٻئي کي ان ۾ مدد ڏيندا تہ اهو تجربو توهان جو ٿي ويندو. ڇا دولت ڪمائڻ هجي، ڪاميابي جا اصول ۽ طريقا پنهنجي گرفت ۾ آڻڻا هجن يا ڪاروبار کي وڌائڻو هجي هي سڀ ڪجھہ ساڳئي بهترين نموني سان توهان کي ملي سگھن ٿا.

بني نوع انسان پٿر جي زماني کان وٺي اڄ تائين، تاريخ ان ڳالهه جي شاهد آهي انسان جون حدون اوستائين رهيون آهن جيستائين هن انهن کي پنهنجي سوچ اندر سمويو آهي. يا جيستائين هن جي ذهن حالتن جو اثر قبول ڪيو هوندو. خوف انسان کي پئسو، وقت، پنهنجي قابليت ۽ اندروني صلاحيتن کي استعمال ۾ بخيل ڪري ڇڏيندو آهي. انهي تي غور ڪيو وڃي. جيڪڏهن ڪوبه شخص ڪنهن خوف جي ڪري ڪنهن جي چوڻ تي وڌيڪ وقت خرچ ڪري ٿو يا ڪوبه ڪم ڪري ٿو ته هو اهو ڪم دل سان نه ڪندو ۽ ان وقت يا ڪم جي پيداواري اهميت نه رهندي. ۽ رزلٽ Zero برابر هوندي. هن جو جسم ضرور ٿڪل هوندو بلڪل پڇتاوي جي ٿڪاوٽ جو شڪار هوندو جنهن جي ڪري هن کي سٺي ننڊ نه ايندي جيڪا هن کي پرشوق محنت ڪرڻ کانپوءِ ٿڪجي سمهڻ مان ايندي هئي.

هاڻي اچو هڪ اهڙي شخص جي مثال وٺون جيڪو ٿورو وڌيڪ ڪم جي عادت پيدا ڪري رهيو آهي هن جي پٺيان هن جو ذاتي شوق ۽ مرضي شامل آهي ۽ پيو اهو جذبو هوندو ته ڪم بهتر انداز ۾ مڪمل ٿيڻ گهرجي. شوق سان وڌيڪ ڪم ۽ انهي مقصد تحت ڪم، ته ڪم جي خوبصورتي ۾ واڌارو ٿئي. هڪ طرح سان ڪنهن مڪمل شي تي پالش هڻي چمڪدار بنائڻ جي برابر آهي. ۽ انهي جو صلو پنهنجي شعور کي بهتر محسوس ڪرڻ جي ڪيفيت جي لطف جي شڪريه جا لفظ ئي نصيب ٿين ته اهي نه ان جي مترادف هوندا آهن ته هن ماڻهو اهو ڪم احسن طريقي سان سرانجام ڏنو آهي. اهو به هڪ وڌيڪ ڪم ڪرڻ واري کي ملندي آهي. اهي انهي جو فرق هڪ عام مک ۽ ماکي جي مک جي ڪم جي فرق مان معلوم ڪري سگهجي ٿو. اهو اهو فرق آهي جيڪو لڪت اندر هڪ ڦل اسٽاپ ۽ حيراني جي نشاني جي وچ ۾ هوندو آهي.

ٿورو وڌيڪ ڪم جتي توهانجي خوشحالي جو پيامبر آهي اتي توهانجي ذهني اطمينان ۽ مالي آسودگي جوبه سبب بنجي ٿو. ليڪن هن ڳالهه کي نظرانداز نه ڪريو ته هي هڪ نازڪ معاملو آهي انهي کي ضبط نفس جي ڏور سان ٻڌڻو ٿو پوي. پاڻ کي سمجهائڻو پوندو آهي ته تحفو وٺڻ جي غرض کان تحفو نه ڏنو ويندو آهي وڌيڪ معاوضي لاءِ وڌيڪ ڪم ائين سمجهڻ گهرجي ته

ڪنهن بي وس ماڻهو جي طوفان ۾ ڦاٿل ٻيڙي کي ڪناري تائين پهچائڻ واري جذبي برابر آهي جيڪڏهن توهان پنهنجي طرز عمل جو حصو اهڙي جذبي تحت ٺاهيندو تہ توهان کي ٻين جي ڪم اچڻو آهي ۽ جڏهن بہ ڪو موقعو ملي خدمت ڪرڻ جو بهترين طريقي سان بغير وقت زيان ڪرڻ جي ڪرڻو آهي انهي شي مان حاصل ٿيندڙ خوشي مان پنهنجي پاڻ ۾ لطيف توازن محسوس ڪندا اهو هن ڪم جو غير متوقع صلو هوندو جنهن جو مزو توهان ٺي چاٽي سگهندا هوندا.

## هڪ خراب شروعات

ڊاڪٽر نپولن جي ٿورڙو وڏيڪ ڪم جي اهميت اجاگر ڪرڻ وارين پسنديده ڪهاڻين مان هڪ ڪهاڻي چارلس ايلن وارڊ جي آهي ( Charles Allen Ward) هي ڪهاڻي سياٽيل (Seattle) ڪان شروع ٿئي ٿي. جتي چارلس ايلن وارڊ پيدا ٿيو هئو. هن جو والد هڪ اسڪول ٽيچر هئو. جنهن جي ٿوري آمدني هيڏي ساري خاندان لاءِ پوري نہ پوندي هئي. هن جي پيءُ ۽ ماءُ ۾ علحيدگي ٿي وئي ۽ جڏهن چارلس وارڊ 14 سالن جو هئو تہ هن جي والده ٻي شادي ڪري ڇڏي چارلس کي اسڪول وڃڻ سان گڏوگڏ پنهنجي خاندان جي ڪفالت لاءِ نوڪري ڪرڻي پئي. هو اخبارون ڪپائي، جوتا پالش ڪري ۽ شراب خاني ٻاهران شرابين لاءِ سامان خريد ڪري انهي مان چند پئسہ ڪمائي گهر کي هلائيندو هو. شراب خاني ۾ ڪم ڪرڻ دوران هن جي ملاقات ۽ جهيڙو ڪڏهن هن جي ماءُ جي ٻئي مڙس سان ٿي پوندو هئو. انهي جهيڙي ۾ چارلس جي ماءُ هميشہ پنهنجي مڙس جو پاسو ڪٽندي هئي. ڪڏهن نہ بدلجڻ واري غريبي جي ماحول جو خاصو اثر ۽ ناخوشگوار صورتحال چارلس کي اجاڙي ڇڏيو هو. چارلس جو لباس هميشہ پراڻو ۽ ڦاٽل هوندو هو جيڪو سندس هم عمر ڇوڪرن اڳيان هن کي شرمندو ڪندو هيو. 17 سالن جي عمر ۾ هو گهر کان ڀڄي ويو. ان کانپوءِ هن ڪڏهن بہ پنهنجي والدين کي پنهنجي شڪل نہ ڏيکاري. هاڻي هن سان پنهنجي سوا ٻيو ڪوئي نہ هئو. هن جو ڪو پشت پناهي ڪرڻ وارو ۽ نہ وزي هو ڪنهن سٺي حسب ۽ نسب جو ماڻهو هئو جو تہ اهي شيون ماڻهو کي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڏينديون آهن. ان وٽ

سڀ ڪجهہ پنهنجو پاڻ ئي هئو، ان ڪانسواءِ هو ڪنگال هو. هو ملڪ جي اولهہ ۾ وچي آواره گرد زندگي بسر ڪرڻ لڳو گاه جي ڍير تي سمهندو هئو مال گاڏين جي ڏٻن ۾ سفر ڪندو هئو ننڍا وڏا ڪم ڪري ونندو هئو گهرن ۾ گهتين ۾ پني ڪري گذارو ڪندو هئو. هن جا جوتا بغير ترن جي گسي ختم ٿي ويا هئا. هن جو وڏيڪ وقت سردين ۾ فاقن ۾ گذرندو هئو. آواره قسم جي ماڻهن سان رهي ڪري زندگي جي باري ۾ هن جو رويو بہ انهن جهڙو چڙچڙو ٿي ويو هئو. هن ڪي مال بردار جهازن تي مزدوري ڪرڻ دوران ڪيترا دفعا بحراوقيانوس آرپار وڃڻ جو موقعو مليو جنهن دوران هن چين ۽ جاپان جو دورو پڻ ڪيو. هو الاسڪا هليو ويو، هتي هن شراب خاني ۾ ننڍي وڏي ڪم مان پيٽ پالڻ شروع ڪيو. هو ڪتن جي سار سنڀال، پوسٽ ڪٽي اچڻ ۽ ڪٽي وڃڻ ۽ هو سون جي کاڻ ۾ مزدوري جهڙو معمولي ڪم پڻ ڪندو رهيو. سون جي کاڻ ۾ ڪم ڪرڻ دوران هن ڪجهہ پئسا جمع ڪيا جن کي هو ڪنهن جڳهہ تي جوا ڪيڏي پيٽي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

ميڪسيڪو جي صدر ڊياز (Diaz) جي لهڻ جو پڌي هو انهي ملڪ ۾ هليو ويو ۽ پانڪوولا (Panchovilla) جي فوج ۾ ڀرتي ٿي ويو. ۽ اتان کان هن جي امير ٿيڻ جي شروعات ٿي. پانڪوولا جا فوجي غذائي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ جانورن کي ذبح ڪري هن جو گوشت ڪٽي ويندا هئا ۽ انهن جون کلون اتي ئي ڳرنديون ۽ سڙنديون هيون. چارلي جي مشاهدي جي تيز حس محسوس ڪيو تہ ولا کان انهن کلن کي گڏ ڪري وڪڻڻ جي اجازت وٺي ۽ اها ڪيس ملي وئي. هن انهن کلن کي گڏ ڪري انهن کي لوڻ هڻي وڪڻڻ شروع ڪيو جيڪي الپازو جي مارڪيٽ ۾ موڪليون وڃون ۽ انهي ڪم مان هن 70 هزار ڊالر جمع ڪري ورتا. اهو اندازو لڳائڻ ڪانپوءِ تہ هن وٽ ڪافي ساري رقم جمع ٿي چڪي آهي تہ هو ان مان بهتر زندگي گذاري سگهي ٿو هن ولا جي فوج واري نوڪري ڇڏي ڏني ۽ ايلاپازو هليو ويو. هتي هن کي خراب صحبت ملي وئي ۽ هن شراب ۽ جوئي خاني ۾ پئسہ لٽائڻ شروع ڪيا. ۽ پنهنجي چوطرف ڇمڇن ۽ گلم جي توبچن جي هڪ فوج گڏ ڪري ڇڏي. هن جي حوارين ۾ سرحد پار جا ڦيري بازي ڪرڻ پيشہ ور قاتل، مفرور ملزم، جواري سمگلر ۽ اهڙي قسم جا پيا ماڻهو شامل هئا.

هن جي شاه خرچين جي اطلاح ڀڏي منشيات جي روڪ ٿام واري پوليس جي وفاقي محڪمي جا جاسوس هن جي نگراني ڪرڻ لڳا. هو ان ڳالهہ جي تحقيق ڪري رهيا هئا تہ ڪٿي وارڏ جون اهي شاه خرچيون سمگلنگ مان تہ ڪونہ پيون هلن. هڪ سال اندر ٿي چارلي جي اڪاؤنٽ ۾ چند هزار ڈالر باقي وڃي بچيا ۽ هو پنهنجي مالي حالت سڌارڻ لاءِ رينو هليو ويو ۽ هتي وڃي جوا ۾ قسمت آزمائڻ شروع ڪري ڇڏيائين ليڪن هتي بہ قسمت هن سان ساٿ نہ ڏنو ۽ هڪ دفعو ٻيهر هو ڪوڙي ڪوڙي جو محتاج ٿي ويو. هن رينو کان پنهنجي واپسي جو سفر شروع ڪيو ۽ ڊينور پهتو ۽ اتي ترسڻ جو پروگرام ٺاهيائين ۽ هتي جي شراب خانن ۾ پنهنجي پراڻن تعلقات جي بنياد تي هي شراب ۽ پنهنجي گذر جي لاءِ رقم حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. شراب خانن ۾ جن ماڻهن سان هن جو تعلق هئو اهي منشيات جي ڌنڌي ۾ ملوث هئا. منشيات جي روڪ ٿام وارين ايجنسين کي اها خبر پئجي وئي تہ چارلي رينيو ۾ موجود آهي ۽ هن جي اتي بہ نگراني شروع ٿي وئي ۽ نيٺ ٻن سالن جي ڪڙي نگراني کانپوءِ هن کي منشيات جي جرم ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ هن جي ٺڪاڻي تان ڪوڪين ۽ مارفين دريافت ٿيون. چارلي پنهنجي مٿان لڳايل هن الزام کي بي بنياد چوندو رهيو ۽ انهن ماڻهن جي هٿ ٺوڪي سازش چوڻ لڳو تہ جيئن پنهنجي شرمندگي لڪائي سگهي. هن تي مقدمو هليو ۽ ڪورٽ هن کي سزا ڏني. ۽ هن کي ليون ورٿ جيل ۾ موڪليو ويو هن وقت چارلي 34 سالن جو هئو.

جڏهن تہ چارلي جي اڪثر زندگي جرائم پيشہ ماڻهن سان گذري پر هي پهريون ڀيرو هو جيل ويو هئو ۽ اهڙي جرم ۾ ويو، جيڪو هن جي خيال ۾ هن ڪيو ئي ڪونہ هو ۽ هن کي وڏيڪ بخيل بنائي ڇڏيائين.

ليون ورٿ جيل ۾ وڃڻ شرط هن پاڻ کي چوڻ شروع ڪيو تہ هي جيل ايترو مضبوط نہ آهي جو هن کي قيد ۾ رکي سگهي ۽ گڏوگڏ جيل کي ڇڏڻ جون سازشون ٺلاش ڪرڻ شروع ڪيائين. انهي دوران چارلي سان ڪا اهڙي تہ اندروني ڪيفيت تبديل ٿي جو هن جو ذهن ڪنهن خاموش قوت جي زير اثر هن کي آماده ڪرڻ تي راضي ٿيو جو هن پنهنجي رٿيل منصوبن تان هٿ ڪڻڻ شروع ڪيو ۽ اندر جي آواز کي غور سان ٻڌڻ ۽ سمجهڻ شروع ڪيو تہ آخر

هي نفرت ڪيستائين هي ويڙه ڪيستائين. ڇا زندگي جو اهو مقصد آهي هي سڄي مخلوق جيڪا مسئلن جي منهن ۾ آهي ڇا انهي نجو زويو بہ ساڳيو آهي جيڪو منهنجو آهي ۽ هن طئي ڪيو تہ جيل جي قاعدن ۽ قانونن مطابق عمل ڪري اتان جو بهترين قيدي ثابت ٿيندو. هي هن جي زندگي جو لاڙو هئو ۽ ڪنهن بہ ٻاهرين طاقت اهو ڪرشمو سرانجام نہ ڏنو هئو اهو هن جي اندر جو آواز ۽ ذهني تبديلي هئي. هن تبديليءَ چارلي جي اندر لڪل دشمن کي ظاهر ڪيو يعني نفس، انا Ego ۽ ان کي ختم ڪرڻ جي هن ڪوشش ڪئي ۽ ڪامياب ٿيو.

هاڻي چارلي منشيات جي روڪ ٿام واري ايجنسي جي جاسوسن کان نفرت ڪرڻ ڇڏي ڏني جنهن لاءِ هو چوندو هئو تہ هن کي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسايو ويو آهي. هن انهي جج کان بہ نفرت ڪرڻ ڇڏي ڏني جنهن هن جي خيال ۾ هن کي غلط سزا ڏني هئائين. هن کي زندگي ۾ پهريون ڀيرو ماضي ۾ رهڻ وارو چارلي جو چهرو نظر آيو جيڪو ڪافي ڀيانڪ هئو. ۽ اهوئي هن جي تبديلي جو باعث بہ ٿيو چارلي جي زندگي ۾ تبديلي هن جي سوچ جي تبديلي جي ڪري هئي هو چوندو هئو تہ هاڻي پراڻو چارلي مري ويو آهي ۽ انهي جي جڳهہ هڪ نئي انسان ورتي آهي. ۽ حقيقت ۾ بلڪل ائين ئي هئو. جيئن ئي هن محسوس ڪرڻ شروع ڪيو تہ جيل مان ڇڃڻ هو خواب ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي تہ هن جيل ۾ زندگي کي خوشگوار بنائڻ جو طريقو سوچڻ شروع ڪيو. هن جي هن تبديل شده سوچ جو پهريون صلو ان کي ان وقت مليو جڏهن جيل جي هڪ ڪلارڪ جيڪو هن سان دوستانہ ٿي ويو هو ٻڌايو تہ هڪ نمبردار قيدي (اهو قيدي جنهن جي چال چلن جي ڪري هن کان وڌيڪ مشقت جو ڪم نہ ورتو، ويندو بلڪ جيل انتظاميہ جو هٿ ونڊرائيندو) جيڪو پاور هاؤس ۾ ڪم ڪري ٿو ٽن مهينن ۾ رها ٿيڻ وارو آهي ان جي جڳهہ تي اهڙي قيدي کي لڳايو ويندو جيڪو بجلي جي ڪم کان واقف هجي.

قسمت هڪ دفعو وري چارلي تي مهربان ٿي، چارلي اليڪٽرسٽي جي ڪم کان بلڪل واقف ڪونہ هئو هن جيل لائبرري مان ٽيڪنيڪل ڪتابون ڪڍرايون ۽ پنهنجو فضول وقت ان ۾ لڳايو جيئن ئي ٽي مهينا پورا ٿيا هو ڊپٽي واردن جي آفيس ۾ ويو ۽ نوڪري لاءِ درخواست پيش ڪئي. هن جي ڳالهائڻ ۽

سپاءِ واردن کي خاصو متاثر ڪيو ۽ ان کي هن ملازمت تي رکي ڇڏيو. هن کي ملازمت ملڻ جو اصل ڪارڻ هئو هن جو منفي سوچ مان مثبت سوچ هئڻ. هو هُن کي هِن ملازمت هڪ آزادي جو احساس به ڏنو ڇاڪاڻ ته ڪڏهن ڪڏهن هن کي جيل کان ٻاهر وڃڻ جو موقعو ملندو هو. مثلاً ڊپٽي واردن جي گهر ۾ بجلي جي خراب ٿيڻ جي صورت ۾ ملندو هئو. هن کي جيل ۾ گيٽ پاس تي صبح 8 کان شام 4 تائين هوندو هئو.

پنهنجي قيد جي ٻئي سال ۾ چارلي جو پنهنجي تعليم جاري رکيو ويئو هئو ۽ پنهنجي علمي مهارت وڌائيندو رهيو. ۽ هن کي پاور پلانٽ جو سپريڊنٽ مقرر ڪيو ويو.

هاڻي هن وٽ 150 ڪارڪن هن جي هيٺان ڪم ڪري رهيا هئا. هن پهرين ڏينهن کان وٺي ئي پنهنجي ماتحتن سان نرم رويو اختيار ڪيو ۽ انهن کي پنهنجي صلاحيتن ۽ قابليت جي اظهار جو موقعو پڻ ڏيندو رهيو. هو نه صرف جيل جي آفيسرن ۾ بلڪ قيدين ۾ اعتماد حاصل ڪرڻ ۾ به ڪامياب ٿي ويو ۽ هاڻي هن کي خصوصي سهولتن جو حقدار بنايو ويو جيڪي ٻين نمبردار قيدين کي حاصل نه هيون.

## هڪ عظيم تبديلي

پوءِ حالتن ۾ هڪ زبردست تبديلي آئي هي اهڙي تبديلي هئي جيڪي چارلي کي پنهنجي پوئين زندگي ۾ ڪڏهن به ڪونه هئي هي تبديلي ( Herbert Huse Biglow) هربرٽ هيوز بائگلو کي انڪم ٽيڪس جي چوري جي جرم ۾ جيل ۾ اچڻ سان ٿي. بائگلوسينٽ پال ۾ برائون بائگلو ڪيلنڊر ڪمپني جو صدر ۽ سڀ کان وڏيڪ حصي دار هئو. هي ان وقت پنهنجي نوعيت جي دنيا ۾سڀ کان وڏي ڪمپني هئي.

چارلي جو چورڻ هئو ته جڏهن مون بائگلو ڏٺو ته منهنجي اندر مان آواز آيو ته هي اهوئي شخص آهي جيڪو مونکي هن ذلت جي زندگي کان نجات ڏياريندو. بائگلو جڏهن جيل ۾ آيو ته هن جي عمر 53 سال هئي ۽ جڏهن هو جيل ۾ آيو ته هن جو هلڻ ڦرڻ چال چلت جيل جي قيدين کان بلڪل مختلف ۽ نمايان نظر ايندي هئي. جيل جي قيدين کي ته جڃڻ هڪ رانديڪو ڪيڏڻ لاءِ ملي ويو هو انهن جيل اندر بائگلو جي زندگي حرام ڪري ڇڏي هئي.

چارلي کي هن تي ڏاڍو ترس ايندو هو ۽ هو محسوس ڪري رهيو هئو تہ باڱلو جي شخصيت اندر ڪان پري رهي آهي هڪ ڏينهن هن ڪروڙ پتي قيدي کي سگريٽ پيش ڪيو ۽ ان سان گپ شپ دوران هن کي تسلي ڏني تہ هن کي جيل جي سختين ۾ نرمي ڪرڻ لاءِ هو سندس مدد ڪندو.

سڀ کان پهريان هُنَ کي جيل جي هڪ ننڍڙيءَ اونداهي ۽ خوفناڪ ڪوٺڙيءَ مان ڪڍي پنهنجي ئي بيرڪ ۾ منتقل ڪرڻ جو بندوبست ڪيو جيڪو تہ خاني ۾ وڏي ڪمري تي مشتمل هئو ۽ سلاخن جي بغير هئو ۽ باٿ روم سان گڏ هئو. ۽ ان ڪان پوءِ هن باڱلو کي جيل ڪان ٻاهر ڪم ڪرڻ واري ٽيم ۾ شامل ڪرايو ۽ هن لاءِ ڏينهن جي وقت جيل ڪان ٻاهر نڪرڻ جي پاس ٺهرائي ورتي.

هڪ ڏينهن باڱلو چارلي سان ان ڳالهہ جي تشويش ظاهر ڪئي، جيڪا هن کي پنهنجي ڪمپني جي چند نالائق ملازمن ڪان هئي. باڱلو جو خيال هئو تہ هن جي غير موجودگي ۾ هن جي ڪمپني جو ڪوبہ خيال رکڻ وارو ڪونهي ۽ اهو ممڪن آهي تہ ڪمپني کي نقصان ٿئي. چارلي هن جو حل ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هن کي جيل اندر خط ڪتابت جي سهولت ميسر ڪري ڏني جنهن ۾ هڪ ٽائپ رائٽر ۽ قيدين ۾ هڪ قيدي جيڪو ٽائيپنگ ڄاڻندو هئو ان کي اسٽينوگرافر جو انتظام ڪرائي ڏنو۽ اها اجازت وٺي ڏني تہ جيل جي وقت کان پوءِ هن کي پنهنجي خطن جا عنوان وغيره لکائي ۽ ڪم ڪار وٺي سگهي. ۽ اها بہ خصوصي رعايت وٺي ڏني تہ جيل مان باڱلو 75 کان 100 خط روزانو ٻاهر موڪلي سگهي ٿو.

جڏهن باڱلو جي رهائي جا ڏينهن ويجها ايندا ويا تہ هڪ ڏينهن هن چارليءَ کي چيو تہ مون سان ڏاڍو ڀلو هليو آهين. ۽ آءٌ پنهنجي هن مدد جي شڪريہ ادائگي ڪرڻ چاهيندس جيڪا عملي طور هوندي آءٌ جڏهن هتان آزاد ٿي گهر ويندو هوندس تہ خاص طور تي تنهنجي لاءِ ڪنساس شهر ۾ ترسي تنهنجي نالي تي هڪ بينڪ اڪاؤنٽ کولرائي 15000/ ڊالر ان ۾ جمع ڪرائي پوءِ گهر ويندس تہ جيئن تون جڏهن هتان رها ٿي نڪرين تہ اها رقم تنهنجي ڪم اچي سگهي.

چارلي بائگنو جي شڪر گذاري ڪانپوءِ ان رقم وٺڻ کان انڪار ڪيو. ٿوري ئي عرصي ۾ بائيگلو آزاد ٿي ويو. هن چارلي کي الوداع چوڻ وقت اهو چيو تہ چارلي تون بہ هڪ مهيني ۾ آزاد ٿي ويندين ۽ اهو چاهيندس تہ رهائي ملڻ کانپوءِ تون سينٽ پال مون وٽ اچي وڃج ۽ مون سان گڏ ڪم اچي ڪجانءِ. ۽ تو جيڪو ڪجهہ مون لاءِ هتي ڪيو آهي ۽ ان کي ڪڏهن بہ نہ وساريندس.

## هڪ بالڪل نئين زندگيءَ جو آغاز

پنجن هفتن کانپوءِ چارلي سنٽ پال پهچي ويو. بائيگلو هن جو استقبال ريلوي اسٽيشن تي ڪيو. ۽ هن کي پنهنجي گاڏيءَ ۾ پنهنجي گهر ماني تي وٺي آيو. ۽ ماني کانپوءِ هن کي پنهنجي فيڪٽري ۾ هڪ وڏي ڪمرن واري گهر ۾ هڪ ڪمري ۾ ترسايو. جيڪو هن چارلي لاءِ ڪرائي تي ورتو هئو.

ايندڙ هفتي جي سومر کان چارلي کي بائيگلو فيڪٽري ۾ 25 ڊالر في هفتو ملازمت تي رکيو ويو. چارلي کي خام ربڙ هڪ مشين ۾ پيرڻ لاءِ رکيو ويو. اتي جيڪڏهن ڪو ٻيو هجي ها تہ ضرور بائيگلو کان شڪايت ڪري ها تہ هي ڪهڙي ڪم تي مونکي رکيو ويو آهي مگر چارلي ڪابہ شڪايت نہ ڪئي ۽ ڪم ۾ جنبي ويو ۽ پنهنجپ ڪم تمام خوش اسلوبي سان ڪرڻ لڳو، اهڙو ڪم ٻيو ڪوبہ ماڻهو نہ ڪري سگهي ها. چارلي جي محنت لگن سان ڪم ڪرڻ جي خوبي کي بائيگلو ڏسي ڏاڍو متاثر ٿيو نيٺ هن فيصلو ڪيو تہ چارلي کي هاڻي ڪنهن اهڙي ڪم ۾ رکجي جتي هن جي مثبت سوچ فڪر سان هن فيڪٽري کي فائدو ٿئي. چارلي ٻن مهينن اندر اندر فورمين ٿي ويو.

پاڻ کي متحرڪ رکڻ ۽ معاوضي کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ سبب هن کي جيڪو بہ ڪم ڏنو ويندو هئو ان کي خوش اسلوبي سان ادا ڪندو رهيو ۽ ان جي ڪري ڪمپني جا منتظمين هن کي ترقي ڏيڻ لاءِ مجبورن سوچيندا هئا.

نيٺ ڪمپني جي ڊائريڪٽر هن جي صلاحيتن جي اعتراف جي طور تي هن کي ڪمپني جو نائب صدر ۽ جنرل مينيجر مقرر ڪيو ۽ پگهار /12000 ٻارنهن هزار ڊالر سالانہ مقرر ڪئي جيڪا ڪمپني جي صدر کان ٻئي نمبر تي هئي.

8 مهينن کانپوءِ بائيگلو وفات ڪري ويو. ڪمپني جي ڊائريڪٽر چارلي کي ان جي جڳهه تي صدر مقرر ڪيو ان وقت کان اڄ تائين براؤن بائيگلو ڪمپني ڪڏهن به خساري ۾ ناهي وئي.

۽ هڪ ڏينهن هن کي پنهنجي زندگي جو سڀ کان وڏيڪ حيران ڪندڙ ڳالهه جي خبر پئي ته بائيگلو هن کي پنهنجي ملڪيت ۾ 25 % جو حقدار ڪيو آهي ۽ ان کان پوءِ چارلي جي ملڪيت ۾ ايترو ته واڌارو ٿي ويو جو ڏينهن ٻيڻو ۽ رات چوڻو. هڪ دفعي جي لڳايل اندازي مطابق هن جي ذاتي ملڪيت ڪروڙون ڊالر ماليت برابر رقم جي ٿيندي.

سينٽ پال جا معززين هن سان تعلق کي پنهنجي لاءِ فخر سمجهندا هئا هو بهترين ڪلبن جو ميمبر رهيو ۽ هن کي هيڪل سليماني جي بنياد وجهندڙ ۾ 32" ٻٽيهون نمبر درجي جو معمار" جي خطاب سان نوازيو ويو. ان وقت جي آمريڪي صدر فريڪلن روزويلٽ هن جي شهري حقوق جي بحالي جي سند پنهنجي صحيح سان جاري ڪئي، جيڪا هن جي مثالي زندگي جي اعتراف طور هئي.

هن جي هڪ قريبي دوست جي بيان مطابق چارليءَ ترقي جي ڏاڪڻ تي چڙهڻ وقت پاڻ سان گڏ ٻين ڪوڙ سارن ماڻهن کي پستي مان ڪڍي ٻاهر بلندين تائين پهچايو.

هيءَ ڪهاڻي هڪ دفعو ان ڳالهه کي سچ ثابت ڪري ٿي ته ڪوبه ماڻهو پنهنجي منفي طرز فڪر کي مثبت طرز فڪر ۾ تبديل ڪري پنهنجي زندگي بهتر ڪري سگهي ٿو هي ان ڳالهه کي به سچ ثابت ڪري ٿي ته ترقي لاءِ ٿورو وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي عادت جو بدلو ٻيو ڪجهه نه ڪاميابي آهي. ۽ هي ان ڳالهه جي به دلالت ڪري ٿي ته هر مصيبت جي اندر ايتروئي راحت جو ٻج لڪل هوندو آهي.

هن ڪهاڻيءَ جي سڀ کان وڌيڪ توجهه طلب ڳالهه هي آهي ته جڏهن چارلي ذاتي مفاد کان هٽي ڪري ٻين جي ڀلائي ڪئي ۽ ان لاءِ سوچڻ شروع ڪيو ته هن جي زندگي به بهتري ڏانهن گامزن ٿيڻ شروع ٿي.

چارلي وارڊن جي زندگي جي داستان جيڪا شهرت ۽ دولت جي انتها کي ڇهڻ جي داستانن جي برابر آهي. ڪو لڪل ڳالهه نه آهي. هن صرف ۽

صرف ڪاميابيون حاصل ڪرڻ جي طريقن تي عمل ڪرڻ تي غور ڪيو، جنهن تي عمل ڪري ڪوبہ شخص ڪاميابي جي منزل حاصل ڪري سگهي ٿو.

اوهان جو اهو حق آهي تہ توهان بہ انهن اصولن ۽ طور طريقن تي عمل ڪري ان مان فائدو حاصل ڪري سگهو ٿا ۽ ڪنهن بہ انسان کي پنهنجو حق ڪڏهن بہ نہ ڇڏڻ گهرجي.

## هڪ ملاقات

چارلي واردن ۽ ڊاڪٽر نپولن جي ملاقات جو سبب بنجڻ واري واقعي جو ذڪر بہ ڏاڍو دلچسپ آهي.

نپولن هل پهريون دفعو چارلي واردن جو ذڪر آمريڪا جي صدر روز ويلٽ جي زباني ٻڌو. ٿيو ائين جڏهن نپولن پنهنجو ڪتاب Think & Grow rich "سوچيو ۽ امير ٿي وڃو" پنهنجي دستخط واري ڪاپي روز ويلٽ کي پيش ڪرڻ لاءِ ان سان مليو تہ روز ويلٽ هن ڪتاب کي ونئي هن کي طائرانہ نظر ۾ هتان هُتان اٿلائي پڙهڻ شروع ڪيو. هن ڪامياب انسانن واري حصي کي کولي ڏٺو ۽ چيو توهان هن ۾ چارلي واردن جو ذڪر نہ ڪيو آهي. اگر توهان ڪنهن اهڙي انسان جي زندگي جي ڪهاڻي مان متاثر ٿيو ٿا تہ جيڪو فٽ پاٿ کان محلن تائين پهچي ويو تہ پوءِ چارلي وارڊ جي ڪهاڻي ضرور شامل ڪريو. جيڪو قابل ۽ هوشيار ترين ماڻهن مان هڪ آهي. ۽ اهڙو امير ماڻهو آهي جيڪو پنهنجي دولت جو غلام ٿي ڪري نٿو رهي. چارلي جي محبوب مشاغل مان هڪ هي بہ آهي تہ پنهنجي ذاتي ملڪيت جي بنياد تي وڏيڪ ماڻهن سان تعلق نٿاهي ۽ پنهنجي عطا ٿيل نعمتن ۾ انهن کي شريڪ ڪري ٿو. توهان چارلي کي ضرور پسند ڪندو ۽ اهوبہ يقين آهي تہ هو توهان کي بہ پسند ڪندو.

نپولن هل پهريون ڀيرو چارلي سان 1959ع ۾ مليو. نپولن هل جو چارلي جي آفيس ۾ داخل ٿيندي ئي هن جو والهانہ استقبال ڪيو ۽ چيو تہ مونکي يقين هئو تہ هڪ ڏينهن ضرور منهنجي ملاقات عظيم ڪتاب "سوچيو ۽ امير ٿي وڃو" جي مصنف سان ٿيندي ۽ آءٌ هن جو استقبال ائين ڪندس جيئن اڄ ڪري رهيو آهيان توهان هتي اچي ڪري منهنجي خواب کي سچ ڪري ڇڏيو.

هن ملاقات ۾ هن انهي ڳالهہ جو وعدو ڪيو تہ نپولن هل چارلي وارڊ جي سوانح لکندو. جيڪا چارلي واردن جي اوچتو وفات جي سبب مڪمل ٿي نہ

سگهي. ڊاڪٽر هل پاڻ کي مليل تحفن ۽ تحائفن مان سڀ کان وڌيڪ جنهن تحفي کي عزيز رکندا هئا اها چارلي وارڊن طرفان ڏنل گهڙي هئي جنهن تي چارلي وارڊ جي صحيح سان لکيل هئو "منهنجي دوست نيولن لاءِ" جا لفظ اڪريل هئا.

چارلي وارڊن جو نالو ڪامياب ماڻهن جي فهرست ۾ مٿاهين درجي ۾ شمار ٿئي ٿو. جن ذاتي ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي سائنس ايجاد ڪئي.

# باب ڇهون

## ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ لازمي شرط

ليڪ جي راءِ آهي تہ ڪنهن بہ شخص جي ڪامياب يا ناڪام ٿيڻ ۽ زندگي ۾ ڪاميابي جي حصول جو درجو هر انسان ۾ الڳ الڳ هوندو آهي جيئن تمام انسان هڪ ٻئي کان الڳ الڳ سوچ سمجهہ طور طريقي، اخلاق، عمل جا مالڪ هوندا آهن.

پيدائش جي حالتن، نسلي تعلق ابتدائي ۽ بعد ۾ خارجي اثر، ۽ مختلف ماڻهن سان ملڻ ۽ واسطو پوڻ جي صورت ۾ مرتب ٿيڻ وارا اثرات، ظبعي جغرافيائي سڀئي ملي ڪري انسان جي ان رويي جي تشڪيل ڪنديون آهن.

۽ انهن روين جي بنياد تي انسان جي ڪاميابي جو رستو متعين ٿيندو آهي يا وري ناڪامي ڏانهن ڌڪيليو ويندو آهي.

هي ان انسان جي خوشقسمتي هوندي آهي تہ هن کي ڪي رهنما ڪتاب ملي وڃن يا وري ڪا اهڙن ماڻهن سان صحبت اختيار ٿي وڃي جيڪي هن کي پنهنجي سوچ جي انداز ۽ فڪر کي پنهنجي باري ۾ آگاهي ڏيڻ لاءِ توجهہ مرڪوز ڪرڻ جو طريقو سيکارين.

جڏهن ڪوبہ ماڻهو هن سادي ڳالهہ پر پٿر تي لڪير جيان پڪ ڄاڻي وٺي تہ مقصد جو تعين ڪرڻ ئي ڪاميابي جو رستو ۽ ڪاميابي جي ڪنجي آهي تہ هو هاڻ پيچيدہ مسئلن جي حل تلاش ڪرڻ جي قابل ٿي ويندو. جڏهن تہ هر هڪ شخص ۾ ڪاميابي ۽ ترقي جي بي تحاشہ گنجائش موجود هوندي آهي.

ڊاڪٽر نپولن هل جو تمام فلسفو ڪاميابي جي انهن سترهن اصولن تي ٻڌل آهي. انهن اصولن کي علحيدہ علحيدہ يا مختلف طريقن سان جوڙي عملي زندگي ۾ استعمال سان دنيا ڀر ۾ بيشمار مردن ۽ عورتن ڪاميابي جي رستي کي ڳولي ڪڍڻ ۾ آساني حاصل ڪئي آهي

اهي سترنهن ڪاميابي جا اصول هيٺ ڏجن ٿا

## 1 • واضح مقصد

هي پهريون اصول زندگي ۾ ان تير واري نشان جي مترادف آهي جيڪو رستي تي ڪنهن خاص جڳهہ جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ لڳايو ويندو آهي.

توهان ڪي پنهنجي زندگيءَ مان ڇا گهرجي؟

توهان جو سڀ ڪان وڏو ٽارگيٽ يا هدف ڪهڙو آهي؟

جڏهن توهان انهن ڳالهين ڪي ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا آهيو تہ پنهنجي ذهن جي سڄي توجهہ ان ڳالهہ تي مرڪوز ڪندا آهيو تہ توهان ڪير آهيو؟ ۽ توهان ڇا آهيو؟ توهان هاڻي ڪٿي بيٺا آهيو؟ پنهنجي پاڻ سان ايمانداري سان پيش اچڻ اوهانجي ڪاميابي جو پهريون ڏاڪو ۽ پهريون قدم آهي.

توهان ڪهڙو رستو اختيار ڪيو آهي؟ جڏهن توهان اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهيو تہ توهان ڏسندا تہ ان رستي تي توهان ڪيترو سفر طئي ڪيو آهي ۽ ان طرف ويندڙ روڊ سان لڳل تير جا نشان توهان ڪي ڇا ٿا ٻڌائين.

بهتر ائين ٿيندو تہ زندگيءَ کا جيڪو ڪجهہ توهان حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا ان جي هڪ فهرست تيار ڪريو. مثال طور، صحت، ذاتي تعلقات جيڪي توهان رکڻ چاهيو ٿا، مالي مستحڪم ٿيڻ، آمدني انگن اکرن ۾ لکو، اها رقم جيڪا توهان پنهنجي پوڙهائپ لاءِ رکڻ چاهيو ٿا، ڪهڙي قسم جو گهر جيڪو توهان جي ذهن ۾ خاڪو هجي، ڪهڙي قسم جي گاڏي جيڪا توهان ڪي کپي، گهر وارن جون هر فرد جون ضرورتون ۽ هنن ڪي توهان ڪهڙيون ڪهڙيون آسائشون ڏيڻ چاهيو ٿا. اِهي اُهي مکيہ مقصد آهن جن جو توهان ڪي وضاحت لکڻي آهي.

توهان هاڻي هڪ سال ۽ پنجن سالن جا منصوبا تيار ڪري پنهنجي ذات ۾ بهتري آڻڻ جو وقت مقرر ڪريو، پنهنجي پاڻ ڪي منظم ڪرڻ جو پروگرام بنايو ۽ روزانہ هفتيوار يا مهيني جي آمدني جيڪا توهان جي خواهشات لاءِ درڪار آهي ان جو ٺيڪ حساب ڪتاب لڳائي انگن ۽ اکرن ۾ لکي وٺو.

هر روز ان فهرست جو مطالعو ڪندا رهو ۽ ان ڪي زباني ياد ڪريو ان ڪي هر روز صبح جو اٿڻ وقت ۽ سمهڻ وقت دهرائيندا رهو.

پنهنجي پاڻ ڪي اڪثر اهو باور ڪرائيندا رهو تہ انهن مقصدن جي حصول منهنجي پنهنجي طرز عمل ۽ حاصلات لاءِ مستقل مزاجي سان ڪوشش ڪرڻ ۾ آهي:

پنهنجي انهن واضح مقصدن جي ذڪر ڪي پنهنجي سوچ گفتگو ۽ دعائن ۾ حصو ٺاهي ڇڏيو. ان طرح ڪم ڪرڻ سان توهان جي "ڪاميابي جي شعور" جي تخليق ٿيندي رهندي جيڪا جلد توهان جي تحت الشعور جو حصو ٺهي ويندي ۽ پوءِ توهان جو تحت الشعور بتدريج توهان جي عمل ۽ رد عمل اهڙي طرح ٺاهيندو تہ توهان جو طئي ڪيل واضح مقصد جي حاصلات جلد از جلد ممڪن ٿي سگهي.

## (2) اعليٰ دماغن جي اشتراڪ عمل جو اصول

پنهنجي مقصد جي پنهنجي ذهن ۾ وضاحت ڪري انهن کي لکي وٺڻ کانپوءِ هي ضروري هوندو توهان هڪ يا هڪ کان وڌيڪ اهڙن شخصن جو انتخاب ڪريو جن کي توهان پنهنجي ڪاميابين جي مقصدن کان واقف ڪرائي سگهو ۽ انهن کان راءِ وٺي سگهو تہ جيئن ان کي وڌيڪ بهتر بنائي سگهجي اعلي دماغن جي اشتراڪ عمل جي اصول سان اها مراد تہ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ ماڻهن جو ملي ڪري ويهڻ، مڪمل ذهني هم آهنگي سان مقصد جي حصول لاءِ ڪم ڪرڻ.

هم خيال ماڻهن جو هڪ جڳهہ تي ويهي ڪم ڪرڻ جي وڏي اهيمت آهي جيئن گهر ۾ زال ۽ مڙس جي ذهني هم آهنگي تڏهن وجود ۾ ايندي آهي جڏهن زال ۽ مڙس پئي هڪ اهڙو رشتو ٺاهيندا آهن جيڪو هڪ ٻئي جي اطمينان آرام ۽ مسرت جو باعث هوندو آهي.

توهان کي پنهنجي مالڪ سان گڏ وڪرو وڌائڻ لاءِ گڏيل ڪوشش ڪرڻ وارو معاهدو اعليٰ دماغن جو اشتراڪ عمل جو هڪ بهترين نمونو آهي. اگر اوهان جو مقصد روزمره جي ضرورتن کان وڌيڪ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ آهي تہ پوءِ ضرور توهان کي ٻين ڪم ڪرڻ وارن جي ضرورت پوندي.

اعليٰ دماغن جي اشتراڪ عمل جي اصولن سان توهان ٻين جي تجربن، تعليم، جوهر، اثر رسوخ ۽ غالباً روپيہ پئسي مان فائدو حاصل ڪري سگهو ٿا. جيڪو توهانجي اهم ۽ واضح مقصد جي حصول لاءِ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو. توهان کي ان اصول جي ابتدا پهريان هڪ شخص کان اشتراڪ عمل جي شروعات ڪرڻي پوندي. توهان جي اشتراڪ عمل جي لاءِ ٺاهيل اتحاد جي

تعداد جو انحصار توهان جي مقصد جي نوعيت ۽ موجوده لوازمات ۽ ضرورتن تي مبني آهي.

انهن اعليٰ دماغن جي ميٽنگ باقاعدگي سان هئڻ گهرجي ان کي سيني لاءِ فائدي مند ۽ متوازن ماحول ۾ انجام ڏيڻ گهرجي. انهن جي ميمبرن ۾ هڪ ٻئي لاءِ خلوص ۽ اعتماد جو جذبو هئڻ گهرجي.

### 3. يقين محڪم

ڪاميابي جي حصول جي تمام اصولن ۽ طريقن جي بنياد يقين محڪم تي آهي. ڪنهن قسم جي ترقي جو لازمي جز يقين آهي. ائين سمجهڻ گهرجي ته پاڻي جي هڪ گلاس لاءِ جيڪو سفر ڪمري جو ڪجي ٿو، انهيءَ جو بنياد به يقين تي آهي ته ان سفر ۾ هن جون تنگون مددگار ثابت ٿين ٿيون. ان يقين تي اهو سفر طئي ٿئي ٿو ته آءُ جڏهن پاڻي جي نلڪي يا ٽونٽي کي کوليندس ته پاڻي ملندو ۽ اهو پڻ يقين هوندو اٿس ته جڏهن اهو پاڻي آءُ پيئندس ته منهنجي اڃ مري ويندي. يقين محڪم ائين ئي اعتبار ۽ يقين جي ڳالهه آهي جيئن اسان يقين جي بنياد تي پاڻ ڏانهن قدم کڻون ٿا اهو صرف سوچ تائين محدود نه آهي بلڪ عملي طور ڪري ڏيکارڻ ئي ان جو اصل روح آهي جڏهن اهو يقين تي وجي ته يقين محڪم خالق اڪبر جي طرفان بندي تي هڪ وڏي عنايت آهي ۽ ان کي عملي جامو پهرائڻ سان هڪ طاقت جنم وٺي ٿي جيڪا ذهن جي پختگي ۽ ارادي جي پختگي جي ذريعي انساني جسم ۽ عضون کي ڪنٽرول ۽ حرڪت ڏئي ٿي جيڪو ان يقين جي حقيقي پيداوار آهي پنهنجي زندگي کي بهتر بنائڻ ۽ مقرر ڪرده مقصدن جي حصول لاءِ سامهون ايندڙ مشڪلاتن سان منهن ڏيڻ لاءِ يقين جي طاقت حاصل ڪرڻ جو طريقو آسان آهي.

هن لاءِ سڀ کان پهريون اسان کي پنهنجي اندر موجود ٻئي ماڻهو کي روبرو آڻڻو پوندو. پوري ايمانداريءَ سان پنهنجي مقصد جو تعين ڪريو ۽ ان کان فاصلي جي ماپ ڪريو ان لاءِ ڪتب ايندڙ محنت جو مقدار معلوم ڪريو ۽ ان ٽارگٽ جي حاصلات ۾ درپيش مشڪلاتن جي نوعيت ۽ ان جي حل لاءِ لوازمات جو علم حاصل ڪريو. هڪ سوچڻ جي صلاحيت رکڻ وارو ماڻهو تڏهن سمجهي سگهي ٿو جڏهن هو پنهنجون سموريون خواهشون ۽ واضح مقصد

حاصل ڪرڻ چاهيندو تہ ان کي ڪافي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو انهن جي قيمت چڪائڻي پوندي ۽ الاهي ذريعن سان مدد حاصل ڪرڻي پوي ٿي. ان لاءِ ماڻهو کي مستقل غير قطعي ۽ هاڻي تائين جي معاملن کان ناواقفيت خدا تعاليٰ تي ڇڏڻ گهرجي يا وري قسمت جي حوالي ڪرڻ گهرجي پوءِ بہ ڪجھ نہ ڪجھ تہ ضرور ٿي ٿيندو. سمجهدار ماڻهو يا ڪم ڪرڻ جي خواهش رکندڙ ماڻهو انهي يقين کي ڪم ۾ آڻيندو آهي هو انهن سڀني ڳالهين جو دارومدار انهي يقين تي رکندو آهي جيڪي هن جي وس ۾ نہ هونديون آهن يا ان وٽ انهن جو فوري حل موجود نہ هوندو آهي.

ڪجھ ڳالهين کي پنهنجي پاڻ تي ڇڏي ڏيڻ مگر ان يقين سان تہ اهو وقت ضرور ايندو جڏهن اهي ڳالهيون پنهنجي وس ۾ هونديون. ان کي يقين چوندا آهن. اهو ذهن کي سکون پهچائي ٿو، گهري ننڊ ڪرائي ٿو ۽ اهڙو اعتماد ڏيندو جيڪو ذريعي سان مثبت رد عمل حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي.

(4) هڪ دلڪش شخصيت

توهانجي ذات توهانجي سوچڻ جي انداز جو مظهر توهان جي اخلاق جو آئينو توهان جي اخلاقي ۽ روحاني طاقت ظاهر ڪرڻ واري ۽ توهان جي معياري زندگي ۽ جنهن قسم جي زندگي توهان چاهيو ٿا ان جي تصوير هوندي آهي. ڪهڙا ڪهڙا عمل ملي جلي هڪ دلڪش شخصيت جي تشڪيل ڏيندا آهن. ۽ اسين پنهنجي شخصيت کي ڪيئن اهڙو بنائي سگهون ٿا جو ٻين کي پاڻ ڏانهن مائل ڪري سگهجي.

شخصيتون ڪافي قسمن جون هونديون آهن. ۽ دلڪشي بہ ڪيترن ئي قسمن جي هوندي آهي. سڀ کان ضروري وصف مثبت طرز فڪر آهي جيڪا هڪڙي شخص کي دلچسپ بنائي ٿي. توهان کي مسڪرائيندو ڏسي هر شخص توهان سان مسڪرائيندو ليڪن روئندو ڏسي توهان سان گڏ ڪوبہ نہ روئندو. هر ماڻهو تي برو وقت ايندو آهي.

ليڪن هميشہ بيزاري ڪرڻ واري ماڻهو مان ماڻهو بہ بيزار ٿي ويندا آهن هي اهو شخص هوندو آهي جيڪو هر ڳالھ جو صرف اونداهو پاسو ڏسندو آهي. پر هميشہ روشن پاسي تي نظر رکڻ گهرجي ۽ ان جو اظهار پرزور لفظن ۾ ڪرڻ گهرجي.

اهو اڪثر چيو ويندو آهي تہ جيڪڏهن توهان ڪنهن شخص کي ڪلائي سگهو ٿا تہ ان کي پنهنجو دوست بہ بنائي سگهو ٿا. ۽ جڏهن توهان کي پسند ڪندو تہ توهانجي سنجيده ڳالهين تي پڻ ڌيان ڏيندو. لچڪدار زندگي دراصل زندگي جي مختلف تبديلين ۽ مشڪلاتن سان سمجهوتو ڪرڻ پنهنجي موقف ۾ تبديلي ڪرڻ کان سواءِ ضبط نفس کي برقرار رکي اڳتي وڌڻ جو هڪ فن آهي هي وڏو قابل قدر فن آهي خلوص کان بغير ڪجهہ بہ بهتر ممڪن نہ آهي.

خلوص کانسواءِ انسان ائين آهي جيئن تمام نفيس حساس ماڻهو جي نڪ ۾ رت ڳڙي نڪتي هجي. جلد ۽ قطعي فيصلو ڪرڻ جي صلاحيت صاف، متعين، پراعتماد ۽ بغير هيڏي هوڏي پيتڪڻ واري ذهن جي نشاندهي ڪري ٿي.

نرم دلي، هوشياري، برداشت، بي تڪلفي، ڪل پوڳ، بهتر ورتاءُ، هر وقت مسڪرائي ڳالهائڻ هي تمام عمل اعتماد بحال ڪرڻ ۽ تعلقات وڌائڻ جو باعث ٿين ٿا.

## (5) ٿورو وڌيڪ ڪم يا معاوضي کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جو اصول

هي اصول توقع کان وڌيڪ يا ضروري ڪم کان وڌيڪ بهتر ڪم ڪرڻ ۽ انهي کي مثبت طرز فڪر سان گڏ ڪرڻ فوري طور تي ان جو صلو نہ گهرڻ جي احساس تي بنايو ويو آهي. هن جو صلو تمام گهڻو ملندو آهي ايترو وڌيڪ جو توقع بہ نٿي ڪري سگهجي. ٿورو وڌيڪ ڪم ان کي ڪرڻ واري جي ذاتي جرئت ۾ واڌارو، خود انحصاري ۽ پاڻ کي آماده ڪرڻ جي صلاحيت ۽ جوش و خروش ۾ واڌاري جو باعث هوندو آهي. هي مثبت طرز فڪر کي وڌائڻ ۽ پنهنجي رفيقن ۽ مالڪن سان بهتر تعلقات ۽ پرمسرت ٿاهڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي.

## (6) ذاتي طور شروعات (Personal initrative)

پنهنجي سر پاڻ شروعات ڪرڻ هڪ وڏي قابل ستائش وصف آهي. اگر انهي کي سمجهداري ۽ صحيح موقعي تي ڪم ۾ آندو وڃي تہ هي انسان کي امتياز بخشيندي آهي. ذاتي شروعات جنهن جي بنياد ان شعور تي هجڻ گهرجي تہ اصل مقصد ڇا آهي. اها ڳالهہ پنهنجي اردگرد جي هر انسان ۽ پوري ڪائنات سان هم آهنگ ڪري ٿي.

جيڪڏهن انسان جي ذهن ۾ مقصد واضح هجي تہ شروعات ڪرڻ جا موقعا باآساني ميسر اچي ويندا آهن. شروعات ڪرڻ سان انسان جي ذاتي وصفن چال چلن، خود اعتمادي ان جي عمل مان ظاهر ٿيندا آهن. هي پنهنجي پاڻ سان ڪرڻ وارو هڪ اهڙو اظهار آهي جيڪو اڪثر با اختيار ماڻهن جي نظرن کان اوجهل نہ هوندو آهي ۽ اهي ان کي ڪڏهن بہ نظرانداز نہ ڪندا آهن جيڪڏهن توهان ڪنهن واضح مقصد کي پوري ڪرڻ جي لاءِ عمل پيرا آهيو تہ توهان جي سفر کي تيز ڪرڻ، بهتر ڪم کي آسان ڪرڻ ۽ راه منزل جي دشوار رستن کي هموار ڪرڻ ۾ توهان جو مددگار ثابت ٿئي ٿو.

(7) ضبط نفس

ضبط نفس پنهنجي اصلاح ڪرڻ، پاڻ کي مضبوط بنائڻ، پاڻ کي ڪنهن نظم وضبط جي سانچي ۾ آڻڻ ۽ بلڪل درست ڪم ڪرڻ جي تربيت ڏيڻ جي نالي کي چيو وڃي ٿو.

توهان جو ورتاءُ ۽ طرز عمل توهان جي سوچن تي منحصر هوندو آهي. اسان جو گهڻيون سوچون بي قابو، بغير ڪنهن سر ۽ پير جي ۽ شعور جي هيٺين سطح تي يعني ناپختہ هونديون آهن. وقتا فوقتاً اسان پنهنجي احساسن کان واقف ٿيندا رهندا آهيون. هي جذبات ۽ احساسات انهي ڳالھ جي نشاندهي ڪندا آهن تہ اسانجو ذهن انهن جي باري ۾ وڏيڪ تيزي سان سوچيندو رهندو هوندو. جڏهن اسان جذباتي هوندا آهيون يا محسوس ڪندا آهيون تہ اسان چاڪ چڱا پلا ٿي ويندا آهيون.

اسان اهو ڄاڻندا آهيون تہ انهن محسوسات سان گڏ سوچ جي طاقت ۽ توانائي بہ شامل هوندي آهي جيڪا اسان ۾ تحريڪ پيدا ڪرڻ جي باعث هوندي آهي اسان محبت، يقين ۽ وفاداري لاءِ متحرڪ ٿي ويندا آهيون ۽ خوف حسد، ساڙ، لالچ ۽ غصي لاءِ بہ متحرڪ ٿي ويندا آهيون. ضبط نفس اسان کي اهو سيکاري ٿي تہ اسان کي سوچ مان پيدا ٿيندڙ توانائي کي ڪهڙن ڪهڙن جذبات کي متحرڪ ڪرڻ لاءِ استعمال ۾ آڻڻ گهرجي ۽ ڪهڙن عملن کي وڌيڪ مضبوطي ۽ افاديت جي لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي ۽ ڪهڙن ۾ ان کي ترڪ ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ضبط نفس کي اسان وڏيڪ بهتر ڪمن ۽ عملن ۾ ان جي توانائي استعمال ۾ آڻي وڏيڪ مفيد بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهون ٿا.

## (8) با ضابطہ توجهہ (Controlled Atention)

باضابطہ توجهہ مان مراد اهڙو عمل آهي جنهن جي مدد سان ذهن کي ڪنهن خواهش تي مرڪوز ڪرڻ، جيستائين انهي عمل کي مڪمل ڪرڻ جا طريقا تلاش نہ ٿين ۽ انهن کي ڪنهن طرح سان عمل ۾ آڻي اها خواهش پوري نہ ڪئي وڃي. انهي ۾ ڪاميابي ڪافي مشقت ڪانپوءِ حاصل ٿيندي آهي. باضابطہ توجهہ جيڪو اسان پنهنجي ذهن جي طاقت ۽ سوچڻ سان پيدا ٿيندڙ توانائي تي مرڪوز ڪندا آهيون وڏيڪ ڪم جي شي آهي.

جيئن نماز صرف ئي صرف عبادت نہ آهي بلڪہ قوت، اتحاد، توانائي ۽ طاقت پيدا ڪري ٿي.

۽ ڪنهن ٻئي ماڻهو سان گڏجي سوچڻ سان نئين، بصيرت، نئين سچائي ظاهر ٿيندي آهي.

توجهہ چاهي هڪ شخص ڪري يا سڀ گڏجي مرڪوز ڪن هميشہ طاقت پيداڪندو آهي.

## (9) جوش و خروش (Enthusaism)

جوش ۽ خروش هڪ جذبو آهي. اسانجي خيالات جو مادي حصو آهي. اسان جي ذهن ۾ ئي جنم وٺندو آهي ۽ اتي ئي ختم ٿي ويندو آهي هي هم آهنگي ۽ اعتماد جو پيو نالو آهي. جڏهن توهان ائين محسوس ڪندا آهيو تہ توهان هڪ واضح خيال ۽ واضح منصوبي تي اختيار حاصل ڪري ورتو آهي تہ توهان جوش ۽ خروش سان ان تي عمل لاءِ تيار ٿي ويندا آهيون. جوش ۽ خروش اعتماد ۽ احساس جو نالو آهي.

هي ڪاميابي لاءِ گهربل طاقت جي سراغ ڪان واقفيت جو نالو آهي. جوش ۽ خروش سان مثبت گفتگو ڪرڻ سان ۽ اعتماد سان ٿورو هلي تہ ڏسو توهان کي اندازو ٿي ويندو تہ توهان پين ماڻهن ۾ بہ جوش ۽ خروش پيدا ڪرڻ وارا ٿي ويندوءِ.

## (10) تخيل (Creation)

تخيل روح جي ورڪشاپ آهي جتي هر شخص ذاتي ڪاميابين جا تمام منصوبا اتي تشڪيل وٺن ٿا. انسان جي سڀ ڪان وڏي خوبي ان جي دماغ جي

سوچڻ جي صلاحيت تي آهي هي تجربو ڪري سگهي ٿو. هي ڳالهين ۾ پيٽ ڪري سگهي ٿو ۽ بهترين منتخب ٿي سگهي ٿو. هي تخليق ڪندڙ، تصور ڪندڙ، اڳڪٿي ڪندڙ ۽ خيالات جي رجحان کي جنم ڏيندڙ آهي. تخيل اوهان جي ذهن جي ورزش آهي.

(11) تڪليفن ۽ مشڪلاتن مان سکڻ

مصيبت ۽ تڪليف زندگي جو هڪ حصو آهي. اسانجي زندگي جو هر عمل صورتحال ۽ انتخاب ضرور ڪونہ ڪو سبب رکي ٿو. سڄي ڪائنات ۾ سبب ۽ نتيجو (Cause & Effect) جو اصول ڪار فرما آهي. مصيبت هڪ اهڙي صورتحال هوندي آهي جنهن جا نتيجا تہ گهاري رهيا هوندا آهيون ان جو سبب وقتي طور تي معلوم هوندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن وهم يا سمجھ بہ نہ ايندو آهي. اسان کي هڪ تمام ويجهو ۽ ذاتي ۽ طاقتور رد عمل جو تجربو هوندو آهي جيڪو هڪ وڏو طاقتور جذبو هوندو آهي جيڪو اسان کي جهنجهوڙي ڇڏيندو آهي ۽ اسان دانهون ڪندا آهيون آخر ڇو؟ هر مصيبت جي اندر ان جي برابر يا ان کان وڌيڪ راحت جو ٻج لڪل هوندو آهي. جيڪڏهن اسان هن حقيقت کي سمجهي سگهون ۽ انهي سچائي کي بہ تسليم ڪري وٺون تہ هي ڪائنات اهڙي بدلي واري قانون تحت هلي رهي آهي جيڪي هڪ تخليقي قوت جو حصو آهن تہ پوءِ سبب تلاش ڪرڻ ڪيڏو بہ مشڪل هجي اسان پنهنجي زندگي جي پرواهہ نہ ڪريون ۽ مشڪلاتن جا طوفان وڏي آساني سان عبور ڪري وٺون. توهان جو تڪليف اندر طرز عمل توهانجي زندگي تي وڏو گهرو اثر ڇڏي ٿو جيڪو سٺو بہ ٿي سگهي ٿو ۽ برو بہ.

(12) وقت ۽ پئسي جو بجيٽ ٺاهڻ.

توهان جو ڏينهن بہ انهن ئي 24 ڪلاڪن تي مشتمل هوندو آهي جيئن هن دنيا ۾ موجود ٻين ماڻهن لاءِ توهان کي بہ انهن 24 ڪلاڪن کي ٻين ماهر ماڻهن وانگي مهارت سان استعمال ڪرڻ جو ايترو ئي موقعو ميسر آهي. انسان کي هميشہ پنهنجي چوڌاري وارن ماڻهن سان هم آهنگ ٿي ڪري هلڻو پوي ٿو. هر هڪ نسل جي انسانن کي زماني جي بدلجندڙ قدر ۽ روش سان گڏ تبديل ٿيڻو پوي ٿو.

پوءِ هر طرح جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ متوازن طريقا موجود هوندا آهن صرف اسان انهن کي اختيار ڪرڻ لاءِ آماده ٿي وڃون.

هاڻي اسان وٽ وقت ٿورو ٿيندو ٿو وڃي ڇاڪاڻ ته آٽوميٽڪ مشينون ايجاد ٿي چڪيون آهن. ٽرانسپورٽ جا تيز ترين ذريعا مواصلات جا جديد نظام اسان کان ٿوري وقت ۾ وڏيڪ ڪم جي توقعات وابسته ڪري ڇڏي آهي.

وقت جو بجيٽ ٺاهڻ وڏي مهارت وارو ڪم آهي ليڪن هي وڏو مفيد آهي اهڙي طرح پئسي جو بجيٽ ٺاهڻ به ڏاڍو نازڪ آهي. اسانجون اڪيون اسانجي کيسن کان وڏيون هونديون آهن اسان کي پئسي جو بجيٽ ٺاهڻ، سکڻ لاءِ جيترو به وقت گهرجي اهو وقت ڪيڻ گهرجي ۽ اهو اسان وٽ موجود آهي.

## (13) مثبت سوچ رکڻ

اسانجو ذهن ئي اهڙي شي آهي جنهن تي اسان ڪنٽرول ڪري سگهون ٿا. اسان ان تي ڪنٽرول ڪريون يا کليو ڇڏي ڏيون ۽ ڀٽڪي وڃون. اسان هر صورتحال ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ جي پوزيشن ۾ هوندا آهيون ۽ اسان ڪجهه ڪرڻ جي بغير رهي نٿا سگهون.

منفي هئڻ جو مقصد به ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ هوندو آهي. پنهنجي زندگي گذارڻ لاءِ توهان کي پنهنجي ذهن کي استعمال ۾ آڻڻو پوندو آهي اسان جا ردِ عمل ڇا هوندا ان جو تعين پنهنجي ذهن کي قابو ۾ رکڻ جي عادت ۽ طرز فڪر سان وابسته هوندو آهي.

ڇا توهان ترقي جي مثبت راهن جي تلاش ۾ هوندا آهيو؟

## (14) بلڪل درست سوچ

توهان جيڪو ڪجهه حاصل ڪرڻ گهرو ٿا ان جو انتخاب ڪريو. معلوم ڪريو ته توهان ان کي ڪيئن حاصل ڪندا. ان جي حصول جي لاءِ واضح ۽ مثبت سوچ سان گڏ يقين رکي ڪري ڪوشش شروع ڪري ڇڏيو . انهي کي بلڪل صحيح سوچ چوندا آهن.

توهان جي سوچ جي درستگي پر اميد خواهش ۽ اها طرز جيڪا توهان کي خود متحرڪ ڪرڻ لاءِ آماده ڪري، توهان جي ذهن جي طاقت کان واقفيت حاصل ڪري، ۽ ان کي ڪنٽرول ۾ بلڪل درست رکي.

### (15) بهتر جسماني صحت

توهان جي سوچ توهان جي صحت تي اثر انداز ٿئي ٿي. توهان جي سوچ توهان کي بيمار ڪري سگهي ٿي. سوچ سان توهان سٺي صحت جا مالڪ به ٿي سگهون ٿا. سٺو طرز فڪر ۽ عمل، گهري پر سڪون ننڊ ڪائڻ جي سٺي عادت به سوچڻ جي بدولت ٿيندي آهي، پنهنجي اندر سٺي صحت جو شعور پيدا ڪريو سٺي سوچ اسان جي جسم ۾ توازن پيدا ڪندي آهي ۽ نظم ضبط جو عملي اظهار جو باعث ٿئي ٿي.

### (16) تعاون

اندران ۽ ٻاهران ٻنهي طرحن جون ڪاميابيون تعاون جي بغير ممڪن نه آهن. تمام ڪاميابيون ۽ ترقي انسانن جو هڪ ٻئي سان تعاون ۽ ٽيم ورڪ جو نتيجو آهن. تعاون هر قسم جي تنظيمي ڪم جي اهم ضرورت آهي. اسان جو جسم به ان وقت صحتمند هوندو آهي. جڏهن هن جا تمام عضوا هڪ تنظيم تحت ٽيم ورڪ ڪندا آهن. اسان جي زندگي به پرمسرت صرف انهي صورت ۾ هوندي آهي جڏهن اسان جي ۽ ٻاهرين دنيا جي وچ ۾ تعاون ۽ رابطو پيدا ٿيندو آهي.

### (17) قدرت جي قانونن سان مطابقت هئڻ

هن جي وضاحت سيني ڪان مشڪل ڳالهه آهي پر اهو اصول اسان جي لاءِ اسان جي تمام تر اندروني صلاحيتن کي سمجهڻ ۽ انهن کي ڪاميابي جي حصول لاءِ استعمال ڪرڻ جي ڪنجي آهي. اهڙا به ماڻهو آهن جيڪي هن کي صوفياڻو رنگ به چوندا آهن.

جيڪڏهن توهان غور ڪريو ۽ يقين ڪريو ته جيڪا ڳالهه سامهون اچي ٿي اها هي آهي ڪائنات ۾ هڪ عظيم نظم وضبط جاري ۽ ساري آهي. جيئن سج جو اڀرڻ ۽ لهڻ سمنڊ جي لهرن جو لهڻ ۽ چڙهڻ، جيڪو اهو ٻڌائي ٿو ته هي سڀ ڪجهه ڪنهن منصوبي تحت هلي رهيو آهي. ڪائنات جو توازن ڪنهن قانونن جي طابع آهي، ڪجهه طبعي قانونن کي گڏي اسان اها طاقت، قوت ۽ توانائي پيدا ڪندا آهيون جيڪا اسان ۾ توازن ذهني سڪون ۽ ڪاميابي جو حصول ممڪن بنائي ٿي. توهان وٽ اختيار آهي ته توهان ڪاميابي جي اصول تي قابو پائڻ جو انتخاب ڪريو.

## (18) ذاتي ڪاميابين جي سائنس

توهان هاڻي هڪ خاڪي جو مطالعو ڪيو جيڪو توهان کي ڪاميابي جي نڪرندڙ سج جي شعائن جي روشني ۾ هلڻ جي قابل بنائي سگهي ٿو ۽ توهان پنهنجي خواهش جي ڪهڙي به منزل تي پهچي سگهو ٿا.

جيڪڏهن هن ڪاميابي لاءِ ڪا به بهتر قيمت ڏيڻ جي ضرورت آهي ته اها قيمت توهان ذاتي ڪاميابين جي سائنس ۾ مهارت حاصل ڪري ادا ڪري سگهو ٿا. جيڪڏهن توهان جي ذات ۾ هن وقت توازن ۽ سمجهه جي کوٽ آهي ته پوءِ ذاتي ڪاميابين جي سائنس سان اها کوٽ پوري ڪري سگهو ٿا.

توهان جيڪر گهر ۾ پنهنجي تعلقات ۾ بهتري جا خواهش مند آهيو ته پوءِ هي مطالعو توهان جي گهر جي هر فرد کي ڪرڻ گهرجي جيڪو پاڻ ۾ ۽ توهان ۾ تعلقات جو توازن پيدا ڪرڻ جو سبب ٿي سگهي ٿو. هي توهان جي خاندان جي هر فرد کي توازن ذهني سڪون هڪ ٻئي کي سمجهڻ. صلاحيت پيدا ڪري ٿي جيڪا توهان کي پنهنجي پيشورانه فرائض بهتر سر انجام ڏيڻ لاءِ ضروري آهي. ذاتي ڪاميابين جي سائنس جو فلسفه توهان کي پنهنجو پاڻ ۽ ٻين کي سمجهڻ جي صلاحيت پهچائي ٿو. هن جي مطالعي ڪانپوءِ توهان ماڻهن سان بهتر طريقي سان پيش اچي ڪري انهن کي پاڻ لاءِ تعاون ڪرڻ تي آماده ڪري سگهو ٿا.

جيڪر توهان ماضي ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيا آهيو جيترو توهان توقعات رکي رهيا هئا ته هي فلسفو توهان کي ماضي ۾ ڪيل غلطين جو سبب ڳولڻ ۾ توهان جو مددگار ثابت ٿيندو ۽ اهو به ٻڌائيندو ته انهن غلطين کان ڪيئن بچي سگهجي ٿو ۽ پنهنجو مستقبل ڪيئن بهتر بنائي سگهجي ٿو.

جيڪڏهن توهان جو ڪو ذاتي ڪاروبار آهي ته پوءِ ذاتي ڪاميابين جي سائنس سان توهان اهي طريقا ڄاڻي سگهو ٿا جن تي عمل ڪرڻ سان توهان جا گراهڪ توهان لاءِ ڪم ڪرڻ وارا ٿي ويندا ۽ اهي وري ٻين گراهڪن کي توهان لاءِ وٺي ايندا جيڪڏهن توهان استاد آهيو ته ذاتي ڪاميابين جي سائنس توهان ۾ اهو ڪجهه پري ڇڏيندي جيڪا توهان جي ڪمائي ڪرڻ جي صلاحيت ۾ واڌارو ٿي ويندو ۽ تعليم جي ميدان ۾ بهتر خدمت سرانجام ڏيڻ جي قابل بنائيندي.

## (19) اعليٰ دماغ وارن ماڻهن جو اتحاد

مسٽر ڊبليو ڪيمنٽ اسٽون هن باب ۾ ٻڌايل تمام اصولن مان تمام اهڙن ماڻهن جن ڪي مصنف سڃاڻي ٿو، جن گهڻو عرصو فائدو ورتو آهي ۽ سڀ کان بهتر مثال نيپولن هل ۽ ڪليمنٽ اسٽون ايسوسيئشن جو آهي. جڏهن نيپولن هل سان پهريون ڀيرو 1952 ۾ ملاقات ٿي ته اسٽون جي بقول ته هو 30 لک ڊالر جي ماليت جو مالڪ هئو. ۽ جڏهن هنن جو تعلق 10 سالن کانپوءِ ختم ٿيو ته ته اسٽون جي حيثيت جو اندازو 16 ڪروڙ ڊالر هئو. يعني هن جي اثاثن ۾ سالانه ڏيڍ ڪروڙ ڊالر جي واڌ ٿيندي رهي انهن ڏهن سالن ۾ مسٽر اسٽون جي سيلز اسٽاف ۽ انتظاميه جا رڪن ذاتي ڪاميابين جي سائنس جي اصولن ۽ طريقن تي سختي سان عمل پيرا رهيا. ڪجهه سيلز مينن انهن اصولن جي پيروي جي بنيادن تي ٿي سو کان چار سوَ مرتبا منافعو ڪمايو.

ان مان اندازو ڪريو ته مسٽر اسٽون ڪي ڪامياببن جي ڊوڙ ۾ نيپولن هل، اينڊر ڪارينگي، ٿامس ايڊيسن کان پوءِ جنهن نمبر تي رکيو ويو آهي. ان جو اعلان نيپولين پاڻ نيپولن هل فائوڊيشن جي انعامي تقريب ۾ ڪيو هو. انهن ڏهن سالن جي رفاقت دوران مسٽر اسٽون ۽ نيپولن هل گڏجي "مثبت طرز فڪر سان ڪاميابي جو حصول" ڪتاب به لکيو هو.

جيڪو شروع ۾ تمام گهڻو وڪرو ٿيڻ وارو ڪتاب ۽ اڄ تائين وڏيڪ وڪرو ٿيندڙ ڪتابن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

جيتوڻيڪ نيپولن هل جي تصنيف لکين ماڻهن کي دولت ڪمائڻ جي قابل بنايو ۽ انهن کي "لکپتين جا بادشاه" جا لقب مليا. انهن سڀني ۾ وڌيڪ مفيد ٿيندڙ ماڻهو مسٽر اسٽون ئي رهيو.

ان کانپوءِ مسٽر پين پيٽرڪ اهو شخص آهي جنهن ان فلسفي مان بهتر انداز ۾ پهچي عملي زندگي گذاري پنهنجي قسمت بدلائي.

جڏهن ته مسٽر اسٽون نه صرف پاڻ ان فلسفي مان فائدو ورتو بلڪ هن جا سيلز مين پڻ خوشحال ٿي ويا. جيڪي لائف انشورنس سان وابسته هئا. اها ڳالهه به مسٽر اسٽون مڃي ٿو ته جنهن وٽ به جيڪو ڪجهه آهي، ان کي صحيح انداز ۾ خرچ ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن نه ته پوءِ هو هڪ ڏينهن فنا ٿي ويندو.

اڄڪلهہ هو نيپولن هل ٻِڌا تي ڪتاب ڇپائي مارڪيٽ ۾ آڻي رهيو آهي.

(1) سوچيو ۽ امير ٿي وڃو.

(2) امارت جي ڪنجي

(3) ذهني سڪون سان امير ٿي وڃو.

ڏهہ سال ۾ جتي ماڻهن کي هنن جي فلسفي رفاقت ۽ ڪتابن مان فائدو ٿيو آهي اتي هنن جي ڪمپني جيڪا 37500 ستٽيهہ هزار پنج سوَ ڊالر جي ماليت جا حصا خريد ڪيا هئا اڄ اهي 65000 پنجهٽ هزار پنج سوَ ڊالر ماليت جي ٿي وئي هئي.

هي توهان جي پنهنجي مرضي آهي تہ توهان ڪيترو ڪامياب رهڻ چاهيو ٿا ۽ هاڻي ئي فيصلو ڪيو تہ توهان کي زندگي ۾ ڇا ڪرڻو آهي ۽ ان لاءِ اڄ کان وٺي ڪوشش شروع ڪري ڇڏيو.

## باب ستون

## سيلز مين شپ ۾ مهارت جا طريقا

### پهريون حصو

### سيلز مين اسٽيج تي

سيلز مين جي سائنس جو انداز بلڪل ائين آهي جيئن هڪ ايڪٽر جو اسٽيج ڊارمي ۾ ضروري هوندو آهي. سيلز ميني ۾ اها ئي نفسيات ڪم ڪندي آهي جيڪا هڪ ايڪٽر جي اسٽيج ڊارمي ۾ ضروري هوندي آهي. سيلز ميني ۾ اهائي نفسيات ڪم ڪندي آهي، جيڪا هڪ ايڪٽر پنهنجي ناظرين جي سامهون قابلِ ستائش بنائڻ ۾ بروءِ ڪار آڻيندو آهي. هڪ ڊرامو تڏهن ئي مقبوليت ماڻي سگهندو آهي جڏهن هن جي شروعات زبردست انداز جي هوندي آهي ۽ هن جو وچ ۽ آخر بيخود ڪري ڇڏڻ جهڙا هجن، اگر اهو ڪلائيمڪس ڊرامي اندر موجود نه هوندو ته اهو فلاپ سڏرائيندو آهي.

هڪ سيلزمين ڪي پنهنجو ڪم اهڙي طرح گرم جوشي سان ڪرڻ گهرجي جيئن هو گمراهه ۾ اعتماد ۽ دلچسپي وڌائي سگهي. جيڪڏهن هو آغاز ئي بيجان قسم سان ڪندو ته هن ڪي پنهنجي مقصد ۾ ناڪامي نه ٿئي پر مشڪلات ضرور اينديون. سيلزمين جو ڊرامو پيش ڪرڻ دوران ڪٿي به ڪمزوري يا عدم دلچسپي جو مظاهرو ٿي به ويو پر اهو وڪري جي صورتحال ۾ ايترو نقصان ڪار نه ٿيندو جيترو شروعات ۽ آخر ۾ بي جان ۽ ڪوڪلو هئڻ ۾ ٿيندو آهي.

### پهريون ايڪٽ: دلچسپي

پهرين اپيئرنس ناظرين جي توجهه پنهنجي طرف ڇڪائڻ ۽ دلچسپي پيدا ڪرڻ وارو هئڻ گهرجي. ان جي مڪمل ٿيڻ تائين گراهڪ جو ذهن پين سيني ڳالهين کان الڳ ٿي وڃي ۽ ان ۾ اعتماد پيدا ٿيڻ گهرجي.

### ٻيو ايڪٽ: خواهش

هن حصي ۾ پيش ٿيندڙ ڊرامي جي پلاٽ کان روشناس ڪرايو ويندو آهي يعني اصل ڪهاڻي جو ڊرامائي ماحول پيدا ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن

هي حصو ٿورو گهڻو ڪمزور به هوندو پر جيڪڏهن آغاز کي وڏيڪ جاندار بنايو ويندو ته هن ڪمزور حصي تي پردو اچي ويندو.

جيڪڏهن شروعات ۾ ئي ناظرين جي توجهه ۽ اعتماد پيدا ڪري ويو ته پوءِ وچ واري حصي جون ڪمزوريون نظر انداز ڪرڻ ۾ فراخدلي جو مظاهرو ڪري ويندا. هن حصي ۾ توهان کي ناظرين جي اندر ڊرامي ۾ پنهنجي ڪلائيمڪس جي طرف وڌيڪ غور ڪرڻ جي خواهش بتدريج وڌائڻي هوندي آهي. ياد رکڻ گهرجي خواهش جو بتدريج واڌارو سٺي طرح پيش ٿيندڙ ڊرامي جو اصل مقصد جي هم رڪاب هئڻ گهرجي.

## ٽيون ايڪٽ: عمل

هن حصي ۾ مقصد هڪ حقيقت بنجي سامهون ايندو آهي، انهيءَ کي واقعي اوهان جي ڪٿڻ جو واضح اعلان هئڻ گهرجي ٻي صورت ۾ هي ڊرامو فلاپ ٿي ويندو. خواه پهريان ٻئي حصا ڪيترا نه جاندار ۽ مضبوط ڇو نه هجن. ٽئين ۽ آخري حصي ۾ فيصلو ٿيندو آهي ته خريداري مڪمل ٿي يا خريدار خريد ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آخري حصو پهرين ٻن حصن جي شي انداز ۾ ادائگي جي بعد وڌيڪ اثرائتو ثابت ٿيندو آهي.

هڪ ٻي اهم ڳالهه هي آهي هر اهو ماڻهو ن جيڪو انهن ٽن ايڪٽ ۾ سيلز ڊرامي کي ڪاميابي ڏيڻ چاهيندو هن کي پر تخيل هئڻ ۽ ان تخيل کي استعمال ڪرڻ جي صلاحيت هئڻ ضروري آهي. تخيل ذهن جي هڪ اهڙي ورڪشاپ آهي جتي سيلز مين خيالات منصوبا ۽ خيالي تصورات کي قابل قبول روپ ڏيندو آهي جنهن کي هو پنهنجي گراهڪ جي سامهون سليقي سان رکندو ته هن جي اندر اعتماد ۽ خواهش پيدا ٿي سگهندي.

تخيل کان بغير سيلز مين جي مثال هڪ اهڙي جهاز جي مانند آهي جنهن جو ڪو هلائڻ وارو نه هجي ۽ گهري سمنڊ ۾ لهرن جي رحم ڪرم تي هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رهي ۽ جڏهن سفر ختم ٿئي ته خبر پئي ته جتان نڪتا هئاسين اتي ئي بيٺا آهيون. اهڙي قسم جا سيلز مين ڪا به پراگريس نه ڏيندا آهن.

**صرف لفاظي ئي ڪجهه ڪين ڪپائي سگهندي.**

غور ۽ فڪر سان منتخب ڪيل لفظ جيڪي خواهش پيدا ڪري سگهن ڪجهه وڪرو ڪري سگهندا آهن.

الاهي ماڻهو گهٽي ساري لباڙ ۽ ڊيگهه واري گفتگو ۽ غور وفڪر هم آهنگ لفظ سلجهيل گفتگو ڪان واقف ناهن. مقصد تہ گفتگو ئي گراهڪ کي وڪري جي لاءِ پيش ڪيل شي کي پالش ڪري لفظن ۾ هڪ تصوير جوڙي سامهون آڻيندي آهي. جيڪا گراهڪ جي دل ۾ انهي کي خريد ڪرڻ جي خواهش بيدار ڪري وٺندي آهي ۽ آخر هو ان کي خريد ڪري ئي مطمئن ٿيندو آهي.

پهرين ايڪٽ جيئن بيان ڪيو ويو آهي تہ گراهڪ جي ذهن کي هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ۽ سوچن کان صاف ڪرڻ ان جو توهان تي اعتماد پيدا ڪرڻ لازمي شرط آهي، جيستائين گراهڪ جي ذهن ۾ توهان تي اعتماد نٿو پيدا ٿئي ان کي توهان ڪابہ شي خريد ڪرڻ تي آماده نٿا بنائي سگهو.

## سيلزمين گراهڪ جو عملي ۽ سبق

هتي اسان کي سيلز مين تي لکيل هڪ موثر ترين سبق جي ياد اچي ٿي جيڪا شيڪسپئر جي شاهڪار تحرير تي مبني آهي. هي انهي جي ڊرامي جو اهو حصو آهي جنهن ۾ مارڪ انٽوني جي جوليس سيزر جي جنازي تي ڪيل تقرير جو منظر بيان ڪيو ويو آهي اسان ان کي سيلز مين ۽ گراهڪ جي باهمي تعلق کي سمجهڻ لاءِ هڪ عملي سبق جي طور تي نقل ڪري رهيا آهيون.

اسان جي خيال ۾ هي حصو انهن تمام بابن جي وضاحت پيش ڪندو جيڪي اسين اڳي بيان ڪري آيا آهيون، ٿي سگهي ٿو تہ توهان اها تقرير پڙهي هجي پر وڌي بہ هن کي غور سان پڙهندا. ۽ سوچيندا. هتي اسان ڪجهہ تشريحون جيڪي بريڪٽن ( ) ۾ ڏنيون ويون آهن پيش ڪريون ٿا جيڪي توهان کي هن ڊرامي مان نيون معنائون تلاش ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿينديون. اينٽوني جي تقرير واري حصي جي سيٽ جي ترتيب ڪجهہ هئين آهي، جوليس سزر ماريو ويو آهي ۽ انهي جي قاتل بروٽس کي رومن شهرين جي هڪ جلسي ۾ اهو ٻڌائڻ لاءِ آندو پيو وڃي تہ اهو سڀ ڪجهہ هن ڇو ڪيو؟ ڀاڻي توهان جي ذهن ۾ ماڻهن جي هڪ وڏي هجوم جي جو تصور هئڻ گهرجي جيڪي پاڻ ۾ سس پس ڪري رهيا آهن ۽ اهو چئي رهيا آهن تہ بروٽس سيزر کي مارڻ سٺو ڪيو آهي.

هاڻي اُن صورتحال ۾ بروٽس اسٽيج تي اچي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو تہ هن اهو سڀ ڪجهہ ڇو ڪيو، ڇاڪاڻ تہ هو پر اعتماد آهي جو سڄو هجوم هن سان گڏ آهي ۽ اهو ڪجهہ ٻڌائي واپس پنهنجي سيٽ تي وڃي ويهي ٿو. ان مان اهو ثابت ٿي چڪو تہ بروٽس جي چيل هر هڪ ڳالهہ ماڻهن لاءِ قابل اعتبار هئي ۽ هڪ تڪبر ڪندڙ ماڻهو پين کي حقارت جي نگاه سان ڏسندڙ جو انت آندو ويو هو.

هاڻي مارڪ انٽوني اسٽيج تي اچي ٿو. هو سمجهي ٿو تہ ماڻهن جو هجوم هن جي خلاف آهي، ڇاڪاڻ تہ هو جوليس سيزر جو دوست آهي. هو آهستي عاجزي سان پر آواز پنهنجي تقرير جو آغاز ڪري ٿو.

انٽوني: بروٽس جي لاءِ اوهان جي توجهہ جو طلبگار آهيان.

چوٿون ماڻهو: هن بروٽس جيّ لاءِ ڇا چيو؟

ٽيون ماڻهو: هو بروٽس جي لاءِ اسان جي توجهہ جو طلبگار آهي.

چوٿون ماڻهو: خدا ڪري هي بروٽس جي خلاف ڪا ڳالهہ نہ ڪري.

پهريو ماڻهو: هي جو سيزر هئو، وڏو غدار هئو.

ٽيون ماڻهو: ها تون ٺيڪ ٿو چئين. اسان خوش آهيون تہ روم کي ان کان نجات ملي.

ٻيون ماڻهو: خاموش ...! ٻڌو تہ اينٽوني ڇا ٿو چوي.

(توهان ڏٺو تہ اينٽوني پنهنجي پهرين جملي ۾ حاضرين جي ذهنن کي هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين کان صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي).

سڀ ماڻهو: اچو اينٽوني کي ٻڌون خاموش ٿي وڃو.

اينٽوني: دوستو روميو! منهنجا هم وطنو! منهنجي ڳالهہ ڌيان سان ٻڌو! آءُ هتي سيزر جي تدفين لاءِ آيو آهيان نہ ڪي هن جي تعريف لاءِ.

(هتي اينٽوني سامعين جي جذبات سان پاڻ کي همڪنار ڪري رهيو آهي). انسان جيڪي برايون ڪيون هونديون آهن اهي هن جي مرڻ کانپوءِ بہ زنده رهنديون آهن.

سٺائيون وري هن جي هڏن سان ئي دفن ٿي وينديون آهن. هاڻي اهو سيزر جوٿي معاملو اتي ئي رهڻ ڏيو. معزز بروٽس توهان کي ٻڌائي چڪو آهي تہ سيزر هڪ خواهش پرست شخص هئو. جيڪڏهن ائين ئي هئو تہ اها وڏي خرابي آهي.

۽ ان لاءِ سيزر کي جواب ڏيڻو پوندو.

هتي آءٌ بروٽس ۽ توهان سڀني جي اجازت سان ڇاڪاڻ ته بروٽس هڪ معزز ماڻهو آهي. آءٌ ته سيزر جي جنازي ۾ آيو آهيان. هو منهنجو دوست هئو وفادار ۽ مون سان هن جو سلوڪ سٺو هئو. پر بروٽس جو چوڻ آهي ته هو هڪ خواهش پرست ماڻهو هئو. ۽ بروٽس هڪ معزز ماڻهو آهي.

هو تمام گهڻن ماڻهن کي يرغمال بڻائي روم کڻي آيو.

جن جي ڇنگ تاوان سان روم جو خزانو ڀرجي ويو.

ڇا اهو ڪرڻ جي ڪري سيزر کي خواهش پرست ڪوٺيو ٿو وڃي.

جڏهن به غريب تڪليف ۾ ڏسندو هو ته سيزر روئيندو هئو خواهشن جو غلام ته ايترو نرم دل نه هوندو آهي.

پوءِ به بروٽس جو چوڻ آهي ته سيزر خواهش پرست هئو. ۽ يقينن بروٽس ته هڪ معزز ماڻهو آهي.

منهنجي چوڻ جو مقصد اهو ناهي ته بروٽس غلط ٿو چوي آءٌ ته صرف اهو چوان ٿو جيڪي آءٌ ڄاڻان ٿو.

توهان سڀ سيزر سان محبت ڪندا هئو ڇا اها بي وجه هئي. هاڻي توهان کي ڪهڙي ڳالهه سيزر جو ماتم ڪرڻ کان روڪي رهي آهي.

اي منصفن جا مصنفو! درندگي جو هي سيلاب آهي.

۽ ماڻهن عقل جو دامن هٿن مان ڪيڏي ڇڏيو آهي. اي خدا مونکي برداشت جي طاقت عطا فرماءِ منهنجي دل سيزر سان گڏ ڪفن ۾ ويڙهيل آهي. ها مون کي ترسڻو پوندو ۽ پنهنجي دل جي واپسي جو انتظار ڪرڻو پوندو هو ڪجهه رڪجي وڃي ٿو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ٿو.

(هتي اينٽوني ڪجهه لمحن لاءِ ٻيهي حاضرين کي سوچڻ جو موقعو ڏئي ٿو ته جيئن هو هن جي شروعاتي لفظن تي بحث مباحثو ڪري سگهن هو ڏسڻ پيو چاهي ته هن جي شروعاتي لفظن جو ماڻهن تي ڪيترو اثر ٿيو آهي. بلڪل ائين ئي هڪ ماهر سيلز مين پنهنجي گراهڪن کي ڳالهائڻ جو موقعو ڏيندو آهي ته هن کي معلوم ٿي سگهي ته هن جي ذهن ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي).

پهريون شهري: منهنجو خيال آهي ته هن جي ڳالهه ۾ وزن آهي.

پيون شهري: جيڪڏهن توهان ڳالهين جي گهرائي ۾ ويندا تہ خبر پوندي سيزر هڪ غلط انسان هئو.
ٽيون شهري: ڇا هن ڪي ڪو پٽ آهي؟
چوٿون شهري: ڇا توهان هن جي لفظن تي غور ڪيو آهي؟ هن تخت تي قبضو نہ ڪيو هو. لهذا هو خواهش پرست نہ هئو.
پهريون شهري: جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ هن جي جڳهہ هن جي ڪنهن عزيز کي وٺڻ گهرجي.
ٻيون شهري: غريب کي ڏسو! روئي روئي هن جون اکيون ڳاڙهيون لال ٽي ويون آهن.
ٽيون شهري: پوري روم ۾ انتوني جهڙو شريف ماڻهو ٻيو ڪوبہ نہ ملندو.
چوٿون شهري: هاڻي هن ڏي توجهہ ڏيو هو وري ڳالهائي رهيو آهي.
انتوني: جيتوڻيڪ گذريل ڏينهن سيزر جي منهن مان جيڪو لفظ بہ نڪرندو هو، هيءَ دنيا ان تي عمل ڪندي هئي. ۽ اڄ اهو اتي پيو آهي ۽ ڪير بہ هن کي دفن ڪرڻ لاءِ بہ تيار ناهي.
اي هتان جا مالڪو! (هو هتي ماڻهن ۾ اجان بہ ڪاوڙ غصو وڌائڻ پيو چاهي) اگر منهنجي لاءِ اهو ممڪن هجي ها تہ اوهان جي ذهن ۽ دلين کي جهنجوڙيان ۽ وڌيڪ غصو ۽ بغاوت پيدا ڪيان ها.
آءَ بروٽس ۽ ڪيسيئس سان سٺو نہ ڪيان ها. (Cassius) حالانڪہ توهان سڀ ڄاڻو ٿا تہ هو ٻئي ڪيترا معزز آهن.
(توهان ڏنو هوندو تہ انتوني بار بار "معزز" لفظ کي دهرائي رهيو هو. هو تمام هوشياريءَ سان اهو مجمعي کي باور ڪرائي رهيو آهي تہ هو ايترا معزز يا عزت وارا نہ آهن. جيترا بروٽس ۽ ڪيسيئس کي ماڻهو سمجهي رهيا آهن بغاوت ۽ ڪاوڙن جهڙن لفظن کي جتي بہ هو پهرين مرتبہ استعمال ڪري رهيو آهي. ۽ جڏهن ٿورو ڳالهائڻ ۾ وقفو ڏنو ۽ وري شروعات ڪئي هن اهو اندازو لڳائي ورتو تہ هاڻي ماڻهن جي خيالن جو جهڪاءُ هن جي طرف آهي. اهو ڏسڻ گهرجي تہ ڪيتري چالاڪيءَ سان هو پنهنجو "محسوسات" جو خيال پيو رکي ۽ ٻڌندڙن جي ذهني هم آهنگي جو خيال رکي رهيو هو)

انتوني: آءٌ ڪنهن سان بہ زيادتي نہ ڪندس بلڪ چونڊ ضرور ڪندس انهي مردي سان زيادتي ڪرڻ. توهان سڀني سان زيادتي ڪرڻ پنهنجي پاڻ سان زيادتي ڪرڻ تڏهن ڪانپوءِ هن معزز ماڻهن سان زيادتي ڪندس.

(هتي هو بروٽس ۽ ڪيسيئس جي خلاف نفرت جي تجويز کي هڪ مضبوط شڪل ڏئي رهيو آهي ۽ حاضرين کي تجسس ۾ ڪلائيمڪس جي لاءِ تيار ڪري رهيو آهي هن کي اهو يقين آهي جيڪو ڪلائيمڪس هو ماڻهن کي ڏيڻ پيو چاهي اهو حاضرين جو پنهنجو فيصلو بنجي سامهون ايندو.)

اينٽوني: پر هي هڪ دستاويز آهي. جنهن تي جوليئس سيزر جي مهر لڳل آهي مون انهي دستاويز کي انهي الماري مان لڌو جيڪا سندس استعمال ۾ هوندي هئي. هي انهي جي وصيت آهي ۽ عام ماڻهن کي اها خبر ضرور پوڻ گهرجي ۽ انهي لاءِ مونکي معاف ڪيو تہ آءٌ هن وصيت کي پڙهان.

(هتي هو ماڻهن ۾ اچان وڌيڪ تجسس پيدا ڪري انهن جا جذبات پنهنجي قابو ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي۽ انهن کي يقين ڏياري رهيو آهي تہ اها وصيت هو پڙهڻ نٿو چاهي. ماڻهن جي خواهش پنهنجي ڪلائيمڪس يا عمل ڏانهن آهستي آهستي وڌائي رهيو آهي.)

۽ تقرير اڳتي وڌائيندي چوي ٿو.

۽ مونکي يقين آهي تہ ماڻهو ان ڪانپوءِ هن مئل سيزر جي گهايل جسم جي زخمن کي چمندا ۽ پنهنجا رومال سندس مقدس رت ۾ رڱيندا ۽ ها هن جو هڪ هڪ وار يادگار جي طور تي پنهنجي پاڻ وٽ رکندا ۽ مرڻ وقت پنهنجي وصيتن ۾ سيزر جو ذڪر ڪندا پنهنجي ميراث ۾ سندن اولاد لاءِ.

(ماڻهن جي نفسيات آهي هو هر ان چيز کي حاصل ڪرڻ چاهيندا آهن جيڪا سندن وس کان ٻاهر هوندي آهي يا جيڪڏهن اها شي کين نہ ملي تہ هو مايوسي ۾ مبتلا ٿي ويندا. توهان ٿورو غور ڪيو انتوني ڪيڏي مهارت سان ماڻهن ۾ وصيت جي دلچسپي وڌائي آهي هي ماڻهن ۾ مجموعي ۾ ذهنن کي ٻين شين کان صاف ڪرڻ جو پيو قدم آهي. هتي هاڻي سيزر لاءِ ماڻهن جي ذهن ۾ خراب راءِ بلڪل ختم ٿي چڪي آهي.)

تمام حاضرين: وصيت، وصيت اسان سيزر جي وصيت ٻڌڻ چاهيون ٿا.

اينٽوني: حوصلو رکو تحمل ڪريو منهنجا دوستو مونکي هيءَ وصيت نہ پڙهڻ گهرجي. هن مان توهان کي اها خبر پئجي ويندي تہ سيزر کي توهان سان ڪيتري محبت هئي. توهان نہ ڪو پٿر آهيو نہ ڪو ڪاٺ بلڪہ انسان آهيو. ۽ جيئن توهان انسان آهيو ان لاءِ سيزر جي وصيت اوهان کي ڪاوڙ ۾ باه بنائي ڇڏيندي. (۽ اهو هو چاهي رهيو هو)

اوهان لاءِ اهوئي بهتر آهي تہ توهان کي اها خبر نہ پوي تہ اوهانکي هن پنهنجو وارث قرار ڏنو آهي.

ان لاءِ اوهانکي گهرجي او! پوءِ ان جو ڇا فائدو.

چوٿون شهري: وصيت پڙهو! اينٽوني! اسان ٻڌڻ ٿا چاهيون توکي اها وصيت پڙهڻ گهرجي ۽ اسان کي ٻڌائڻ گهرجي.

انتوني: ڇا توهان صبر کان ڪم وٺندا؟ ڇا توهان ڪجھہ ترسي سگهو ٿا؟

مون توهان جي سامهون ان جو ذڪر ڪري پنهنجي پاڻ سان دشمني ڪئي آهي ۽ مونکي پڪ آهي تہ آءٌ انهن معزز ماڻهن سان زيادتي ٿيڻ جو مجاز ٿيڻ وڃي رهيو آهيان، جن پنهنجو خنجر سيزر جي جسم ۾ ٿوڪيو آهي.

(خنجر ۾ "ٿوڪڻ" جا لفظ استعمال ڪري هو اهو ٻڌائڻ چاهي ٿو تہ سيزر کي وڏي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو آهي هتي غور ڪيو انتوني ڪيتري چالاڪي سان پنهنجي حاضري ۾ تقرير ذريعي پنهنجون تجويزون ماڻهن جي دماغ ۾ داخل ڪري رهيو آهي ۽ اهو بہ ڏسو تہ مجموعو ڪيترو تيزي سان هن جي زير اثر اچي رهيو آهي انتوني وڏي مهارت سان انهن جي ذهنن کي هن جي تجويز قبول ڪرڻ لاءِ آماده ڪري ورتو)

چوٿون شهري: اهي غدار آهن معزز شهري

تمام حاضرين: وصيت! دستاويز!

پيون شهري: هو بدمعاش هئا، قاتل آهن، وصيت.

(بلڪل اها ڳالهہ اينٽوني شروع کان چوڻ ٿي چاهيو پر هو ڄاڻندو هو تہ جڏهن هو حاضرين جي ذهن ۾ پنهنجي ڳالهہ پري ڇڏيندو تہ پوءِ هو پنهنجي زبان سان خود چوندا ۽ اهوئي موثر طريقو آهي)

انتوني: ڇا توهان مونکي مجبور ڪري ڇڏيندا تہ آءٌ وصيت پڙهان؟ تہ پوءِ توهان سڀ سيزر جي لاش جي چوطرف گهيرو ٺاهيو ۽ مونکي موقعو ڏيو تہ مان

توهان کي وصيت ڪرڻ وارو ڏيکاريان. مونکي جڳهہ ڏيو تہ آءٌ هيٺ اچان توهان جي وچ ۾؟

(اهو اهو وقت آهي تہ بروٽس پنهنجي پنيان ڪو دروازو ڳولي ۽ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري)

تمام شهري: هيٺ اچو.

ٽيون شهري: مون تي گهٽو دٻاءُ نہ ڏيو ٿورو پري ٿي بيهو.

(هن کي اها خبر هئي تہ هن جي چوڻ ڪانپوءِ ماڻهو هن جي وڏيڪ ويجهو ايندا ۽ اهو هو چاهي رهيو هو).

تمام شهري: ٿورو پوئتي هٽو.

انٽوني: جيڪڏهن توهان وٽ ڳوڙها آهن تہ پوءِ انهن کي وهائڻ لاءِ تيار ٿي وڃو.

اوهان هن چڳهہ زخم جو پراڻو نشان ڏسي رهيا آهيو مونکي ياد آهي گرمي جي هڪ شام هئي ان جي خيمي ۾ جڏهن هن نروائي جو علائقو فتح ڪيو هو.

ڏسو ڏسو هتان ڪيسيئس جو خنجر پيوست ڪيو ويو هئو. ڏسو حاسد هن کي ڪهڙو زخم ڏنو ۽ هتان پياري بروٽس پنهنجو خنجر پيوست ڪيو هئو. ۽ هن پنهنجي بيرحم لوه کي هتان گهمائيندي ڇڪيو آهي.

سوچيو! تہ سيزر جو رت ڪيئن ڦوهارو ڪري وهيو هوندو ۽ دروازي کان جڏهن ٻاهر تڙپندو نڪتو هوندو تہ هن سوچيو هوندو تہ ڇا بروٽش بہ ايترو بيرحم ٿي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ بروٽس جيئن توهان ڄاڻو ٿا، سيزر لاءِ فرشتو هئو. انصاف يا خدا! سيزر هن کي ڪيترو پيائيندو هو، هي زخم سڀ کان وڌيڪ بيرحمي سان لڳايو ويو آهي.

ڇاڪاڻ تہ جڏهن معزز سيزر هن کي خنجر جو وار ڪندي ڏٺو هوندو هڪ ناشڪري جو وار غدار جي وار کان وڌيڪ تڪليف ڏيندڙ هوندو آهي. ان تي خاموشي ڇائنجي وئي ۽ هن جي مضبوط دل ڦاٽي پئي ۽ پنهنجي ڪپڙن ۾ منهن لڪائيندي پومپي جي مجسمي جي بنياد تي وهندڙ رت سان عظيم سيزر زمين تي ڪري پيو.

آه... هي ڇا ڪرڻ هئو منهنجا هم وطنو!

انهي ئي وقت مان ۾ اوهان سڀ هيٺ ڪري پياسين ۽ جڏهن خوني غدار اسان تي ڇانئجي ويا.

او! هاڻي توهان روئو ٿا ۽ آءٌ خيال ڪريان ٿو.

پشيماني جي حوالي سان هي عظيم قطرا آهن.

مهربان روميو! هاڻي ڇوٿا روئو؟ جڏهن تہ مشاهدي کان علاوه ڪجهہ بہ ناهي اسانجي سيزر جو جسم تمام زخمي؟ توهان کي ڏسي رهيو آهي. ائين بي بس جيئڻ توهان ۾ مان غدارن جي وچ ۾.

(ڏسو انتوني هاڻي وڏي آساني سان غدار لفظ استعمال ڪيو ڇاڪاڻ هو ڄاڻي پيو تہ هاڻي هي لفظ رومي شهرين جي هجوم جي ذهنن سان هم آهنگ آهن)

پهريون شهري: ڪيترو نہ افسوسناڪ منظر آهي.

ٻيون شهري: اوه! خوفناڪ ڏينهن

ٽيون شهري: اوه! خوفناڪ ڏينهن

پهريون شهري: اوه! سيني کان وڏيڪ خوني منظر

ٻيون شهري: اسان هاڻي انتقام وٺنداسين.

(اگر بروٽس هڪ عقلمند شخص هجي ها تہ اُن نوابي جي بجاءِ هن وقت تائين منظر کان ڪوهون پري هلي وڃي ها)

تمام ماڻهو! انتقام! واپسي! تلاش! جلاؤ! باه! ماريو! قتل ڪريو! ڪنهن بہ هڪ غدار کي زنده نہ ڇڏيو!

(هتي انتوني اڳيون قدم کڻي ٿو ۽ هجوم جو غصي کي عمل ۾ بدلائي ٿو ليڪن هو هڪ هوشيار سيلزمين آهي ۽ انهي عمل تي زور نٿو وجهي)

انتوني: ترسو هم وطنو.

پهريون شهري: خاموش! هتي معزز انتوني آهي.

ٻيون شهري: اسان هن کي ٻڌنداسين اسين ان جي پويون هلنداسين اسان ان سان گڏ مرڻ لاءِ بہ تيار آهيون.

<u>(مقصد حاصل ڪرڻ)</u>

(انهن لفظن مان انتوني کي خبر پئجي وئي تہ هاڻي هجوم هن سان گڏ آهي ڏسو تہ هو هن نفسياتي ڪيفيت مان ڪيئن فائدو وٺي ٿو. هي اهي جذباتي لمحہ هوندا آهن جن مان هر ماهر سيلزمين فائدو وٺندو آهي.)

انتوني: سنا دوستو! پيارا دوستو! مونکي موقعو نہ ڏيو تہ آءٌ اوهان کي ڀڙڪايان ڪنهن وڏي بغاوت لاءِ. ڇاڪاڻ جن ماڻهن اهو ڪم ڪيو آهي اهي معزز آهن. انهن کي پنهنجي دل ۾ ڪيترو تہ رنج لڪل آهي افسوس مان نٿو ڄاڻان انهن کي اهڙي عمل ڪرڻ تي ڪهڙي شي آماده ڪيو هو قابل ۽ معزز هئا. ۽ ضرور بلاشڪ، دليلن سان اوهانکي جواب ڏيندا. آءٌ هتي ان لاءِ نہ آيو آهيان منهنجا دوستو! تہ توهان کي جذباتي ڪريان يا ڀڙڪايان. مونکي تہ بروٽس وانگر تقرير جي فن تي عبور ناهي. جيئن تہ توهان سڀ منهنجي باري ۾ ڄاڻو ٿا تہ آءٌ هڪ صاف ۽ کرو ماڻهو آهيان.

هي منهنجي دل ۾ منهنجي دوست جي محبت آهي ۽ انهي جي ان کي بہ خبر آهي جنهن مونکي هن مجموعي ۾ ڳالهائڻ جي همت ڏني تہ جيئن مان هن جو ذڪر ڪري سگهان. ڇو تہ نہ مون وٽ عقل آهي نہ لفظ. نہ حيثيت، نہ عمل، نہ ادائيگي نہ ڳالهائڻ جي طاقت تہ ماڻهن جي خون ۾ جنبش آڻي سگهان آءٌ تہ صرف ٺي صرف سچ ڳالهائي رهيو آهيان. ۽ صرف توهان کي اهو ڪجهہ ٻڌائي رهيو آهيان جيڪو ڪجهہ توهان اڳئي ڄاڻو ٿا. پنهنجي پياري دوست سيزر جا زخم ڏيکاري رهيو آهيان جيڪو غريب بي زبان آهي ۽ ڪوشش ڪري رهيو آهيان تہ هو منهنجي زبان بنجي وڃي ۽ جيڪڏهن آءٌ بروٽس هجان ها ۽ بروٽس انتوني هجي ها تہ پوءِ هڪ انتوني توهان جي روحن کي هِلائي ڇڏي ها ۽ سيزر جي هر زخم ۾ هڪ زبان لڳائي ڇڏي ها جيڪا مجبور ڪري وجهي ها روم جي هر پٿر کي تہ اهو اٿي ڪڙو ٿئي هان بغاوت لاءِ ۽ بغاوت ڪري هان.

تمام ماڻهو: اسين بغاوت ڪنداسين.

پهريون شهري: اسان بروٽس جي گهر کي ساڙي راک ڪري ڇڏينداسين

ٽيون شهري: اچو تہ گڏجي ساز شين کي ڳوليون.

انتوني: اڃان مون ڳالهہ ختم نہ ڪئي آهي منهنجا هم وطنو اوهان جي وڏيک توجهہ جي ضرورت آهي.

تمام ماڻهو: خاموش! انتوني کي ٻڌو معزز ترين انتوني.

انتوني: منهنجا دوستو توهان نٿا ڄاڻو تہ توهان ڇا ڪرڻ وڃي رهيا آهيو. تہ سيزر سان پنهنجي محبت جو ڇا تقاضو آهي.

افسوس! توهان کي خبر نہ آهي هاڻي مونکي ئي ٻڌائڻو پوندو توهان ان وصيت کي وساري ڇڏيو ڇا، جنهن جو ذڪر مان توهان ماڻهن سان ڪري چڪو آهيان.

(انتوني هاڻي پنهنجي نئين چال هلائڻ لاءِ بلڪل تيار آهي ۽ هو پنهنجي سيل (وڪري) جي ڪلائيمڪس تي پهتل آهي. غور ڪريو تہ ڪيئن پنهنجي تجويز کي قدم بہ قدم اڳتي وڌايو ۽ پنهنجي آخري فيصلہ ڪن تجويز لاءِ ماحول سازگار ٺاهيو.

سيلزمين جي وسيع ميدان ۾ ماڻهن جي مجموعن ۾ ڪجھ سيلزمين مقرر انهي مقام تي پهچڻ ۾ جلدبازي جو مظاهرو ڪندا آهن. هو پنهنجي گراهڪ جي طرف تيزي واري انداز ۾ وڌندا آهن جنهن سان هو پنهنجي گراهڪ کي ذهني طور پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ ۾ ناڪام ويندا آهن.

تمام ماڻهو: بلڪل صحيح! وصيت! اسان ترسون ٿا تاڪہ وصيت ٻڌي سگهون.

انتوني: هي آهي اها وصيت جنهن تي سيزر جي مهر لڳل آهي. روم جي هر شهريءَ کي هن ڏنا آهن. پنجهتر 75 ڊرام (روم جو رائج سڪو)

ٻيو شهري: معزز ترين سيزر! اسان ان جي موت جو بدلو وٺنداسين.

ٽيون شهري: اوه! شهنشاه سيزر.

انتوني: منهنجي ڳالھ تحمل سان ٻڌو.

تمام ماڻهو: خاموش

انتوني: ان کان علاوه هن پنهنجيون سڀ سيرگاهون توهان لاءِ ڇڏيون آهن. پنهنجي نجي آرام گاه ۽ جديد باغات پڻ. جيڪي ٽائبر جي هن پاسي آهن. اهي سڀ جا سڀ هاڻي توهان جا آهن. ۽ توهانجي وارثن جا. تاڪہ توهان ملي جلي هن ۾ خوشيون ملهائڻ لڳو ۽ هميشہ لاءِ لطف اندوز ڪليل فضا جا مزا ماڻي سگهو. اهو هئو سيزر هاڻي هن جهڙو ٻيو ڪڏهن ايندو؟

پهريون شهري: ڪڏهن بہ نہ. ڪڏهن بہ نہ! اچو سڀ جا سڀ اچو هن جي لاش مقدس جڳھ ۾ ساڙينداسين. ۽ ان جي ٻرندڙ ڪاٺين سان دشمن غدارن جا گهر بہ ساڙينداسين. لاش کي ڪلهو ڏيو.

ٻيو شهري: وڃو باه ڪٺي اچو.

ٽيون شهري: پينچ پٺي هيٺ ڪٽي اڇو.

چوٿون شهري: سڀ سجايل شيون پٺي ڇڏيو دريون ۽ دروازا پٺي ڇڏيو (۽ اهو بروٽس جو خاتمو هئو) هو پنهنجو مقدمو هارائي چڪو هو ڇو تہ هو اهڙي شخصيت جو مالڪ نہ هئو جو انتوني وانگر پنهنجي دلائلن کي مجموعي سامهون رکي هنن جي ذهني ڪيفيت جي آڌار تي ترتيب ڏئي ها. هن جو تمام طرز عمل اهو ظاهر ڪري ٿو تہ هو پنهنجي سوا ڪنهن بہ لاءِ نہ سوچيندو هئو ۽ اهو پڻ تہ پنهنجي ڪيل ڪمن تي پاڻ ئي ناز مان خوش ٿيڻ وارن مان هئو.

اسان اڪثر اهڙن ماڻهن کي ڏسندا آهيون جن جو طرز عمل ۽ انداز فڪر بروٽس وانگي هوندو آهي ۽ اهو پڻ ڏسندا آهيون تہ ماڻهن کي ڪا گهڻي ڪاميابي حاصل نہ ٿيندي آهي.

فرض ڪريو جيڪڏهن انٿوني خود وڏي آڪڙ سان اسٽيج تي اچي ۽ هن طرح تقرير جو آغاز ڪري ها.

هاڻي مان سڀني رومين ان شخص يعني بروٽس جي باري ۾ هڪ ڳالهہ ٻڌائڻ چاهيان ٿو. هو هڪ قاتل آهي. سخت دل آهي. بدديانت آهي ۽ وڏيڪ ڪجهہ بہ نہ ڳالهائي سگهان ها تہ ماڻهو هن کي ان مجموعي مان ڪٽي ٻاهر ڦٽو ڪن ها.

پر مارڪ انتوني هڪ ماهر سيلزمين ۽ عملي نفسيات جي ماهر وانگر پنهنجو ڪيس اهڙي هوشياري سان پيش ڪيو هن جي چيل هر ڳالهہ هن جي نہ بلڪہ سڄي مجموعي جي زبان جي ڳالهہ ٿي وئي غور ڪريو تہ انتوني "مان" جي حڪم تي "اوهان" جي لفظ جو انتخاب تي زور ڏنو.

شيڪسپيئر انساني نفسيات بيان ڪرڻ ۾ غير معمولي مهارت رکندو هئو. ان جون تمام تحريرون انساني نفسيات بغير ڪنهن غلطي جي سمجهڻ جو بنياد تي لکيون ويون آهن.

انتوني جي سڄي تقرير جي سڄي متن مان توهان جي خطاب سڀني رومين کي يقين ڪامل قرار ڏياري ڇڏيو ۽ انهي فيصلي تي پهتا جتي انتوني سوچيو هئو اهو هنن جو پنهنجو فيصلو بنجي چڪو هئو.

اسان توهان جو توجهہ مارڪ انتوني جي وصيت ۾ وضاحت ڪرڻ چاهيون ٿا تہ رومين کي پنهنجي مفاد جي تحفظ جي اپيل چالاڪي سان اٿيل جار ۽

ڏوڪي تي مبني رهي. جيڪي اڪثر بدديانت ماڻهو پنهنجو شڪار سادن لفظن ۾ لڪل لالچ جي طور تي استعمال ڪندا آهن. مارڪ انٽوني بروٽس لاءِ اصلي جذبات کي لڪائي جنهن نظم ۽ ضبط جو مظاهرو ڪري ٿو ۽ رومين جي سامهون بروٽس لاءِ جيڪي غير حقيقي جذبات جو اظهار ڪري ٿو هو ان مجموعي جي نفسيات ۽ انهن جي ذهنن کي خوشامدي سان پنهنجي حق ۾ ڪرڻ جي هڪ بهترين مثال آهي.

خوشامد جنهن جو بنياد خلوص تي نه هجي ڏاڍي خطرناڪ هوندي آهي ۽ جلد ئي ان جي خبر پئجي ويندي آهي. خوشامد هڪ منفي شي آهي هي ان سچ کي ماري ٿي جيڪو ظاهر ڪرڻو پوندو آهي مثبت جوش ۽ خروش جنهن جو مظاهرو انٽوني ڪيو ان کي وڏيڪ ترغيب جي قوت ڏيڻ وارو هئو.

**جوش ۽ خروش کي ڪڏهن به نه وساريو**

ترغيب جي قوت جي سڀ کان اهم اصول کي سمجهڻ ۽ انهي جي استعمال ڪرڻ جي حوالي سان ذاتي ڪاميابين جي سائنس جي هڪ شاگرد ۽ گريجوئيٽ جي مضمون جو مطالعو ڏجي ٿو هن مضمون جو عنوان آهي "جوش ۽ خروش جي اهميت" جنهن کي (Roberts waybill) لکيو آهي. جيڪو نيويارڪ جو ڪونسليٽ ايٽ لاءِ آهي. پاڻ واضح مقصد ۽ جوش ۽ خروش جي اهميت اجاگر ڪرڻ واري ڪامياب شخصيت آهن.

اٿارني سوئي بل جو چوڻ آهي "قانون جي شعبن جي معراج مقدمه بازي جو ماهر وڪيل نهٺو آهي. ماهر قانون هزارين ڪتاب لکي رکيا آهن. جتي به ڪجهه وڪيل گڏ ٿيندا آهن اتي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن "هڪ مقدمه بازي جي وڪيل ۾ ڪهڙيون خوبيون هجڻ گهرجن جو هن کي ان ميدان ۾ ڪاميابي سان همڪنار ڪري سگهن" هن جو هميشه هڪ ئي جواب هوندو آهي . "تياري."

نيڪ آهي اهو طئي ٿي ويو توهان کي تياري ڪرڻي آهي. اڄ ڪجهه هڪ بيدي کي پاڻي ۾ ٺهڪائڻ لاءِ به تياري جي ضرورت آهي. ڇا ڪا بي ڳالهه به نه ناهي جيڪا تياري کان علاوه ان ميدان ۾ ڪاميابي کي يقيني ڪرڻ واري هجي؟ ان جو جواب آهي جوش ۽ خروش.

جوش ۽ خروش درحقيقت ڇا آهي؟ لغت ۾ هن جي معنيٰ آهي ڪنهن به اظهار ۽ عمل لاءِ شديد جذباتي رد عمل. هڪ پرجوش شخص اهڙ هوندو آهي جيڪو سرگرم هجي، پر تخيل هجي، خوف ۽ شڪ کان آزاد هجي هو پنهنجي اندر هڪ اندروني قوت رکندڙ هجي ان ڪي پنهنجي جذبات تي ڪنٽرول هجي اهو پين ماڻهن ۾ به خوش و خروش پيدا ڪرڻ جي صلاحيت رکندو هجي.

جوش ۽ خروش جو ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن شخص ۾ موجود هوندو آهي اهو منتقل ٿيڻ واري شي آهي جيڪا هڪ ماڻهو کان ٻئي ۾ ٿئي جوش ۽ خروش مقناطيسي صلاحيت جو حامل آهي.

اسان جي علم جي مطابق اصول ۽ قانون هر صورتحال ۾ هڪ جهڙا هوندا آهن. اگر توهان ججن کي پنهنجي نقطہ نظر تي قائل ڪرڻ جي لاءِ جوش ۽ خروش کان جو ڪم وٺي قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا ته باقي زندگي به ان فائدي مان بهره مند ٿيندا رهندا.

جوش ۽ خروش ۽ عدم دلچسپي ٻئي هڪ ٻئي جو ضد آهن هاڻي چونڊ اوهان کي ڪرڻي آهي ٻئي توهان جي هٿن ۾ آهن.

جن اصولن ۽ قانونن جو حوالو ڏنو ٿو وڃي اهي آفاقي آهن اسان انهن کي ڪونہ ٿا ڳوليون ڇاڪاڻ ته اهي ته هميشہ کان هئا اسان ته صرف پاڻ کي ڳولڻ جي هڪ ڪوشش ٿا ڪريون. اسان انهن قانونن تان پردو نہ ٿا کڻون پنهنجي پاڻ تي پيل پردو هٽايون ٿا هي آفاقي قانون هر شخص لاءِ آهن ضرورت جوش ۽ خروش پيدا ڪري ان کي حرڪت ۾ آڻڻ جي آهي.

## حصو ٻيو

## سيلز ميني ۾ مهارت حاصل ڪرڻ جي گائيڊ

بنا ڪنهن مقصد جي ته توهان ڪهڙو ڪم ڪندا آهيو يا توهان جو ڪاروبار ڪهڙو آهي. توهان جي زندگيءَ جو ڪامياب ڏينهن اهو هوندو آهي جنهن ڪي توهان هڪ ماهر سيلز مين طور گذاريندا آهيو. سيلز ميني ۾ مهارت اهو سڀ ڪجهه اوهان کي ڏئي سگهي ٿي جيڪو ڪجهه اوهان زندگي کان چاهيندا آهيو. يعني تمام حاصلات جي ڪنجي آهي. ۽ اها ڳالهه نه صرف انهن ماڻهن لاءِ جيڪي انشورنس پاليسون کپائڻ وارا ايجنٽ ڪار ڊيلر يا اهي ماڻهو جنهن جو ڪاروبار ئي سيلز ميني آهي بلڪ گهريلو عورتون شاگرد ۽ هر اهو ماڻهو جيڪو پنهنجي زندگي ۾ خواهشن جو فصل لڻڻ چاهي ٿو ان لاءِ ضروري آهي.

سائنس، تعليم، صنعت ۽ مذهب جهڙي ميدان ۾ ڪيل تمام تر ڪاميابي انهن ماڻهن ئي ڪئي آهي جيڪي مرد يا عورتون ترغيب جي قوت جا نه صرف مالڪ هئا بلڪ ان کي عمل ۾ به آڻڻ چاهيندا هئا.

مضنف اهو ضرور چاهيندو ته هن ڪتاب جي هن حصي کي هر شخص پڙهي ۽ عمل ڪري ڇاڪاڻ ته هن حصي ۾ سيلز ميني جا بنيادي گر واضح ڪيا ويا آهن جيڪي انتهائي مفيد آهن.

۽ جيڪي ماڻهو اسان جي ان ڳالهه سان متفق نه آهن ۽ سيلز ميني سان اختلاف رکن ٿا يا بنيادي اصول جي پرواهه نه ڪندي زندگي گذارڻ چاهين ٿا انهن لاءِ عرض آهي ته ڪتاب جي هن حصي کي پڙهڻ کان پهريان جيڪي بنيادي اصول آهن انهن تي پيين سان اندر لاٿين ڪن ۽ زندگي ۾ پنهنجي سوچيل يا هلندڙ ڪمن جو نالو لکن پوءِ اهو شاگرد هجي، گهريلو عورت هجي، بزنس مين هجي، آرٽسٽ هجي بهترين سيلز مين هجي هاري هجي يا مزدور درزي هجي يا گڏه گاڏو وهائيندڙ ڊرائيور هجي يا مڪينڪ اوهان اهو ڪم احتياط سان ڪيو ۽ مطالعو شروع ڪيو.

هاڻي هن باب کي مڪمل پڙهڻ کانپوءِ انهن لفظن تي لڳل نشان ۽ ڪم کي غور سان ڏسندا ۽ سوچيندا ته توهان پاڻ کي ماهر طالب علم، ماهر گهريلو

عورت ماهر آرٽسٽ ماهر مزدور ماهر هاري ماهر دوڪاندار هڪ ماهر سيلزمين تصور ڪندا ۽ توهان جنهن به ڪم ۾ پنهنجو قيمتي ٽائم صرف ڪري رهيا آهيو ان ۾ ماهر سيلز مين ٿي ويندا.

هڪ ماهر سيلز مين ٿيڻ لاءِ ضروري لوازمات آهن. جن ۾ اڪثر ذاتي نوعيت جون آهن. ان جو دارومدار سيلز مين جي مٿان آهي، وڪرو ٿيندڙ شيون، پيش ٿيندڙ خدمتون يا اها ڪمپني جنهن جو مذڪوره سيلز مين نمائندگي ڪري رهيو آهي اهي ثانوي حيثيت رکندڙ شيون آهن.

پوئين باب جو محتاط مطالعو ڪرڻ ۽ ٻڌايل ڳالهين ڪان پوءِ اوهان ماهر سيلز مين ٿيڻ لاءِ پهريون قدم کڻي چڪا آهيو. توهان پاڻ ۾ موجود صلاحيتن جو ايماندارانه تجزيو پڻ ڪري چڪا آهيو. گذريل باب ۾ جتي تمام قيمتي معلومات ڏني وئي اتي انهن خصوصيات جو ذڪر به ڪيو ويو آهي جيڪي هڪ ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ توهان ۾ هجڻ گهرجن.

اڳيان هڪ فهرست انهن اهم خصوصيتن جي ڏني پئي وڃي جيڪو هر ڪو سنجيده سوچ ۽ ڪوشش سان پاڻ ۾ پيدا ڪري سگهي ٿو.

هي فهرست ڏکهي آهي پر مسلسل ڪوشش سان پنهنجي اندر پيدا ڪري سگهجي ٿي ۽ ان ۾ ڪمال حاصل ڪري سگهجي ٿو پر جيڪڏهن ڪمال حاصل ڪيو وڃي يا ڪمال جي ويجهو پهچي وڃجي ته هڪ ماهر سيليز مين تيار ٿي سگهندو آهي.

مڪمل فهرست ڪان پهريان اسان اٺ 8 خصوصيتن جو ذڪر ضروري سمجهون ٿا. لازمي شرط: 8 خصوصيتون جيڪي هڪ ڪامياب سيلز مين ۾ لازمي هجڻ گهرجن

## 1. تندرستي:

تندرستي جي اهميت هڪ سادي سوُدي آهي: ظاهر آهي ته نه جسم نه ذهن تندرستي ڪان بغير صحيح ڪم ڪري سگهندا.

پر هتي ان ڳالهه تي زور ڏنو ويو آهي ته تندرستي مثبت انداز فڪر جي لازمي شرط آهي ۽ ان ڪان علاوه تندرست رهڻ لاءِ ضروزي عادتون اپنائڻ مثال طور متوازن غذا، ننڊ پوري ڪرڻ سير تفريح، ورزش وغيره.

**2. جرائت :** ان جو ڪاميابيءَ لاءِ هر مرد ۽ عورت ۾ هئڻ ضروري آهي خاص طور تي ڪامياب سيلز مين ٿيڻ لاءِ ڇو تہ سيلز ميني زندگي جو هڪ اهڙو شعبو آهي جتي بي انتها دٻاءُ ۽ سخت ترين مقابلي جي فضا ۾ ڪم ڪرڻو ٿو پوي.

**3. تخيل:** هڪ سيلز مين جي ڪاميابي جي لاءِ اهو قطعي طور لازمي آهي. ان ڪي پنهنجي گراهڪ سان تعلق ۾ پيش ٿيڻ وارن وقتن جو پهريان کان خبردار هئڻ ان جو تخيل پنهنجي گراهڪ جي متعلق ان جو مقصد، ضرورت، حيثيت ڪي همدردانہ انداز ۾ سمجهڻ جي قابل بنائي ٿو . پاڻ ڪي ٻئي جي جڳهہ تي رکي سوچڻ جي قابل هئڻ گهرجي جيڪو تخيل جي بغير ممڪن ناهي.

**4. گفتار :**

هڪ قابل سيلزمين جي آواز لازمي طور تي ڪنن ۾ رس پيرڻ جي مترادف هئڻ گهرجي وڏي آواز يا نڪ مان نڪرندڙ آواز ٻڌندڙ ڪي سٺو نہ لڳندو آهي لفظن ڪي پوري طرح ادا نہ ڪرڻ ٻئي ڪي سمجهڻ ۾ مشڪل لڳندو آهي.

هر لفظ ڪي صحيح صحيح ۽ الڳ الڳ تلفظ سان ادا ڪريو. مريل آواز ڪمزور شخصيت جي اهڃاڻ هوندي آهي. هڪ مضبوط، گونج دار آواز جنهن ۾ يقين ۽ اعتماد مليل هوندو آهي ڳالهائڻ واري جو پرجوش ۽ پر عزم هئڻ جي خبر ڏيندو آهي.

**5. دلڪش شخصيت :**

هڪ ماهر سيلز مين پنهنجي شخصيت ڪي دلڪش ٺاهڻ تي توجهہ ڏيندو آهي هو ڄاڻيندو آهي. تہ خريدار ڪي صرف اها شي پنهنجي توجهہ جو مرڪز بنائيندي آهي بلڪ وڻڻ واري شخصيت بہ ان ڪي خريداري تي مجبور ڪندي آهي گويہ خريدار محض شي نہ بلڪ سيلز مين جو بہ خريدار هوندو آهي.

**6. خود اعتمادي:** هي هڪ خود تجويزي جو عمل آهي. يا پنهنجي پاڻ ڪي تجويز ڪرڻ جو عمل بہ چئي سگهجي ٿو . پاڻ ڪي سمجهڻ. خود اعتمادي پنهنجي مقصد جي لاءِ پاڻ ڪي تيار ڪرڻ جو نالو آهي.

ڊاڪٽر هل پنهنجي سوچ ۾ ڏهه رهبرن يا وجودن جو اندازو لڳايو آهي. هي ذهن جا يا سوچ جا مختلف روپ هوندا آهن جن کي ڪنهن خاص رخ ۾ ترتيب ڏئي ڪري توهان پنهنجي ذهن کي ڪنهن به مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ قابل بنائي سگهو ٿا. هيرالڊ ڪيون ڊاڪٽر نيولن هل جي طريقي کي دهرائيندي هڪ مشق جي ذريعي پنهنجي ذهن کي ڪيترائي پيرا آزمايو آهي. هو پنهنجي ذهن کي "وڪري جا پر" نالي ٽيڪنڪ سان ترتيب ڏئي ٿو. "وڪري جا پر" هر اها منفي شي آهي جيڪا روزانه ڪم جي دوران توهان جي رستي ۾ ايندي آهي. هو ڏينهن جي ابتدا انهي عزم سان ڪندو آهي ته هو هر "وڪرو جي پر" کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري جيڪو هن کي پيش ڪيو وڃي.

ڊاڪٽر هل پنهنجي تحقيق سان معلوم ڪيو ته هر اهو وڏو ماڻهو جنهن ۾ ڊبليو ڪلمنٽ ستون ڪمبائينڊ انشورنس ڪمپني جو صدر ۽ رابرٽ ايم جانسن جو ايم . ڊي به شامل هجي پنهنجي ذهن جي ترتيب خود تجويزي جي عمل سان ڪندا آهن.

هڪ ممتاز ۽ ڪامياب ماڻهو پنهنجي ڪاميابي جو موڙ پنهنجي زال جي نالي سان ٻڌندو آهي. شادي جي ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ هن جي زال هڪ عهد نامو لکي هن جي ٽيبل تي رکي ڇڏيو ۽ ان تي هن جي صحيح پڻ هئي توهان ان عهد نامي کي پڙهو جيڪو اڳئي صفحي تي ڏنل آهي ۽ فيصلو ڪيو ته ڇا توهان کي ان جو نقل ڪرڻ گهرجي اگر توهان چاهيو ته هڪ ڪاغذ تي اتاري ۽ پنهنجي صحيح ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي ميز تي رکي ڇڏيو.

اها عورت جنهن اهو عهد نامو لکيو هئو اها عملي نفسيات جي صف اول جي ماهرن ۾ شمار ٿئي ٿي. اهڙي عورت جي رهنمائي ۾ ۽ رهبري ۾ ڪوبه ماڻهو ڪامياب انسان بنجي سگهي ٿو . توهان ڏسندا ته هن تحرير ۾ ڪيترو نه "ما" جو دهراءُ رهيو آهي. هي خود اعتمادي جي تصديق ڪرڻ جي ابتدا ڪري ٿي ۽ اهو ئي هن لفظ جي بار بار استعمال جو مقصد آهي.

هي عهدنامو هر ان سيلز مين جي لاءِ شاندار عهدنامو ثابت ٿيندو جيڪو هن کي استعمال ۾ آڻيندو . صرف هن کي ڏسڻ سان نه بلڪ عمل ڪرڻ سان ئي فائدو ٿيندو . هن کي بار بار پڙهندا رهو ته جيئن برزبان ياد ٿي وڃي. پوءِ ڏينهن

۾ هڪ دفعو ضرور پڙهندا رهو. جيستائين پنهنجي ذهن جو هڪ حصو نہ ٿي وڃي. هن کي سامهون ٽيبل تي رکي ڇڏيو تہ پڙهڻ نہ وسري ان سان گڏوگڏ خود اعتمادي جي مشق بہ دهرائيندا هلو ۽ ضروري خود تجويزي جي مشق بہ ڪندا رهو . ڪو بيو ماڻهو اوهان کي اها مشق ڪندو ڏسي هن جي ڪڏهن بہ پرواه نہ ڪندا ڪيو. صرف اهو ئي پنهنجي ڌيان ۾ رکو تہ ڪاميابي حاصل ڪرڻ اوهان جو ڪم آهي.

هر اهو خيال جنهن کي بار بار دهرائي پنهنجي تحت الشعور جو حصو ٺاهي وٺندا آهيو . خود بخود هڪ منصوبو يا نقشو ٺهي ويندو آهي جنهن تڪميل لاءِ توهان جي اندر هڪ طاقت پيدا ٿيندي آهي جنهن جي مدد سان توهان پنهنجي خواهشات کي عملي جامو پارائي سگهو ٿا.

## خود اعتمادي جو عهد نامو:

آءٌ پنهنجو پاڻ تي يقين رکان ٿو . مان پاڻ سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن تي يقين رکان ٿو . مان پنهنجي مالڪ ۾ يقين رکان ٿو . مان پنهنجي دوستن ۾ يقين رکان ٿو . مان پنهنجي خاندان ۾ يقين رکان ٿو . مان يقين رکان ٿو تہ خدا تعاليٰ منهنجي هر اها ضرورت پوري ڪندو جيڪا مان پنهنجي ڪاميابي لاءِ ضروري سمجهان ٿو اگر آن کي مان مخلصانہ ۽ ايماندارانہ ڪوشش سان حاصل ڪرڻ چاهيندس مان عبادت ۾ يقين رکان ٿو. مان ان وقت تائين سمجهڻ لاءِ اکيون بند نہ ڪندس جيستائين مان خدا کان هدايت نہ حاصل ڪريان تہ مان ٻين ماڻهن سان صبر ۽ برداشت جو مظاهرو نہ ڪريان خواه هو انهن ڳالهين کي نہ مڃيندا هجن.

مان مڃان ٿو تہ ڪاميابي سمجهداريءَ سان ڪوشش ڪرڻ سان حاصل ٿئي ٿي ۽ ان جو انحصار قسمت تي نہ آهي. نہ ئي هني چالاڪيءَ سان نہ ئي وري دوستن، ساٿين ۽ مالڪ کي فريب ڪرڻ سان ملي سگهي ٿي مان يقين رکان ٿو تہ زندگيءَ مان اهو ڪجهہ

حاصل ڪندس جيڪو ڪجهہ مون ان کي ڏنو آهي. ان لاءِ آءُ پين سان اهو ئي ورتاءُ ڪندس جيڪو مان چاهيان ٿو تہ هو مون سان ورتاءُ ڪن. مان انهن کي ڪڏهن بہ الزام نہ ڏيندس جن کي مان پسند نہ ٿو ڪريان. آءُ پنهنجو ڪم پين جي ڏيٺ ويٺ تي نہ بلڪ هميشہ پنهنجي صلاحيتن جي مطابق ئي ڪندس جيڪو مان ڪري سگهان ٿو. ڇو تہ مان پاڻ سان واعدو ڪيو آهي تہ مون کيٌ ڪامياب ٿيڻو آهي مان ڄاڻان ٿو تہ ڪاميابي هميشه ضمير جي ڇوڙ تي هلڻ ۽ موثر ڪوشش ڪرڻ سان ئي ملي ٿي آخر ۾ مان پاڻ کي ستائڻ وارن کي معاف ڪري ڇڏيندس ڇاڪاڻ مان ڄاڻان ٿو تہ مون کان بہ ڪو ناراض ٿي سگهي ٿو ۽ جڏهن آءُ ان کان معافي وٺان تہ مان ان کان معافي حاصل ڪرڻ جهڙو هجان.

صحيح

**7. اعليٰ دماغن جو اتحاد:**

ڪوبہ ماڻهو ڪو وڏو ڪم جنهن ۾ وڏيڪ مشڪلات هجن ۽ ان جا اثر ديرپا هجن پين جي مدد جي بغير سرانجام نٿو ڏئي سگهي. جڏهن بہ يا ٻن کان وڌيڪ ماڻهو ويهي ڪري ڪنهن مخصوص ڪم لاءِ معاهدو ڪندا آهن. تہ هر هڪ شخص جي صلاحيت پين سان ضرب جي حصاب سان ٻيڻي چوڻي ٿي ويندي آهي.

جيئن 3 عدد ۾ 3 جمع ڪجن تہ 6 ٿيندا پر جڏهن 3 کي 3 سا ضرب ڪندا تہ 9 ٿيندا. اهو فارمولا ڪنهن ٻئي هنڌ صحيح ثابت ٿئي يا نہ پر ان جڳهہ تي جتي مالڪ ۽ ملازمن جي ذهني هم آهنگي ۽ دماغي صلاحيتون هڪ ٽيم ورڪ جي طور تي ڪنهن اداري يا فيڪٽري ۾ هجن ضرور پنهنجو اثر ڏيکارين ٿيون. جتي ڪٿي بہ ٽيم ورڪ هوندو آهي توهان کي خوشحالي ۽ باهمي اعتماد ملندو آهي تعاون هڪ وڏو جاندار لفظ آهي. هي هڪ ئي گهر ۾ رهندڙن جي زندگي بهتر بنائڻ ۾ بهترين ڪردار ادا ڪري ٿو . زال ۽ مڙس جا پنهنجا تعلقات اولاد ۽ والدين جا تعلقات گڏيل تعاون سان ئي بهتر ٿين ٿا. هي رياست جي معاملات جو اهم ٿنڀ آهي تعاون جي ضرورت ايتري تہ اهميت واري آهي جو بنان تعاون جي نہ تہ ڪوئي ليڊر ٿي سگهي ٿو ۽ نہ ئي پنهنجو

عهدو برقرار رکي سگهي ٿو. عدم تعاون سان جيترا بہ ڪاروبار تباہ ٿيا آهن هڪ اندازو آهي تہ پين سببن جي ڪري ايتري بربادي نہ آئي هوندي.

**8. محنت:** محنت ئي هڪ اهڙي شيٰ آهي جنهن جي مدد سان توهان سيلز ٽريننگ ۽ صلاحيتن کي رپئي ۽ پئسي ۾ بدلائي سگهو ٿا، سٺي صحت، جرئت ۽ تخليق جي مقدار ڪيتري بہ هجي پر جيڪڏهن ان کي عمل ۾ نہ آڻيو، بيڪار ٿي ويندي.

هڪ سيلز مين جي آمدني هن جي سمجهداري سان ڪيل ڪم جي مقدار جي برابر هوندي آهي.

وارن فلپس جيڪو مسٽر ڪيون جي پوين 15 سالن کان اڄ ڏينهن تائين فاونڊيشن جا اسٽاف ميمبر آهن، پنهنجي سيلز مين کي چوندو آهي، مان جيترو وڌيڪ ڪم ڪندس ۽ گهڻ منصوبا ٺاهيندس منهنجي قسمت ايتري ئي سٺي هوندي ڪاميابي لاءِ قسمت جي ديوي جي اميد تي ويهڻ سٺي ڳالھ نہ آهي. قسمت هڪ جوا آهي ۽ محنت توهان کي ڪاميابي جي ضمانت ڏئي ٿي.

مٿين اٺ خصوصيات کي ڌيان ۾ رکي غور سان پڙهو ۽ پنهنجي پاڻ کان سوال ڪريو تہ انهن خصوصيات ۾ ڪيترين جا مالڪ آهيو ۽ ڪيتريون توهان ۾ موجود نہ آهن. پنهنجي پاڻ کي بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ، سڀ کان پهريان پاڻ ۾ نظم ۽ ضبط پيدا ڪريو. پنهنجي پاڻ جي نظم جي درستگي مٿين اٺن خصوصيات جي حاصل ڪرڻ جي ڪنجي آهي ۽ اهڙي طرح هڪ ماهر سيلز مين تيار ٿيڻ جي ڪنجي پڻ.

## پيشاورانہ خوبيون يا ڪاروباري خوبيون :

### 1. وڪرو ڪرڻ واري شي جي مڪمل معلومات ۽ ان باري ۾ علم:

هڪ ماهر سيلز مين هر ان شي جي باري ۾ سندس خوبيون ۽ خاميون ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ پاڻ کي باخبر رکندو آهي جيڪا هو خريدار کي وڪرو ڪرڻ جي پيش ڪش ڪندو آهي.

هر وڪرو ٿيندڙ شي جي خوبيون ۽ خامين جو علم ڪاميابي ۽ ناڪامي جي وچ ۾ سفر کي طرح ڪري ٿو .

**2. پنهنجي وڪرو ڪندڙ شي يا خدمت تي يقين:**

ڪهڙو به سيلز مين ڪنهن به خريدار کي اهڙي شي يا خدمت نٿو وڪڻي سگهي جنهن جي افاديت تي ڪيس پڪو يقين نه هجي ۽ هو ان کي صحيح طور نه سمجهندو هجي. ڪو به ماهر سيلز مين ان وقت تائين ڪنهن شي کي وڪرو نٿو ڪري سگهي جيستائين هن کي ان شي تي اعتماد نه هجي ڇو ته هو ڄاڻي ٿو ته وڪرو ڪرڻ وقت هن جي اندر جي بي اعتمادي گراهڪ جي ذهن ۾ منتقل ٿي ڪري هن کي خريد ڪرڻ کان هٽائي يا پڇائي سگهي ٿي ان لاءِ چوندا آهن ته موت ۽ گراهڪ جي ڪاٻه خبر نه هوندو آهي ڪيڏي مهل به اچي وڃي.“ پوءِ توهان جي شي جي پيشڪي ڪيتري به خوبصورت ڇو نه هجي.

**3. شي يا خدمت جو گراهڪ جي مطابق هجڻ:**

هڪ ماهر سيلز مين پنهنجي گراهڪ جي ضرورتن جو احتياط سان تجزيو ڪندو آهي ۽ ان جي ضرورت واري شي ئي هن کي پيش ڪندو آهي جنهن سان هن جي ضرورت پوري ٿي سگهي.

۽ هو ڪڏهن به گراهڪ کي ٽويوٽا نه وڪڻندو جنهن کي سوزوڪي ڪار جي ضرورت آهي يا هو خريد ڪرڻ چاهي ٿو پوءِ ڀلي ڇو نه هن جي حيثيت ٽويوٽا خريد ڪرڻ واري ڇو نه هجي. هو ڄاڻي ٿو ته خريدار کي مهنگو سودو وڪرو ڪندڙ کي مهنگو پوندو آهي.

**4. قيمت جو صحيح بدلو ڏيڻ**

هڪ ماهر سيلز مين ڪڏهن به پنهنجي شي جي قيمت ان جي صحيح قدر کان وڌيڪ نه وٺندو آهي. ڇاڪاڻ ته هو ڄاڻي ٿو ته گراهڪ جي اعتماد کي برقرار رکڻ پنهنجي ساک جي حفاظت ڪرڻ جي مترادف آهي. يعني هڪ دفعو ئي وڌيڪ فائدو وٺي سدائين لاءِ ان ڪم مان هٿ ڌوئڻ.

**5. متوقع خريدار جو علم**

هڪ ماهر سيلز مين ڪردار جي تجزئي ڪرڻ جي قابليت رکندو آهي. هو ان مقصدن کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته خريدار ڪهڙا مقصد ڪٺي خريداري ڪرڻ آيو آهي ۽ پوءِ انهي جي مقصدن جي عين مطابق خريدار جي سامهون شيون رکندو آهي. جيڪڏهن خريدارُ جي ذهن ۾ ڪو مقصد

واضح نہ هجي تہ هڪ ماهر سيلزمين خريدار جي ذهن کي ڪنهن خاص مقصد لاءِ تيار ڪندو آهي.

### 6. متوقع خريدار جي درجہ بندي

هڪ ماهر سيلز مين ايئنتائين سامان نہ وڪڻندو جيستائين قابل فروخت سامان جي متوقع خريدار جي درجہ بندي نہ ڪندو آهي. ۽ وڪرو ڪرڻ کان اڳ پنهنجي ذهن ۾ ان جو خاڪو هيٺين ڳالهين جي حوالي سان ترتيب ڏيندو آهي.

(الف) متوقع خريدار جي مالي پوزيشن.

(ب) هن کي وڪرو ٿيندڙ شي جي ضرورت

(ت) هن جو ان شي کي خريد ڪرڻ جو مقصد

متوقع خريدار جي درجہ بندي ڪرڻ کان سواءِ وڪرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ناقابل وڪرو ٿيڻ جي سببن ۾ سرفهرست آهي.

### 7. خريدار جي ذهن کي صاف ڪرڻ

هڪ ماهر سيلزمين ڄاڻندو آهي تہ جيستائين خريدار جو ذهن سڄي طريقي سان صاف نہ ڪيو وڃي هن کي پنهنجي شي خريد ڪرڻ لاءِ آماده نٿو ڪري سگهجي ناممڪن نصحيح بلڪہ مشڪل ضرور هوندو آهي. هن علم سان هتياربند هئڻ جي ڪري هو پنهنجي شي وڪري ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ پيش نہ ڪندو آهي جيستائين پنهنجي متوقع خريدار جي ذهن ۾ پهريان کان موجود هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ۽ خيالات صاف نہ ڪندو آهي ۽ هن ۾ پنهنجي شي جي خريداري جي خواهش جو ٻج نہ لڳائيندو آهي. خريدار جي ذهن کي صاف ڪرڻ جي طريقن جي تفصيل اڳئي باب جي پنجين حصي ۾ پڙهندا.

### 8. ڪامياب وڪرو ڪرڻ جي صلاحيت

هڪ سيلزمين هڪ اهڙي فنڪار وانگر هوندو آهي جيڪو ڪاميابي سان خريدار کي بالاخر شي کي خريد ڪرڻ تي راضي ڪري وٺندو آهي. هو وڏي هوشياريءَ سان وڪرو جي عمل دوران انهن لمحن کي سڃاڻي وٺندو جڏهن هو يقين وٺندو تہ وڪرو ٿيندڙ شي کي وڪري جي آخري مرحلي جو وقت اچي ويو آهي ۽ پنهنجي گفتگو ۽ ورتاءَ سان اهو تاثر پڻ ڏيندو آهي. هي تجويز ڪرڻ جي طاقت استعمال جو سادو طريقو آهي. ماهر سيلزمين ان وقت تائين

وڪري جي عمل کي ختم نہ ڪندو آهي جيستائين ان کي يقين نہ ٿئي تہ وڪري جي عمل کي ڪاميابي سان پورو نہ ڪري سگهي. هو پنهنجي وڪري جي عمل کي اهڙي طرح پيش ڪندو آهي تہ خريدار سمجهندو آهي تہ مونکي ونڻو آهي ۽ نہ وڪرو ڪندڙ سمجهندو آهي تہ مونکي ڪپائڻو آهي

## ذاتي خوبيون

### 1. ڏيکاءُ ڪرڻ (Show man ship)

هڪ ماهر سيلز مين هڪ سپر شومين هوندو آهي. شومين هڪ اهڙي شخص کي چوندا آهن جيڪو پنهنجي راند کي يا تماشي کي پنهنجي حرڪتن ۽ ڳالهين جي ذريعي ماڻهن کي متوجہ ڪري سڏيندو آهي. هتي ڏيکاءُ يا شومين سپ مان مراد گراهڪن کي پاڻ ڏانهن سڏڻ جي صلاحيت آهي. هڪ ماهر سيلزمين پنهنجي متوقع خريدار تائين پهچڻ جي لاءِ پنهنجي شي کي ايمانداري سان ڊرامائي انداز ۾ پيش ڪندو آهي. يا ان کي اهڙي طرح ٺاهي سنواري رکندو آهي تہ هو گراهڪ کي پسند اچي وڃي ۽ ان کي خريد ڪرڻ لاءِ هن جي دل ست ڪائي.

### 2. نفس تي ڪنٽرول

هڪ ماهر سيلزمين هر وقت پنهنجي خيالات ۽ جذبات کي عملي طور ڪنٽرول ۾ رکندو آهي. هو ڄاڻندو آهي تہ جيڪڏهن هو پنهنجو پاڻ کي ڪنٽرول ۾ نہ رکندو تہ پوءِ متوقع خريدار کي بہ ڪنٽرول نہ ڪري سگهندو.

### 3. اڳتي قدم وڌائڻ

سواءِ ان جي تہ توهان هن وقت ڇا ڪري رهيا آهيو هر روز توهان کي ڪنهن نہ ڪنهن اهڙي صورتحال جو سامهون ڪرڻو پوي ٿو يا توهان کي موقعو ٿو ملي پنهنجي روزمره جي معمولات کان هٽي ڪري ڪجهہ نہ ڪجهہ پين لاءِ بہ ڪري سگهو. توهان اهو ڪم پنهنجي مرضي سان ۽ بغير ڪنهن مالي منافع جي توقع سان ڪندا آهيو توهان جي اها خدمت توهان جي چونڊ ڪيل شعبي يا ڪاروبار ۾ بلند مقام لاءِ ضروري ۽ اڳتي قدم وڌائڻ لاءِ مضبوط قوت ۽ مدد گار ثابت رهندي آهي.

اهي ماڻهو جيڪي صرف پئسہ لاءِ ڪم ڪندا آهن يا ڪم اُن لاءِ ڪندا آهن تہ پئسہ ملندا هو هميشہ گهٽ معاوضو ئي وصول ڪندا آهن. پئسہ ضروري آهن پر زندگي جهڙيون وڏيون شيون ۽ ان جون وڏيون نعمتون روپين ۽ پئسن جي ترازو ۾ نہ توريون وينديون آهن. روپئي پئسي جي ڪيتري بہ وڏي رقم خوشي ۽ ذهني سڪون جو نعمل البدل ٿي نہ ٿي سگهي.

هڪ ماهر سيلزمين اڳتي قدم وڌائڻ جي قدر ۽ استعمال کان بخوبي واقف هوندو آهي ان ڪي اهو ڪڏهن بہ نہ ٻڌايو ويندو آهي تہ ڇا ڪرڻو آهي ۽ ڪيئن ڪرڻو آهي هو پنهنجا منصوبا بنائڻ لاءِ پنهنجي تخيل کان ڪم وٺندو آهي ۽ پهل قدمي سان انهن کي عمل ۾ آڻيندو آهي. جيڪڏهن هوندي بہ اٿس تہ تمام گهٽ نگراني جي ضرورت هوندي اٿس.

### 4. برداشت

ماهر سيلزمين هڪ ڪليل ذهن جو مالڪ ۽ برداشت ڪرڻ وارو شخص هوندو آهي. هو هر هڪ سان برابري ۽ رواداري جو مظاهرو ڪندو آهي. هو سمجهندو آهي تہ برداشت ڪاميابي جي ڏاڪڻ جو پهريون ڏاڪو هوندي آهي.

### 5. بلڪل ٺيڪ ٺيڪ سوچڻ

ماهر سيلزمين غور ۽ فڪر ڪندو آهي هو وقت وٺندو آهي ۽ انهن حقائقن کي جمع ڪندو آهي ۽ انهي مشقت کان ڪڏهن بہ پوئتي نہ هٽندو آهي جيڪا هن جي سوچ جي درستگي لاءِ ضروري هوندي آهي جڏهن حقائق جو حاصل ڪرڻ ممڪن هجي تہ پوءِ اندازي سان ڪم نہ وٺندو آهي. هو اهڙي راءِ کي قهلائڻ کان احتياط ڪندو آهي جيڪا حقائق تي مبني نہ هجي.

### 6. ثابت قدمي

هڪ ماهر سليزمين ڪڏهن بہ لفظ "نہ" کان متاثر نہ ٿيندو آهي ۽ نہ ڪڏهن لفظ "ناممڪن" کان واقف هوندو آهي انهيءَ جي نظر ۾ هر چيز جو حاصل ڪرڻ ممڪن آهي "نہ" جو لفظ ماهر سيلزمين جي نظر ۾ ان ڳالھ جي طرف اشارو آهي تہ پنهنجي قابل فروخت شي کي وڌيڪ بهتر انداز ۾ فروخت ڪرڻ لاءِ پيش ڪيو وڃي. هو ڄاڻي ٿو تہ خريدار کي "نہ" چوڻ جو مطلب تہ هو گهٽ مزاحمت ڪرڻ وارو آهي ۽ پنهنجي ڪمزوري ظاهر ڪرڻ لاءِ "نہ" جو سهارو پيو وٺي.

## اڳتي قدم وڌائڻ جو عهد نامو

آءُ زندگي ۾ جيڪي ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. منهنجي خيال ۾ منهنجو اولين فرض ٿئي ٿو آءُ پنهنجي طئي ڪيل مقصد کي يقيني بنايان.

ان لاءِ ضروري آهي تہ آءُ روزانہ اهڙي عادت کي اپنائيندس جيڪا منهنجي طئي ڪيل پروگرام ۾ منهنجي رهنمائي يا مدد ڪري تہ آءُ ماهر سيلزمين بنجي سگهان.

مونکي خبر آهي تہ دير ڪرڻ ڪنهن بہ ڪم ۾ ماهر ٿيڻ جي خواهش لاءِ زهر قاتل آهي. تہ آئون ان عادت کان بچڻ لاءِ

1. بغير ڪنهن چوڻ جي هر روز ڪو مفيد ڪم ڪريان.

2. اهڙي ڪم جي تلاش ڪندس جيڪو مان روزانہ ڪري سگهان.

3. آءُ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ماڻهو روزانہ قائل ڪندس تہ پهل قدمي ان جي زندگيءَ لاءِ ڪيتري نہ مفيد آهي.

آءُ سمجهان ٿو تہ روزانہ ورزش ڪرڻ سان جسم مضبوط ٿئي ٿو اهڙي طرح پهل قدمي جي ورزش مونکي اندروني طور مضبوط ڪندي.

آءُ اهو بہ سمجهان ٿو تہ پهل قدمي جي عادت منهنجي ڪم واري جڳهہ تي ننڍي وڏي ڪم جي شروعات سان ئي شروع ڪري سگهجي ٿي ۽ آءُ هر وقت ذهن ۾ اها ڳالهہ سوچيندس تہ آءُ ڪم تي ان ڪري وڃي رهيو آهيان تہ پهل قدمي جي ايڪسرسائيز ٿيندي رهندي ۽ عادت ٿاهيندس.

آءُ سمجهان ٿو تہ پهل قدمي جي عادت سان نہ صرف آءُ بلڪہ منهنجي ڪم مان فائدو حاصل ڪندڙ بہ ان جي افاديت لاءِ قائل ٿي سگهندا.

صحيح

## اڳواٽ ٻڌڻ جو قصو

ڊاڪٽر هل انهن ڏينهن ۾ نيويارڪ جي اسڪول آف سيلزمين شپ ۾ هڪ ڪورس ڪرائي رهيو هئو. جڏهن نيويارڪ انشورنس ڪمپني وارن جي طرفان هڪ ڏينهن هن کي فون آيو. ڪمپني وارن جو چوڻ هو تہ هنن جو هڪ تمام سٺو سيلزمين پنهنجي ڪارڪردگي وڃائي ويٺو آهي هاڻي هن جو ڏنڊو نہ آهي. جڏهن تہ هو هڪ بهترين سيلزمين هئو اچانڪ هو ناڪاره ٿي ويو آهي. ڪمپني وارا ڄاڻڻ چاهين ٿا تہ هن جو اصل سبب ڇا آهي ۽ انهي مشڪل کي ڪيئن حل ڪري سگهجي ٿو.

ڊاڪٽر هل ان سيلزمين جنهن جو نالو جيمس سي اسپرنگ ( James. c spring) هو ان سان ملاقات ڪئي ۽ ڪجھ وقت ڳالهيون ٻولهيون ڪيون. اسپرنگ متوقع گراهڪ 12 ماڻهن جي نالن جي فهرست تيار ڪئي ۽ ٻئي ڄڻا اسپرنگ ۽ هل انهن سان ملاقات لاءِ نڪري پيا. جڏهن هو پنهنجي پهرين متوقع گراهڪ جي آفيس ۾ پهتا پهچڻ کان اڳ اسپرنگ جي گفتگو ۾ "نہ" جي عنصر کي سڃاڻي ورتو جڏهن هو آفيس ۾ داخل ٿي رهيا هئا تہ مسٽر اسپرنگ جا لفظ هئا "سٺو آهي اسان هتي اچي تہ ويا آهيون آءُ هتي پهريان بہ ڪيترا مرتبہ آيو آهيان ۽ مونکي خبر آهي تہ هتي اچڻ بيڪار آهي.

ڊاڪٽر هل هي واقعو ٻڌائڻ مهل چوي ٿو "اهوئي ٿيو جنهن جو مونکي يقين هئو ۽ انهيءَ طرز عمل جي ڪري واقعي هي ملاقات بيڪار ثابت ٿئي." پوءِ جڏهن اسان ٻئي شخص وٽ وياسين تہ اتي بہ مسٽر اسپرنگ اهو چيو تہ هي ڪوشش بہ مونکي ناڪام ٿي لڳي جڏهن تہ آءُ هتي صرف هڪ ئي دفعو آيو آهيان پر هن شخص جو جيڪو تاثر منهنجي ذهن ۾ آهي انهيءَ مان منهنجو اندازو آهي تہ هي اسان کان پاليسي وٺڻ وارو ناهي.

اهڙي قسم جي ڪاروائي تقريب اڌ ڏينهن تائين جاري رهي آخر مون اسپرنگ کي چيو اسان کي هاڻي پنهنجي دفتر واپس هلڻ گهرجي اتي پهچي آءُ توکي ٻڌايان ٿو تہ اصل مسئلو ڇا آهي ۽ ان کي ڪيئن حل ڪري سگهجي ٿو.

اسپرنگ جي عمر صرف 65 سال هئي پر هن کي ڪافي عرصو پهريان کنهن ماڻهو چاچا پوڙهو ڪري مخاطب ڪيو هو جنهن منجهان هي تاثر ناهي

ويئو آهي تہ آءٌ واقعي پوڙهو ٿي چڪو آهيان ۽ ان قابل بلڪل نہ آهيان تہ پاليسي وڪڻي سگهان. هن جي ٻڌڻ جي طاقت بلڪل ٺيڪ هئي ايتري سئي جو ”نہ“ لفظ هو خريدار جي ملڻ شرط ئي ٻڌي وٺندو هو.

اها سڄي صورتحال ڊاڪٽر هل ايجنٽن جي سپروائيزر سان ڪئي ۽ سپروائيزر انهي مسئلي جي بہ صلاح ورتي ڊاڪٽر هل جواب ڏنو تہ آءٌ چاهيندس تہ مسٽر هل بازار وڃي ۽ ٻڌڻ واري مشين ڪنن لاءِ خريد ڪري اچي. جيڪا تمام پراڻي هجي ۽ جڏهن بہ اسپرنگ ”نہ“ لفظ ٻڌي تہ هن مشين کي ڪنن ۾ چاڙهي پنهنجي گفتگو جاري رکي ڇڏڻ تہ هن ڪجهہ ٻڌو ئي نہ هو.

اسپرنگ جيڪو ويٺو هو ان چيو تہ پوءِ مون تي ڪهڙو فرق پوندو ۽ توهان ڇو ٿا چاهيو تہ آءٌ ائين ڪريان.

ڊاڪٽر هل هن کي چوڻ لڳو، تہ مسٽر اسپرنگ آءٌ توکي اهو ان لاءِ چئي رهيو آهيان تہ توهان جو پنهنجي پاڻ تي اعتماد بحال ٿي ويندو.

اسپرنگ بازار ويو ۽ اهڙي ئي قسم جو اوزار خريد ڪري آيو جيڪو ڪافي استعمال شده هئو پر جنهن مقصد لاءِ گهربل هئو ان کي پورو ڪري ٿي سگهيو. ۽ ان سان گڏ هڪ سنهي تار پڻ هئي جيڪا اسپرنگ پنهنجي ڳلي جي چوطرف ويڙهي ڇڏي هئي. پوءِ هي ٻئي ڄڻا واپس پنهنجي ڪم تي روانہ ٿيا. پهرين شخص ملڻ سان ئي مسٽر اسپرنگ جي گردن ۾ تار ڏسي چوڻ لڳو تہ مونکي تعجب آهي تہ مسٽر اسپرنگ ڪنن ڪان ٻوڙو آهي ۽ وڏي آواز ۾ ٿو ٻڌي.

اسپرنگ مشين جي ٿونٽي پنهنجي ڪن ۾ وڌي ۽ چيو ”جي“ انهي شخص وري ڳالهہ دهرائي. اسپرنگ مسڪرائي جواب ڏنو تہ منهنجو بہ اهوئي خيال آهي تہ آءٌ گهٽ ٿو ٻڌان ۽ پوءِ پنهنجي پاسي جي تفصيلات ڪان متوقع گراهڪ کي آگاهہ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ڪٿي بہ هن جي ڳالهائڻ تي نہ رڪيو ۽ نيٺ ڪامياب ٿيو. هفتي جي آخر تائين پنج پاليسيون ڪپائي چڪو هئو جيڪو هن جي ڪم جو رڪارڊ هئو.

اسپرنگ کي هاڻي يقين هئو تہ هو ايترو پوڙهو نہ ٿيو آهي جو پاليسيون نہ وڪڻي سگهي ۽ اها حقيقت بہ هئي ۽ ڪنهن اهو لفظ نہ چيو هي صرف هن جي ذهن ۾ ويٺل خام خيالي هئي جيڪا هن کي پريشان ڪري رهي هئي. جڏهن

ڪو سيلزمين ڪنهن شڪ ۾ مبتلا هوندو هو تہ پنهنجي شي ڪي وڪڻڻ ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهندو.

ڪجهہ ماهر سيلزمين پنهنجي گڙاهڪ کي پهل قدمي نہ ڪرڻ ڏيندو آهي. هو شروع کان آخر تائين پهل قدمي پنهنجي هٿن ۾ رکندو آهي اگر متوقع گراهڪ ڪو اعتراض ڪري تہ ان جو جواب هن وٽ پهريان کان موجود هوندو آهي. هن سوچ جي حوالي سان پنهنجي ذهن کي منظم ڪري رکيو هوندو آهي ۽ جيستائين هو ائين نہ ڪندو آهي ايستائين فروخت جو عمل شروع ٿي نہ ڪندو آهي.

غور ڪريو تہ ڊاڪٽر هل ڪهڙي نہ ڊرامائي انداز سان اسپرنگ کي پنهنجي اصل مسئلي کان روشناس ڪرايو. اسپرنگ جلد ئي ڊاڪٽر هل جي اصل ڳالهہ کان واقف ٿي ويو، هن ڪنن واري مشين کي هڪ طرف رکيو ۽ پنهنجي ڪارڪردگي کي پهريان کان وڌيڪ بهتر بنايو. هن ڳالهہ مان اهو سبق سکجي ٿو تہ "ناممڪن ڪجهہ بہ ناهي" نہ ئي وري ان طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي.

**6. يقين:**

ماهر سيلزمين ۾ هيٺين ڳالهين تي پختو يقين هئڻ گهرجي.

الف: پنهنجي پاڻ تي

ب: پنهنجي متوقع گراهڪ تي

ت: وڪرو ڪرڻ تي.

هو وڪرو جو عمل ڪڏهن بہ يقين جي بغير نٿو ڪري سگهي. هن کي يقين آهي تہ وڪرو ڪرڻ هڪ ڦهلجندڙ ڪم آهي يعني هڪ کان ٻئي ۾ منتقل ٿيڻ وارو لهذا هن جو جيڪو يقين هوندو اهوئي هن جي گراهڪ ۾ منتقل ٿيندو ۽ خريدار جي اندر بہ اهڙوئي يقين پيدا ٿيندو. يقين ذهن جي اها حالت آهي جيڪا پنهنجي پاڻ تي ڀروسو ڪرڻ جي شڪل ۾ ظاهر آهي جيئن چوندا آهن تہ يقين سان پهاڙ هٽائي سگهجن ٿا اهڙي طرح سان يقين وڪرو ڪرڻ بہ ممڪن بنائي سگهي ٿو.

**7. مشاهدو ڪرڻ جي عادت ٺاهڻ**

ماهر سيلزمين ننڍي کان ننڍي شي يا ڳالهہ جو مشاهدو تمام باريڪ بيني سان ڪرڻ جو عادي هوندو آهي. پنهنجي متوقع گراهڪ جي هر ڳالهہ ان جي

چهري جا تاثرات ۾ معمولي تبديلي ۽ ان جي حرڪت تي ان جي نظر تمام گهڻي هوندي آهي ۽ هو ان جي مطلب ڪيڻ ۽ ان جي قدر ڪان واقف هوندو آهي.

**8. توقع ڪان وڌيڪ خدمت ڪرڻ جي عادت**

ماهر سيلزمين متوقع گراهڪ ڪان مقدار ۾ وڌيڪ ۽ معيار ۾ عمده خدمت مهيا ڪرڻ وارو هوندو آهي. ۽ هو صلو ملڻ ۽ مقابلي جي قدرتي قانون مان فائدو حاصل ڪندو آهي.

**9. نقصان ۽ غلطين مان فائدو ڪڻڻ جي اهليت**

ماهر سيلزمين جي تجربن جي اظهار ۾ "ناڪام ڪوشش" جو تذڪرو ڪڏهن بہ نہ ايندو آهي هو پنهنجي غلطين ۽ مشاهدي مان هميشہ سبق سکندو آهي ۽ انهن کي پنهنجي لاءِ فائدي مند بنائي ڇڏيندو آهي. هو ڄاڻندو آهي تہ هر مصيبت جو بغور تجزيو ڪيو وڃي تہ ان ۾ راحت جو ٻج لڪل هوندو آهي.

**10. اعلي دماغ**

ماهر سليزمين "اعليٰ دماغ" جي اصول کي نہ صرف سمجهندو آهي بلڪ ان تي عمل بہ ڪندو آهي. انهي جي ذريعي پنهنجي ذهني استدعا صلاحيت ۾ بہ واڌارو ڪندو. هي اصول ٻن يا ٻن ڪان وڌيڪ دماغن جو باهمي اتحاد آهي. جنهن ۾ هو ڪنهن خاص مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ گڏيل قسم جو لائحہ عمل جوڙيندا آهن. يعني گهڻن دماغن کي ملائي ڪري هڪ وڏو دماغ تشڪيل ونندو آهي جيڪو وڏيون وڏيون مشڪلاتون حل ڪرڻ جي قابل هوندو آهي.

**11. هڪ وڏو طئي ڪيل مقصد**

ماهر سيلزمين هميشہ هڪ مخصوص مقدار ۾ شيون وڪرو ڪندو آهي يا پنهنجو مقرر ٽارگيٽ رکندو آهي. يعني هن جي ذهن ۾ هڪ ٽارگيٽ هوندو آهي يعني هو ڦلاڻي شي هيتري مقدار ۾ ۽ هيتري مدت ۾ وڪرو ڪندو. هو پنهنجو ڪم اهو نظريو رکي ڪونہ ڪندو آهي تہ جيترو بہ وڪرو ڪرڻو ٿيو اوتري ئي نيڪ آهي. نہ ئي وري مقرر ڪيل ٽارگيٽ سامهون رکي وڪرو شروع ڪندو آهي. بلڪ هو هڪ وقت يا مدت ضرور طئي ڪندو آهي جنهن ۾ هن کي ٽارگيٽ پورو ڪرڻو ممڪن بنائي وڪرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

## 12. سونهري اصول تي عمل

ماهر سيلزمين تمام وڪرو ڪرڻ جي ڪاروائي ۾ هڪ سنهري اصول کي جاري ۽ ساري رکندو آهي. هي اصول آهي "پنهنجي پاڻ کي اڳتي جي جڳهه تي رکي سوچڻ" ۽ هن جو مطلب هي آهي تہ هر وقت مدِ مقابل جي ذهن تي نظر رکڻ تہ هو هن صورتحال ۾ ڪهڙو ردِ عمل جو اظهار ڪري رهيو آهي.

## سونهري اصولن تي عمل

سنهري اصول تي عمل جي وضاحت هن ڪهاڻي مان ملندي جيڪا 19 صدي جي پڇاڙي ۾ وجود ۾ آئي. ڪافي سال گذريا آهن هڪ پوڙهي عورت منجهند جي وقت پيٽيرس برگ ڊپارٽمنٽل اسٽور ۾ داخل ٿي. انهي ڏينهن بارش ٿي رهي هئي. هوءَ بس ائين ئي ڪجهہ تلاش ڪرڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڏسي رهي هئي. ڪافي سيلزمين هن کان پڇڻ ڪانپوءِ هن جي حال تي ڇڏي ڏنو تہ ڪير ويهي ان سان مغز کپائي ۽ پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويا. انهي دوران هڪ نوجوان هن کي ڏٺو ۽ وڏي نرمي سان هن عورت کان پڇيو تہ هو ان جي ڪا خدمت ڪري سگهي ٿو. هن عورت چيو تہ هوءَ صرف بارش رڪڻ جو انتظار ڪري رهي آهي. هن کي ڪجهہ خريد ڪرڻو ڪونهي. هن نوجوان هن کي يقين ڏياريو تہ ان پريشاني ۾ توهان هن اسٽور ۾ اندر اچڻ اسان کي سٺو لڳو ۽ هن سان هيڏانهن هوڏانهن جي ڪچهري ڪرڻ لڳو ۽ جڏهن بارش بيٺي تہ هن نوجوان ڇتي مٿاڪري هن کي رستي تائين ڇڏڻ آيو. عورت هن کان پنهنجو تعارفي ڪارڊ ورتو ۽ هوءَ هلي وئي.

نوجوان ان واقعي کي وساري ڇڪو هئو. هڪ ڏينهن ان فرم جي مينيجر هن کي گهرايو ۽ هڪ خط ڏيکاريو. هي خط انهي عورت جو لکيل هئو جنهن ۾ لکيل هئو تہ هن کي پنهنجي بنگلي لاءِ جيڪو اسڪاٽ لينڊ ۾ آهي آرائش جو سامان وٺڻو آهي جنهن لاءِ هڪ سيلزمين کي هن وٽ موڪليو وڃي هي خاتون اينڊريو ڪارنيگي جي ماءُ هئي. هي اها عورت هئي جنهن سان نوجوان ڪافي مهينا پهريان خوش اخلاقي سان پيش آيو هو. مسز ڪارنيگي انهي نوجوان جي اچڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو هو. جيڪو بارش واري ڏينهن وڏي خوش اخلاقي سان پيش آيو هو ۽ هن جو نالو بہ خط ۾ لکيو هو.

هي تمام وڏي رقم جو آرڊر هئو ۽ ان فرم نوجوان جي ڪارڪردگي جي ڪري هن کي ترقي ڏني. نوجوان لاءِ هي ترقي غير متوقع هئي ۽ ان جي انهي خدمت جو صلو هئو جيڪا هن بغير ڪنهن مقصد جي سرانجام ڏني هئي. ان خدمت ڪرڻ وقت هن کي اها ڳالهہ خواب ۽ خيال ۾ بہ نہ هئي تہ هن وقت جنهن پوڙهي عورت جي ڪري رهيو آهي. جيڪا بظاهر ڪو بہ فائدو ڏيڻ واري نہ آهي ڪنهن وقت ان لاءِ ڪيترو فائدي مند ثابت ٿي سگهندي.

جنهن طرح زندگي جا قانون جيڪي ان جي بنياد آهن اسان جي روز مره جي زندگي ۾ اسان کي پنهنجي وجود جو احساس ڏيارين ٿا اهڙي طرح موقعا بہ اسان جي زندگي ۾ ايندا رهندا آهن ۽ اسان جي روزمره جي زندگي ۾ لڪل هوندا آهن. هو نوجوان بغير ڪنهن وڏي حاصلات جي پنهنجي خوش اخلاقي جو مظاهرو ڪرڻ وقت سونهري اصول تي عمل ڪري رهيو هو .

## 13.جوش ۽ خروش

ماهر سيلز مين وٽ ڪڏهن بہ جوش ۽ خروش جي کوٽ نہ هوندي هو جڏهن چاهي ان کي استعمال ۾ آڻي سگهي ٿو . هو انهن لهرن کان واقف هوندو آهي جيڪي هن جي ذهن ۾ موجود ۽ عمل ۾ ظاهر، جوشَ ۽ خروش سان نڪري ڪري متوقع گراهڪ جي ذهن کي بہ جوش ۽ خروش سان پري ڇڏينديون آهن. بلڪل يقين وانگر هي بہ مثبت اثر رکندو آهي. هر ماڻهو پرجوش شخصيت کي پسند ڪندو آهي اهڙي شخصيت جا خيالات بلند هوندا آهن. ۽ هو مثبت انداز ِفڪر، سهڻو سلوڪ ۽ يقين جي اثرات کي اهڙي طرح پکيڙيندو آهي جيئن سج پنهنجون شفق جون ڪرڻيون زمين تي پکيڙيندو آهي. غالبا جوش ۽ خروش انسان جي پنهنجي ذهن ۾ موجود يقين ۽ مقصد واضح ڪرڻ سان پيدا ڪندو آهي.

جوش ۽ خروش کي هيرا رکندڙ جوهري جي صندوق ۾ رکيل هيري جي چمڪ سان مشابهت ڏئي سگهجي ٿي. هن جي هر طرف پکڙجندڙ چمڪ تعريف تي مجبور ڪري ڇڏيندي آهي. ۽ هن جي قدر ۽ قيمت جو مظهر بہ هوندي آهي. ڪنهن سياڻي جي قول کي هميشه پاڻ وٽ رکڻ گهرجي ”جيڪو ڪجهہ ڪريو جوش ۽ خروش سان ڪريو.“

## 14. سٺي يادداشت

پنهنجي يادداشت کي مضبوط بنايو بلڪل ٺيڪ ۽ غلطين کان پاڪ رکڻ لاءِ هيٺين طريقن کي اختيار ڪرڻ ضروري آهي. هي ڪجھ ڳالهيون عمل ۾ تمام ساديون ۽ انهن جي افاديت تمام گھڻي آهي.

## 15. عڪس کي محفوظ ڪرڻ

ڪنهن به شي کي پنهنجي پنجن حواسن مان هڪ يا هڪ کان وڌيڪ حواس سان محسوس ڪري ان کي ذهن ۾ ويهارڻ پوءِ هن کي پنهنجي عقل يا سمجھ ۾ محفوظ ڪرڻ، هي عمل فوٽو گرافي جي عمل جي انهي حصي سان مشابهت رکي ٿو جنهن ۾ ڪنهن شي جو عڪس ڪاغذ تي منتقل ڪري محفوظ ڪيو ويندو آهي.

## 16. واپس سڏڻ

هن جو مطلب آهي پنهنجي محسوسات ۽ عقل سان ملائي ناهيل عڪسن کي جيڪي تحت الشعور ۾ محفوظ ڪيو ويو آهي واپس گھرائڻ آهي. هي عمل ڪارڊ انڊيڪس ۾ گھربل ڪارڊ ڳولڻ جي برابر آهي. جنهن ۾ توهان مختلف ڪارڊن مان اهو ڪارڊ تلاش ڪندا آهيو جنهن تي توهان ڪا معلومات لکي رکي هجي.

## 17. سڃاڻپ

هي اسانجي ذهن جي انهي صلاحيت کي ڪتب آڻڻ جي برابر آهي جنهن ۾ اسان حواسن ۽ عقل جي مدد سان پنهنجي ذهن ۾ محفوظ ڪيل عڪس کي شعور ۾ آڻي انهي شي جي اصليت سان ملائي انهي جي شناخت ڪندا آهيون. ۽ ڏسندا آهيون ته هي اصل جي ڪيتري مشابهت رکي ٿي ۽ پنهنجي منبع سان ڪيترو ملي ٿي. هي عمل اسان کي يادداشت ۽ تخليق ۾ فرق کان آگاه ڪري ٿو.

## 18. پنهنجو حافظو بهتر بنايو

هي ٿي اصول آهن جن جي بنياد تي حافظي جو عمل سوار آهي. اچو ته هنن کي عملي طور استعمال ڪرڻ جو طريقي تي بحث ڪريون. جڏهن توهان واپس گھرائڻ واري عمل کي بهتر بنائڻ چاهيندا آهيو ته توهان ذهن ۾ ناهيل

تصوراتي عڪس ڪي خواه هو ڪو نالو هجي، تاريخ يا جڳهه هجي، زياده توجهه مرڪوز ڪري پڪو ڪندا آهيو، هن جو هڪ بهتر طريقو هن ڪي وري وري ياد ڪرڻ آهي.

۽ انهي وقت تائين ورجائڻ هوندو آهي جيستائين ياد نه ٿي وڃي. بلڪل ائين جيئن فوٽو گرافر هڪ حساس ڪاغذ تي عڪس ڪي هڪ خاص وقت تائين مخصوص رکندو آهي ته جيئن عڪس ڪاغذ تي سٺي طرح سان منتقل ٿي وڃي. اهڙيءَ طرح اسان به پنهنجي ذهن جي حصي تحت الشعور ۾ حواسن جي عڪس ڪي منتقل ڪندا رهندا آهيون ته جيئن هو اتي پختي طور محفوظ ٿي وڃي ۽ اسان جڏهن به چاهيون هن ڪي شعور ۾ آڻي سگهون.

انهي شي ڪي جنهن ڪي توهان ياد رکڻ چاهيندا آهيو پنهنجي ذهن ۾ اهڙين شين سان ملايو جن ڪي توهان پسند ڪندا آهيو ۽ سٺي طرح واقف هوندا آهيو. هي ڪو نالو، جڳهه شي يا تاريخ ٿي سگهي ٿي. هي اهڙيون شيون هجڻ گهرجن جيڪي توهان عام طور تي آساني سان بار بار پنهنجي حافظي ۾ آڻيندا آهيو مثال طور توهان ان مقصد لاءِ پنهنجي شهر جو نالو پنهنجي قريبي دوست جو نالو يا پنهنجو جمڻ جو ڏينهن استعمال ڪري سگهو ٿا. توهان جو ذهن پنهنجي اندر توهان جي خواهش ڪندڙ شي جنهن ڪي توهان ياد رکڻ چاهيندا آهيو توهان جي پهريان ڪان ياد شي سان گڏ ملائي ڇڏيندو اهڙي طرح پهريان ڪان ياد شي ڪي توهان واپس ذهن ۾ آڻيندا ته پوئي ياد ڪرائڻ واري شي به ان سان گڏ تحت الشعور مان نڪري شعور ۾ واپس اچي ويندي.

جنهن به شي ڪي توهان ياد رکڻ چاهيندا آهيو انهي تي توجهه مرڪوز رکي ڪري بار بار ورجايو . نالن ڪي ياد رکڻ ۾ ناڪامي ان لاءِ ٿيندي آهي ته انهن ڪي صحيح طريقي سان محفوظ نه ڪيو ويندو آهي. اگر توهان متعارف ٿيل شخص جي نالي ڪي ذهن نشين ڪرڻ گهرو ٿا ته ان نالي ڪي توهان چار پنج دفعه دهرايو ان ڪان پوءِ توهان يقين ڪريو ته توهان ان نالي ڪي سٺي طرح سمجهي ورتو آهي. اگر هي نالو ان نالي سان ملي ٿو يا اهو ئي نالو آهي جيڪو توهان جي ذهن ۾ موجود آهي ۽ توهان ڪي سٺي طرح ياد آهي ته ان نالي سان هن ڪي جوڙي وٺو . اهو ڪرڻ وقت انهن ٻنهي شخصيتن ڪي به ذهن ۾ رکو .

جيڪڏهن توهان کي ڪو خط پوسٽ ڪرڻ لاءِ ڏنو ويو آهي. ان خط کي ڏسو ۽ ان جي سائيز کي ذهن آڏو ڪيو ۽ پنهنجي تصور ۾ ليٽر باڪس ۾ وجهندي ڏسو پنهنجي ذهن ۾ خط جي سائيز کي دروازي جي سائيز جيترو ڪاهيو.

۽ انهيءَ تناسب سان ليٽر بڪس جي وڏي سائيز ذهن ۾ آڻيو . توهان نوٽ ڪندا جيئن ئي توهان ڪنهن ليٽر باڪس ڪان گذرندا تہ توهان کي فورا اهو خط جيڪو توهان جي کيسي ۾ پيل آهي توهان جي ذهن ۾ اچي ويندو .

فرض ڪريو توهان ڪنهن عورت سان ملو ٿا جنهن جو نالو الزبيٿ شيئر آهي ۽ توهان هن جو نالو پنهنجي حافظي ۾ محفوظ ڪرڻ چاهيو ٿا. ۽ توهان جڏهن چاهيو تہ هن جو نالو ياد اچي وڃي توهان ان جو نالو ورجائڻ وقت ملڪہ ايلزبيٿ ۽ هڪ وڏي ڪينچي کي ذهن ۾ رکو . ( شيئر انگريزي ۾ وڏي ڪينچي پوٽن کي ڪٽڻ واري کي چوندا آهن) هاڻي توهان جڏهن بہ ملڪ ايلزبيٿ يا وڏي ڪينچي کي ذهن ۾ آڻيندا تہ ان عورت جو نالو فورا توهان کي ياد اچي ويندو .

جوڙڻ جو قانون حافظي کي تيز بنائڻ ۾ وڏو ڪار آمد ثابت ٿيو آهي. توهان کي ڪرڻو اهو آهي تہ ياد رکڻ لاءِ ضروري شين کي حافظي ۾ موجود شين سان جيڪي ٿورو گهڻو ملنديون جلنديون هجن انهن سان هن کي جوڙيو .

ڪافي سال پهريان ونسڪوسن جي شهر ملووڪي ۾ ,Milwakee (Wisconsin) ۾ ڊاڪٽر هل جي هڪ دوست ٽيلفون نمبر ڏنو. ڊاڪٽر هل ان کي ڪٽي بہ نوٽ نہ ڪيو پر اهو نمبر ڊاڪٽر هل کي اڄ اهڙي طرح ياد آهي جيئن هن پهريان نمبر ملڻ وقت ياد ڪيو هو . هن طريقي سان هي نمبر هن ياد ڪيو .

ايڪسچينج هئو ليڪ ويو نمبر 2651 جڏهن هن جو دوست نمبر لکرائي رهيو هئو ان وقت هو اتي بيٺو هو جتان مشي گن ليڪ جو منظر ان جي نظرن جي سامهون هو ان ايڪسچيج کي ليڪ سان جوڙيو ۽ هن جي ڀاءُ جي عمر 26 سال ۽ ان جي پيءُ جي عمر 51 سال هئي هن اهڙي طرح ايڪسچيج ۽ نمبر کي ليڪ مشي گن پنهنجو ڀاءُ ۽ پيءُ سان گڏ جوڙيو ۽ ذهن ۾ محفوظ ڪري ڇڏيو .

هاڻي جڏهن بہ ان کي اهو نمبر ياد ڪرڻو هوندو آهي تہ اهو ان ليڪ مشي گن پنهنجي ڀاءُ ۽ پيءُ کي تصور ۾ آڻيندو آهي تہ نمبر ملي ويندو اٿس.

## 19. عجز ۽ انڪساري

تمام گھڻا ماڻھو عجز ۽ انڪساري کي ھڪ منفي خوبي سمجھندا آھن. بلڪ ائين ناھي. ھي ھڪ مضبوط ۽ مثبت خوبي آھي. عجز ۽ انڪساري ھڪ قوت آھي جنھن کي ڪو بہ شخص پنھنجي بھتريءَ لاءِ استعمال ڪري سگھي ٿو . روحاني ثقافتي ۽ ٽيڪنيڪي ميدانن ۾ انسان جي ترقي ڪرڻ انھي خوبي جي بدولت آھي. ھي ھر مذھب جي بہ لازمي شرط آھي. انھي جي مدد سان گانڌيءَ ھندستان آزاد ڪرايو . ڊاڪٽر البرٽ شوئٽز افريقا جي جنگلات کي ھزارن آفريڪين جي ۽ ٻين انسانن جي رھڻ جي قابل بنايو .

توھان جو مقصد خواہ ڪجھہ بہ ھجي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ عجز ۽ انڪساري ضروري آھي. جڏھن توھان ڪنھن بہ حوالي سان ڪنھن بلند مقام تي پنھنجو ٿا تہ ھن جي ضرورت اڃا وڌي ويندي آھي.

عجز ۽ انڪساري ڪان سوا توھان عقل ۽ دانش حاصل نٿا ڪري سگھو ڇو تہ ھڪ عقل مند ماڻھو جي اھا ئي سڃاڻپ ھوندي آھي تہ ھو چوندو آھي تہ "مان غلط بہ ٿي سگھان ٿو."

عجز ۽ انڪساري بغير توھان ھر مصيبت جي اندر موجود راحت جي ٻج جي تلاش نٿا ڪري سگھو .

عجز ۽ انڪساري ھڪ متحرڪ قوت آھي جنھن ڪا بہ خد تہ آھي. ھي ننڍي شي ضرور آھي پر ھن کي ڪڏھن بہ نظر انداز نٿو ڪري سگھجي "عجز ۽ انڪساري وڏائي جو روح آھي.

## 20. ڪامياب ۽ ڪامران ھئڻ جو يقين

ڪاميابي انھن ماڻھن جا قدم چمندي آھي جن کي پنھنجي ڪاميابي جو پورو يقين ھوندو آھي ۽ ان لاءِ ڪوشش ڪندا آھن. ھو ان حقيقت جي ڄاڻ رکندا آھن. جيڪو ڪجھہ منھنجو ذھن سوچي ٿو ۽ يقين رکي ٿو اھو ڪجھہ آءٌ حاصل ڪري وٺندو آھيان.

ھو شعوري طور پنھنجي اندر يقين محڪم رکندا آھن ۽ پاڻ سان طئہ ڪيل منزل مقصود جي حاصل ڪرڻ جي صلاحيت بيدار ڪري انھي کي عمل ۾ آڻي منزل حاصل ڪري وٺندا آھن.

جيڪڏهن توهان جون ڪجھ خواهشون ڪاميابي جون منزلون نٿيون حاصل ڪري سگهن تہ پوءِ اڳئي صفحي تي ڏنل عهد نامو ڪي گهٽ ۾ گهٽ ڏينهن ۾ هڪ دفعو ضرور پڙهندا اوهان ڪي خبر پئجي ويندي تہ پنهنجون خواهشون ڪيئن پوريون ڪري سگهندا.

## 21. فيصلو:

ڪوبہ باخبر سيلز مين هن حقيقت کان انڪاري نہ هوندو تہ فيصلو نہ ڪري سگهڻ ئي گهڻن ماڻهن جي ڪمزوري آهي. هر قسم جي سليز مين اها معذرت ٻڌڻ جو عادي هوندو آهي. مان انهي تي سوچيندس جيڪي لفظ هن جي اهڙي متوقع ڳراهڪ جي منهن مان نڪرندا آهن جنهن کي ها يا نہ ۾ جواب ڏيڻ جي جرائت نہ هئڻ ڪري پنهنجي دفاع ۾ چيا ويندا آهن.

دنيا ۾ جيترا بہ عظيم رهنما رهيا آهن اهي اهڙا مرد ۽ عورتون هئا جيڪي فوري طور فيصلو ڪرڻ جي صلاحيت رکندا هئا. جنرل گرانٽ يقينن پارسائي ۽ پرهيزگاري واري شخصيت نہ هئو ليڪن ان کي صحيح وقت تي صحيح فيصلو ڪرڻ جي صلاحيت هڪ قابل جرنيل بنائي ڇڏيو . ان جي جنگي ڪارنامن جي سڄي تفصيل هڪ ئي جواب ۾ سموئي سگهجي ٿي جيڪو هن پنهنجي مٿان هڪ اعتراض جي جواب ۾ ڏنو هئو.

اسان انهن خطن مطابق جنگ جاري رکنداسين خواه جنگ اسان کي سڄي گرمين ۾ وڙهڻي پوي.

### فيصلو ڪريو ۽ عمل ڪريو

نيپولن جڏهن اهو فيصلو ڪري وٺندو هئو تہ هن کي پنهنجي فوجن کي ڪهڙي رخ ۾ طرف روانو ڪرڻو آهي تہ پوءِ هو ڪنهن بہ اهڙي ڳالھ کي رڪاوٽ نہ آڻيندو هئو جيڪا هن کي پنهنجي فيصلي کي تبديل ڪرڻ ۾ چئي وئي هجي. جيڪڏهن هن جي پيش قدمي لاءِ ظئي ٿيل رستي ۾ ڪو وڏو غار يا کڏو بہ اچي وڃي تہ هو پيش قدمي روڪڻ بجاءِ فوجين کي حڪم ڏيندو هو تہ هن ۾ ڪرندا وڃو تہ جيئن هو کڏ فوجين سان پرجي وڃي ۽ باقي سپاهي هن جي مٿان گذري انهي لائن جي مطابق پيش قدمي ڪن.

فيصلو نہ ڪري سگھڻ جي سبب لکين ماڻهو ناڪاميءَ جو شڪار رهيا آهن هڪ سزاءِ موت جي قيدي جو چوڻ آهي ۽ جڏهن هن پنهنجي اندر فيصلو ڪري ورتو تہ جيڪو ڪجھ ٿيڻو آهي هاڻي ان کي ٽاري نٿو سگھجي تہ پوءِ هن تي سزاءِ موت بلڪل هلڪي ٿي وئي.

اينڊريو ڪارنيگي جو خيال هئو تہ هو هڪ تمام وڏي اسٽيل مل جو مالڪ بنجي، ان جو اهو خيال ڪڏهن بہ هڪ حقيقت نہ بنجي ها جيستائين هو پنهنجي خيال کي حقيقت ۾ بدلائڻ جو اٽل فيصلو نہ ڪري وٺي ها.

ميمفس ٽانيسي (Memphis Tamnesse) جي ويلس جانسن ( Wellace jhonson) ۽ ڪيمونز ولسن (Kemons Wilson) جو خواب هئو تہ هو ملڪ جي سيني کان وڌيڪ هوٽلن جا مالڪ بنبا. اڄ هنن جي هڪ هزار کان وڌيڪ هوٽلن جي چين جيڪا هاليڊي اِن Holliday inn سان دنيا جي مختلف ملڪن ۾ موجود آهي.ان کي ڏسي ڪري چئي سگھجي ٿو تہ فيصلي کي عملي جامو پارائڻ ۾ سيني کان بازي کٽي ويا آهن.

صرف تخيل جو ڪاميابي جي حاصلات ۾ ڪوبہ ڪردار نہ آهي. لکين ماڻهو پنهنجي تخيل کان ڪم وٺي وڏا شاندار منصوبا تخليق ڪندا آهن جيڪي انهن کي دولت ۽ شهرت سان مالا مال ڪري سگھندا. پر صرف منصوبا ڪڏهن بہ فيصلي جي مرحلي تائين نٿا پهچي سگھن ڇو تہ ڪنهن بہ منصوبي تي عمل ڪرڻ کان پهريان فيصلو ضروري هوندو آهي جيڪو هن کي ڪاميابي جي منزل تائين پهچڻ لاءِ رستو ڏيکاريندو آهي. انهي لاءِ هڪ قطعي فيصلي جي ضرورت هوندي آهي. فيصلو ڪري سگھڻ وارو جيڪو چاهيندو آهي اهو حاصل ڪري وٺندو آهي خواه هن ۾ ڪيترو بہ وقت لڳي ۽ خواه ڪيترو بہ مشڪل حاصل ٿيڻ وارو هجي فيصلو ڪري سگھڻ واري کي ڪوبہ روڪي نٿو سگھي ۽ فيصلو نہ ڪري سگھڻ واري کي ڪوبہ هلائي نٿو سگھي توهان خود ئي فيصلو ڪيو.

هن جي پويان پورو آسمان هئو
۽ پٺي طرف سمنڊ جون تمام وڏيون وسعتون هيون
هن جي اڳيان ساحل جا جادوئي آسرا هئا
هن جي سامهون بحر بيڪران هئو

هن جي بهترين ساٿي چيو ”هاڻي دعائي گهري سگهجي ٿي“
تمام تارا ۽ سهارا غائب ٿي چڪا آهن.
اي منهنجا بهادر امير البحر هاڻي ٻڌاءِ ته مان ڇا چوان؟“
هُن چيو: ”شڪايت نه ڪر... بس جهاز کي رڪجڻ نه ڏي.“

جڏهن ڪولمبس پنهنجو مشهور عالم سفر شروع ڪيو ته هن سڀ ڪان پهريان هڪ دور رس فيصلو ڪيو هو. ان ڪان پهريان ڪڏهن به اهڙي قسم جو فيصلو نه ڪيو ويو هو يا ڪير ڪري نه سگهيو هو. جيڪڏهن هو پنهنجي فيصلي تي قائم نه رهي ها ته آمريڪا جي دريافت ڪڏهن به حقيقت جو روپ نه وٺي سگهي ها.

<u>هن جي آمدني پيٽي ٿي وئي</u>

ارل نائيٽنگيل (Earl night angle) جنهن کي روزانو سوين ريڊيو اسٽيشن تي ٻڌو ويندو آهي پروگرام ۾ ”اسانجي بدلجندڙ دنيا“ هن هڪ فيصلو ڪيو ۽ وقت ڪڍي ”ڪاميابي جا راز“ ڪورس ۾ شرڪت ڪئي. هن هڪ هفتي اندر قابل قدر علم حاصل ڪيو ۽ پنهنجي آمدني پيٽي ڪري ڇڏي. هن جي ڪوشش هن لاءِ مفيد رهي ۽ هن کي مالي تحفظ سان گڏ قومي سطح تي سڃاڻپ ڪرائڻ ۾ مددگار ثابت ٿي.

هو ريڊيو پروگرام پيش ڪرڻ کان علاوه عوامي اجتماعن ۾ ليڪچر پڻ ڏيندو رهندو هو. هن جي تقريرن جا ڪيترائي البم وڪري جا بهترين رڪارڊ قائم ڪري چڪا آهن.

نيپولن هل جي شهر آفاق ڪتاب ”سوچيو ۽ امير ٿي وڃو“ جي ڪيسٽ البم ۾ ارل نائٽينگل جي شخصيت جو آواز جو وڏو ڪردار آهي. ارل نائٽينگل جو چوڻ آهي ته آءٌ 20 سالن کان ڪنهن اهڙي فارمولي جي تلاش ۾ هئس جنهن تي عمل ڪري هر شيءِ کي پنهنجي لاءِ فائدي مند بنائي سگهان منهنجي تلاش کي ڊاڪٽر هل جي ڪتاب منزل ڏني، جنهن ۾ مون کي هر سوال جو جواب ملي ويو.

هر شخص جيڪو ڊاڪٽر هل جي هن ڪتاب کي بغور پڙهندو ۽ ٻڌايل طريقن تي لڳاتار محنت ڪندو رهندو ته پنهنجي دل ۾ خواهشن جي تڪميل ڪرڻ ۾ هميشه ڪامياب ٿيندو.“

## بارنس جو عهد نامو

(بارنس جيڪو ٿامس ايڊيسن جو پارٽنر هو)

1. آءُ خود طئہ ڪيل وڏي مقصد جي حصول ۽ ڪاميابي لاءِ پنهنجي پاڻ کي خوشحال بنائڻ لاءِ پنهنجي ذهن کي هميشہ تيار ڪندس.

2. آءُ پنهنجي خالق حقيقي تي بي انتها يقين جي مدد سان پنهنجي ذهن مان خود طئہ ڪيل حدن کي ختم ڪندس.

3. آءُ پنهنجي ذهن کي لالچ ۽ خود غرضي کان پاڪ رکڻ لاءِ پاڻ وٽ الله تعاليٰ جي ڏنل نعمتن مان ٻين ضرورتمندن کي شريڪ ڪندس.

4. آءُ اهڙي قناعت پسندي ڪندس جيڪا سستي جو جواز بنجي هڪ مثبت بيچيني ۾ بدلائيندس تہ جيئن آءُ پنهنجي ذهن کي چست ۽ چالاڪ رکي سگهان ۽ ان کي وڌيڪ تيز بنائڻ سکندو رهان.

5. آءُ پاڻ کي هر علم ۽ هر شخص لاءِ کليل رکندس تہ جيئن گهٽ برداشت ۽ تعصب کان بچندو رهان.

6. آءُ ماڻهن ۾ هميشہ سٺايون تلاش ڪندو رهندس ۽ پنهنجي پاڻ کي اها تربيت ڏيندو رهندس تہ انهن برائين کان نظرون بچائيندو رهان.

7. آءُ پاڻ تي ترس کائڻ کان هميشہ بچندو رهندس آءُ هر صورتحال ۾ پنهنجي پاڻ کي وڌيڪ ڪوشش لاءِ تيار ڪندو رهندس.

8. آءُ پنهنجي حقيقي خواهشن ۽ ضرورتن ۾ فرق کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ انهن جي حاصل ڪرڻ جو پاڻ کي حقدار بنائيندس.

9. آءُ ٿورو وڌيڪ ڪم يا معاوضي کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي عادت اپنائيندس ۽ هميشہ معيار ۽ مقدار ۾ بهتر خدمتون سرانجام ڏيندس.

10. آءُ هميشہ هر مشڪل يا ناڪامي کي پنهنجو اثاثو سمجهندس ۽ انهي حقيقت کي ڪڏهن بہ نہ وساريندس تہ هر مصيبت ۾ ان جي برابر يا ان کان وڌيڪ راحت جو ٻج لڪل آهي.

11. آءُ ٻين سان اهڙو سلوڪ رکندس تہ جيئن هر روز صبح جو آئيني ۾ نظر اچڻ واري کان شرمنده نہ ٿيان.

12. آءُ پنهنجي روزانہ جي عبادت ۾ دانائي حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي زندگي مالڪ تعاليٰ جي ناهيل قانون تحت گذارڻ جي دعا ڪندس.

ڊاڪٽر هل جي ٻڌايل ڪاميابي جي حصول جي قانونن تي عمل ڪرڻ سان منهنجي هڪ هفتي اندر ڪمائي ٻيڻي ٿي وئي. منهنجي لاءِ هي تمام خوشي جي ڳالهہ هئي پوءِ مون سوچيو تہ هن قليل عرصي ۾ مونکي ايترو تہ فائدو ٿيو آهي انهي فارمولي تي وڌيڪ عمل ڪرڻ سان ٿي سگهي ٿو منهنجي آمدني چوڻي ٿي وڃي ۽ انهي کان بہ وڌي سگهي ٿي. انهي کي چيڪ ڪرڻ لاءِ آءُ پنهنجو هر عمل ڊاڪٽر جي ڪتاب "ڪاميابي جا راز" جي مطابق بنائي ڇڏيو.

آءُ سمجهان ٿو تہ هر اهو ماڻهو پنهنجون خواهشون آساني سان تڪميل ڪري سگهي ٿو جيڪو ڊاڪٽر نپولن هل جي ڪتاب جو بغور مطالعو ڪري ۽ ان تي عمل ڪري. جڏهن تہ ڊاڪٽر هل جي تصنيفن منهنجي سڄي زندگي جو رخ ئي بدلائي ڇڏيو ۽ منهنجي تصور ۽ خواهشن جي تڪميل ٿيڻ شروع ٿي وئي.

آءُ پنهنجي سيني دوستن کي ۽ هن ڪتاب پڙهندڙن کي پنهنجي ناقص راءِ ڏيندس تہ ڪاميابي ۽ ڪامراني لاءِ ضروري آهي تہ جلد کان جلد فيصلو ڪيو ۽ انهي تي مضبوطي سان بيهو ۽ عمل شروع ڪري ڇڏيو. ڪاميابي توهانجي قدمن ۾ هوندي. جيڪڏهن توهان هن عادت ۾ مبتلا آهيو تہ اڄ فيصلو ڪيو ۽ سڀاڻي ان کي تبديل ڪري ڇڏيو تہ ڪڏهن بہ ڪامياب ٿي نہ سگهندا. جيڪڏهن توهان حتمي طور تي اهو طئي نٿا ڪري سگهو تہ توهان کي ڪهڙي طرف وڃڻو آهي. تہ پوءِ اکيون بند ڪري ڪنهن انڌيري ۾ ٽپو ڏيڻ کان بهتر اهو ٿيندو تہ چپ چاپ ڪري ويٺا هجو ۽ خواهشون ختم ڪري ڇڏيو.

دنيا توهان جي غلطي ڪرڻ تي معافي تہ ڏئي سگهي ٿي ليڪن ڪوبہ فيصلو نہ ڪرڻ تي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندي. ڪجهہ ڪرڻ کان بغير توهان پنهنجي اردگرد رهندڙن کي پنهنجي هجڻ جو احساس نٿا ڏياري سگهو.

وقت توهان جي هٿ ۾ آهي ۽ هر وقت راند جي چال هلڻ جو وقت هوندو آهي فوري طور تي فيصلو ڪريو ۽ چال هلڻ شروع ڪري ڇڏيو. وقت توهان جو ساٿ ڏيندو. جيڪڏهن وقت گذري ويو ۽ چال نہ هلي سگهيو تہ وقت توهان کي وساري ڇڏيندو. اهو بہ ضروري نہ آهي تہ توهان جي هر چال صحيح هجي ليڪن چال هلڻ سان توهان جي اندروني غيبي طاقت رهنمائي ميسر ڪندي ۽ توهان ڏسندي ئي ڏسندي صحيح رخ ۾ ڪاميابي جي چال هلڻ شروع ڪري ڏيندا.

انهن تمام خصوصيتن ۾ مهارت ئي اهڙن ماڻهن ۾ اها قابليت پيدا ڪندي آهي جيڪا هڪ ماهر سيلزمين ۾ هوندي آهي. اهي سڀ خصوصيتون پاڻ ۾ پيدا ڪريو ۽ هڪ ڪامياب انسان جيڪو اوهانجي اندر موجود آهي ان کي ڪجهه ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو.

## توهان به سکي سگهو ٿا

هن مفروضي مان مقصد ڪڍڻ ته "سيلزمين ڪامياب بزنس مين، ڪامياب ٽيڪنوڪريٽ، ڪامياب وڪيل پيدا ٿيندا آهن تيار نه ڪيا ويندا آهن" غلط ۽ صحيح اهو آهي ته سيلزمين يا ٻيا شعبا هڪ اهڙو فن آهي جنهن ۾ سکڻ جي دلجوئي ۽ مهارت حاصل ڪرڻ جي محنت سان پيدا ڪري سگهجي ٿو.

انهي ڳالهه کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ اسان توهان کي اٽلانتا جارجيا جي هڪ شخص ڪليئرنس . اين واڪر (Clrence N Walker) جيڪو ڪوڪا ڪولا جي ڪمپني ۾ ايگزيڪٽو رپرزنٽيٽو آهي جي ڳالهه ٻڌايون ٿا. هي شخص سيلزمين جي فن ۾ هڪ بلند مرتبي وارو رهيو آهي هن کي ماڻهن جي مجموعي کي ڪنٽرول ڪرڻ ۽ پنهنجي خطاب جي سحر ۾ آڻي ڇڏڻ جي فن تي عبور حاصل رهيو آهي.

هن جي اها صلاحيت جتي هن جي ڪمپني کي بهترين تعلقات عام جو سبب بڻي ۽ اتي هن لاءِ هڪ وسيع احباب جو حلقو ناهڻ ۾ مددگار ثابت ٿي هو پنهنجي ذهانت ۽ مزاج جي احساس کي حقيقي ۽ سنجيده پيغام پهچائڻ لاءِ وڏي مهارت سان استعمال ڪندو رهيو. هو ڪلندي ڪلندي ۾ پنهنجو پيغام سامهون وارن کي ٻڌائي ڇڏيندو آهي ته ڪيس پنهنجي انتخاب ڪيل ميدان عمل ۾ سنجيده فڪر ۽ ذميدار شهري جي طرز عمل تي هلڻ جي ضرورت آهي.

يقيناً سيلزميني هڪ اهڙو شعبو آهي جتي مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهه سکڻ جي ضرورت آهي. ڪليئرنس واڪر جي زندگي اسان کي عملي مثال جو مطالعو ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿي. ڇاڪاڻ ته سندس گهڻو واسطو سيلزمينن سان ٿي.رهيو ۽ هو انهن کي اهوئي سبق ڏيندو هيو جنهن مان هنن بي انتها فائدو حاصل ڪيو ۽ اهو آهي "ترغيب جي طاقت" جو استعمال. هو انهي جو استعمال وڏن تاجرن سان ڪاروباري معاملات طئي ڪرڻ يا شين جي کپائڻ ۾ نه ڪندو هئو بلڪه اهو هو پنهنجي ڪمپني جي نمائندگي دوران

پين ڊليگشن جي بهتر خدمت دوران مهيا ڪندڳ هيو. هن جي زندگي هن ڳالهہ جي بهترين عملي مثال آهي تہ سيلزميني ۾ مهارت زندگي جي هر شعبي ۾ ڪم اچڻ واري شي آهي ۽ ڀرپور اهميت جي حامل آهي.

نيويارڪ روٽري ڪلب ۾ هڪ نشست دوارن مسٽر واڪر جيڪو ان وقت رٽائر ٿي چڪو هئو چيو "پنهنجي نظر کي وسيع ڪريو. توهانجي ڪاميابي يا خوشي خالص ترين، روشن ترين، يا لطيف ترين هئڻ بغير بصيرت جي ممڪن نہ آهي ۽ انهي سان توهانجي سڃاڻپ نهي ٿي، پنهنجي بصيرت تي ايمان رکو، پنهنجي ڪاهيل منصوبن تي يقين رکو، پنهنجي ڪاروبار تي يقين رکو، عبادت تي يقين رکو، روحاني ۽ مادي شين تي يقين رکو ۽ سڀ کان وڌيڪ توهان پنهنجو پاڻ تي يقين رکو. جرئت پيدا ڪريو تہ جيئن توهان پنهنجي بصيرت ۽ يقين جنهن جا توهان دعويدار آهيو عملي طور تي صحيح ثابت ڪري سگهو. منهنجو اهو خيال آهي تہ شڪسپيئر اهو چوڻ جو حق بجانب آهي" چا پادرين لاءِ انهن جي گرجائن غريبن لاءِ انهن جون جهوپڙيون ۽ شهزادن لاءِ انهن جي محلن ۾ ڪجهہ ڪرڻ ايترو آسان آهي جيترو اهو ڄاڻڻ تہ چا سٺو آهي جيڪو ڪرڻ گهرجي؟ نہ هي ايترو آسان نہ آهي ڪڏهن ڪڏهن سٺائي سان زنده رهڻ ۽ 'انهيءَ لاءِ ڪم ڪندو رهڻ انهي لاءِ وڙهي جان ڏيڻ کان بہ وڌيڪ مشڪل هوندو آهي "پر انهن ڳالهين کي بہ نظر انداز نہ ڪريو ۽ دوستي جي اهميت کي بہ نظر انداز نہ ڪريو.

جيتري تائين منهنجي ڳالهہ آهي تہ مونکي منهنجي رستي جي ڪناري نهيل گهر ۾ ٿي رهڻ ڏيو جتان ماڻهن وچ ۾ لڳل ڊوڙ کي ڏسندو رهان.

ماڻهو جيڪي سٺا آهن ۽ ماڻهو جيڪي برا آهن.

ايترائي سٺا ۽ ايترائي برا جيئن مان آهيان.

آءُ ڪنهن کي حقارت سان ڏسڻ واري جي جڳهہ تي ويهي نٿو سگهان. آءُ تنقيد جو وسڪارو ڪرڻ وارو بہ ٿي نٿو سگهان. مونکي منهنجي رستي جي ڪناري واري گهر ۾ ٿي رهڻ ڏيو. ۽ مونکي انسانن سان دوستي ڪرڻ ڏيو.

مسٽر واڪر ايليجي جارجيا ۾ پيدا ٿيو. ان مينٽ ييري جارجيا جي ييري اسڪول مان گريجوئيشن ڪئي ۽ پوءِ جارجيا يونيورسٽي ايٿنز مان ايل

ايل بي جي ڊگري حاصل ڪئي. پهرين جنگ عظيم دوران هن جهازن جي ڪارخاني ۾ پرسنل ايگزيڪيٽو طور فرائض انجام ڏنا ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ هو نيشنل هاؤسنگ ايجنسي جي ريجنل ڊائريڪٽر جي عهدي تي فائز رهيو جنهن جي زير انتظام 8 ڏکڻ اوڀر جون رياستون هيون.

هن ڇهن سالن تائين جارجيا ۽ ڪيرولينا ۾ وڪالت ڪئي انهي کان پوءِ هن بينڪنگ ريئل اسٽيٽ ۽ سرمايہ ڪاري جي شعبن ۾ ڪم ڪيو ۽ بيري اسڪول جو بزنس مينيجر بہ رهو هو 14 سالن تائين ڪوڪا ڪولا ڪمپني جي اسٽاف جو ميمبر بہ رهيو. هو گرجا گهرن، شهري تنظيمن، سماجي حلقن ۽ انساني ڀائيچاري پيدا ڪرڻ وارين تنظيمن ۾ سرگرم رهيو. پوين 40 سالن کان روٽري ڪلب جو ميمبر رهيو ۽ اتي مردن کي انجيل پڙهائڻ جي ڪلاس وٺندو هو.

مسٽر واڪر پنهنجي روزمره جي زندگي ۾ بہ هڪ سيلزمين ٿي هئو ڪٿي بہ هجي پر هن جو ذهن بهترين ماهر سيلزمين وانگر ٿي ڪم ڪندو رهيو ۽ هڪ شاندار ڪيريئر تاهيائين توهان هن جي زندگي مان سبق حاصل ڪري سگهو ٿا.

## حصو ٽيون

### سيلزمين جي شخصيت ۽ عادت ۾ موجود وڏيون خاميون

جيئن هڪ ماهر سيلزمين لاءِ ڪجهہ مثبت خصوصيتون هئڻ ضروري آهن ائين ئي ڪجهہ خاميون آهن جيڪي هڪ سيلزمين ٿيڻ لاءِ خواهشمند نوجوانن کي پاڻ کان الڳ ڪرڻيون پونديون. اهي خاميون ڪنهن شخص يا پيشہ ورانہ قابليت جي لاءِ تمام گهڻو ڪمزور بنائيندڙ آهن.

انهن سڀني خامين کي هڪ فهرست ۾ غور سان پڙهندا ۽ انهي فهرست کي چيڪ ڪندا رهو تہ اهي ڪهڙيون خاميون جن تي توهان قابو پائي سگهيا آهيو ۽ انهن تي x جو نشان لڳايو ۽ جيستائين اهي تمام خاميون ختم نہ ٿي وڃن ايستائين چيڪ ڪندا رهو.

جيڪڏهن توهان ڪامياب ٿيڻ ۾ مخلص آهيو تہ انهي حصي کي بار بار پڙهندا رهو ۽ پنهنجو پاڻ کي چيڪ ڪندا رهو جيستائين 100 مارڪون نہ ڪٽڻ. هر دفعہ چيڪ ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي هڪ دوست کان چيڪ ڪرايو ۽ انهي کان پنهنجي ايماندارانہ راءِ پڇو ۽ پنهنجي مارڪنگ ڪرايو تہ هو توهان کي ڪيترا نمبر ڏئي ٿو. جيڪڏهن توهان جو دوست ڀرين چيڪنگ کان وڌيڪ مارڪون ڏئي ٿو تہ هر هڪ خامي جي اڳيان بهتر جو لفظ لکو. هن ڳالهہ جو خاص خيال رکو تہ اوهان کي صحيح تجزئي جي ضرورت آهي ۽ پنهنجي دوست کان پڇو تہ اها بهتري ڪڏهن ۽ ڪيئن حاصل ٿي ۽ اهڙن مثالن جي نشاندهي پڻ ڪريو. ٻين کي پنهنجي بهتري جي پروگرامن ۾ شامل ڪرڻ سان توهان کي وڌيڪ تحريڪ ملندي ۽ حوصلہ افزائي بہ ٿيندي.

### 1. ملتوي ڪرڻ جي عادت.

تڪڙ ۽ مسلسل عمل ڪرڻ جو ڪوبہ نعمل البدل نہ آهي.

### 2. خوف جون ڇهہ بنيادي قسمن مان هڪ يا هڪ کان وڌيڪ جو شڪار ٿيڻ.

اهڙو شخص جنهن جو ذهن ڪنهن بہ طرح جي خوف ۾ مبتلا هجي ڪنهن بہ قسم جي فروخت ڪاميابي سان نٿو ڪري سگهي

(1) غريب ٿي وڃڻ جو خوف

(2) تنقيد جو خوف

(3) بيماريءَ جو خوف

(4) ڪنهن به محبت کان محروم ٿي وڃڻ جو خوف

(5) پوڙهائپ جو خوف

(6) موت جو خوف

هن ۾ اهو به خوف هوندو آهي ته متوقع گراهڪ توهان طرفان فروخت لاءِ پيش ڪيل شي يا خدمت خريد ڪرڻ کان انڪار نه ڪري ڇڏي.

**3. ملاقات تي فروخت ڪرڻ جي نسبت وڌيڪ طاقت خرچ ڪرڻ**

هڪ ملاقات ڪو انٽرويو نه هوندو آهي نه ئي وري انٽرويو وڪرو ٿيندو آهي اهي ماڻهو جيڪي پاڻ کي سيلزمين چورائين ٿا انهن مان ڪافي ماڻهو انهي حقيقت کان واقف نه هوندا آهن. توهان کي ڪنهن اهڙي ماڻهو سان ملڻ گهرجي جيڪو ها يا نه جو اختيار رکندو هجي.

**4. سيلز مينجر تي ذميداري وجهڻ**

سيلز مينجر جو اهو ڪم نه هوندو آهي ته هو وڃي ڪري ڪنهن سيلزمين سان گڏ متوقع گراهڪ سان ملاقاتون ڪري هن وٽ نه ايترو وقت نه ئي وري هن وٽ ايتريون ٽنگون هونديون آهن جو هو وڃي ڪري هر سيلزمين سان گڏ سندس مدد ڪري هن جو ڪم سيلزمين کي اهو ٻڌائڻو آهي ته ڪيئن ڪم ڪرڻ گهرجي.

**5. بهانا بازي ۾ ماهر هئڻ**

سببن جي بنياد تي بهانا ڳاهڻ جي بنياد آهي. حڪم جي تعميل ڪو ٻيو نه ٿو ڪري سگهي انهي کي ڪڏهن به نه وساريندا.

**6. هوٽل جي لابي يا ڪافي شاپ ۾ وڌيڪ وقت گذارڻ**

هوٽل ۾ يا ڪافي شاپ ۾ وقت گذارڻ هڪ سٺي جڳهه آهي پر هڪ سيلزمين کي هتي ايترو وقت صرف ڪرڻ سان تيار رهڻ گهرجي ته سندس نوڪري جا ڏينهن پورا ٿي چڪا آهن.

**7. پنهنجيون شيون وڪڻڻ کان علاوه مشڪل حالات تي تبصرو ڪرڻ ۾ وقت ضايع ڪرڻ**

ڪاروبار جي موجوده صورتحال ۾ نئين موقعن جو ذڪر يا بازار جي گهٽ
وڌ ريٽن تي بحث ڪرڻ اڄ ڪلهه جو فيشن ٿي چڪو آهي ان ۾ وڌيڪ وقت
برباد ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجي سيل تي وڌيڪ توجهه ڏيڻ ضروري آهي.

**8. پنهنجي پراڻن ڪارنامن تي لهي اچڻ**

توهان پنهنجي اڳئين ڪيريئر ۾ ڪامياب رهيا آهيو هي انهي ڳالهه جي
ضمانت نه آهي ته هي فروخت به انهي انداز ۾ ڪري سگهندا توهان کي هر
فروخت جي لاءِ سنجيدگي سان تاهيل اصولن جي مطابق حڪمت عملي تيار
ڪرڻ گهرجي.

**9. متوقع گراهڪن جي لاءِ سيلزمين مينيجر تي انحصار ڪرڻ**

آرڊر بڪ ڪرڻ وارو چاهيندو آهي ته گراهڪ انهي کي وٽن ۾ لڳل فروٽ
وانگر ملي وڃي جنهن کي آساني سان پٽي ڪٽي اچجي جڏهن ته ماهر سيلزمين
انهي کي پنهنجي محنت سان وڪرو ڪندو آهي.

**10. ڪاروباري حالات بهتر ٿيڻ جو انتظار ڪندو رهڻ**

رابن (هڪڙو پکي آهي) ڪڏهن به انهي انتظار ۾ نه رهندو آهي ته ڪو
سندس چهنب ۾ اچي ڪو ڪيڙو وجهي ۽ هو آرام سان کائي ڇڏي. توهان کي
به رابن مان سبق سکڻ گهرجي ۽ انهي وانگر رزق جي تلاش ۾ نڪري پئو اڄ
ڪلهه ڪوبه ماڻهو پنهنجو آرڊر سيلزمين جي گهر اچي ڪونه ٿو ڏئي.

**11. لفظ "نه" ٻڌڻ:**

هي لفظ هر سيلزمين کي اشارو ڪري ٿو ته هو پنهنجون ڪوشش وڌيڪ
تيز ڪري اگرچه سڀ گراهڪ ها ۾ جواب ڏين ته پوءِ سيلزمين ته بيڪار ٿي
ويندو

**12. مقابلي ڪان گهبرائڻ**

هنري فورڊ کي پنهنجي ڪارن جي وڪري ڪرڻ ۾ سخت مقابلي جو
سامهون ڪرڻو پيو پوءِ به هو ڪڏهن به ان ڳالهه کان گهبرايو نه، هن ۾ اها همت
هئي ته هن جي اٺ سلنڊر واري گاڏي به انهي زماني ۾ گهٽ قيمت تي وڪرو
ڪري سگهي ۽ جڏهن ته ٻيا ماڻهو مندي جي ڪري ملازمن ۾ ڇانٽي ڪري رهيا
هئا.

## 13. پنهنجي سڄي ڏينهن جي پهرين کان منصوبہ بندي نہ ڪرڻ

اهڙو شخص جيڪو پنهنجي سڄي ڏينهن جي سرگرمين جي منصوبہ بندي ڪري گهر کان نڪرندو آهي هو پنهنجو ڪم منطقي طريقي ۽ موثر انداز ۾ ڪري سگهندو آهي. هو انهي ڏينهن ۾ پنهنجو مقرر ڪيل ٽارگٽ پورو ڪري وٺندو آهي جيڪو شخص پنهنجي ڏينهن جو منظم شيڊول ٺاهي نہ هلندو آهي انهي سيلزمين کي اها خبر نہ هوندي آهي تہ هن پنهنجو ڪم ڪٿان شروع ڪيو ۽ ڪٿي ختم ڪيو.

## 14. ملاقاتي لاءِ مقرر ڪيل وقت ۽ تاريخون ۽ جڳهہ جو رڪارڊ نہ رکڻ

متوقع ۽ پڪا گراهڪ اڪثر سيلزمين جي مقرره ملاقاتن تي غير حاضر رهڻ جي ڪري يا واعدي جي مطابق نہ پهچڻ سان پنهنجو ارادو بدلائي ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ هو توهان جا گراهڪ نہ رهندا آهن گراهڪ هميشہ تيار شي ئي گهرندو آهي.

## 15. سستي

اهڙا سيلزمين جيڪي گراهڪ سان مقرر وقت ملاقات تي دير سان پهچندا آهن ميٽنگ ۾ يا دفتر ۾ دير سان پهچندا آهن يا سستي جو مظاهرو ڪندا آهن انهن کي گهٽ ڪري نئي ملازمت ۽ نئون گراهڪ ئي ڳولهڻو پوندو آهي.

## 16. پراڻو سڙيل ڳريل ساز ۽ سامان سان ڪم ڪرڻ

پراڻو سامان ۽ ڳريل سڙيل اسٽيشنري رکڻ لاءِ هڪ لاپرواه سيلزمين هئڻ جو ثبوت هوندو آهي غير منظم رهڻ جي خبر ڏئي ٿو.

## 17. پاڻ سان گڏ قلم نہ رکڻ

لکڻ لاءِ پاڻ سان گڏ قلم جو هجڻ سيلزمين جي ڪارڪردگي ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو آهي. هڪ ماهر سيلزمين سٺي پين يا پينسل پاڻ سان گڏ رکڻ جي خصوصيت جو حامل هوندو آهي. هن کي اها بہ خبر هوندي آهي تہ گراهڪ کان پين گهري آرڊر لکڻ تي بہ هو ناراض ٿي ويندو آهي ۽ هن مان جلد جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

### 18. عينڪ يا ڪنهن جسماني سجاوٽ جو سهارو وٺڻ

پنهنجي ڪرائي ۾ پڌل گھڙيءَ کي بار بار ٺيڪ ڪرڻ، چاھين جو ڇلو پنهنجي آڱرين ۾ ڦيرائڻ، پنهنجي عينڪ کي بار بار ٺيڪ ڪرڻ ۽ هن جي فريم کي ڏندن ۾ رکڻ تہ جيئن اڳلو محسوس ڪري تہ توهان وڏي فڪر سان سوچي رهيا آهيو اهي اُهي حرڪتون آهن جيڪي گراهڪ تي خراب اثر وجهنديون آهن. ۽ هو ڪو بہ آرڊر وٺڻ تي مجبور ٿي هليو ويندو آهي.

### 19. هڪ ٿڪل ٽٽل پيشڪش ڪرڻ

وڪرو ڪرڻ وقت پنهنجي ٿڪاوٽ جو اظهار ڪرڻ ۽ اهو محسوس ڪرائڻ تہ توهان اها پيشڪش بار بار ڪري چڪا آهيو ان کان تنگ آهيو بوريت جو اظهار ڪرڻ وارو سيلزمين گراهڪ کي بہ بور ڪري وجهندو آهي.

### 20. پنهنجي ذاتي مسئلن جو پنهنجي گڏ ڪم ڪرڻ وارن يا گراهڪن سان ذڪر ڪرڻ جي عادت:

توهان جا ذاتي مسئلا صرف ٿي صرف توهان لاءِ اهميت جا حامل آهن. انهن مسئلن سان سڄي دنيا پيري پئي آهي لهٰذا ماڻهو پنهنجي مسئلن ۾ ٿي دلچسپي وٺندا نہ ڪي توهانجي.

### 21. ڪم متعلق هدايتن کي نہ پڙهڻ ۽ نہ ئي عمل ڪرڻ.

توهان جي ڪمپني فروخت ٿيڻ وارين شين يا خدمتن جي فروخت لاءِ جيڪي بہ هدايتون ڇپائي ٿي، اهي ان لاءِ بلڪل نہ هونديون آهن تہ انهن مان ڪاغذي جهاز ناهي اڏرايا وڃن ۽ ان مان لطف اندوز ٿيڻ گھرجي. يا بغير پڙهڻ جي انهن کي رديءَ جي ٽوڪري ۾ اڇلايو وڃي اهي ڪاغذ توهان کي ڪجهہ سيکارڻ چاهيندا آهن. انهن کي ضرور پڙهو ۽ پاڻ کي پوري طرح باخبر رکو.

### 22. غير مهذب طريقي سان ڪار پارڪنگ ڪرڻ

گراهڪ جڏهن پنهنجي ڪار پارڪنگ ڪرڻ وقت سيلزمين جي ڪار ان مخصوص ڪيل پارڪنگ تي بيٺل ڏسندو تہ ضرور ناراض ٿيندو ۽ ٿي سگھي ٿو تہ آرڊر بہ نہ ڏئي. بزنس ڊرائيو وي ۾ گاڏي بيهاري ٽريفڪ جام ڪرڻ جو سبب نہ بڻ، توهانجي متوقع گراهڪ کي غصي ۾ آڻي سگھي ٿو ۽ آرڊر ملتوي ڪري سگھي ٿو. ٿورو پيدل هلي وڃي گراهڪ کي ملڻ ڪا مشڪل ڳالهہ نہ آهي.

### 23. اهڙي شي جو وعدو ڪرڻ جيڪا توهان جي ڪمپني سپلاءِ نہ ٿي ڪري.

سيلزمين پنهنجي گراهڪ سان جوبہ واعدو ڪري اهو ان تي قائم رهي ڪري ڪرڻ گهرجي. پنهنجو وعدو پورو نہ ڪرڻ صرف توهانجي گراهڪ ۽ توهان جي ڪمپني جي لاءِ پيچيده صورتحال پيدا ڪرڻ جو باعث ٿي سگهي ٿي بلڪہ ڪاروبار لاءِ ڏاڍي خراب ڳالهہ آهي.

### 24. بارش ڪان بچڻ جو انتظام نہ ڪرڻ

بارش ۾ ڀڳل ۽ پسيل ڪپڙا پاتل سيلزمين بارش جي ڏينهن ۾ هن ڪي بارش ڪان بچڻ بغير انتظار ڪرڻ جي ڪم تي نڪرڻ تي گراهڪ تي سٺو تاثر نٿو ڇڏي.

### 25. پنهنجي سامان ۾ ڪوٽ جي شڪايت

اهڙو سيلزمين جيڪو معاهدا، بروشر (معلوماتي ڪتاب) ۽ آرڊر فارم يا ڪا ٻي شي جيڪا آرڊر وٺڻ يا نوٽ ڪرڻ لاءِ ضروري هجي ان جي ڪوٽ نہ ٿيڻ گهرجي ۽ ڪافي مقدار ۾ پاڻ سان گڏ کڻڻ گهرجي. انهن شين مان ڪنهن بہ هڪ جي ڪوٽ توهان جي وڪري جي سستي جو سبب بنجي ٿي.

### 26. نا اميد رهڻ

اهڙا سيلزمين جيڪي هر وقت انهي طرح جا خيالات رکي هلندا آهن تہ متوقع گراهڪ جو دروازو بند ملندو ان ڪي واقعي ان جو دروازو بند ملندو آهي، زندگي ڏاڍي عجيب انداز ۾ خوشي ڏيندي آهي پر عام طور تي ان کي ئي ملندي آهي جيڪو ان جي اميد رکي ٿو.

هي مڪمل لسٽ آهي جيڪا هر سيلزمين کي "نہ ڪرڻ گهرجي" اها لسٽ ڪجهہ دوستن کي ڏکي لڳندي ڪجهہ سيلزمين لاءِ عجيب هوندي ۽ ڪجهہ وري انا جو مسئلو بہ ٺاهيندا بلڪہ اهو ضرور سوچيو تہ هي لسٽ انهن ماڻهن لاءِ آهي جيڪي پنهنجي ڪم ۾ انهن جي گنجائش ڇڏين ٿا. هنن ڳالهين جو خيال رکڻ سان گهٽ ۾ گهٽ ڪوبہ ماڻهو ناراض نہ ٿيندو.

هن لسٽ ٺاهڻ پنيان 5000 سيلزمين جي راءِ ۽ مشاهدو شامل رهيا آهن. جيڪي زير تربيت رهيا آهن.

ڇا هاڻي پڌائڻ جي ضرورت آهي تہ هن لسٽ ۾ شامل ڳالهيون ڇا هڪ دلڪش شخصيت ۾ نہ ملنديون؟

## حصو چوٿون

### اعتماد جو بنياد

هزارن سيلزمينن جو جائزو وٺڻ کانپوءِ سندن موجوده ڪارڪردگي مان جيڪي ڳالهيون معلوم ٿيون آهن. ان مان جيڪا شي اعتماد پيدا ڪرڻ لاءِ لازمي ۽ بنيادي طور ضروري آهي، اها اسان توهان جي مطالعي لاءِ پيش ڪريون ٿا.

1. توقع يا معاوضي کان مقدار ۾ معياري طور وڌيڪ بهتر ڪم ڪرڻ جي عادت.

2. اهڙي ڪنهن سودي ۾ يا معاملي ۾ شامل ٿيڻ جنهن ۾ نه خريدار جو فائدو هجي نه ئي وڪرو ڪندڙ جو يعني ٻنهي جي برابر جي فائدي جو سوچڻ.

3. اهڙي ڪابه ڳالهه پنهنجي زبان سان نه چئو جنهن جي سچي هجڻ جي توهان کي تصديق هجي. ڪنهن ڪوڙي ڳالهه ۾ خواه عارضي فائده نظر اچي رهيو هجي هميشه ان کان پرهيز ڪندا رهو.

4. پاڻ کي ماڻهن جي سٺن ڪمن جي تعريف ڪرڻ وارو ثابت ڪريو، ماڻهن سان پيار پئسه جي نسبت کان وڌيڪ ڪريو.

5. پاڻ ۾ ماڻهن کي فائدو پهچائڻ جي پرخلوص خواهش پيدا ڪريو.

6. پنهنجي ڪاروباري فلسفي کي پنهنجي زندگي جي معمولات ۾ خريد و فروخت جي عمل ۾ عملي طور اپنايو. ياد رکو قول جي نسبت فعل جو پلڙو وزن دار هجڻ گهرجي.

7. ڪڏهن به ڪا حمايت يا مدد طلب نه ڪريو جيستائين توهان ان مدد يا حمايت جو متبادل نه ڏئي سگهندا هجو.

8. پنهنجي حق ڪانسواءِ ٻين کان ڪجهه وڌيڪ مطالبو نه ڪريو.

9. ڪنهن به شخص سان معمولي ڳالهين يا غير ضروري ڳالهين جي بحث ۾ نه الجهو.

10. هميشه خوش رهو ۽ خوشيون ورهائيندڙ ٿيو.

11. فروخت سان گڏ خدمت هي پراڻي چوٽي آهي ان تي عمل سان گراهڪ صرف توهان جو ئي ٿي رهندو.

12. انهي کي هميشہ ياد رکڻ تہ توهانجي ڪاميابي ۾ پين جو بہ حصو آهي
انهي فهرست کي ياد رکڻ مفيد ۽ ان تي عمل ڪرڻ وڏي ڳالھ آهي.

**سيلزمين ۔ نہ ڪو ڪون مين (Con man)**

'ڪون' کي انگريزي زبان ۾ چوندا آهن، اهو شخص جيڪو ڪنهن ماڻهو جو اعتماد ان لاءِ حاصل ڪندو آهي تہ جيئن هو ان کي ڌوڪو ڏئي پنهنجو مقصد حاصل ڪري هڪ ماهر سيلزمين جيڪڏهن گراهڪ جو پنهنجي مٿان اعتماد بحال ڪري وجي تہ پوءِ جيڪا شي هو چاهيندو اها هن کي وڪرو ڪري سگهندو، اها شي بہ هن کي فروخت ڪري سگهندو جيڪا هن جي ڪم جي بہ نہ هوندي پر هو ائين ڪڏهن بہ نہ ڪندو. ياد رکو هڪ ماهر سيلزمين جو ڪم پڪو هوندو آهي هو وڪرو ڪندڙ بہ هوندو آهي ۽ خريدار بہ ان ڪري هو ڪڏهن بہ اهڙي شي پنهنجي گراهڪ کي وڪرو ڪونہ ڪندو جيڪا اگر هن کي اها خريد ڪرڻي پوي تہ انڪار ڪري.

اهڙي چالاڪ ماڻهو بہ دنيا ۾ موجود آهن جيڪي پاڻ کي ماهر سيلزمين چورائيندا آهن اهڙا ماڻهو اعتماد ڪپائيندا آهن نہ ڪي شي. اهڙن ماڻهن جي واحد خوبي اها هوندي آهي تہ پنهنجي شڪار جي ذهن ۾ پنهنجو اعتماد بحال ڪري وٺندا آهن. انهن جي فريب جو شڪار لکين ماڻهو هوندا آهن. جن ۾ وڏا تيز ڪاروباري ماڻهو، پيشور حضرات ۽ سادا ماڻهو هوندا آهن.

هي چالاڪ ماڻهو پنهنجي شڪار سان گڏ هڪ خاصو ٽائيم رهندا آهن ۽ اعتماد حاصل ڪندا آهن ۽ فوري طور تي ان تي پروسني ۽ اعتماد جو فائدو وٺي پنهنجو مقصد ڪيندا آهن ۽ پوءِ وري ڪنهن ٻئي شڪار جي تلاش ۾ هوندا آهن.

اگر اعتماد ۽ فريب کي ڌوکي جي ڪاميابي لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو تہ پوءِ هن ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ ان کي جائز ۽ صحيح ڪم لاءِ وڌيڪ موثر انداز ۾ استعمال ۾ آڻي سگهجي ٿو.

اهڙو سُيلزمين جيڪو پنهنجي ۽ متوقع گراهڪ وچ ۾ اعتماد جي پل تعمير ڪرڻ چاهيندو هجي پنهنجي تقدير خود لکي سگهي ٿو ۽ اڪثر ماهر سيلزمين اهڙائي هوندا آهن گهڻو دباءُ وجهڻ حقائقن کي وڌائي چڙهائي پيش

ڪرڻ ۾ چاڻي واڻي غلط رخ ڏيارڻ خواهه براهِ راست ڪيو وڃي يا مهارت سان لڪائي ڪري ڪيو ويو هجي، اعتماد جا دشمن آهن.

هر ڪامياب تجارتي اداري کي پنهنجي سرپرستن گراهڪن جي اعتماد جي ضرورت هوندي آهي ۽ اها اعتمادي پيدا ڪرڻ ۾ سيلزمين جو وڏو ڪردار هوندو آهي. يا ائين چئجي ته اهو اعتماد پيدا ڪرڻ يا ختم ڪرڻ ۾ سيلزمين جو وڏو هٿ هوندو آهي. هڪ ماهر سيلزمين انهي اعتماد جي اهميت کان واقف هوندو آهي ۽ جڏهن به ڪو سودي وغيره جي ڊيل هلندي آهي ته هو پنهنجي گفتگو اهڙي پر اعتماد طريقي سان ڪندو آهي، لڳندو آهي ته اهوئي ان فرم جو مالڪ آهي جنهن جي هو نمائندگي ڪري رهيو آهي. هن جو گراهڪ سان به اهڙو ورتاءُ هوندو آهي جهڙوڪ هو مالڪ هجي.

اعتماد تعلقات ۾ باهمي هم آهنگي جي بنياد آهي. جيڪو سيلزمين انهي کي نظرانداز ڪندو آهي اهوئي بدقسمت هوندو آهي. هو ڪڏهن به ترغيب جي بي انتها طاقت مان مستفيد نٿو ٿي سگهي. انهي جو مطلب آهي ته هو خود ئي پنهنجي آمدني مخدود ڪندو آهي ۽ ترقيءَ جا موقع به ضايع ڪندو آهي.

پ اهڙيون طاقتون جيڪي هر مرد ۽ عورت کي ڪنهن به ڪاروبار جي باري ۾ اظهار راءِ تي مجبور ڪري ڇڏينديون آهن. يا انهي جي سٺي شهريت يا انهي جي بدنامي جو باعث ٿينديون آهن. هڪ تاثر اهو ته هن کي ڦريو ويو آهي يا ته هن کي سٺي خدمت ملي آهي. تمام ماڻهو اهڙائي هوندا آهن جيڪي مقابلي جي اصول تي هلندا آهن.

هر غير معمولي يا غير متوقع سلوڪ خواهه اهو سٺو هجو يا برو ڪافي دير تائين اثر انداز رهندو آهي.

ڏهه بنيادي محرڪات:

محرڪ يا تحريڪي عمل هڪ اهڙي قوت آهي جيڪا انساني ارادي تي عمل ڪري ان کي آماده ڪندي آهي. سيلزميني واري زبان ۾ هي سيلزمين کي پنهنجي فروخت جي لاءِ شي يا خدمت ۾ پيدا ڪندڙ اها ڪشش آهي جيڪا خريدار کي خريد ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏي ٿي يعني ان کي خريد ڪرڻ جي ارادي جي لاءِ قوت متحرڪ يا محرڪ ثابت ٿيندي آهي. اهي ڪوششيون ڪهڙيون آهن.

1. جبلت جي لاءِ باعث ڪشش
2. جذبات جي لاءِ باعث ڪشش
3. عقل ۽ دانش جي لاءِ باعث ڪشش

اهڙي ڪشش جيڪا انسان کي غذا، ڪاڏو، لباس ۽ گهر خريد ڪرڻ لاءِ آماده ڪري اها بنيادي طور تي پهرين گروپ يعني جبلت ۾ اچي وڃي ٿي. پر ان جو اظهار باقي ٻن قسمن ۾ به اچي وڃي ٿو.

تمام اهي شيون پنهنجي حسن ۽ خوبصورتي جي بنياد تي خريداري جي لاءِ باعث ڪشش هونديون آهن اهي ٻيءِ گروپ يعني جذباتي ڪشش ۾ اچن ٿيون. محبت، شادي ۽ مذهب جا تمام معاملات جذباتي ڪشش ۾ تحرڪ وٺن ٿا.

سرمايه ڪاري، بچت، مشيني افرار، بزنس، مشينون ۽ سائنسي ساز سامان جي وڪري لاءِ عقل ۽ دانش جا تقاضا پورا ڪرڻا پوندا آهن.

ڏهه بنيادي محرڪات ئي آهن جيڪي اڪيلي سر يا ملي ڪري هر شخص کي آماده عمل ڪندا آهن. جڏهن ته هڪ ماهر سيلزمين پنهنجي متوقع گراهڪ جي درجه بندي يا ڇنڊ ڇاڻ ڪندو آهي هو سڀ کان پهريان انهي محرڪ جو انتخاب ڪندو. آهي جنهن کي استعمال ڪري خريدار کي خريد ڪرڻ تي آماده ڪري سگهي هو پنهنجي فروخت جي منصوبي جو بنياد انهيءَ ڪشش کي بنائيندو آهي جيڪا خريدار جي ذهن ۾ تحريڪ پيدا ڪرڻ واري هجي.

**مکيه ڏهه محرڪات.**

1. پنهنجي پاڻ کي محفوظ رکڻ جي خواهش
2. مالي فائده حاصل ڪرڻ جي خواهش
3. محبت جي خواهش
4. جنسي خواهش
5. طاقت ور ۽ نامور ٿيڻ جي خواهش
6. خوف تي قابو پائڻ جي خواهش
7. بدلو وٺڻ جي خواهش
8. ذهن ۽ جسم جي آزادي جي خواهش
9. منصوبه ٺاهڻ ۽ انهي کي عملي جامو پهرائڻ جي خواهش

10. مصيبت جي ماريل ماڻهن تي ترس کائڻ جي خواهش

انهن محرڪات کي اهميت ۽ افاديت جي بنياد تي ترتيب ۾ رکيو ويو آهي.

## محرڪات جو خريد ۽ فروخت جي عمل ۾ استعمال

هڪ ماهر سيلزمين پنهنجي شي يا خدمت جيڪا هو وڪرو ڪرڻ وڃي رهيو آهي انهن محرڪات جي حوالي سان وڏي احتياط سان جائزو وٺندو آهي. انهي جي ڪوشش هوندي آهي تہ انهن محرڪات جو استعمال ڪرڻ لاءِ هو پنهنجي قابل فروخت شي يا خدمت ۾ اهڙي ڪشش پيدا ڪري جو انهن محرڪات مان وڌ کان وڌ محرڪات کي عمل ڪرڻ تي مجبور ڪري سگهي.

ڪنهن بہ سيلزمين کي اهو حق نٿو پهچي تہ هو ڪابہ شي يا خدمت پيش ڪرڻ وقت ان ۾ سندس گراهڪ جي لاءِ ان جي محرڪ کي انهي طرح نہ بيان ڪري تہ هو ان کي عقلي طور سمجهي سگهي يعني گراهڪ کي خريداري جو سبب سمجهہ ۾ اچڻ ضروري آهي. هڪ ماهر سيلزمين بغير محرڪ جي ڪابہ شي فروخت نہ ڪندو آهي. ماهر سيلزمين خريدار کي مفيد خدمتون پوري دلجوئي سان پهچائيندو آهي

تمام گهڻو دٻاءُ وجهي ڪري يا زبردستي اصرار ڪري ڪنهن شي کي وڪرو ڪرڻ ماهر سيلزمين جو شيوو نہ آهي ڇاڪاڻ هن جو مقصد ئي خريدار جي عقلي محرڪ کي نظرانداز ڪرڻ هوندو آهي خريد ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وجهڻ جي ضرورت ئي پيش نہ ايندي آهي جيڪڏهن سيلزمين خريدار کي هي سمجهائڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي تہ هو اها شي ڇو پيو خريد ڪري.

وڌيڪ دٻاءُ وجهي وڪرو ڪرڻ وارا سيلزمين مبالغي جو استعمال ڪندا آهن تہ جيئن محرڪ جي کوٽ کي پورو ڪري سگهجي جڏهن تہ هڪ ماهر سيلزمين ڪڏهن بہ ائين نہ ڪندو آهي.

## ڇهہ وڏيون عام خاميون

جيڪڏهن توهان جي خريد ۽ فروخت جي منصوبي بندي ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ محرڪات تي توجهہ نہ ڏني وئي تہ پوءِ اها ڪمزوري آهي ۽ ان کي وري ترتيب ڏنو وڃي.

وڪري جي ڪم ۾ مشغول ماڻهن جي محتاط مطالعي ڪان پوءِ ان نتيجي تي پهتا آهيون تہ 98% سيڪڙو ماڻهو جن خامين جو شڪار هوندا آهن اهي هيٺيون آهن.

1. وڪري لاءِ ڪنهن بہ محرڪ کي پيش نہ ڪري سگهڻ
2. وڪري جو عمل مستقل مزاجي سان جاري نہ رکڻ
3. پنهنجي متوقع گراهڪ جي درجہ بندي يا تشخيص نہ ڪري سگهڻ
4. متوقع گراهڪ جو ذهن صاف نہ ڪري سگهڻ
5. خيالات پيش ڪرڻ جي کوٽ
6. خوش ۽ خروش جو فقدان.

هي خاميون وڪرو ڪندڙ تمام شعبن ۾ اڪثر ماڻهن ۾ گهڻائي سان ملنديون آهن ان ۾ ڪابہ خامي وڪرو ڪرڻ ۾ ناڪامي جو باعث ٿي سگهي ٿي.

توهان نوٽ ڪيو هوندو تہ وڪري ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن خاص محرڪ کي پيش نہ ڪري سگهڻ خامين ۾ سڀ کان پهريان آهي، ڇاڪاڻ تہ اها خامي سڀ کان وڏيڪ ڏٺي وئي آهي سواءِ وڪرو ڪرڻ جي باري ۾ سائنسي علم جي انهي جو علاج سمجهہ ۾ نٿو اچي سگهي.

## حصو پنجون

### خريدار جي ذهن کي صاف ڪرڻ

پنهنجي باري ۾ پوري طرح آگاهه رهڻ پنهنجي صلاحيتن ۽ خواهشات کي شعوري طور سمجهي وٺڻ ڪانپوءِ هڪ سيلزميني جو طالب علم جي لاءِ ضروري آهي ته هو پنهنجي خريدار جو مطالعو ڪري خريدار ۽ سيلزمين جو باهمي تعلقات جي نفسيات جو علم هئڻ سيلزمين جي ڪاميابي جي ضمانت آهي.

### شروعاتي قدم

سيلزمين ۽ گراهڪ جي تعلقات ۾ 2 شرطون آهن ۽ انهن جو دارومدار سيلزمين تي آهي.

1. سيلزمين پنهنجي متا ۽ پنهنجي قابل فروخت شي يا خدمت تي مڪمل اعتماد هئڻ

2. سيلزمين کي هڪ گراهڪ جي ذهن کي ناهڻ ۽ هن جي ذهن جي زمين ۾ هر هلائي زرخيز بنائي خواهش جو ٻج ڇٽڻ لاءِ پوري طرح تيار ڪرڻ.

گراهڪ جو ذهن صاف ڪرڻ لاءِ سيلزمين کي ٽن ڳالهين جو بندوبست ڪرڻ گهرجي.

1. **اعتماد:** پنهنجي پاڻ تي ۽ وڪرو ڪرڻ ڪندڙ شي تي سيلزمين اعتماد کي هئڻ گهرجي.

2. **دلچسپي:** گراهڪ کي ڪشش ۽ محرڪات ذريعي خريد ۾ دلچسپي پيدا ڪرڻ گهرجي.

3. **محرڪ:** گراهڪ کي سمجهه ۾ اچڻ گهرجي ته هي شي هو ڇو وٺي رهيو آهي. يعني هن کي خريد ڪرڻ وارو محرڪ منطقي هئڻ گهرجي.

گراهڪ جي ذهن کي پنهنجي شي جي خريداريءَ لاءِ آماده ڪرڻ کان پهريان هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري صاف نه ڪرڻ سيلزمين جي وڏي ۾ وڏي خامين مان هڪ آهي گراهڪ جي ذهن کي صاف ڪرڻ جو ڪوبه مخصوص طريقو موجود نه آهي بلڪ هر ڪنهن کي الڳ الڳ طريقو اختيار ڪرڻو پوندو آهي. هڪ پرتخيل سيلزمين فوراً فيصلو ڪري وٺندو آهي ته ڪهڙي گراهڪ سان ڪهڙو طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي.

ڪجھ اهڙا طريقا هيٺ ڏجن جيڪي وڪري جي پيش ڪش کي تيار ڪرڻ ۽ گراهڪ جي ذهن کي صاف ڪرڻ ۾ مفيد ثابت ٿيا آهن.

**1. ڪلبن جي ذريعي سماجي تعلقات ۾ واڌارو ڪرڻ**

اهو چيو ويندو وڃي ٿو تہ آمريڪا ۾ ڪاروباري مرڪز ۽ دفترن کان وڌيڪ گولف ڪلب سٽيزن ڪلب ۾ وڌيڪ ڪاروبار ٿيندو آهي. هر ماهر سيلزمين ڪلب جي زندگي جا تعلقات جي وڌيڪ اهميت ڏيکاري ڪاروبار ڪندو آهي.

**2. عبادت گاهن سان وابستگي.**

هن سان بہ ماڻهن ۾ تعلقات وڌائڻ جو موقعلو ملندو آهي ان لاءِ توهانجي روايتي عبادت کان علاوه منعقد ٿيڻ وارين تقريبن ۾ سرگرمي سان حصو وٺڻ تاڪہ ماڻهو توهانجي ذات تي اعتماد ڪن.

**3. تفريحي مقام ۽ بين باقاعده منعقد کيل پروگرامن ۾ حصو وٺڻ:**

اهڙن جڳهن تي رهائش ڪرڻ جتي ماڻهو موڪلون گذارڻ لاءِ ايندا آهن. ماڻهن سان رلي ملي وڃڻ ۽ بي تڪلفي پيدا ڪرڻ ۾ معاون ثابت ٿيندي آهي. ۽ اهو ڪم اهڙن ڪائڻ پيئڻ جي جڳهن مان بہ حاصل ٿي سگهي ٿو جتي ماڻهو منجهند جي ماني کائڻ لاءِ روزانہ ايندا هجن ڇاڪاڻ هتي بہ ذهن کي تازگي حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهو شورغل کان پري پرسڪون جڳھہ تي ويندا آهن ۽ اتي ملاقات بہ باهمي تعلقات وڌائڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو.

**4. خير سگالي طور دعوت ۾ شرڪت ڪرڻ**

هن جو مطلب آهي ڪنهن جي دعوت ۾ وڃڻ يا ڪنهن کي دعوت ڏئي سڏائڻ. انهي سان تعلقات ۾ واڌارو ٿئي ٿو ۽ موجود فاصلا گهٽجن ٿا ۽ بي تڪلفي وڌي ٿي ۽ اعتماد ۽ ڀروسو ٿيڻ لڳي ٿو.

**5. مشترڪ شوق جي ڪري باهمي دلچسپيءَ جو وڌڻ**

هر شخص پنهنجي ڪاروبار يا پيشي کان علاوه ڪونہ ڪو مشغلو ضرور رکندو آهي ڪنهن انهي شوق جي ذڪر ڪري بہ بي تڪلفي ٿيندي آهي ۽ اعتماد وڌندو آهي جيڪو ڪاروبار ۾ ذهن کي صفائي ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي.

معاشري ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ

### 6. عوامي خدمت

توهانجي قابل جوهر جو سڀني کان بهترين اظهار معاشرتي ڀلائي جي ڪمن ۾ وڌي چڙهي حصو وٺڻ ۾ هوندو آهي. ڪوبہ ماڻهو توهان کي سماجي ڀلائي جي لاءِ ڪيل خدمت ۽ محنت يا سٺن ڪمن ڪرڻ کان اوهان کي نہ روڪيندو يا نہ ئي وري تنقيد جو نشانو بڻائيندو. اهڙن ادارن کي پرجوش ڪارڪنن جي ضرورت هوندي آهي اگر ڪنهن بہ اداري طرفان توهان تي ڪابہ ذميداري نہ رکي وئي هجي پوءِ بہ رضاڪارانہ طور تي پنهنجون خدمتون پيش ڪندا رهو. جڏهن هڪ دفعو انهي اداري کي يقين ٿي وڃي تہ توهان ڪم ڪري سگهو ٿا تہ پوءِ توهان وٽ ڪم جي ڪڏهن بہ کوٽ نہ رهندي اهو ڪنهن نوجوان جي ڪاميابي جي منزل جي سچاٽپ آهي.

### 7. خط لکڻ

اهڙن ماڻهن کي شڪريہ جو خط لکڻ جن سماجي ڀلائي جي لاءِ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون هجن يا وري توهانجي مشڪل حل ڪرڻ ۾ توهانجي مدد ڪئي هجي هڪ سٺو ڪم آهي هر هڪ ڪيل خدمت يا ڀلائي جو ڪم تحريري طور تي شڪريہ ادائگي جي مستحق آهي. اهو ڪو رسمي خط نہ هئڻ گهرجي پر مختصر تحرير جنهن ۾ سچائي ۽ خلوص هئڻ گهرجي اجائي لفاظي کان پرهيز ڪئي وڃي. ۽ صحيح ائڊريس لکڻ جو خاص خيال ، ڪيو وڃي.

هڪ دفعو جڏهن توهان متوقع گراهڪ جو ذهن صاف ڪرڻ ۽ ان جو اعتماد پنهنجي مٿان قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا تہ پوءِ ان کان اڳيو قدم ان جي ذهن ۾ پنهنجي شي جي خريد ڪرڻ ۾ دلچسپي پيدا ڪرڻ آهي. هي وڪري جي تمام تر پيشڪش کي خريدار کي مرڪزي محرڪ سان ڳنڍي رکڻ جي برابر آهي.

مرڪز محرڪ جو انتخاب متوقع گراهڪ جي ڪاروباري ضرورت ۽ مالي حيثيت کي نظر ۾ رکي ڪرڻ گهرجي. اعتماد، دلچسپي ۽ محرڪ پيدا ڪرڻ کان پوءِ هڪ ماهر سيلزمين انهي مقام تي ويندو آهي تہ هو پنهنجي وڪري جي مڪمل تڪميل ڪري.

## حصو ڇهون

### وڪري جي عمل کي پورو ڪرڻ

اهو چوڻ غلط آهي تہ وڪري جو پورائو صرف سودو گراهڪ جي هٿ ۾ ڏيڻ ۽ پئسہ وصول ڪرڻ ڪو مشڪل ڪم آهي ها اهو ان صورت ۾ مشڪل هوندو آهي جڏهن توهان ان لاءِ ضروري لوازمات پوري ڪرڻ بغير ئي سودو ڪندا هجو. حقيقت اها آهي تہ ان وڪري جي عمل کي سٺي طريقي سان عمل ۾ آندو وڃي تہ ان تڪميل ۾ صرف هڪ ڪاغذ تي ئي مڪمل ٿي ويندو آهي.

وڪري کي انت تائين ڪيئن پهچائڻو آهي انهي جو علم هئڻ انهي جي ڪاميابي لاءِ ضروري هوندو آهي، نہ تہ نتيجو ان جي برعڪس نڪرندو آهي.

توهان اسٽاڪ يا بانڊ وڪرو ڪندا هجو يا فرنيچر، ميڪ اپ جو سامان، انشورنس ايڊورٽائيزنگ، هڪ نئون گهر يا ٻارهين مهيني هڪ مهيني موڪلن ۾ تفريحي پروگرام، توهان کي فروخت کي انت تائين پهچائڻ لاءِ فروخت جي هڪ پوري عمل مان گذرڻو پوندو آهي.

تمام گهٽي وڪرو انت تائين محض ان ڪري نہ پهچندو آهي تہ سيلزمين اهڙي شخص سان رابطو ڪرڻ ۾ ناڪام ويندا آهن جنهن جي هٿ ۾ آخري فيصلو هوندو آهي.

متوقع گراهڪ جي آفيس ۾ داخل ٿيڻ کان فوراً بعد ان جي توجهہ پاڻ ڏانهن ڪرائڻي پوندي آهي "گراهڪ جو دماغ صاف ڪرڻ" ڪجهہ ماڻهو لطيفا ٻڌائي حاصل ڪرڻ چاهيندا آهن، حالانڪہ اهو تڏهن ڪرڻ گهرجي جڏهن گراهڪ ان جو موڊ ڏاهيو هجي ۽ هو پاڻ بہ نہ ٽي ٻڌائي چڪو هجي. ۽ اتي جو ماحول ڪل پوڳ وارو ٿي چڪو هجي. ڪڏهن بہ هڪ سنجيدہ ڳالهہ کي طنز جي نظر ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪريو ان سان ڳڏ ڪو اهڙو مزاحيہ قصو ڇيڙي ڇڏيو.

ڪجهہ سيلزمين افسوسناڪ حد تائين هي سمجهندا آهن تہ جنسي جذبات اڀارڻ واري گفتگو سان هو پنهنجو مطلب ڪڍي وٺندا.

### سگريٽ پيئڻ مناسب آهي يا نہ؟

وڪرو جون تمام تر ڪيل ڪوشِشون گراهڪ جي سامهون سگريٽ جي ٻئي ڪش کان اڳتي نہ وڌنديون آهن. چاڪاڻ تہ گفتگو ڪرڻ ۾ سگريٽ پيئڻ مناسب عمل نہ آهي

هيرالڊ ڪيون هڪ فروخت جي عمل کي 30 سيڪنڊن جي دونهي وانگي هوا ٿيندي ڏٺو آهي. هڪ دفعي هو هڪ سيلزمين سان گڏ هڪ متوقع گراهڪ سان ملڻ وياسين ان گراهڪ سيلزمين کي سگريٽ آفر ڪيو ۽ سيلزمين مهرباني ڪري پنهنجي کيسي مان سگريٽ ڪڍيو ۽ ان کي دکايو ۽ چوڻ لڳو تہ آءُ صرف پنهنجي برانڊ پيئندو آهيان ۽ ان کانپوءِ جيترو بہ وقت اتي هئاسين سگريٽ وسائڻ نہ ڏنو ۽ ان سگريٽ جي دونهين ۾ سڄي ساري سيل کي غائب ڪري ڇڏيو. آخر متوقع گراهڪ ڪجهہ خريد ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

ٽن مهينن کانپوءِ هرالڊ ڪيون ان کان پڇيو تہ هن همراهہ جو نالو ڇا هو جيڪو اوهان سان گڏ سيل ڪرڻ آيو هو. ۽ هن ڪافي اهڙين ڳالهين جون نشاندهيون ڪيون جيڪي ان سيلزمين ڏانهن اشارو پيون ڪن.

جڏهن تہ اهو گراهڪ ڪاوڙ ۾ چئي ويٺو تہ ڇا هن همراهہ کي آءُ ڪو چرسي يا موالي ٿي لڳس جو هو ايترو دونهون ڪري رهيو هئو.

پندرنهن سالن کان پوءِ اها ڳالهہ واضح ٿي تہ سيلزمين اها سگريٽن جي برانڊ ان لاءِ وڏيڪ پي رهيو هئو جو هن جي زال جا ڪافي سارا شيئرس ان برانڊ ۾ لڳل هئا. ۽ هو ان جي ڪاميابي جو سبب اهو سمجهي رهيو هئو هن جي وڌيڪ استعمال ڪرڻ.

بهرحال سگريٽ سيل دوران نہ پيئڻ گهرجي نہ ئي پيش ڪرڻ تي شڪريو ڪرڻ گهرجي ۽ اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ توهانجي گراهڪ کي توهانجي سگريٽ نوشي ترڪ ڪرڻ سان ڪابہ دلچسپي نہ هوندي تہ ڇو توهان ان عادت کي ختم ڪيو پنهنجو سمورو ڌيان سيل تي ڏيڻ گهرجي. پنهنجي ڪم سان ڪم رکڻ گهرجي.

سولو سڌو. مخاطب ٿيڻ جو رستو

متوقع گراهڪ اوهان کان ڇا ٻڌڻ چاهي ٿو؟ صرف ايترو تہ " توهان هن لاءِ ڇا ڪري سگهو ٿا"

صاف، صاف ۽ مختصر پر جامع لفظن ۾ ٻڌائڻ گهرجي تہ توهان هن صاحب سان ڇو ملڻ آيا آهيو ۽ جيڪو ڪجهہ وڪرو ڪرڻ چاهيو ٿا ان جي

باري ۾ توهان ڇا ٿا چاهيو. انهي جي فائدن کان هن کي واقفيت ڏيڻ گهرجي انهي کي ٻڌايو تہ وڪرو ڪندڙ شي جيڪا توهان لاءِ آندي آهي هن ۾ ڪهڙيون خوبيون آهن ۽ گڏوگڏ توهان ڇا خدمت سرانجام ڏيندا. هن جو معيار مارڪيٽ جي لحاظ کان ڇا آهي ۽ ڪهڙا ڪهڙا ڪم سرانجام ڏئي سگهي ٿي.

اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ کان پهريان اهو اطمينان ڪري وٺو تہ توهان جنهن شخص سان ڳالهايو پيا ڇا ان شخص وٽ خريد ڪرڻ جو يا انڪار ڪرڻ جو اختيار آهي بہ يا نہ.

گراهڪ کي ٻڌائڻ کانپوءِ تہ توهان هن کي ڇا وڪرو ڪري رهيا آهيو ۽ هن لاءِ ڇو ضروري آهي اهو خريد ڪرڻ. هاڻي توهان وڪرو جي آخري مرحلي جي لاءِ تيار هجو يعني پنهنجي فروخت جي تڪميل"

هڪ ماهر سيلزمين پنهنجي گفتگو ۾ ساڳيا لفظ نہ دهرائيندو آهي نہ ئي ساڳي معنيٰ رکڻ واريون بہ ڳالهيون ڪندو آهي. اهڙي قسم جو سيلزمين پنهنجي سودي کي اختتام تائين پهچائڻ کان واقف نہ هوندو آهي ۽ بار بار ساڳي ڳالهہ کي دهرائيندو آهي. اهو ڳالهين کي گول گول ڦرڻ واري جهولي ۾ پيو گهمائيندو آهي جيڪو ڪڏهن بہ فاصلو طئہ نہ ڪندو آهي ۽ نہ ئي هن جي ڪا منزل هوندي آهي وڪرو ڪرڻ کي آخري حد تائين پهچائڻ واري طريقي لاءِ ڪافي ڪاروبار ڪمپنين ڪافي فارمولا ٺاهيا آهن. توهان کي ڪافي اهڙا سيلزمين ملندا جيڪي انهن طريقن تي هلي رهيا آهن پوءِ بہ انهن کي يقين آهي تہ فروخت جو عمل تمام سادو آهي جيئن ڪنهن شي جو خريد ڪرڻ. سڀني کان وڌيڪ بهتر طريقو اهو آهي جنهن ۾ خلوص، نيڪ نيتي، ايمانداري شامل هجي ۽ هر طرح سان ڪوشش ڪئي وڃي تہ گراهڪ جو جواب ها ۾ هجي.

فروخت ڪرڻ جو عمل تمام سادو ۽ براه راست آهي ڪافي سيلزمين انهن کي خوامخواه منجهائي وجهندا آهن. هيرالڊ ڪيون اهڙي هڪ تجربي جي ڳالهہ ڪري ٿو. تہ هڪ ڪمپني جي وڪرو ڪرڻ جي ڪوشش هئي جيڪو هڪ سيلزمين سرانجام ڏيڻ وارو هئو. سيلزمين ڏاڍو خوش لباس هئو 20 منٽن جي هن تياري پڻ ڪئي ۽ مناسب ترين انداز ۾ پيشڪش ڪرڻ جي بعد سودو تڪميل تائين پهچائڻ لاءِ ائين اڳتي وڌيو جيئن سڀ کان پهريان پنهنجي

ڪيسي مان هڪ ڪوئا مارڻ جو پڇرو ڪڍيو ۽ ان کي رکيو ۽ هڪ قيمتي پين
ان ۾ ڦاسائي ڇيو تہ هن طرفان پيش ڪيل خدمت خريد ڪرڻ سان ڪمپني
پنهنجي ملازمن کي نئين سري سان تربيت ڏيڻ واري جهنجهٽ کان بچي
پوندي. پوءِ هن پنهنجي ڪيسي مان تاش جا پتا ڪڍيا ۽ پاڻ ۾ هٿ سان هلائڻ
شروع ڪيا ۽ سيئي پتا ميز تي ترتيب سان رکيا ۽ چوڻ لڳو هي اسڪيم تمام
ملازمن لاءِ هڪ جهڙي مفيد آهي. پوءِ چوڻ لڳو تہ اسانجي خدمت خريد ڪرڻ
وارو ائين هوندو جيئن تاش جي پتن ڪٽڻ وارو. ۽ ان وقت هن پنهنجي بريف
ڪيس مان آرڊر بڪ ڪڍيو ۽ وڏي اعتماد سان ان کي ميز تي رکيو ۽ پوءِ هن
پنهنجي ڪيسي مان بيهي داڻا ڪڍيا جيڪي 2 هئا ۽ چوڻ لڳو تہ هن شي جي
قيمت ايتري گهٽ آهي جيئن هنن بيهي داڻن جي قيمت هوندي. اهو هن جو
قيمت ٻڌائڻ جو طريقو هئو يعني معاهدو معاهدي ۽ شين جي طريقي ڪار جي
هن کي ڪابہ پرواه نہ هئي. هي صرف ناڪامي ئي نہ هئي بلڪہ متوقع گراهڪ
جي سمجهہ جي مذاق اڏائڻ واري ڳالهہ هئي.

ڪيون پاڻ بہ هڪ سيلزمين هئو ان لاءِ هو هي تجربو وساري نہ سگهيو. ۽
اها ٻڌائڻ جي ضرورت نہ آهي تہ هن جو جواب ڇا ٿيو هوندو. ظاهر آهي تہ هن
نہ ڪپي نہ ڪپي چئي معاملو صاف ڪيو هوندو ۽ پوءِ هن اهو محسوس ڪيو تہ هن
جو وقت ستو گذريو ۽ ان کان سواءِ هن کي هڪ سٺي ڳالهہ هٿ اچي وئي. تہ
پنهنجي بي ڍنگي حرڪتن سان ڪيئن سودو وڃايو ٿو وڃي. اهو سيلزمين
پنهنجيون التيون ۽ سڌيون حرڪتون ڪرڻ بجاءِ سولي طريقي سان پنهنجي
شي جون خوبيون ۽ حقائق ٻڌائي ها تہ وڪري وارو عمل ضرور پورو ٿئي ها.
ڪيون جو ذاتي تجربو آهي تہ گراهڪ ذهني طور تي آماده ٿي چڪو هئو ان
شي کي خريد ڪرڻ لاءِ پر قيمت مهل بيهي داڻن کي سامهون رکڻ هڪ توهين
آميز ڳالهہ هئي جنهن سان گراهڪ فوراً پنهنجو ارادو تبديل ڪري ڇڏيو.

وڪري ڪرڻ وارو عمل واقعي تمام خوشي ڏيندڙ فن آهي، اهو توهان جي
سوچن کي روشن ڪرڻ وارو ۽ گهڻ فائدي وارا موقع ڏيڻ وارو عمل آهي.
جڏهن توهان اهڙي شخص کي ڳولي وٺو جنهن وٽ قبول ڪرڻ يا انڪار ڪري
ڇڏڻ وارو آخري اختيار هجي تہ پوءِ توهان ان جي سامهون پنهنجي قابل

فروخت شي جي باري ۾ جيڪا بہ معلومات هجي پيش ڪريو. ۽ انهي جي رهنمائي ڪريو تہ هو توهان کان اها شي خريد ڪري. اهوئي سيلزمين شپ يا وڪرو ڪرڻ جي فن جو مقصد آهي ۽ اوهان هڪ ماهر سيلزمين ٿي سگهو ٿا انهي عمل ڪرڻ سان. جڏهن توهان محسوس ڪريو تہ توهان جو متوقع گراهڪ خريداري لاءِ مڪمل طور تيار ٿي ويو آهي تہ پوءِ ان جي سامهون ان شي جي مڪمل قيمت جيڪا روپيہ پئسا يا معاهدي جي صورت ۾ هجي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي ڇا ڪجهہ ڪرڻو آهي تفصيلاً ٻڌايو، ۽ اهو بہ ٻڌايو تہ مستقبل ۾ هن جي قيمت وڌڻ جا ڪهڙا امڪان آهن، هن کي ڪهڙي وقت خريد ڪرڻ مناسب رهندو، توهان وٽ ڪليئرنس سيل ڪڏهن لڳندي ۽ توهانجي ڪمپني جي ڪا هن جي ويجهي برانچ وغيره آهي وغيره وغيره.

پنهنجي متوقع گراهڪ کي پهچڻ واري هر قسم جي فائدي کان ضرور آگاهہ ڪيو پر اهي حقيقت تي مبني هئڻ گهرجن ان کي اها رعايت فائدا يا سهولت ڏيڻ جو ٻڌايو جيڪو اوهانجي ڪمپني ڏئي سگهي ٿي.

## توهان جي واپسي

جيستائين وڪرو مڪمل نہ ٿئي يا ڪوبہ واضح معاهدو طئي نہ ٿي وڃي. پنهنجي متوقع گراهڪ کي وڪري جي تفصيل جا لوازمات کان آگاهہ ڪرڻ کان نہ گهبرايو. توهانجي ڪمپني جي آرڊر وٺڻ لاءِ جيڪي بہ شرط هجن مثلاً ايڊوانس رقم جمع ڪرائڻ ڪراس چيڪ يا پي آرڊر وغيره ان جي باري ۾ سنجيده ۽ ڪاروباري انداز ۾ سادن لفظن ۾ آگاهہ ڪريو. اهو تمام ضروري آهي تہ توهان هن کي وڏي ٿڌي دل ۽ دماغ سان طريقہ ڪار کان واقف ڪريو جيڪڏهن اهو پيو دفعو يعني ريپيٽ آرڊر ڏئي پوءِ صرف ضروري سمجهڻ وارو طريقہ ڪار کان آگاهہ ڪريو. پهريون آرڊر بلڪل ۾ مفصل طريقہ ڪار هئڻ ضروري آهي ۽ جيڪڏهن پيو دفعو بہ آرڊر هجي تہ ضروري سمجهڻ وارن ڳالهين کي ورجايو نہ تہ انهي تي عمل درآمد ۾ پڙ اعتماد ۽ فوري حرڪت عمل جو مظاهرو ڪريو وقت بلڪل ضايع نہ ڪريو هي انهي ڳالهہ جو اظهار هئڻ گهرجي تہ توهان لاءِ ان آرڊر ڏيڻ ئي فروخت جي تڪميل آهي ڇاڪاڻ تہ ضابطہ ڪار يا طريقہ ڪار تہ پهريان ئي ٻڌايا ويا هئا.

جيڪڏهن وڪرو مڪمل ٿي وڃي ته پوءِ توهان واپسي جي تياري ڪريو. مختصر لفظن ۾ شڪريه ادائيگي ڪريو جنهن ۾ ان گراهڪ جو توهان سان ڪاروبار ڪرڻ جو شڪريه هجي. پوءِ ڪنهن ڏينهن موقعي تي رات جي ماني Dinner يا Lunch منجهند جي ماني، چانهه ڪافي جي دعوت عرض رکو ھي اڳتي تعلقات بهتر ڪرڻ ۽ ڪاروبار کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ضروري آهي. هاڻي توهان پنهنجو بريف ڪيس يا ٿيلهو کڻڻ مهل پنهنجي ذاتي راءِ جو اظهار ڪرڻ گواره هوندو اهو ان ڳالهه تي منحصر آهي ته توهان جي پنهنجي گراهڪ سان ڪيتري درجي بي تڪلفي جي سطح آهي.

آفيس يا مڪان مان رخصت ٿيڻ وقت دوستانه رويئي جو اظهار ڪريو جيڪو توهان اچڻ مهل ڪيو هئو. ڪجهه سيلزمين جو رويو اچڻ مهل ڏاڍو يعني داخل ٿيڻ مهل ڏاڍو رعب دار هر ڪنهن سان بي تڪلفي جو اظهار ۽ سينو تاڻي ڪنڌ فخر کان مٿي هوندو اٿن ۽ جڏهن وڪرو مڪمل ٿي ويندو آهي ۽ متوقع گراهڪ جي ڪمري مان نڪرندو آهي ته ائين محسوس ٿيندو آهي جيئن ڦوڪڻي مان هوا نڪري چڪي هجي ۽ پنهنجو اهو جوش ۽ خروش وڃائي ويهندو آهي.

توهان کي پنهنجي اچڻ ۽ واپس وڃڻ جي انداز ۾ هڪ توازن جو مظاهرو ڪرڻ کپي يا رکڻ کپي اهو توهان کي وري واپس اچڻ ۽ نئي گراهڪ سان ملاقات ۽ ڪاروبار کي اڳتي وڌائڻ ۾ مدد ڪندو.

پنهنجي ڳالهه جو خلاصو ڪندي اسان توهان کي ذهن نشين ڪرائڻ گهرون ٿا ته وڪرو جي تڪميل جي لاءِ ٽي سادا ۽ سولا نڪتا ڪڏهن به نه وساريندا.

1. انهي ماڻهو سان ملو جنهن وٽ اقرار يا انڪار جو مڪمل اختيار هجي.

2. ان کي ٻڌايو ته توهان ان کي ڇا وڪرو ڪرائڻ چاهيو پيا ۽ هن جي ان لاءِ ڇا اهميت آهي.

3. هن جي خريداريءَ لاءِ رهنمائي ڪريو.

انهن ڳالهين جي وضاحت لاءِ ڊاڪٽر نيپولن هل کي پنهنجي پاڻ سان پيش ايندڙ واقعو ٻڌايون ٿا جيڪو خاص دلچسپ ۽ سبق آموز پڻ آهي.

هڪ دفعي ڊاڪٽر هل لاءِ ضروري ٿي ويو تہ هو وڪرو ڪرڻ يعني سيل مين جو عملي مظاهرو ڪري ڏيکاري. هو پنهنجي هڪ شاگرد سيل مين کي عملي طور ٻڌائڻ گهري پيو تہ هڪ ماهر سيلزمين ٿيڻ لاءِ هتي مرتب ڪيل اصول ڇو ضروري آهن ۽ ڪيترا فائدي مند پڻ. ڊاڪٽر هل جو اهو خيال هئو تہ جيڪڏهن هو هن وڪري ۾ ناڪام ٿيو تہ پوءِ ڪافي شاگرد ۽ نوجوان ان سيلز مينيجر جيڪ رانڊال جي هٿان ڪافي وڪرو ٿيندڙ شيون هٿن مان نڪري ويندييون. هي انهي ڳالھ جي هڪ سٺي مثال آهي تہ هڪ ماهر سيلزمين ڇا ڪجھ ڪري سگهي ٿو جيڪڏهن هو ايمانداري سان وڪرو ڪرڻ جي اصل سبب سان متحرڪ ٿي وڃي. هي اڄ ڪلھ بہ ترقي ڪندڙ وڪرو جي هڪ ڪيس اسٽڊي آهي جيڪا ڊاڪٽر هل پاڻ ٻڌائي.

<u>نيويارڪ لانڊري ڪمپني جي سيل (ڊرائي ڪلينر)</u>

آءُ پنهنجي نيويارڪ واري آفيس ۾ ويٺو هئس مونکي نيويارڪ لانڊري ڪمپني جي صدر جو فون آيو جنهن ۾ هن مونکي ڪمپني جي سيلزمين جي تربيت جي لاءِ اچي ملڻ لاءِ چيو. ان کان پهريان منهنجي علم ۾ اها ڳالھ نہ هئي تہ لانڊري وارن وٽ بہ سيلزمين هوندا آهن. هي پوءِ خبر پئي تہ هنن سڀ ڊرائيور پنهنجي طور تي هي اضافي ڪم ڪندا آهن ۽ هر هڪ ڊرائيور پنهنجو الڳ الڳ ڪاٿو رکندو آهي.

انهي لاءِ انهن ڊرائيورن کي سيلزميني جي تربيت ڏيڻ ضروري آهي. منهنجي لاءِ هي هڪ نئون ميدان هئو مون پنهنجو ذهن هن ميدان ۾ ٽپو ڏيڻ لاءِ تيار ڪيو ..مون فيصلو ڪيو تہ نيويارڪ لانڊري وڃڻ کان پهريان پنهنجي ذهني حالت انهي ڪم لاءِ درست ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ منهنجي لاءِ ان ڪم تان ناڪام موٽڻ بري ڳالھ هئي. ماڻهو مونکان پڇندا هئا تہ ڇا توهان اهو ڪم ڪري سگهندا؟ مان اهڙا ڪم پهريان بہ ڪري چڪو هئس ۽ مونکي پاڻ تي اعتماد هئو تہ اهو ڪم آءُ ڪري ويندس.

مون پنهنجي ٽيليفون تي آپريٽر کي هدايت ڏني تہ مون ڏي ڪابہ ڪال ٽرانسفر نہ ڪجاءِ ۽ آءُ پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويس ۽ اندران دروازو بند ڪري ڇڏيو. آءُ پنهنجي ميز تي ويهي رهيس ۽ پنهنجو ذهن ان ڪم لاءِ تيار ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. مون پنهنجي پاڻ کي چيو "نپولن تون ان لانڊري واري

سان ملڻ وچي رهيو آهين ۽ توکي بغير فروخت ڪئي واپس نہ اچڻ گھرجي.
مون اهو جملو تقريباً پنج سوَ دفعا دهرايو ايتري تائين جو مونکي يقين اچي ويو تہ مان پنهنجي وڪري جي تڪميل ان سان ملڻ کان پهريائين ڪري چڪو هئس. مون پنهنجي سيل مينيجر جيڪ رانڊال کي ڪمري ۾ گهرايو ۽ ان کي چيو تہ "جيڪ تون ۽ مان نيويارڪ وڃي رهيا آهيون تہ جيئن نيويارڪ لانڊري ڪمپني جي سيل وڌائي سگھجي ۽ ايستائين واپس نہ ايندا سين جيستر اسان ڪامياب نہ ٿي سگھون."
هن چيو " توهان واپس نہ اچڻ وارو ڪم ڪٿان پڪڙيو آهي" منهنجا ٻار ٻچا آهن ۽ مونکي واپس اچڻ ضروري آهي. "
مون جواب ڏنو تہ منهنجي بہ فيملي آهي مونکي بہ واپس اچڻو آهي مگر آءُ ڪامياب ٿيڻ کان بغير واپس نہ ايندس. آءُ پنهنجي لاءِ رات جي سمهڻ وارو سامان پاڻ سان گڏ کڻندس تہ جيڪڏهن مونکي ڪم جي دوران ڪٿي رات پئجي وڃي تہ اتي رات آرام سان گذاري سگھان جيئن ئي اسان ڪمپني جي صدر وٽ پهتاسين هن اسان کي ڏسندي ئي چيو "تہ صاحبان توهان ڏاڍي سهڻي وقت تي پهتا آهيو" هن وقت پوڻا ٻارهن ٿي رهيا هئا اچو تہ هلي اٽلانٽا ڪلب ۾ ماني ٿا کائون ۽ پوءِ اسان هلي لائبريري ۾ ٿا ويهون جتي اسان کي ڳالهين دوران ڪوئي بہ ڊسٽرب نہ ڪندو. مون رينڊال جي طرف ڏٺو ۽ هن مونکي اک هڻي جيئن هو چئي رهيو هجي "باس هي تہ پهريائين اسان جي هٿن ۾ اچي ويو آهي" هن جي ۽ منهنجي سوچ ان وقت هڪ هئي.
ماني کائڻ وقت لانڊري واري مونکي پنهنجي مشڪل کان آگاهي ڏني، هن ٻڌايو تہ ڪنهن هن جي ڪمپني جي باري ۾ گراهڪن جي اندر اها خبر ڇڏي آهي تہ انهن جي ڪمپني ڪپڙن ڌوئڻ وقت حفظان صحت جي اصولن جو خيال ڪونہ ٿي ڪري. انهي جو اثر اسانجي ڊرائيورن تي بہ پيو آهي ۽ هڪ هڪ گراهڪ پنهنجي هٿن مان وڃائي رهيا آهن.
مونکي ان جو تفصيل ٻڌائڻ وقت ئي معلوم ٿي ويو تہ هن مسئلي جو حل ڇا آهي. مون انکي ٻڌايو تہ جيڪو مونکي سمجھہ ۾ آيو هئو تہ غلطي ڪٿي آهي ۽ ان کي ڪيئن سڌاري سگھجي ٿو ۽ ان تي ڪيترو وقت لڳندو ۽ ان جو ڇا خرچ هوندو اهو سڀ ڪجھہ هن کي ٻڌايو. ۽ جيترو وقت مان ڳالهائيندو

رهيس هن جي چهري جا تاثرات نوٽ ڪندو رهيس تہ آيا هو منهنجي فروخت ڪي خريد ڪري رهيو آهي يا نہ. هر ماهر سيلزمين پنهنجي گفتگو جي دوران پنهنجي متوقع گراهڪ جي حرڪت چهري جي رنگت ۽ تاثرات تي گهري نظر رکندو آهي ۽ اهو معلوم ڪندو آهي تہ هن جي ڳالهين جو ٻڌندڙ تي ڪيترو اثر ٿي رهيو آهي. هن شخص تي منهنجي ڳالهين جو موافق اثر ٿي رهيو هئو ۽ مونکي يقين هئو تہ منهنجي پيشڪش ضرور خريد ڪندو.

جڏهن مون پنهنجي ڳالهہ ختم ڪئي ۽ ٿورو وقفو ڪيو، لانڊري واري ڳالهايو "مسٽر هل مونکي توهان جو منصوبو پسند آيو" ۽ مونکي لڳي ٿو تہ اهو ضرور ڪم ڪندو، مونکي توهان ۽ توهان جو مينجر صاحب پسند آيو، مگر....

## رڪاوٽ

هاڻي اهي لمحات هئا جيڪي هر سيل يا وڪري جي اندر پيش ايندا آهن. هي اهي لمحات آهن جتي هر ڪوئي غير يقيني جو تجربو حاصل ڪندو آهي. جتي اڳتي وڌڻ لاءِ رڪجي سوچڻو پوندو آهي.

"........ مگر هن چو چيو" جڏهن مون توهان کي ٽيليفون ڪيو هئو انهي وقت مون پين شريف ماڻهن کي بہ فون ڪيو هئو جيڪي بہ سيلزمينن جي تربيت جو ڪم ڪندا آهن. مونکي يقين آهي تہ هي معاهدو آءُ توهان سان ئي ڪندس، ليڪن انهن سان بہ مونکي ملڻ ڏيو، مان توهان کي آفيس فون ڪري ٻڌائيندس".

هاڻي صورتحال جو تقاضو تہ اهو هئڻ گهربو هئو تہ مونکي تمام آسانيءَ سان اتان واپس اچڻ گهرجي ها ۽ هن کي چوڻ گهرجي ها تہ توهان جي حسن اخلاق ڏاڍو متاثر ڪيو آءُ توهان جو شڪر گذار آهيان، توهان اسان کي ماني ڪارائي ۽ ڏاڍو سهڻي نموني سان پيش آيا، ۽ توهان باقي ماڻهن جي راءِ وٺي پوءِ مونکي فون تي گهرائي وٺجو ڪوبہ سيلزمين ائين ئي ڪري ها ۽ آءُ بہ شايد جيڪڏهن مون پنهنجي ذهن کي پڪو نہ ڪيو هجي ها تہ مونکي هي سيل مڪمل ڪرڻ کان بغير واپس ناهي اچڻو. توهان جيڪڏهن منهنجي جڳهہ تي هجو ها تہ ڇا ڪريو ها؟

مون اهوئي ڪيو تہ هن جي ڳالهہ کي نظرانداز ڪري پنهنجي وڪري واري عمل کي جاري رکيو هڪ سٺي سيلزمين هميشہ کان وڌيڪ ممڪنہ طور

تي ڪارگر حڪمت عملي هئڻ گھرجي، ليڪن هو پنهنجا سڀ پتا هڪ ئي دفعا سان ڪولي سامهون نه رکندو آهي.

آءُ وڏيڪ پنج يا ڇهه منٽ ڳالهائڻ ڪانپوءِ ٿورو رڪيس.

آخرڪار هن لانڊري واري ڳالهايو ۽ مونکان پڇيو "اڇا تہ مسٽر هل جيڪڏهن توهان منهنجي جڳهه تي هجو ها تہ ڇا ڪريو ها؟"

هي اهو لمحو هئو جنهن جو مونکي انتظار هئو.

مون فوراً چيو "مان توهان کي ٻڌايان ٿو تہ مان ڇا ڪريان ها" آءُ انهن ٻن شريف ماڻهن کي فون ڪريان ها ۽ چوان تہ مون نپولن هل سان ان ڪم جي باري ۾ معاهدو ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن جو شڪريو ادا ڪيان ها ۽ انهن کي اچڻ جي تڪليف کان بچايان ها.

هاڻي هن جواب ڏنو "بخدا مان بلڪل ائين ئي ڪرڻ گھرندس" اسان ٻنهي هٿ ملايو ۽ بس وڪرو مڪمل ٿيو.

<u>نتيجا ضرور ظاهر ٿيندا آهن</u>

شعوري يا لا شعوري طور تي هن مينوئل ۾ هدايتن تي عمل ڪرڻ وارا اهي ماڻهو هوندا آهن جيڪي وڏين وڏين ڪمپنين صنعتن، ۽ ماليا ادارن ۽ فرمن کي ترقي جي شاهراهه تي گامزن ڪرڻ لاءِ قائد جو ڪردار ادا ڪندا آهن. توهان بہ زندگي جي ڪنهن بہ شعبي ۾ انهن اصولن تي عمل پيرا ٿي ڪري قائد يا اڳواڻ جو ڪردار ادا ڪري سگھو ٿا ۽ پنهنجي اردگرد سٺن ماڻهن جو هڪ حلقو بنائي سگھو ٿا جن ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ جو جذبو هجي.

خواه توهان قائد جو ڪردار ادا ڪري رهيا هجو يا ليڊر ٿيڻ جي رستي هجو هي مينوئل توهان کي توهانجي صلاحيتن مرڪوز ڪرڻ ۽ انهي جي حصول مقصد جي لاءِ استعمال ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو.

توهان هن کي پاڻ تي آزمائي ڏسو، بيان ڪيل پاليسيون، اصول ۽ خوبيون اهڙي طرح استعمال ۾ آڻيو جيئن هي توهان جا پنهنجا هجن هي آزموده نسخا آهن. اسان انهن صفحات ۾ ٻڌايل مواد جي مضبوطي ۽ قابل عمل هئڻ جي باري ۾ ڄاڻندا آهيون ۽ انهن کي صحيح سمجھون ٿا.

جيڪي ماڻهو هن کي عمل ۾ آڻيندا ۽ جن جي ذهن ۾ مثبت خواهش موجود هوندي اهي هن کي ڪاروبار ۾ ترقي ۽ دولت جي حصول ۾ ضرور

ڪامياب ٿيندا. هنن ترغيبن جي طاقت تي توهان پنهنجي خاندان، ڪاروباري ساٿين جو معيار زندگي بهتر ڪرڻ ۾ توهان جي پنهنجي تجربہ ۾ تجزيہ لاءِ وڏي مددگار ثابت ٿي سگهي ٿي.

ول راجرز (Will rogers) جو قول آهي، "هر انسان ۾ ڪانہ ڪا خوبي هوندي آهي" هن جو چوڻ هئو هو جڏهن بہ ڪنهن سان ملي ٿو تہ ان جي اندر اها خوبي تلاش ڪندو آهي تہ جيئن ان تي هن کي مبارڪ باد ڏئي سگهي.

هيرالڊ ڪيون هڪ دفعه پنهنجي هڪ فريادي جي باري ۾ جنهن ڏانهن هن جي خاصي رقم اڌار رهيل هئي، جي باري ۾ چوندو هئو، آءٌ هن سان بهترين سلوڪ جاري رکندس ان طرح منهنجو پنهنجو ڪردار بهتر ٿيندو" انهي ڳالهہ تي ڊاڪٽر هل جو تبصرو هئو " تہ ڪيون جو اهو مثال ان طرح آهي تہ هر مصيبت ۾ راحت جو ٻج لڪل هوندو آهي" جي مترادف آهي. اگرچہ هو هن پنهنجي گراهڪ جي قابل عمل مان ناخوش هئو، پوءِ بہ هو پنهنجي خوش اخلاقي سان ٻين گراهڪن تي سٺو تاثر وجهندو ۽ پنهنجي گراهڪن ۾ واڌارو ڪندو. اهڙي طرح هو ڪافي عرصہ سيلزمين جي ميدان ۾ بي تاج بادشاهہ رهيو ۽ ان کي ڊاڪٽر هل جهڙي قابل استاد کان فيضياب ٿيڻ جو موقعو بہ ملندو رهيو.

هن ڪتاب جي آخر حصي ۾ توهان پيداواري قوت حاصل ڪرڻ جي ذريعن ۽ طريقن کان واقفيت حاصل ڪندا ۽ هن هڪ اهڙي نوجوان جي ڪهاڻي بہ پڙهائي ويندي جنهن ننڍي عمر ۾ پنهنجي تقدير ٺاهي ورتي ۽ ذهني سڪون خوشحالي واري زندگي، نعمتن سان مال مال ٿيو. مزي واري ڳالهہ هي آهي تہ ان اهو سڀ ڪجهہ ٻين جا حق غضب ڪري هن اهو حاصل نہ ڪيو توهان ڏسندا تہ ڪيئن هن ٿوري سرمايہ ڪاري ڪان هن آغاز ڪيو. هڪ مفيد ۽ معياري پراڊڪٽ تيار ڪيائين ۽ هن جي فروخت هڪ سٺي منصوبابندي ڪيائين. ايماندارانہ وڪرو محنت ۽ لگن سان ڪامياب ٿيو. هن کي نپولن هل جي چوٿين ايوارڊ لاءِ منتخب ڪيو ويو هئو.

# باب اٺون

## ذهني طاقتن کي ڪنٽرول ڪرڻ جي مهارت

جڏهن توهان سوچيندا آهيو تہ توهان ڪري سگهندا آهيو، توهان جاڳيل هوندا آهيو پنهنجي ذهن جي اندر اها طاقت جيڪا سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿي.

ڇا توهان چاهيندا آهيو؟ يا ضرورت محسوس ڪندا آهيو وڏيڪ قوت جي. وڏيڪ طاقت جي، اهڙي طاقت جيڪا ڪم ڪرڻ، حاصل ڪرڻ، اهڙي طاقت جيڪا مطالعہ ڪرڻ ۽ سکڻ، اهڙي قوت جيڪا صحيح سوچڻ، اهڙي طاقت جي جيڪا محبت ۾ واڌارو ڪري، اهڙي طاقت جيڪا بني نوع انسان جي بي غرض خدمت ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي؟

ڇا توهان روزمره جي زندگي ۾ ايندڙ تبديلين سان منهن ڏيڻ لاءِ وڏيڪ مضبوطي ۽ طاقت چاهيو ٿا؟

ڇا توهان ڪي ٻين جا حق غضب ڪئي بغير پنهنجي خواهشات جي تڪميل لاءِ مزيد طاقت جي ضرورت آهہ؟

ڇا توهان ترغيب جي شهہ زور طاقت کي استعمال جي قابل بنائڻ چاهيو ٿا جيڪا توهان جي اندر موجود ٻئي ماڻهو وٽ آهي؟

ڇا توهان ان طاقت کي حقيقت جو روپ ڏئي سگهي ٿو جيڪا توهانجي تحت الشعور ۾ موجود آهي. هڪ اهڙي طاقت جيڪا هڪ اهڙي قوت جي رستي تي آڻي پنهنجي سمهڻ دوران بہ ڪم ۾ آڻي سگهو ٿا؟ ڇا توهان ان حقيقت کان آگاهہ آهيو تہ ڪاميابيون ۽ مقصد جي حصول لاءِ درڪار طاقت جي ميلاپ پنهنجي ذهن جي ذريعي ٻين ذهنن سان باهمي فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ وجود ۾ آندو وڃي؟

تمام ڪاميابين جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور طاقت، اها طاقت جيڪا ڪاميابي جي فلسفي کي سمجهڻ لاءِ ۽ عمل ۾ آڻڻ لاءِ ضرورتي آهي فوري طور تي موجود آهي، پنهنجي زندگي کي ڪجهہ ڏيڻ وارو بڻائڻ لاءِ درڪار طاقت

توهانجي ذهن جي اسٽور هائوس ۾ موجود آهي. هن باب ۾ توهان کي پنهنجي ذهن ۾ لڪل چند اهم طاقتن جي باري ۾ ٻڌايو ويندو ۽ انهن قوتن کي ڪنٽرول ڪرڻ سيکارٽو آهي تاڪ پنهنجي پسند جي منزل طرف ان کي موڙي سگهو.

**بلڪل درست سوچڻ جي طاقت:**

هاڻي اسان تمام رازن جا راز يعني انساني ذهن جي طاقت جي تجزئي جي طرف اڳتي وڌنداسين، اڃو تہ هن جي طرف هڪ احترام جي جذبي تحت اڳتي وڌون ڇاڪاڻ تہ اهو هن ڪتاب جو هڪ گهرو موضوع آهي. انهي جي اندر تمام ڪاميابيون ۽ ناڪامين جا راز موجود آهن، هي اهو واحدو اصول آهي جيڪو هر ان شخص جي جيڪو ترغيب جي شهہ زور طاقت جو طلبگار آهي جي ضرورت آهي ۽ ان جي لازمي ڪرڻ وارين ڳالهين ۾ فهرست جي پهريين نمبر تي آهي. هي بني نوع انسان جي علم ۾ اچڻ وارن موضوعات ۾ سڀني کان اهم آهي، پوءِ بہ ڪيتري نہ عجيب ڳالهہ آهي هي سڀني کان گهٽ سمجهہ ۾ ايندڙ موضوع رهيو آهي. انهي جو نالو آهي "بلڪل درست سوچ"

سوچڻ جي طاقت کي هڪ زرخيز زمين سان تشبيهہ ڏئي سگهجي ٿي، هڪ منظم شعوري ڪوشش سان هن تي ڪارآمد فصل تيار ڪري سگهجي ٿو ۽ انهي کي ان حال تي ڇڏي هن تي گندگاه جڙي ٻوٽيون بہ تيار ڪري سگهجن ٿيون، دماغ هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪندو رهندو آهي ڪجهہ ٺاهيندو بہ رهندو آهي ۽ ڪجهہ بگاڙيندو بہ رهندو آهي، مثال طور بدحالي، رنج الم، غريبي، خوشحالي، خوشيون وغيره جهڙين عمارتن سان نوازيندو رهي ٿو. هي هر انسان جو سڀ کان وڌيڪ قيمتي سرمايو آهي پر پوءِ بہ هن کي گهٽ استعمال ۾ آندو ويجي ٿو. ۽ سڀ کان وڌي بري استعمال ۾ آندو ويل اثاثہ ثابت ٿيو آهي هن جو استعمال ۾ نہ آڻڻ بہ هن جو بُرو استعمال آهي.

سائنس قدرت جي تمام گهرن رازن تان پردو کنيو آهي پر انسان جي سڀ کان وڏي خزاني تان اڃان تائين پردو هٽائي نہ سگهي آهي. يعني پنهنجي سوچن جو راز، هي اهو راز آهي جنهن تان پردو هٽائڻ ۾ انسان ڪڏهن بہ ڪامياب ٿي نہ سگهيو آهي ڇو جو اڄ تائين پاڻ کي قدرت جي عطا ڪيل تحفي جي طرف هميشہ لاپرواهي اختيار ڪئي وئي آهي سوچڻ جي طاقت

انتهائي مفيد يا انتهائي خطرناڪ ٿي سگهي ٿي جنهن جو دارومدار انهي رستي تي آهي جنهن تي هن کي هلايو ويو هجي.

سوچڻ جي طاقت جي ذريعي سان ئي انسان تهذيب ۽ تمدن جي شاندار عمارت تعمير ڪئي آهي ۽ انهي ئي سوچ جي طاقت سان پين انسانن هٿان واري جي ڪوٽ وانگر انهن کي نيست ۽ نابود ڪيو ويو آهي.

هر سئي ۽ بري انساني تخليق جو خاڪو پهريان انساني سوچ ۾ ئي جنم وٺندو آهي، تمام خيالات پهريان ذهن ۾ ئي سوچيا ويندا آهن. تمام منصوبا، مقصد ۽ خواهشون سڀ سوچ ۾ ئي جنم يا تخليق وٺنديون آهن ۽ سوچ ئي هڪ اهڙي شي آهي جنهن تي انسان جو مڪمل اختيار ممڪن آهي.

سوچ تمام توانائين جي ماءُ آهي ڇو تہ هي هڪ اهڙي توانائي آهي جيڪا عقل سان گڏ جڙيل آهي سوچ وٽ هر انساني مسئلي جو حل موجود آهي، جڏهن هن کي صحيح طريقي سان استعمال ڪيو ويندو آهي تہ هن وٽ انسان جي هر ڏک جو علاج موجود آهي. هن جي علاج جي طاقت لامحدود آهي، سوچ تمام نعمتن جو سرچشمو آهي خواهہ اهي مادي هجن، جسماني هجن يا روحاني، ڇاڪاڻ تہ انهي طريقي سان زندگي جون مڙئي نعمتون حاصل ڪري سگهجن ٿيون جيڪي ان جي طلبيندڙ ماڻهن جي سوچ جي مدد ۾ همٿائين ٿيون. ماڻهو تمام عمر دنيائي نعمتن جي پٺيان ڊوڙندا رهن ٿا اهي اهو نہ سمجهندا آهن تہ اهي تمام نعمتون هن ۾ لڪل آهن صرف انهن کي ڳولڻ جي ضرورت آهي اهي ڳولا جي انتظار ۾ آئيون آهن.

هڪ درست، هڪ مثبت سوچ رکڻ وارو زندگي جي تمام حقيقتن کي سڃاڻڻ وارو هوندو آهي سٺا ۽ خراب حقائق اهو انهن ٻنهي کي الڳ الڳ ڪرڻ ۽ انهن کي مرتب ۽ منظم ڪرڻ جي ذميداري کڻندو آهي. هو انهن کي منظم ڪرڻ وقت انهن کي الڳ ڪري رکندو آهي جيڪي هن لاءِ ضروري هونديون آهن باقي تمام حقيقتن کي وڃائي ڇڏيندو آهي. هو ٻڌل ۽ ٻڌايل ڳالهين تي يقين نہ ڪندو آهي هو جذبات جو غلام نہ پر آقا هوندو آهي. هو پنهنجي پاڻ سان گڏ رهندڙ ڪاروبار ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهن جي سوچ کي پنهنجي سوچن جي مٿان حاوي ٿيڻ نہ ڏيندو آهي، ۽ نہ وري انهن کي پاڻ تي

ڪنٽرول ڪرڻ ڏيندو آهي. هن جي لاءِ حقيقتن ڪي سنجيدگي سان تجزيو ۽ محتياط مطالعو يا حقائقن جي باري ۾ قابل اعتبار شهادتون غور ۾ آڻڻ ڪانپوءِ وجود ۾ ايندي آهي. هو پين سان مشورو ڪندو آهي پر انهي ڪي قبول يا معذرت ڪرڻ جي بغير مسترد ڪرڻ جو حق پنهنجي پاڻ وٽ رکندو آهي. جڏهن هن جو ڪوبہ منصوبو ناڪام ٿيندو آهي تہ فوراً انهي جڳهہ تي ٻيو منصوبو ٺاهي ان تي عمل شروع ڪري ڏيندو آهي ۽ هي عارضي ناڪامي هن ڪي پنهنجي اصل مقصد تان هٽائڻ ۾ ناڪام ٿيندي آهي. هو هڪ اهڙو فلسفي آهي جيڪو سبب ڪي اثر سان تجزيو ڪري معلوم ڪندو آهي، هو پنهنجا نتيجا قدرت جي قانونن جي مشاهدي ۽ انهن جو پنهنجي مثان ٺهڪي اچڻ جي پيٽ مان اخذ ڪري وٺندو آهي.

هو جڏهن بہ دعا ڪندو آهي تہ پهريان ئي عقل جي صدا بلند ڪندو آهي ليڪن هو ڪڏهن بہ خدا جي قانونن ۽ ڪمن ڪي پنهنجي مرضي مطابق هئڻ جي تمنا سان مالڪ جي مذاق نہ ٺاهيندو آهي يا انهن جي ڪڏهن بہ توهين نہ ڪندو آهي نہ ئي هو وري ڪڏهن بہ ڪنهن جي تباهي ۽ بربادي جو بغير ڪنهن مقصد جي طلبگار هوندو آهي. هن جو دعائون هميشہ مستجاب هونديون آهن ڇاڪاڻ تہ هن پنهنجي مرضي کي خالق جي مرضي جي تابع ڪري رکيو هوندو آهي. هو ڪڏهن بہ ڪنهن شخص جي مادي ملڪيت تي ناجائز طور تي قابض هئڻ جي ڪوشش نہ ڪندو آهي. هو پنهنجون گُهرجُون جائز طريقي سان ڪمائي ڪري پوريون ڪرڻ جي علم کان واقف هوندو آهي. هو پين سان حسد نہ ڪندو آهي ڇو تہ هو ڄاڻي ٿو تہ هن وٽ اهو سڀ ڪجهہ جيڪو زندگي لاءِ قابل قدر آهي پين کان وڌيڪ آهي هو پين جي فراخدليءَ سان مدد ڪندو آهي ۽ پاڻ مدد ان صورت ۾ قبول ڪندو آهي جڏهن هن کي پورو يقين هجي تہ واقعي ڪو جواز موجود آهي.

## هڪ ننڍي اقليت

هي هڪ صحيح سوچ رکڻ وارن جون خوبيون هونديون آهن انهي ڪي غور سان پڙهجو ۽ فيصلو ڪيو تہ ڇا توهان صحيح سوچ رکڻ وارن جي اقليت جا ميمبر آهيو يا نہ هي خوبيون ساديون آهن ۽ آساني سان سمجهہ ۾ اچي وينديون

آهن. ليڪن انهن ڪي پنهنجي اندر پيدا ڪرڻ ايڏو آسان نہ آهي ڇاڪاڻ تہ انهن ڪي پيدا ڪرڻ لاءِ عام ماڻهن ڪان وڌيڪ ضبط نفس ۽ پاڻ ڪي وڌيڪ منظم ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. ليڪن صحيح سوچ جو صلو انهن ڪوششن جي بدلي تمام گهڻو ملندو آهي جيڪي ان جي اهل ٿيڻ لاءِ ڪرڻيون ٿيون پون. انهي جو تمام گهڻيون نعمتون آهن جن ۾ ذهني سڪون، ذهني ۽ جسماني آزادي، قدرت جي قانون جي سمجهہ ۽ عقل، زندگيءَ جون مادي ضرورتون ۽ سڀ کان وڌي ڳالهہ اها تہ خدا جي ناهيل ۽ هلايل ڪائنات ۾ جاري ۽ ساري عظيم اسڪيم سان گڏ هم آهنگي، ان ڪان ڪوبہ انڪار ڪرڻ نہ آهي تہ صحيح.سوچ رکڻ وارو خالق حقيقي سان هڪ عملي تعلق قائم ڪري وٺندو آهي. صحيح سوچ هڪ اهڙو انمول اثاثہ آهي جنهن کي نہ تہ خريد ڪري سگهجي ٿو ۽ نہ وري ڪنهن ڪان اڌار گهري ٿو سگهجي اُن کي خود ئي حاصل ڪرڻو پوندو آهي جنهن لاءِ سخت ترين خود نظمي ۽ ضبط نفس گهربل آهي جنهن جي وضاحت تمام گهڻا ڪامياب مرد ۽ خواتين جنهن جو مختلف شعبہ زندگي سان واسطو آهي ڪري چڪا آهن. هي زندگي جو هڪ ناياب ترين تجربو هوندو آهي جڏهن بہ توهان کي ڪٿي بہ اهڙو شخص ملي ويندو جيڪو خود پنهنجي زندگي گذاريندو هجي پنهنجي ذهن سان سوچيندو هجي پنهنجون عادتون خود ناهيندو هجي ۽ ٿوري بہ ڪوشش ڪندو هجي تہ خود پاڻ تائين محدود رهي. اڪثر ماڻهو ٻين جي نقل هوندا آهن ۽ بعض اهڙا ذهني مريض بہ هوندا آهن جيڪي پنهنجي پاڻ سان گذارڻ بجاءِ ڪنهن ٻئي جي هم عصري يا غلاميٰ ۾ گذارڻ پسند ڪندا آهن. اوهان جن ماڻهن جا واقف آهيو ٿورو غور سان مشاهدو ڪري ڏسو انهن جي عادتن کي احتياط سان پرکيو توهان ڏسندو انهن ۾ اڪثر جي شخصيت ڪنهن ٻئي شخصيت جي جعلي نهل شڪل نظر ايندي، هو ڪڏهن سوچيندائي ڪونہ آهن تہ هو سچائي جو سهارو وٺي ڪريٰ پنهنجي الڳ شخصيت ناهي سگهن. اڪثر ماڻهو ٻين جي سوچ ۽ عادتون بنا سوچي سمجهي اپنائي وٺندا آهن ۽ پنهنجي سڄي زندگي انهي جي مطابق گذاري ڇڏيندا آهن. بلڪل اهڙيءَ ريت جيئن رڍون هڪ ٻئي جي پٺيان هلنديون آهن، ڪنهن مبارڪ گهڙي ۾ ڪوئي هڪ اڌ ماڻهو دنيا جي

ڀيڙ مان صحيح سوچ رکڻ لاءِ دل ۾ڌندو آهي ۽ الڳ ٿي ٻيهندو آهي ۽ هو پنهنجو پاڻ مالڪ هوندو آهي جڏهن به ڪٿي اهڙو شخص ملي وڃي ته ڄاڻي ڇڏجو ته توهان جو تعلق هڪ مفڪر سان پيو آهي.

## خواهش ۽ حرڪت ڏيندڙ طاقت (The power of desire and motives)

تمام ڪاميابيون طاقت صرف ڪري ئي حاصل ڪيون ويندون آهن. پنهنجي ذهن ۾ ڪاميابي جي تعريف ياد رکو اها طاقت جيڪا انساني زندگي لاءِ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي هجي جيڪا ڪنهن جي به حق کي غضب ڪئي بغير ممڪن هجي ڪنهن به خواهشن جي تڪميل لاءِ انهي وصف مان اسان ان نتيجي تي پهچنداسين ته ڪاميابي جو نقطه آغاز هڪ شديد خواهش آهي جيڪا ڪنهن به خصوصي متعين مقصد جي حصول لاءِ هجي. جيئن ته هڪ شاه بلوط جو وڻ (هڪ قسم جو جابلو وڻ وڏي قد وارو) جي وجود جو آغاز انهي جي فروٽ جي اندر ان جي ٻج ۾ ستل انهن جينس Jenes جي وجود جو آغاز ٿيندو آهي جنهن ۾ هڪ وڏي وڻ جي خواهش موجود هوندي آهي. اهڙي طرح سان ڪاميابي جو آغاز به هڪ شديد خواهش سان ٿيندو آهي. شديد خواهش مان محرڪ جون قوتون جنم وٺنديون آهن جيڪي انسان کي پراميد رکنديون آهن ان کان منصوبا ٺهرائينديون آهن ان ۾ جرئت پيدا ڪنديون آهن ۽ ان ذهن کي متحرڪ ڪنديون آهن ته جيئن هو پنهنجي متعين ڪيل مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ تاهيل منصوبو تي عمل درآمد ڪرائي سگهن. خواهش جي پٺيان محرڪ عمل سوا ڪجهه به نه آهي جنهن جي ذريعي خواهش عمل جي صورت اختيار ڪندي آهي. اهو چيو ويندو آهي ته هڪ شخص جيڪو خواهش ڪري اهو انهي کي حاصل ڪري سگهي ٿو اگر اهو جائز حدن اندر هجي بشرطيڪ هن جي خواهش جي شدت ڪافي هجي جيڪو شخص پنهنجي ذهن کي خواهش جي شدت جي لاءِ اڪسائي سگهي ٿو اهو انهي تڪميل لاءِ ان کي آماده عمل به ڪري سگهي ٿو. هڪ ڳالهه ذهن ۾ هئڻ گهرجي ته ڪنهن شي جي صرف طلب هجڻ ۽ ان جي شديد خواهش ۽ اها به ايتري شديد جي اها آماده ئي عمل تي وڃي ٻئي الڳ الڳ حالتون آهن.

ڏهه بنيادي محرڪات جن جي ڪري انسان آماده عمل ٿيندو آهي ان لاءِ ڪنهن مخصوص قسم جي شي لاءِ شديد خواهش جو هجڻ ضروري آهي.

خواهش حاصل ڪئي ويندڙ مقصد يا شي جي نشاندهي ڪري ٿي ۽ محرڪ ان جي حصول جي لاءِ عمل تي اڪسائيندو آهي.

معمولي صلاحيتن جا مالڪ انسان بہ وڏيون غير معمولي صلاحيتون وارا ڪم ڪري ويندا آهن جڏهن انهن جي اندر ڪجھ حاصل ڪرڻ جي خواهش محرڪ کي تحريڪ ڏئي عمل تي آماده ڪئي ويندي آهي ڪنهن بہ شي کي اهڙي صورتحال ۾ آڻيو جنهن ۾ هن کي حادثاتي طور تي مري وڃڻ جو خوف ٿئي توهان ڏسندو تہ فوراً هن ۾ جسماني توانائي ۽ دماغي صلاحيت پيدا ٿي ويندي ۽ هو پنهنجي پاڻ کي مرڻ کان بچائي وٺندو اهو هن جي اندر ڪنو گهٽ هنگامي حالت ۾ ٿوروئي ٿيندو.

مال ۽ دولت حاصل ڪرڻ جي خواهش هڪ وچولي صلاحيتن جي مالڪ ماڻهو کي اعليٰ درجي واري مقام تي پهچائي ڇڏيندي آهي.

شهرت ۽ ذاتي اختيارات جي حصول جي خواهش زندگي جي هر شعبي جي ليڊر ٿيڻ واري حضرات ۾ سڀ کان وڏي محرڪ کي جاڳائڻ ۽ واضح طور تي پنهنجو ڪردار ادا ڪندي نظر ايندي آهي.

بدلو وٺڻ جي حيواني خواهش معمولي ذهانت ۽ تخيل کان خالي شخص جي اندر عقل حيران ڪري ڇڏيندڙ قسم جا منصوبا ڪرڻ جي قابليت پيدا ڪري ڇڏيندي آهي جنهن سان هو پنهنجو مقصد پورو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي.

مرڻ کانپوءِ زنده رهڻ جي خواهش هڪ اهڙي مضبوط قوت محرڪ آهي جيڪا ماڻهن کان تمام گهڻا مثبت ۽ منفي ڪم ڪرائيندي آهي جن جي ذريعي هو هڪ غير قانوني زندگي ماڻڻ جي خواهش جي تڪميل ڪندو آهي. هي خواهش گهٽي موثر قائدانہ صلاحيتن کي جنم ڏيڻ جو باعث ٿيندي آهي. جنهن جي گواهي اسان کي تقريباً تمام مذهبن جي بانين جي زندگيءَ جي مطالعي ڪرڻ سان ملندي آهي.

اگر اوهانکي ڪا وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻي آهي تہ ان لاءِ توهانجي ذهن ۾ ايتروئي مضبوط محرڪ هئڻ گهرجي. لاکون ماڻهو سڄو ڏينهن محنت مزدوري ڪري پنهنجي زندگي گذاريندا آهن. انهن وٽ سواءِ بنيادي ضرورتن جي زندگي گذارڻ جو سامان مثلاً ڪپڙا ۽ گهر پورو ڪرڻ کان علاوه پيو

ڪجهه نه هوندو آهي ڇاڪاڻ ته انهن وٽ ڪو مضبوط محرڪ يا وڏو منصوبو نه هوندو آهي ڪڏهن ڪڏهن ايتري ساري هجوم مان ڪو شخص نڪري ڪري پنهنجي پاڻ ڪان ۽ دنيا ڪان زندگي جون بنيادي ضرورتن ڪان وڌيڪ طلب ڪندو آهي. اهو پنهنجو پاڻ کي خواهشن سان متحرڪ ڪندو آهي ۽ عمل سان پنهنجي خواهش پوري ڪندو آهي .

البرٽ هيبارڊ (Albert hubbard) هڪ دفعو چيو هئو "مونکي پڪ آيو ته توهانجي سڀ ڪان وڏي خواهش ڪهڙي آهي ته آءٌ توهان کي ٻڌايان ته ھي توهانجي خواهش پوري ڪرڻ ۾ توهانجي سڀ ڪان وڌيڪ ڪير مدد ڪري سگهندو"

جڏهن هن ڪان پڇيو ويو ته اهو ڪير آهي جيڪو منهنجي سڀ ڪان وڌيڪ ۽ وڏي خواهش پوري ڪرڻ ۾ مدد ڪندو ته هن جواب ڏنو "هڪ آئيني ۾ ڏسو توهان کي ان شخص سان ملاقات ٿي ويندي"

جڏهن ڪوبه ماڻهو ڪنهن اهڙي شي جي حصول لاءِ طلبگار هوندو آهي جيڪا توهان جي وس ڪان ٻاهر هجي ته پوءِ هو ڪنهن اهڙي شخص جي تلاش ۾ هوندو آهي ته هو ان جي هن جي حاصل ڪرڻ ۾ سندس مدد ڪري سگهي. جيڪڏهن هن کي معلوم ٿي وڃي ته پنهنجي اندر ٻاهر پاڻ ابتدا ڪرڻ جي جذبي ڪان ڪم وٺي ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ جي صلاحيت ضرور رکي ٿو جنهن سان هو پنهنجي مقصد جي حصول جي ابتدا ڪري سگهي ٿو ته پوءِ هو پنهنجي ذريعن کي استعمال ۾ آڻڻ سکي وٺندو ۽ ان کي ٻين جي مدد جي ڪابه ضرورت نه پوندي جڏهن هڪ دفعو ڪوبه شخص پنهنجي ذهن جي طاقت ۽ خودانحصازي کي دريافت ڪري وٺندو آهي ته پوءِ پنهنجي زندگي لاءِ چاهڻ واري هر خواهش جي تڪميل جي منزل واري رستي تي گامزن ٿي ويندو آهي.

## اطلاقي يقين جي طاقت (يقين سان ٿڪي اچڻ واري طاقت)

ڪنهن مثبت طرز فڪر جي بغير ڪابه وڏي ڪاميابي ڪڏهن به حاصل نٿي ڪري سگهجي. مثبت انداز فڪر جو پهريون عنصر مقصد جو تعين ڪرڻ آهي. هن متعين مقصد کي آمادهِ عمل جي شديد خواهش ڪرڻ حصولِ مقصد حاصل ڪرڻ تائين زنده ۽ جاويد رهڻ گهرجي. ۽ اهو متعين مقصد ايستائين مضبوط نه رهندو جيستائين خواهش اطلاقي يقين ۾ نه سمائجي وڃي.

طلب، خواهش نه هوندي آهي ڇاڪاڻ هر شخص کي گهٽ ڪمن يا شين جي لذت جي طلب هوندي آهي، بي بنياد شوق بعض ماڻهن ۾ عمل تي آماده ڪندو آهي ليڪن اهو هنن کي هڪ بند گهٽي ۾ وٺي ويندو آهي جنهن جو هن کي ڪوئي فائدو نه پهچندو آهي. اميدون مددگار هونديون آهن ليڪن اڪثر ماڻهو پنهنجي تمام عمر اهڙين اميدن جي سهاري گذاري ڇڏيندا آهن جيڪي ڪڏهن حقيقت جو روپ نه وٺي سگهنديون آهن ڇاڪاڻ ته اميد ڪڏهن به آماده عمل نه ڪندي آهي. اهڙو عمل جيڪو مقصد جي تعين کانپوءِ ڪيو وڃي شديد طلب، بي مطلب شوق ۽ اميد جو ڳنڍيل جوڙ هوندو آهي. ڪوبه ڪاميابي جي انتها کي نه ٿو پهچي سگهي جيستائين هو هن عمل انگيز ذهني حالت جي چاڙهي جو شڪار نه هجي.

اطلاقي يقين ذهن جي اهڙي حالت آهي جيڪا مثبت انداز فڪر جي بغير پنهنجو وجود برقرار نه رکي سگهندي آهي. هي اها طاقت آهي جيڪا ڪامياب زندگي جا دروازا کولي ڇڏيندي آهي. اطلاق يقين ڪنهن به شخص جي اندر تمام تر طلبن، اميدن، خواهشن جو مرڪز اهڙي طرح هئڻ کپي جو هو پنهنجي مقصد جي حصول جي لاءِ انهي کي حاصل ڪرڻ ۾ يقين سان گڏ آماده عمل ڪري ڇڏي.

اطلاقي يقين اسان کي مستقبل ۾ جهاتي پائڻ جو موقعو عطا ڪري ٿو ۽ اسان کي پنهنجي خواهشات جي تڪميل ڪرڻ جو يقين ڪرڻ جو جواز مهيا ڪري ٿو، جيستائين اسان ان جي عملي ڪوشش شروع ئي نه ڪئي هجي. جڏهن اسانجو مقصد مثبت فڪر جي بنياد تي استوار هوندو آهي ته پوءِ اسانجي هر خواهش هڪ عبادت بنجي ويندي آهي.

پنهنجي اردگرد نظر ڊوڙايو توهان کي بي شمار اهڙا ماڻهو ملندا جن پنهنجي اندر يقين جي گنجائش کي سجاڻي ورتو هئو پوءِ ان طاقت کي بجلي جي بلب وانگر ٻاري ۽ وسائي نه پئي سگهيا. ان کي سجاڻڻ ۽ مضبوط ڪرڻ گهرجي جيڪو ان جي روزانه استعمال سان ممڪن آهي.

## خوف جيڪي اسان کي ناڪاره ڪندا آهن

اهي ڪهڙا خوف آهن جيڪي انسان جي ذهن ۾ بلائن وانگر سوار ٿي ويندا آهن ۽ ان جي ڪامياببن جي بلندين کي ڇهڻ جي گهريل شهه زور طاقت تائين پهچڻ واري رستي ۾ هڪ وڏي رڪاوٽ بنجي بيهندا آهن؟

ماڻهن جي هڪ وڏي اڪثريت چوڻ ڇالاءِ هڪ منفي اعصابي هم آهنگي جو شڪار ٿي ڪري پنهنجي ذهني طاقتن کان فيض ياب ٿيڻ جي صلاحيتن کان محروم ٿي ويندي.

اڪثر ماڻهو خوف کي جيڪو هڪ منفي طاقت رکندڙ آهي پنهنجي فيصلن ۽ عمل تي مسلط ٿيڻ جي کلي اجازت ڏئي ڇڏيندا آهن.

هو اڪثر هڪ حفاظتي ڪوٽ جي تقاضا ڪندا آهن جيڪو انهن کي هر خواري کان محفوظ رکي ٻين لفظن ۾ هو هر وقت تحفظ جي پناه گاه ۾ رهڻ پسند ڪندا آهن حقيقت ۾ ڪامياب شخص اهو ڪجهه نه سوچيندو آهي. هن دلائل ڏيڻ جو انداز تخليقي ۽ پيداواري هوندو آهي. هڪ اڳوڻو امريڪي صدر آئزن هاور جو قول آهي ”جيڪڏهن ڪنهن شخص جي زندگي جو مقصد محض تحفظ ئي وڃڻ آهي ته پوءِ جيل جي ڪوٺڙي ئي اها جڳهه آهي جتي هن کي ميسر ٿي سگهي ٿو“ ڪامياب شخص اهو هوندو آهي جيڪو اهڙن خطرن کي منهن ڏيڻ سان نه گهٻرائيندو آهي جنهن جو سامهون عقل ۽ دانش جي سهاري سان ڪاميابي حاصل ڪرڻ يقيني آهي.

اسان سڀ خوف جو شڪار هوندا آهيون. خوف ڇا آهي؟ خوف هڪ جذبي جو نالو آهي جيڪو اسان کي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ۽ ان کي لاحق خطرن کان آگاه ڪندو آهي لهذا اها هڪ نعمت آهي ڇو ته جڏهن هو خطري جي گهنٽي وڄائي احتياط جو اشارو ڏيندو آهي اسان رڪجي ڪري صورتحال جو تجزيو ڪري اڳتي وڌڻ يا نه وڌڻ جو فيصلو ڪندا آهيون.

توهان پنهنجا خوف ڪيئن گهٽائي سگهو ٿا؟ هن جو هڪ بهترين طريقو ته اهو آهي ته توهان پنهنجو پاڻ کان صاف صاف پڇو ته آءُ ڪهڙي شي کان خوفزده آهيان؟ بعض اوقات اها خبر پوندي آهي ته جن شين کان اسان خوفزده آهيون اهي حقيقت ۾ ڪجهه نه آهن اسان صرف پاڇن کان خوفزده پيا رهون.

اڇو تہ هنن پريشانين ۾ خوف جو جائزو وٺون جن سان اسان سيني جو واسطو اڪثر طور تي پوندو رهي ٿو ۽ ڏسون تہ اهو نظام ڪيئن ٿو ڪم ڪري.

## بيماري

انساني جسم کي قدرت هڪ منفرد وصف سان نوازيو آهي هي انهي جي اندر بحالي ۽ مرمت جو خودڪار نظام ٿاهيل آهي، پوءِ ان جي خراب ٿيڻ ڪان ڪهڙو خطرو، پنهنجي جسم جي اندر ان حيرت انگيز سسٽم کي پنهنجو ڪم ڪرڻ ڏنو وڃي انهي کي هروڀرو جو وسوسن ۾ بيڪار نہ ڪرڻ گهرجي.

## پوڙهائپ

وڏندڙ عمر جو زمانو خوف ڪائڻ جو نہ بلڪہ اڳتي ڏسڻ جو زمانو هوندو آهي انهي عمر ۾ اسان جواني جي عقل ۽ ڏاهپ سان بدلائي رهيا هوندا آهيون ياد رهڻ گهرجي تہ اسان ڪجهہ بہ ناهي وڃايو جڏهن تہ ان جي برابر ضرور ڪجهہ حاصل ڪيو هوندو.

## ناڪامي

ياد رکڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ ڪم ۾ ناڪامي هڪ عارضي حالت هوندي آهي هي مصيبت جي پردي ۾ راحت هوندي آهي جيڪڏهن اسان ان جو تجزيو ڪري ان جو اصل سبب معلوم ڪيون تہ ان کي دور ڪرڻ جو طريقو ڳولهي تہ هي هڪ طرح سان اسانجي ڪاميابي ۽ فتح جو ٻج ثابت ٿيندو. جنهن کي ڪاشت ڪري ان تجزيي ۾ اچڻ واري مصيبت جي برابر يا ان کان وڌيڪ راحت جي اسبابن وارو فصل ڪٽي سگهون ٿا.

## موت

هي خالق اڪبر جو هن ڪائنات کي هلائڻ لاءِ هڪ وڏي نظام جو حصو آهي هن ذريعي سان انسان هن فاني دنيا مان غير فاني دنيا ۾ منتقل ٿي ويندو آهي. جڏهن توهان اها حقيقت تسليم ڪري وٺندو تہ پوءِ موت کان ڊڄڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي.

## تنقيد

توهان کي سڀ کان وڌو پنهنجو خود جائزو وٺڻ وارو ٿيڻ گهرجي، جڏهن توهان ائين ڪندو تہ پوءِ ٻين جي تنقيد سان توهان کي ڪوبہ خوف نہ ٿيندو

ڪڏهن ڪڏهن تنقيد مان توهان پنهنجي پاڻ کي درست ڪرڻ جي تجويز ڳولي ڪيندا آهيو.

## خوف سان ڪيئن منهن ڏئي سگهجي ٿو

خوف جو سڀ کان وڏو سبب جهالت آهي.

خوف کان جان ڇڏائڻ لاءِ ان سڀني طرفن کان جائزو وٺڻ به مفيد ثابت ٿيندو آهي ڪهڙا خطرات آهن؟ ڇا ڪم ڪرڻ لاءِ جيڪي خطرات کڻون پيا اهي اهڙي قدر فائدي وارا آهن به جنهن لاءِ ايترو خطرو کنيو وڃي؟ ڇا ڪم ڪرڻ جو ڪو ٻيو طريقو به آهي جنهن سان اهو خطرو نه کڻڻو پوي؟ هن ڪم ڪرڻ ۾ ڪهڙيون غيرمتوقع مشڪلات پيش اچي سگهن ٿيون؟ ڇا توهان کي پنهنجي پراجيڪٽ جي باري ۾ تمام اعداد ۽ شمار ۽ منصوبي جي ننڍي کان ننڍي تفصيل موجود آهي؟ ٻين ماڻهن سان جڏهن اهڙو موقعو آيو ته انهن ڇا ڪيو ۽ ڇا هو مثبت نتيجا حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهيا هئا جڏهن توهان پنهنجو مطالعو ۽ جائزو پوري ڪري وٺو ته پوءِ عمل جي طرف اڳتي وڌو ۽ اِن ۾ وقت ضايع نه ڪريو. وقت وڃائڻ اجان به شڪ شبهات ۽ خوف کي جنم ڏيندا هڪ معروف ماهر نفسيات هڪ دفعو چيو هئو هڪ اڪيلي عورت رات جي وقت اڪيلي ۾ پاڻ کي ٻڌڻ ۾ ايندڙ آوازن جي خوف کي جلدي ختم ڪري سگهي ٿي ان کي ڪرڻو اهو آهي ته پنهنجو پير زور سان زمين تي هڻي ۽ ٻيو پير زمين تي رکندي هڪ طرح کان خوف نڪرڻ جو هي پهريون قدم هوندو.

ڪاميابي جي خواهشمند شخص کي به انهي انداز ۾ خوف کي خوف مان ٻاهر ڪڍڻو آهي ۽ هڪ وڏي يقين سان گڏ ميدان عمل ۾ پهريون قدم رکڻو پوندو.

اسان منهنجا هر ماڻهو جي ذهن ۾ ثابت قدمي، جرئت جهڙيون مثبت قوتون موجود آهن انهن کي استعمال ۾ آڻڻ جي مهارت خوف جي منفي طاقت کي ختم ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿي.

هڪ شخص کي جيڪڏهن صحيح طور تي سمجهيو وڃي ته هو هميشه متحرڪ هوندو آهي هو ڪڏهن به غير متحرڪ رهي نٿو سگهي. غير متحرڪ يقين ان ڊائنومور وانگر هوندو آهي جنهن مان ايستائين بجلي نه ٿي پيدا

ڪري سگهي جيستائين ان کي ڳڻمايو نہ وڃي“ عمل يقين سان گڏ ڪنهن خوف يا ڪنهن پنهنجي مقرر ڪيل حد کي نہ مڃيندو آهي. يقين جي دولت سان مالا مال هڪ معمولي ۽ فاني مخلوق يعني انسان بہ وڏي کان وڏي سانحي کان وڏيڪ مضبوط ۽ ناڪامي کان وڏيڪ طاقتور ۽ خوف کان وڏيڪ بهادر هوندو آهي.

زندگي ۾ پيش ايندڙ حادثات ۽ هنگامي صورتحال انسان کي هڪ اهڙي بہ واٽ تي اچي بيهاريندي آهي جتي بہ (2) وڏا اشارن جا بورڊ نمايان لڳل آهن. جنهن ۾ هڪ تي خوف لکيل آهي ۽ ٻئي تي يقين. اهو چوهوندو آهي تہ ڪجهہ ماڻهو خوف جي راه يا رستو اختيار ڪندا آهن ۽ ڪجهہ يقين جي راه استوار ڪندا آهن. هي انتخاب انسان جي سوچڻ جي انداز تي منحصر هوندو آهي جنهن جي ڪنٽرول جي طاقت الله تبارڪ و تعاليٰ هر انسان کي عطا ڪئي آهي.

يقين جي دولت سان مالا مال اهو شخص هوندو آهي جنهن پنهنجي ذهن کي تسليم ڪرڻ جي حوالي سان تربيت ڏني هجي هن پنهنجي روزمره جي زندگي ۾ ذهن کي فوراً فيصلو ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ جي تربيت ڏني هوندي آهي. ان جي برعڪس جيڪو ماڻهو خوف جو شڪار هوندو آهي ان ڪڏهن بہ پنهنجي ذهن کي مثبت فڪرانداز ۾ تربيت يا آبياري ڏي توجهہ نہ ڏني هوندي آهي.

## تبديلي جي ضرورت

ڪنهن بہ شخص جو مثبت انداز فڪر ۾ يقين ۽ هن جي پنهنجي يقين جو امتحان ان وقت ٿيندو آهي جڏهن هن کي پنهنجي روزمره جي زندگي ۾ چيلنج جو سامهون ڪرڻو پوي ڪاميابي ۽ يقين جي اهميت جي پهرين شرط تبديلي کي قبول ڪرڻ ۽ ان مان فائدو حاصل ڪرڻ جي صلاحيت تي هوندو آهي.

هي هڪ مشهور ڳالهہ آهي تہ انساني علم ۾ اگر ڪڏهن بہ نہ بدلجڻ واري شي جو وجود آهي تہ اها تبديلي آهي. يعني ارادي جي پختگي وڏي تبديلي آهي زماني ۾.

جيڪڏهن توهان يقين جي اهميت کان واقف ٿيڻ چاهيو ٿا جيڪو ڪامياب ٿيڻ لاءِ ضروري آهي تہ پوءِ توهان کي پاڻ ۾ اهڙي لچڪ پيدا ڪرڻي پوندي تہ هر تبديلي جي مطابق پاڻ کي بدلائڻو پوندو، جيڪڏهن توهان ۾ لچڪ هوندي تہ پوءِ توهان تبديلي جي لهر ۾ لڙهڻ بدران ان تي سوار ٿي ويندا.

هيٺين تجويزن تي ٿورو غور ڪريو ۽ جائزو وٺو ۽ معلوم ڪيو تہ ان ۾ ڪنهن جو استعمال يقين جي انهي طاقت کي جيڪا توهان کي روزانہ گهربل هوندي آهي مددگار ثابت ٿيندي. پاڻ کي غير ضروري ڳالهين کي سوچڻ ۽ خوفزده ٿيڻ جي عادت کي پنهنجن ئي شرطن تي پنهنجي زندگي کي مفيد بنائڻ جي قابل ٿيڻ تي يقين ڪرڻ جي عادت سان تبديل ڪري ڇڏيو.

پنهنجي جسم ۾ موجود بيمارين جو ذڪر ڪرڻ يا ان کان خوف ۾ مبتلا رهڻ تہ اها بيماري مونکي ٿي سگهي ٿي جهڙي موذي عادت کي خود صحت جو شعور حاصل ڪري جسماني طور تي بلڪل تندرست سمجهڻ ۽ رکڻ جي ڪوشش جهڙي عادت سان تبديل ڪريو. ياد رکو ذهني طور تي پنهنجي پاڻ کي ڪنهن بيماري جو شڪار سمجهڻ ايتروئي نقصان ڪار هوندو آهي جيترو ڪہ اها بيماري هجي ۽ نقصان پهچائي.

پنهنجي ضرورت ۽ استعمال ڪري سگهڻ جي مناسبت کان وڌيڪ مادي شين جي طلب ڪرڻ جي عادت کي پاڻ کي مليل نعمتن ۾ ٻين کي شريڪ ڪرڻ تاڪہ انهن ۾ توهانجي توسط سان واڌارو هجي جهڙي انمول عادت سان تبديل ڪريو.

پنهنجي بي عملي جي طور کي جواز ڏاهي مطمئن ۽ قناعت پسند ٿيڻ جي عادت کي هڪ مثبت عدم اطمينان جيڪو توهان کي علم ۽ دانش جو طلبگار بنائي ڇڏي، توهانجي زندگي کي روحاني ۽ مادي طور تي مزيد بهتر بنائڻ جي عادت سان بدلايو. ٻين جون برايون تلاش ڪرڻ جي عادت کي انهن ۾ سٺائيون تلاش ڪرڻ ۽ انهن کي اهو ٻڌائڻ تہ توهان انهن ۾ سٺائيون لڌيون آهن جهڙي عادت سان بدلائڻ. هي هڪ حقيقت آهي تہ ماڻهو توهان ۾ اهو ڪجهہ ڏسندا جيڪو توهان انهن ۾ ڏسندا خواهہ اهو سٺو هجي يا برو.

پاڻ تي ترس کائڻ جي عادت کي حقيقتن سان منهن ڏيڻ ۽ پنهنجي پريشانيون ۽ خوف جي اصل سبب ڳولهڻ جي عادت سان تبديل ڪري ڇڏيو. ياد رکڻ گهرجي تہ روزانہ ٿوري دير آئينہ ۾ پنهنجو عڪس ڏسڻ اهو ڪجهہ ڪ رڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو.

ٻين سان نفرت انگيز گفتگو ڪرڻ جي عادت کي تعريفي انداز ۾ گفتگو ڪرڻ جي عادت سان بدلايو. ڇاڪاڻ تہ هي بہ اهائي عادت آهي جيڪا توهان کي واپسي ۾ ملندي آهي جڏهن توهان انهن تجويزن تي سوچي رهيا هوندا آهيو تہ هڪ ڳالهہ ضرور ڏيان ۾ رکڻ گهرجي تہ توهان کي پنهنجون ضرورتون ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ جو حقدار هجڻ ۾ فرق کي سڃاڻڻ گهرجي. اسان گهڻن سارين ضرورتن کي پورو ڪرڻ چاهيندا آهيون پر اهڙي ڪوشش نہ ڪندا آهيون تہ انهن کي حاصل ڪرڻ جا حقداري ٿي سگهون شين کي حاصل ڪرڻ جو حقدار ٿيڻ لاءِ سڀ کان بهتر نسخو ٿوتو وڌيڪ ڪم ڪرڻ يا معاوضہ کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ آهي.

جرمني جي جڳ مشهور فلاسفر گوئٽي هڪ بهترين ۽ متوازن زندگي گذارڻ لاءِ هيٺيان ناياب اصول ضروري قرار ڏنا آهن.

**ايتري ساري صحت جيڪا ڪم کي خوشگوار بنائڻ لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري ساري دولت جيڪا ضرورتون پوري ڪرڻ لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري ساري طاقت جيڪا مشڪلات کي قابو ڪرڻ لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري برداشت جيڪا بري وقت کي ٽارڻ جي انتظار لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري ساري جرئت جيڪا پنهنجن گناهن جي اعتراف ڪرڻ ۽ ان جي معافي وٺڻ جي طلبگاريءَ لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري خيرات جيڪا توهان جي اردگرد ماڻهن جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري ساري محبت جيڪا توهان کي ٻين جي لاءِ ڪارآمد ۽ انهن جي مدد ڪرڻ وارو ڪري ڇڏڻ لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري ساري عقيدت جيڪا الله جي ڳالهين کي حقيقي مڃڻ لاءِ ڪافي هجي.**
**ايتري ساري اميد جيڪا مستقبل جي تمام خوف ختم ڪرڻ لاءِ ڪافي هجي.**

هر هڪ انسان کي زندگي بسر ڪرڻ لاءِ هڪ خاڪي جي ضرورت هوندي آهي گوئٽي جو هي عهدنامو توهان کي گهربل خاڪي جو ڪم ڏئي سگهي ٿو. هي توهان کي توهانجي زندگي مفيد بنائڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو بشرط ڪه ته توهان پئي جا حق غضب ڪرڻ نه چاهيندا هجو.

روزانه هڪ وعدي جو ورجائڻ ڪنهن به شخص کي اهڙو ناهڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي جيئن هو پاڻ کي ناهڻ چاهي ٿو. هي هن کي ان يقين جي طاقت سان مالا مال ڪندو آهي جنهن جي هن کي زندگي ۾ ڪامياب ٿيڻ جي ڪوشش ۾ حائل رڪاوٽن کي دور ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي آهي.

جيڪڏهن توهان ڪاميابي حاصل ڪرڻ ۾ مخلص آهيو ته پوءِ توهان پنهنجي اندر موجود طاقت ڏانهن ويندڙ رستي جي موڙ تي پهچڻ جي لاءِ جوش ۽ خروش سان هن جي تلاش ڪرڻي پوندي ۽ جڏهن توهان هن کي حاصل ڪري وٺندا ته پوءِ توهان پنهنجو سچ حاصل ڪري وٺندا ۽ پنهنجي اندر موجود پيو ماٺهو ڳولي وٺندا جيڪو زندگي جي هر تجربي کان فائدو وٺڻ جي گر کان واقف هوندو آهي. خواه توهان ڪجهه به هجو ۽ ماضي ۾ توهانجي ناڪامين جي ڪهڙي به نوعيت هجي توهان کي ضروري ڪاميابي حاصل ٿيندي. توهان کي پنهنجي يقين جي پڪ هئڻ گهرجي ته توهان کي پنهنجي ذهن جي طاقت تي ڪنٽرول حاصل ڪرڻو پوندو ۽ انهي کي جوش ۽ خروش سان پنهنجي خواهشن جي حاصلات لاءِ استعمال ڪرڻو پوندو.

هڪ مشهور آمريڪي دانشور جو قول آهي "جوش ۽ خروش کانسواءِ ڪوبه وڏو ڪم ممڪن نه آهي" جوش ۽ خروش دلڪش شخصيت جي هڪ لازمي خصوصيت آهي هي شخصيتون اهي آهن جن متعين مقصد جي حصول لاءِ يقين جي طاقت کي عمل سان جوڙي پنهنجي خواهشات جي تڪميل لاءِ جدوجهد ڪئي.

جوش ۽ خروش ڪنهن جي ذاتي ملڪيت يا اهڙي برانڊ ناهي جيڪا ڪنهن شخص جي نالي رجسٽر هجي هر انسان لاءِ ممڪن الحصول شي آهي. هر اهو شخص جيڪو پنهنجي اندر پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي روزمره جي زندگي ۾ پين لاءِ مدد ۾ استعمال ڪري سگهي هي انهي جو انمول اثاثه

ثابت ٿيندو آهي. ياد رهڻ گهرجي تہ جوش ۽ خروش پنهنجي طور تي هڪ زبردست طاقت آهي ڇو تہ هي ذهني جسماني توانائين جو امتزاج آهي "جوش ۽ خروش محض يقين جو عملي اظهار جو نالو آهي"

هي يقين ئي آهي جيڪو توهانجي مجڻ واري صلاحيت آهي جيڪا سڀ کان وڏي ذهني طاقت آهي ۽ جنهن کي توهان پنهنجي خواهش جي تڪميل جي لاءِ راهِ عمل تي آڻي ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ٿا. اڄ ڪلهہ جا ڪامياب ماڻهو ۽ جيڪي سياڻي بہ ڪامياب چورائڻ جا حقدار هوندا اهي اهي ماڻهو هوندا جن پنهنجي ذهن جي طاقتن کي ڪنٽرول ڪري ان جي صحيح استعمال ۾ مهارت حاصل ڪئي هوندي.

## تحت الشعور جي طاقت

انسان جي دماغ جو اهو حصو جنهن جي ڪم ڪرڻ جي اسان کي خبر نہ هوندي آهي جو عموماً اسانجي چوڻ جي بغير پنهنجو ڪم ڪندو آهي. انهي کي تحت الشعور چيو وڃي ٿو. هي حصو بہ انساني ذهن جي طاقت جو وڏو سرچشمو آهي. هن حصي جي طاقت جي خصوصيت هي آهي تہ هن سان پنهنجي مقصد جي حصول لاءِ ڪوشش ۾ اسان جاڳڻ کان علاوه سمهڻ دوران بہ ڪم وٺندا آهيون.

اگرچہ انسان اڃان تائين ذهن جي هن حصي يعني تحت الشعور جي قوتن کي استعمال کان پوري طرح واقف تہ نٿو ٿي سگهي ليڪن پوءِ بہ هو جنهن قدر بہ انهن کي پنهنجي نشاني جي حصول لاءِ استعمال ڪرڻ جي قابل ٿيو ان جا نتيجا ڏاڍا مفيد آهن. اسان سڄي زندگي ماڻهن جي ڪاميابي حاصل جي طريقن تي تحقيق ڪئي آهي ۽ هر شعبہ زندگي جي ليڊرن جي ڪاميابي جي پس منظر کان واقف ٿيڻ لاءِ مختلف شخصيتن جو هڪ نموني طور تي زير مشاهدي جي طور تي رکيل ڪيس جو مطالعو ڪيو آهي. اسان کي پنهنجي مطالعي دوران جنهن هڪ ڳالهہ متاثر ڪيو اهو انهن ڪامياب ترين ماڻهن کي پنهنجي تحت الشعور جي طاقت جو استعمال ۾ آڻڻ هئو. خصوصي طور تي جڏهن اهي ڪنهن مشڪل ۾ يا ڪنهن دٻاءُ جو شڪار ٿيا يا انهن کي ڪنهن وڏي فيصلي ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي.

مثال طور تي Wood row Wilson وڊرو ولسن پنهنجي هڪ عادت ٺاهي
ڇڏي هئي تہ رات جو سمهڻ کان پهريان هو پنهنجي اڳئين ڏينهن جي ڪمن
جي فهرست لکي ڇڏيندو هئو ۽ انهي کي ڪيترا دفعا وڏي آواز ۾ پڙهندو هئو ۽
سمهڻ کان پهريان انهن ڪمن جي پوري ٿيڻ جي دعا گهرندو هئو.
هڪ دفعو ڊاڪٽر هل کان انٽرويو دوران پنهنجي هن عادت تي روشني
وجهندي ٻڌايو تہ ”تحت الشعور کان مدد وٺڻ کانپوءِ منهنجي پنهنجي ذهني
حالت تي منحصر آهي تہ آءٌ ان مان ڪهڙا نتيجا ڪڍي سگهان ٿو. ۽ جڏهن بہ
هنگامي صورتحال ۾ ذهن جي شديد دٻاءَ جي عالم ۾ آءٌ جڏهن پنهنجي تحت
الشعور جي طرف رجوع ڪندو آهيان يعني پنهنجي ذهن جي شديد جذباتي
حالت ۾ تہ مونکي فوراً مدد ميسر ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن مان ڪنهن شڪ
جو شڪار آهيان تہ مونکي جواب نفي ۾ ملندو آهي، پر جيڪڏهن مونکي پڪ
هوندي آهي تہ مونکي پنهنجي مشڪل جو حل ضرور ملندو تہ نتيجہ هميشہ
مثبت ۾ هوندا آهن.

ولسن ان ڳالهہ جو قائل هوندو هو تہ اسانجو ذهن جو اهو حصو جنهن کي
اسان تحت الشعور چئون ٿا خالق حقيقي جي لافاني سوچ تائين پهچڻ جو هڪ
ذريعو آهي ان جي صحيح استعمال جي لاءِ اسان کي پنهنجي ذهني فڪر کي
يقين ڪامل ۾ جنهن کي اسان ايمان چئون ٿا جي تابع ڪرڻو پوندو.

جڏهن توهان پنهنجي سوچ کي خالق جي سوچ سان هم آهنگ ڪري وٺندا
آهيو تہ توهان کي انهي مان اها رهنمائي، طاقت ۽ الهامي سوچ ملندي آهي جيڪا
ڪنهن ٻئي ذريعي سان ملڻ ناممڪن آهي. اهڙي طرح سان توهان جو تحت
الشعور توهان جي لاءِ مادي ۽ روحاني تحفظ حاصل ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو
آهي. پوءِ ان لاءِ ضروري آهي تہ توهان پاڻ هن کي پنهنجي لاءِ ڪارآمد بڻايو ان
جو هڪ طريقو اهو آهي تہ توهان روزانہ ٿورو وقت الڳ اڪيلائي ۾ ويهي پنهنجي
توجهہ پنهنجي سوچ تي مرڪوز ڪريو جنهن کي اسان مراقبو چئون ٿا يعني
ڪجهہ دير لاءِ پنهنجي ذهن ۾ پاڪيزه خيالات جمع ڪريو.

توهان محسوس ڪندا تہ جيڪو وقت توهان مراقبي ۾ گذاريو اهو توهان
لاءِ وڏيڪ سڪون بخش هئو. ۽ هر دفعي سان جڏهن مراقبہ کان فارغ ٿيو تہ

توهان پنهنجي پاڻ کي ذهني طور تي تر و تازه محسوس ڪندو . ان کان علاوه توهان کي پنهنجي ذهن ۾ پنهنجي بهتري ۽ ترقي جي حوالي سان بيمشار نوان نوان خيالات جنم وٺندا.

اسان پنهنجي پنجن حواسن سان پاڻ کي درپيش خطرن کي محسوس ڪري انهن کان بچڻ جي قابل ٿي ويندا آهيون ليڪن انهن خطرن کان وڌيڪ خطرا هوندا آهن جيڪي اسان انهن حواسن ذريعي محسوس نه ڪندا آهيون. هي وڏا خطرا اسانجي پنهنجي تجويزن جي ذريعي اسانجي تحت الشعور ۾ پهچي ويندا آهن. هي اسانجي روزمره جي معمولات جا تجربا جن کي اسان اڪثر سمجهندا آهيون هڪ لڪل لباس ۾ ويڙهيل هوندا آهن. مثال طور بيماري، خوف، پريشاني، ناڪامي، شڪست وغيره.

مثبت انداز فڪر سان اسان هر خرابيءَ کان ڇوٽڪارو نٿا وٺي سگهون پوءِ به انهن مان اڪثر خرابين جو علاج ڪري سگهون ٿا، ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان اهو سمجهي سگهون ته هي ڪيئن ڪم ڪندو آهي ۽ انهي جي ذريعي انهن حالتن کان بچي سگهون جن ۾ اسان کي خواهش ئي ناهي. انساني علم خود تجويزي جي باري ۾ اڃان تائين شروعاتي مرحلي ۾ آهي. خود تجويزي هڪ خاموش ڪارڪن آهي جيڪو ڪاميابي ۽ ناڪامي، صحت ۽ بيماري، ذهني سڪون ۽ پريشاني جي لاءِ ڪم ۾ آڻي سگهجي ٿو.

تحت الشعور جي هڪ خاصيت اها به آهي ته انهي تائين پهچندڙ هر شي جو عڪس ان تي تمام چٽا نقش ڇڏيندو آهي ۽ ائين لڳندو آهي جيئن حقيقي طور تي ان جي هي اصلي شي آهي. هي نقش مثبت به ٿي سگهي ٿو ۽ منفي به ٿي سگهي ٿو تعميري به ٿي سگهي ٿو ۽ تخريبي به، قابل اعتبار ۽ ناقابل اعتبار به ٿي سگهي ٿو. ان لاءِ ضروري آهي ته هر ڪنهن کي پنهنجي ذهن ۾ صرف انهن ئي سوچن کي جڳهه ڏيڻ گهرجي جيڪي شعوري طور تي پنهنجي لاءِ مفيد سمجهندا ۽ اهڙين سوچن کان بچڻ گهرجي جيڪي نقصانده هجن.

تخيل انسان کي مارائي به سگهي ٿو ۽ ان کي ڪاميابين جي انتها تائين به پهچائي سگهي ٿو شرط اهو آهي ته صرف هن کي پنهنجي شعوري طور تي طئي ٿيل خواهشات جي پورائي جي عمل جي راهه تلاش ڪرڻ ۾ مصروف

رڪي. مثلاً بدن جي ڪنهن پاسي ۾ سور ۾ مبتلا مريض صرف ان لاءِ بيماريءَ
کان نجات نہ وٺي سگهندو. آهي ڇو تہ هو سمجهندو آهي تہ هن جي بيماري
لاعلاج آهي لهٰذا هن کي ڪڏهن بہ شفا نصيب نہ ٿي سگهندي ڇو تہ تحت
الشعور ۾ هر اها شي ڏاڍي گهري طريقي سان پنهنجيون جڙون پڪڙي ڇڏيندي
آهي جيڪڏهن ان ۾ داخل ڪري ڇڏجي لهذا انهي تي بري سوچ تباہ ڪن ۾
سٺي سوچ معجزانہ اثرات ثابت ڪندي آهي.

انهي لاءِ تحت الشعور کان مثبت فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ مثبت طرز
فڪر اپنائڻ جي اشد ضرورت هوندي آهي.

## ذهن جي لڪل صلاحيتن کي ڪنترول ڪرڻ جا طريقا

مسلسل مصروف عمل رهڻ جي ويجهو ترين مثال اسانجو ذهن آهي.
جيڪو انهي وقت بہ ڪم ڪندو رهندو آهي جڏهن اسان ستل هوندا آهيون ۽
ان وقت بہ جڏهن جاڳي رهيا هوندا آهيون.

جيڪڏهن اسان سمهڻ مهل ذهن ۾ ڪوبہ خوف يا پريشاني وٺي سمهندا
آهيون تہ اسانجو تحت الشعور ان کي اسانجي خواهش مطابق قبول ڪري
وٺندو آهي ۽ انهي کي ڪنهن مادي ڏک ۾ ڏکڻ شروع ڪري ڏيندو آهي.

ٻئي طرف اهوئي تحت الشعور اسانجي انهن خواهشات جي تڪميل جي
رستن کان بہ آگاہ ڪرڻ جو ڪم ڪندو آهي جن کي اسان حاصل ڪرڻ جي
يقين سان انهي جي حوالي ڪندا آهيون.

ڪجھہ حقائق اهڙا بہ آهن جن جي سڃاڻپ پنهنجي ذهن جي ان طاقتن
کي سمجهڻ جي لاءِ قابل استعمال بنائڻ جي لاءِ ضروري آهن ان کي ڌيان ۾
رکڻ ضروري آهي.

1. ذهن کي ڪنترول ڪري سگهجي ٿو، ان کي ڪوبہ رخ ڏئي سگهجي
ٿو ۽ پنهنجي مرضي جي مطابق جيڏانهن چاهيون لڳائي سگهجي ٿو، دراصل
اهو ڪجھہ نہ ڪرڻ جا لازمي طور برا نتيجا يا سزا ڪاٽڻي پوندي آهي.

2. انساني ذهن نہ چاهڻ ۽ ناخوشگوار واري صورتحال جو شڪار بہ ٿي
سگهي ٿو ان کي انهي کان بچڻ لاءِ هر وقت پنهنجيون منتخب ڪيل
خواهشات جي تڪميل جي راہ عمل ڳولڻ ۾ مصروف رکڻ گهرجي.

3. انسان جا تمام تر تعميري ڪارناما هڪ منظم سوچ جنهن کي متعين مقصد جي حصول جيَ طرف پڪي يقين سان مثبت طرز فڪر سان گڏ سلهاڙي هلڻ جو احسان مند هئڻ گهرجي.

4. ذهن ۾ خودبخود پيدا ٿيڻ وارين سوچن ۾ اڪثر غلط سوچون به ٿي سگهن ٿيون انهي لاءِ تمام سوچن جو تجزيو ڪرڻ گهرجي انهن کي اکين ئي قبول نه ڪرڻ گهرجي جيئن هو ڏسجي رهيون هجن.

5. انساني ذهن جيڪو ڪجهه به سوچي ٿو ۽ يقين رکي ٿو اهو حاصل ڪري سگهي ٿو اهو قدرت جي ناهيل قانون ۽ انسان جا پنهنجا ناهيل حصول ڪاميابي جا اصول جو عملي مظاهري سان ممڪن آهي.

انهن پنجن ئي حقيقتن مان ڪابه اهڙي نه آهي جنهن کي سمجهائڻ يا پڙهائڻ جي باقاعدي ڪا تربيت جي ضرورت هجي. ان مان هر هڪ جي سچائي ۽ ضرورت جو ادراڪ هر اهو شخص ڪري سگهي ٿو جيڪو پنهنجي ذهن جي لڪل صلاحيتن کي استعمال ۾ آڻڻ چاهي ٿو.

توهان کي پنهنجي تحت الشعور جي بي انتها طاقت کي بروءِ ڪار آڻڻ جي طريقن سان روشناس ڪرائڻ جي لاءِ هيٺ ڪجهه تجويزون ڏئي رهيا آهيون.

1. ايندڙ 30 ڏينهن ۾ جيڪو ڪم توهان مڪمل ڪرڻ چاهيو ٿا انهي کي ڪنهن ڪاغذ تي صاف ۽ واضح لفظن ۾ لکو. ياد رکڻ گهرجي ته هي اهي ڪم هئڻ گهرجن جيڪي توهان کي لازمي ڪرڻا آهن يا توهان کي ايندڙ 30 ڏينهن ۾ ڪرڻا پوندا، مثلاً ڪنهن بهتر نوڪري يا عهدي جي حصول، پنهنجي ڪاروبار کي بهتر ڪرڻ، صحت کي بهتر ڪرڻ يا پنهنجي شخصيت کي وڌيڪ بهتر ڪرڻ وغيره وغيره.

2. ڪافي دفعا پنهنجي تحت الشعور سان ڳالهيون ڪريو ۽ خصوصي طور تي سمهڻ وقت ليٽڻ کان پهريان، جيڪو ڪجهه توهان لکيو آهي اهو هن کي پڙهي ٻڌايو ۽ پاڻ کي انهن شين جي قابل سمجهڻ جا سبب ٻڌايو پنهنجو ڪيس جوش ۽ خروش سان پيش ڪريو.

3. پنهنجو پاڻ کي پنهنجي خواهشن جي حصولِ جي قابل قبول هئڻ جا سبب لکو اهو لکڻ وقت تمام عاجزي کان ڪم وٺو پر اهڙي ڳالهه به نه لکڻ

گھرجي جنهن جي لکڻ جي صحيح.هجڻ جو توهان کي پورو يقين نہ هجي ۽ نہ ئي ڪو ڪوڙ لکو. هن فهرست ۾ اهو سڀ ڪجهہ شامل ڪريو جيڪو توهان پنهنجي خواهشات کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ پاڻ سان ڪري سگهو ٿا. اهو تمام اهم آهي. ڇو تہ تحت الشعور قدرت جي قانونن جي ڪڏهن بہ نفي نہ ڪندو آهي لهذا ڪجهہ وڃائي بغير ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي خواهش هميشہ ناڪام هوندي آهي. اگر توهان ڪجهہ شراڪتي ڪاروبار کي ڪامياب ۽ وڌائڻ گهرڻ چاهيو ٿا تہ هميشہ پنهنجي ذمي ڪنيل ڪم يا سرمايو پوري ايمانداري سان ان ۾ وجهو. ڇو تہ توهان جي باقي پين حصيدارن ڪان علاوه هڪ ٻيو حصيدار بہ هوندو آهي جيڪو توهان کي نظر نٿو اچي. هي تمام ڪمن ۽ نيتن جو احوال لکندو رهي ٿو جيڪڏهن ڪجهہ توهان ان ڪاروبار جي سلسلي ۾ ڪندا رهندا آهيو. هو ان جو بہ رڪارڊ رکندو آهي جيڪو توهان لاءِ اڳتي هلي ڪري رحمت يا زحمت جو سبب ٿي سگهي ٿو. هو توهانجي ڪاتي ۾ توهانجي نالي يا توهانجي طرف جمع شده سڀ ڪجهہ بہ لکندو رهندو آهي ۽ ان ۾ ڪابہ غلطي نہ ڪندو آهي. ايمرسن هن خاموش حصيدار کي قانوني تلافي قانوني طور نقصان جو پورائو ڪندڙ (Law of compensation) جو نالو ڏنو آهي.

4. انهن پنهي فهرستن ۾ هڪ جيڪو توهان 30 ڏينهن يا (جيڪو وقت توهان تعين ڪيو هجي) ۾ حاصل ڪرڻو آهي ٻي فهرست انهن شين جي جن جي بنياد تي توهان پاڻ کي انهن جو حقدار سمجهو ٿا ۽ گڏوگڏ توهان ان لاءِ جيڪو ڪجهہ ڪري سگهو ٿا انهي کي پنهنجي حافظي ۾ محفوظ ڪري ڇڏيو. انهي کي روزانہ دهرايو ۽ هر دفعہ سان آخر ۾ حاصل ٿيل خدا تعاليٰ جي نعمتن جو شڪريو ادا ڪريو.

5. جيڪڏهن توهان شادي شده آهيو تہ پنهنجي گهر واري سان اعليٰ دماغي اتحاد ناهيو يعني انهي کي بہ پنهنجي مشق ۾ شامل ڪريو ۽ جيڪڏهن غير شادي شده آهيو تہ پوءِ پنهنجي قريبي دوست يا ڪاروباري حصيدار کي هن اعليٰ دماغي اتحاد ۾ شامل ڪريو ۽ انهن هدايتن تي عمل ڪريو جيڪي مٿي بيان ڪيون ويون آهن. ڪڏهن بہ ڪنهن ناواقف يا غير واسطيدار شخص سان پنهنجي منصوبي جو ذڪر نہ ڪريو ڇو تہ تحت الشعور جي طاقت ڪان ناواقف هجڻ جي ڪري توهان جو مذاق اڏاريندو.

6. توهان جو تحت الشعور اهڙين خواهشات ۽ درخواستن جو جيڪي شديد جذبي سان انهن کي پهچائڻ ٿيون ان کي قبول ڪري ٿو. بنسبت ان کي ٿڌي ۽ پرسڪون جذبات سان پهچايون ويون هجن. لهذا پنهنجو ڪم احسن طريقي سان بالآخر ڪامياب ٿيڻ جي پڪي يقين سان ڪريو. اهو ڪم اهڙي طريقي سان ڪريو جيئن توهان هڪ اهڙي بااختيار شخص سان محوئي گفتگو هجو جيڪو ان کي قبول ڪرڻ يا مسترد ڪرڻ جو آخري اختيار رکندو هجي ۽ توهان کي هن کي پنهنجي حق ۾ فيصلو ڪرڻ تي آماده ڪرڻو آهي.

## ڪليل ذهن جي طاقت

هڪ ڪليل ذهن دراصل هڪ آزاد ذهن هوندو آهي.

هڪ شخص جيڪو پنهنجي ذهن کي نوان خيالن تصوراتن ۽ تجربن لاءِ بند ڪري ڇڏيندو آهي اهو پنهنجي شخصيت جو غلام بنجي رهجي ويندو آهي. گهٽ برداشت جيڪا بند ذهن جي پيداوار هوندي آهي. هڪ ٻه منهين تلوار جي برابر هوندي آهي جيڪا هڪ طرف کان نوان موقعا ختم ڪندي آهي ۽ ٻئي طرف کان تعلقات ناهڻ ۾ رڪاوٽ وجهندي آهي.

جڏهن توهان پنهنجو ذهن کوليندا آهيو تہ پنهنجي تخيل کي پنهنجي لاءِ ڪجهہ ڪرڻ جي آزادي ڏيندا آهيو. توهان دانائي جي نعمت کي استعمال ۾ آڻيندا آهيو.

اڄ کان ڪافي سال پهريان ماڻهو ولبرٽ رائٽ برادران جي تجربي سان جيڪو انهن ماڻهن کي فضا ۾ اڏاريو هو ۽ اها پهرين پرواز آهي تڏهن بہ ماڻهن هنن ٻائرن جو مذاق اڏائڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي هئي. انهي ڳالهہ کي گهڻو عرصو ئي ڪونہ گذريو هئو تہ لينڊ برگ هوائي جهاز تي سڄو بحري اوقيانوس جو ساموندي فاصلو طئي ڪيو ۽ هن کي پنهنجي لاءِ حمايتي ڳولڻ ۾ ڏاڍي مشڪل پيش آئي هئي.

اڄ انسان جي ذهني ولوڙ لڳاتار ڪوشش هن کي چنڊ تي پهچائي ڇڏيو ۽ پنج سال جي وڏي مسافري ڪري خلائي جهاز مريخ جون تصويرون زمين تي موڪلي رهيو آهي. اڄ اسان خلائي اسٽيشن ناهڻ واري منصوبي تي عمل پيرا آهيون جيڪو هڪ تفريحي مقام طور تي هوٽل ۽ تفريح گاهن جو ميلاپ هوندو.

ناسا NASA جي اڳيون ٽارگيٽ سيارن جي وچ ۾ سفري سهولتون پهچائڻ آهي.
اڄ اهي چنڊ تي پهچڻ جي ڪوشش تي ڪلڻ وارا ڪيڏا نهن ويا.

هڪ بند ذهن هڪ رڪيل شخصيت جي سڃاڻپ آهي. هي ترقي ڪي پنهنجي پاڻ وٽان گذرڻ ڏيندو آهي مگر ان جي برڪتن مان پاڻ ڪي فيضياب نہ ڪندو آهي. جيستائين پنهنجو ذهن ڪليل نہ رڪندا توهان انساني ترقي جي پهرين قانون جي "انسان جيڪو ڪجھ سوچي سگهي ٿو، اهو حاصل ڪري سگهي ٿو" ڪان فائدو نہ وٺي سگهندا آهيو. ڪليل ذهن جو مالڪ شخص ڪاروبار، صنعت ۽ پنهنجي پيشي ۾ ڪمال حاصل ڪندو آهي جڏهن تہ بند ذهن رکڻ وارو شخص هميشہ ناممڪن، ناممڪن جي رٽ لايو ويٺو هوندو آهي.

توهان بہ ڪجھ پنهنجو جائزو وٺو تہ آيا توهان ۾ "مان ڪري سگهان ٿو" هي ٿي ويندو" چوڻ وارن ۾ شامل آهيو يا "ڪير بہ نہ ڪري سگهندو" چوڻ وارن جي جماعت ۾ شامل آهيو. اهو بہ ڏسو تہ جنهن ڪم لاءِ اهو چئو ٿا تہ نہ ٿي سگهندو يا ناممڪن آهي ڪو پيو ماڻهو وڏي مهارت سان اهو ڪم ڪري رهيو آهي؟ هڪ ڪليل ذهن جو تقاضو آهي تہ توهانجي پنهنجي مٿان ۽ پنهنجي ساٿين مٿان ۽ ان خالق ۽ مالڪ جي ذات تي پورو يقين رکو ٿا جنهن پنهنجي بندن ۽ هن ڪائنات جي هلڻ ۽ ڪامياب ٿيڻ جي طريقن ڪي ناهيو آهي.

الزامن جو زمانو گذري ويو ۽ هاڻي تہ بلڪل ئي هن ڪي گذري وڃڻ گهرجي. باقي الزامن جا پاڇا ڏاڍا گهرا آهن هاڻي توهان اونداه ڪان نڪري روشني جي اجالن ۾ اچي سگهو ٿا جيڪڏهن پنهنجي شخصيت جو بغور مطالعو ڪندا تہ توهان جيڪو بہ فيصلو ڪندا آهيو اهو وقت تي، حقيقتن تي بدل ۽ عقل ڪي سامهون رکي ڪندا آهيو يا جذبات، من گهڙت الزامن ڪي سامهون رکي ڪندا آهيو.

ڇا توهان ٻئي شخص جا دلائل غور سان ٻڌندا آهيو ۽ انهن تي عقل سان غور ڪندا آهيو. ڇا توهان حقيقتون تلاش ڪرڻ وارا آهيو يا ٻڌل ڳالهين ۽ افواهن تي اعتبار ڪندا آهيو؟

جيڪڏهن انسان ڪي نون نون خيالن ۽ تجربن جو سامهون نہ ڪرڻو پوي ۽ اهڙا موقعا نہ ملن تہ انسان جي سوچ ڪيتري زنگجي وڃي.

ڪميونسٽ جڏهن برين واشنگ جو عمل ڪندا آهن تہ اهي ڪنهن جي همت ٽوڙڻ لاءِ ۽ انهي کي عزم کان عاري ڪرڻ لاءِ تيز ترين طريقا اختيار ڪندا آهن. پهريان هن کي پين ماڻهن کان الڳ ڪري ويهاريندا آهن هن جي ملاقات هنن جي مرضي جي مطابق پين ماڻهن تائين محدود هوندي آهي جڏهن تہ ان شخص جي مرضي وارن ماڻهن، رسالن، ڪتابن، اخبارن، ريڊيو جي ۽ ٽيليويزن جي نشريات ۽ عقل ۽ دانش جي مڪتب فڪر تائين نہ هوندي آهي.

انهن حالتن ۾ عقل ۽ دانشمنديءَ جو وڌڻ ۽ ترقي ڪرڻ رڪجي ويندي آهي ان کي هاڻي صرف ئي صرف مضبوط ارادو ۽ خالص ايمان ئي بچائي سگهي ٿو. ڇا اهو ممڪن آهي توهان پنهنجي ذهن کي سماجي ۽ ثقافتي ارتقاء جي ڪيمپ ۾ قيد ڪري سگهو؟ ڇا توهان پنهنجو پاڻ ئي برين واشنگ ڪرڻ تہ شروع نہ ڪري ڏني آهي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ هي وقت آهي تہ توهان پنهنجي عقل ۽ دانش کي تعصب کان پاڪ ڪريو جنهن کي تعصب قيد ڪري رکيو آهي. پنهنجو ذهن کوليو ۽ انهي کي آزاد ڪريو. توهان پاڻ خود پنهنجي لاءِ محددود ذهن جي طاقتون ڳولڻ جي قابل انسان آهيو.

## توهانجي سوچن جي طاقت

ٿامس پين (Thamas Paine) آمريڪي انقلاب جي زماني ۾ هڪ وڏو مفڪر ٿي گذريو آهي آمريڪي انقلاب جي شروعات ۽ انهي جي خوشگوار خاتمي ۾ ان جون ڪوششون سيني کان وڌيڪ هيون. هن جي تدبر جي بدولت امريڪي پروانو آزادي جون نهيون ۽ تمام گهٽن ماڻهن انهن تي صحيح ڪيون.

هو پنهنجي عقل ۽ دانش جي عظيم خزاني جي ذخيري جي باري ۾ اظهار خيال ڪندي چئي ٿو "اهو شخص جيڪو ذهن جي ارتقا جو مطالعو پنهنجي ذهن کي سامهون رکي ڪري ڪندو آهي اهو انهي نتيجي تي پهچندو آهي تہ انسان جي ذهن ۾ واضح طور تي صرف ٻن قسمن جون سوچون وجود رکن ٿيون.

هڪڙيون اهي، جيڪي ٻاهر جي دنيا کان پنهنجي تجربن تي غور ۽ فڪر سان ڪندا آهيون ۽ ٻيون اهي، جيڪي ذهن جي اندر کان جنم وٺنديون ۽ اتي رهنديون آهن. آءُ پاڻ سان ملڻ وارن ماڻهن سان ڏاڍي تهذيب ۽ شائستگي سان ملندو آهيان. انهي ڳالهہ جو پاڻ کان پنهنجي صلاحيتن مطابق جائزو وٺندو

آهيان ته هو ڪهڙي سلوڪ جا مستحق آهن ۽ مونکي اهو چوڻ ۾ ڪوبه عار نه آهي ته مون جيڪو علم حاصل ڪيو يا دانائي حاصل ڪئي انهن ٿي ماڻهن کان حاصل ڪئي آهي. اهو علم جيڪو جيڪو انسان اسڪولن ۾ حاصل ڪندا آهن دراصل اهو بعد جي زندگي ۾ علم حاصل ڪرڻ جي قابل بنائڻ لاءِ علم هوندو آهي. هر علم حاصل ڪرڻ وارو آخري تجزيه ۾ پنهنجو استاد پاڻ هوندو آهي. جنهن جو سبب اهو آهي ته آس پاس جا تمام حالات يا خصوصيات حافظي ۾ جڳهه نه ٿاهي سگهندا آهن انهن جي اصل جڳهه سمجهه يا شعور آهي هي هڪ ڳجهه تي بيٺل شي نه آهي بلڪه بدلجندو رهڻ به هن جي هڪ وصف آهي. يعني هڪ مسئلي کي جڏهن توهان سمجهڻ شروع ڪندا آهيو ته اهو جيڪو تصور ٺاهيندو آهي جڏهن ان کي مڪمل سمجهندا آهيو ته ان جي باري ۾ تصور تبديل ٿي چڪو هوندو آهي.

ان ٻاهر کان اندر اچڻ واري سوچ يا خيال کي اسانجي ذهن ۾ پهچڻ ايٿر (Ether) کان سواءِ ممڪن نه هوندو آهي ايٿر ڪائنات جي لامحدود خلا کي پُر ڪندو آهي هي هر قسم جي ڏڪندڙ لڏندڙ لهرون.مثال طور آواز، روشني ۽ حرارت جو لڏندڙ لهرن کي هڪ جڳهه کان ٻئي جڳهه تي منتقل ڪرڻ جو ذريعو آهي ته پوءِ هي اسان جي ذهن مان نڪرندڙ سوچن جي لهرن جي منتقل هئڻ جو ذريعو ڇو ڪونه هوندو؟

هر ذهن يا دماغ ايٿر جي ذريعي ٻين ذهنن يا دماغن سان جوڙيل هوندو آهي. ڪنهن به ذهن مان نڪرندڙ ڪابه سوچ ڪهڙي به قسم جي هجي ٻيا اهڙا ذهن قبول ڪري سگهن ٿا جن جي سوچن جي لهرن جي رفتار موڪليندڙ ذهن جي سوچن جي لهرن جي رفتار برابر هجي. انگريزي ۾ هن کي رپورٽ Rappot چوندا آهن. يعني (لهرن جي لرزش جي يڪسانيت جي شرح) مصنفين انهي ڳالهه کي ايترو صحيح سمجهن ٿا جيترو پاڻي جو فارمولا H2o يعني به ايٽم هائيڊروجن هڪ آڪسيجن. نه صرف ايترو ته ايٿر ذهنن وچ ۾ سوچن جي تبادلي جو ذريعو آهي جيڪو هن جو هڪ فعل آهي بلڪه هن تي اتفاق ڪن ٿا ته ڪنهن به ذهن مان نڪرندڙ سوچ ايٿر پنهنجي اندر جذب ڪري ڇڏي ٿو ۽ ان کي انهي رفتار سان لرزش ۾ رکندو آهي جنهن لرزش سان اها سوچ ان ذهن مان نڪتي هئي. اهڙي طرح اسان وٽ سوچن جي پهچڻ جا طريقا ٿي ويندا آهن

هڪ ايٿر وارو پيو ذهن سان ذهن جو براه راست پهچڻ جيڪڏهن هي نظريو حقيقت آهي ته پوءِ ڪائنات جي لامحدود خلا ۾ سوچن جي هڪ وڏي لائبريري موجود آهي جتي بني نوع انسان جون تمام سوچون موجود هونديون. انسان جي اڄ تائين جي شاندار ايجاد ۾ هڪ ريڊيو جو اصول به آهي جيڪو ايٿر کي قدرت جي قانون تحت استعمال ۾ آڻڻ جو هڪ مثال آهي.

تصور ڪريو ته ايٿر عام آواز جي لهرن کي ڪٺي ٿو ۽ انهن کي ٽرانسفارم (يعني انهن جي لهرن جي لرزش کي وڌائي ٿو) ڪريو يعني انهن جي اصليت کي تبديل ڪري يعني انهن آواز جي لهرن کي ريڊيو ئي لهرون تياري ڪري ٿو ۽ پوءِ انهن کي انهن جي وصول ڪرڻ واري جڳهه ان جي وصول ڪرڻ جي مطابق Receiving station تائين پهچائي ٿو. ۽ پوءِ اتان انهن لهرن کي وري پڌندڙ آواز جي لهرن ۾ ٽرانسفارم ۾ تبديل ڪري ٿو ۽ اهو سڄو عمل هڪ سيڪنڊ کان به گهٽ عرصي ۾ تڪميل تائين پهچي ٿو. جڏهن اهو سڀ ڪجهه نه صرف ممڪن آهي بلڪه حقيقت ۾ اسانجي تجزيي ۾ اچي ٿو جنهن جو خلاصو هي آهي ته آواز جي هڪ توانائي آهي جڏهن انهن لهرن کي توانائي جي ٻي شڪل يعني بجلي مقناطيسي لهرن يا ريڊيو لهرن ۾ تبديل ڪري وري انهن کي آواز جي لهرن ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو.

ته پوءِ انسان جي ذهن سوچ جيڪا هڪ توانائي آهي هن کي هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه ڇو ڪونه ٿو پهچائي سگهجي. جيئن آواز جون لهرون ايٿر جي اندر لرزش ۾ رهي سگهن ٿيون ائين ئي سوچ جون لهرون ڪائنات جي خلا ۾ لرزش ڪندي رهڻ ڇو ڪونه ممڪن آهي. ڇا اها ڪا حيران ڪندڙ ڳالهه آهي.

اڳتي اسان اهو ڏسنداسين ته پنهنجي ذهن جي سوچ کي ڪائنات جي وسعتن ۾ ڦهلائي ۽ انهن وسعتن ۾ موجود سوچن کي وصول ڪرڻ جي صلاحيت ۾ ڪيئن واڌارو ڪري سگهجي ٿو.

آءٌ اميد ڪريان ٿو ته هي ڳالهيون سمجهڻ لاءِ اوهانجو ذهن موثر ۽ فعال رهندو ته جيئن هي ڳالهيون آرام سان سمجهي سگهجن نه صرف ايترو بلڪه ان جو عملي مظاهرو ڪري پاڻ کي ذهني طور وڌيڪ سگهارو ۽ قابل انسان بنائي سگهجي ٿو.

# باب نائون

## ماسٽر مائنڊ

ڪتاب جو ليکڪ هن باب ۾ چوي ٿو تہ توهان هن وقت ٽن منٽن لاءِ مراقبي ۾ هليا وڃو ۽ پنهنجي توجهہ ان تي مرڪوز ڪريو تہ توهان هن وقت تائين پنهنجي ذهن جي طاقت جي باري ۾ ڇا ڪجهہ سکيو آهي. ۽ ان کي بعد ۾ استعمال ۾ آڻڻ واري حوالي سان هڪ ڪاغذ تي لکي رکي ڇڏيو ۽ جڏهن هن باب جو مطالعو ڪري چڪا هجو تہ پوءِ ان تي نظر وجهو. هي ٽي منٽ مراقبہ وارا اهڙا ثابت ٿيندا جيڪي ترغيب جي قوت جمع ڪرڻ لاءِ مطالعو ڪيل وقت ۾ جيڪو ٽائيم گذرندو انهن ۾ سڀني کان وڌيڪ قابل قدر منٽ هوندا.

اهو تمام ضروري آهي تہ توهان پوئين باب کي سٺي نموني پڙهي آيا آهيو ۽ سمجهيو آهي تہ جيئن اعليٰ دماغ ۽ دماغ جي ڪيميائي جوڙ جڪ کي گهرائي سان سمجهي سگهو، مراقبہ ۾ گذريل ٽي منٽ توهانجي ذهن کي تر و تازه ۽ چاڪ چوبند ڪري ڇڏيندا ۽ توهان توهانجي تحت الشعور کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيندا تاڪہ توهان بهتر طور تي سمجهڻ جي قابل ٿي سگهندا.

### ذهن: محبت ۽ نفرت ظاهر ڪندا آهن

هڪ اڻ پڙهيل شخص کان وٺي ڪري عالم ۽ فاضل سائنسدان تائين هن حقيقت کان بخوبي آگاهہ آهن تہ ڪجهہ ذهن جيئن ئي هڪ ٻئي جي ويجهو ايندا آهن تہ وڙهي پوندا آهن. هڪ ٻئي جي ڪشش ۽ هڪ ٻئي جي پري ڌڪار جي انتهائي جي وچ ۾ بہ ڪيترن ئي طريقن جو هڪ ٻئي سان سلوڪ ڏسڻ ۾ ايندو آهي جيڪو ذهن جي ملڻ جو نتيجو هوندو آهي.

ڪجهہ ذهن قدرتي طور تي هڪ ٻئي جي ايترو ويجهو هوندا آهن هنن جي پهرين ملاقات ۾ "پهرين نظر ۾ گرفتار محبت" ٿي ويندا آهن. ڪير هوندو جيڪو اهڙي تجربي کان واقف نہ هوندو؟ ٻئي ڪيس ۾ وري ذهن هڪ ٻئي کان ايترو مخالف هوندا آهن جيئن ئي ويجهو ايندا آهن تہ جهيڙو ٿي پوندو آهي. هي نتيجا بغير ڪنهن لفظ ڳالهائڻ جي نڪرندا آهن. ۽ محبت ۽ نفرت ۾ بظاهر

ڪوبہ سبب نظر نہ ايندو آهي جنهن جي ڪري هي پاڻ ۾ رلي ملي ويندا آهن يا وڙهي پوندا آهن.

اهو گمان آهي تہ انساني ذهن بہ ايٿر جي طرح آهي جيڪڏهن بلڪل نہ تہ بہ مادي يا توانائي جو مرڪب، يا ثميل آهي. جڏهن بہ ذهن هڪ ٻئي جي ايترو ويجهو ايندا آهن تہ جيئن انهن جو تعلق ٿي سگهي تہ پوءِ ان مادي توانائي جي اڪائي چئي سگهجي ٿو تہ ايٿر جي اليڪٽران ٿي آهي. هڪ ڪيميائي عمل ۾ شريڪ ٿي ويندا آهن ۽ لرزش (Vibration) پيدا ڪندا آهن، جيڪي انهن تي سٺو يا برو اثر مرتب ڪندا آهن.

ٻن ذهنن جي ميلاپ جو مشاهدو ڪرڻ وارو شخص ڪڏهن ڪڏهن محسوس بہ ڪري وٺندو آهي. هر اثر جو ڪونہ ڪو سبب ضرور هوندو آهي. تہ پوءِ ٻن ذهنن جي طرزِ فڪر جي تبديلي جو ڇا سبب ٿي سگهي ٿو، جيڪي هڪ ٻئي جي ويجهو ايندي ئي نئي طرز فڪر جو اظهار ڪندا آهن. هي انهي ڪان علاوهِ ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو تہ انهن جي اليڪٽران (برقي رو) جي ميلاپ جي ڪري ان جي ترتيب ۾ تبديلي اچي ويندي آهي ۽ هڪ نئين ترتيب جنم وٺندي آهي جنهن جو اثر سٺو بہ ٿي سگهي ٿو ۽ برو بہ ٿي سگهي ٿو.

ان حقيقت کي تسليم ڪري ٻئي ذهن هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ ۽ ويجهو اچڻ ڪانپوءِ ذهن فڪر جي مختلف طرزِ فڪر ۾ تبديل ٿي وڃڻ جو باعث ٿئي ٿو، اسان کي ان فلسفي کي مضبوط بنياد فراهم ڪرڻ جي منزل طرف هڪ ڏگهو سفر طئي ڪيو آهي.

اگر انهي جي خواهش ڪري سگهجي ٿي ليڪن اهو لازمي نہ آهي تہ اسان ذهن جو ذهن جي مٿان اثر کي ضرور معلوم ڪيون. اهو ضرور آهي تہ هر حال ۾ اثر ٿئي ٿو اها هڪ مڃيل حقيقت آهي جيڪا اسان کي اعليٰ دماغ يعني ماسٽر مائينڊ Master mind ڇا آهي جي معنيٰ پڌائڻ ۾ ڪافي بنياد فراهم ڪري ٿي ۽ اسان انهي سان شروعات ڪري سگهون ٿا.

هڪ اعليٰ دماغ بہ يا ٻن کان وڌيڪ دماغن کي هڪ ٻئي سان ويجهو آڻي يا انهن کي هڪ ٻئي سان گهلائي ملائي هڪ جهڙو بنائڻ وارو دماغ آهي. هن هم آهنگ ميلاپ جي ڪيميا سان هڪ ٽيون دماغ وجود ۾ اچي ٿو اهو انهن سڀني

دماغن جيڪي انهن ڪيٰ ناهڻ ۾ شامل هئا لاءِ مناسب ۽ هر هڪ جي لاءِ قابل استعمال هوندو آهي. جيستائين هنن جي ناهڻ وارن دماغن ۾ دوستانه هم آهنگي موجود رهندي آهي هي اعليٰ دماغ به پنهنجو وجود برقرار رکندو آهي ۽ جيئن ئي اهو اتحاد ختم ٿيندو آهي ته اعليٰ دماغ به پنهنجي موت پاڻ مري ويندو آهي ۽ انهي جا ڪي به آثار باقي نه بچندا آهن.

هي درستي توهان کي ڪتابن ۾ نه ملندي

اعليٰ دماغ يا ماسٽر مائينڊ جي اصطلاح هڪ تجريد، هڪ خيال يا هڪ تصور آهي ۽ معلوم حقيقتن جي بيان ۾ انهي سان ملندڙ جلندڙ ڪا به حقيقت نه آهي سواءِ ڪجهه ماڻهن جي ذهن جي، جن پين ذهنن جي اثرات جو محفوظ مشاهدو ڪيو هجي.

مصنف انساني دماغ، ذهن جي مطالعي جي درسي ڪتابن ۽ تحقيقي مقالن ۽ رسالن جو خاصو مطالعو ڪرڻ کانپوءِ ڪٿي ڪو به اهڙو حوالو ناهي ڏٺو جيڪو هتي بيان ڪيل اعليٰ دماغ يا ماسٽر مائينڊ جي اصول سان مطابقت رکندو آهي.

هي اصطلاح سڀ کان پهريان نيپولن هل کي اينڊريو ڪارنيگي جي انٽرويو دوران توجهه جو مرڪز ٿيو.

مسٽر ڪارنيگي، لوهه جي صنعت مان امير ۽ ڪبير ٿيڻ جو تاج پائڻ پٺيان ماسٽر مائينڊ جو اصول جي استعمال جو هٿ رهيو. ان ٻڌايو ته هنن جي پٺيان 20 ماڻهن تي مشتمل ماسٽر مائينڊ ذهنن جو ساٿ آهي. انهن 20 ماڻهن پنهنجيون پنهنجيون مهارتون ۽ علم هڪ متئين مقصد جي حصول لاءِ ملي ڪري استعمال ڪيون ۽ اهو متئين مقصد هئو اسٽيل يعني لوهه جي تياري ۽ مارڪيٽنگ.

ان گروپ وٽ ان وقت تائين سڀني اسٽيل انڊسٽريز جي حوالي سان تمام معلومات هئي. مسٽر ڪارنيگي جي ذمه هن گروپ جو هڪ متئين مقصد جي حوالي سان هنن کي هم آهنگ انداز ۾ عمل تي لڳائي رکڻو هيو.

هر بالغ انسان ڄاڻندو آهي ته شادي کان پوءِ پهريان 2 يا 3 سال جو عرصو ننڍين ننڍين مسئلن جي عدم اتفاق وارو عرصو هوندو آهي. هي مطابقت پيدا ڪرڻ وارا سال هوندا آهن هي عرصو جيڪڏهن خير خوبي سان طئي ٿي وڃي

تہ پوءِ هڪ مستقل اتحاد جي شڪل اختيار ڪري وٺندو آهي. ڪوبہ تجربہ ڪار شادي شده شخص انهن حقيقتن کان انڪار نٿو ڪري سگهي: اسان هتي هڪ اثر ڏسون ٿا جنهن جو سبب ڳولڻ ضروري ناهي. جتي هن جا ٻيا سبب بہ آهن اتي وڏو سبب هي آهي تہ ان جي مطابقت جي سالن ۾ جيڪو هم آهنگي جو فقدان ڏٺو ويو ٿو اهو دماغن جي ڪيمسٽري جي رلي ملي هڪ ٿي وڃڻ ۽ هم آهنگ ٿي وڃڻ آهي اليڪٽران يا توانائي جا ايڪا جن ڪي اسان ذهن جو نالو بہ ڏيون ٿا شروع شروع ۾ نہ دوستانہ هونديون آهن ۽ نہ وري مخالفانہ ليڪن وقت گذرڻ سان گڏوگڏ هڪ ٻئي تي رهڻ جي ڪري ئي انهن ۾ آهستہ آهستہ هم آهنگي پيدا ٿيندي رهندي آهي. سواءِ انهن ذهنن جي ملڻ سان جيڪي ٻهريان کان ئي مخالفانہ رويو رکندا هجن انهن ۾ اهو عمل ابتو هوندو آهي ۽ اهي هر روز لڙائي جهڳڙي جي شڪل اختيار ڪري ويندا آهن.

هي جاتل سڃاتل حقيقت آهي جيڪي شادي شده جوڙا شادي کان پوءِ 10 کان 15 سال گڏ گذاري ويندا آهن اهي عملي طور تي هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم ٿي ويندا آهن خواه انهن ۾ اها ذهني حالت جنهن کي محبت چئبو آهي جهڙي ڪابہ نشاني موجود نہ هجي. ان کان علاوه نہ صرف انهن ٻنهي ۾ ذهني مطابقت پيدا ٿي ويندي آهي بلڪ انهن جي چهري جا تاثرات بہ هڪ جهڙا هوندا آهن هي ٻين طرز عملن ۾ بہ هڪ جهڙو ورتاءُ ڪندي نظر ايندا آهن.

ڪوئي بہ فطرتِ انساني جي مطالعي جي قابل تجزيو ڪار ڪنهن اهڙي هجوم ۾ وڃي جتي هو ڪنهن کي نہ سڃاڻندو هجي هو صرف مردن سان ملاقات ڪري اهو معلوم ڪري سگهي ٿو تہ فلاڻي عورت هن جي زال آهي. اڪين جا تاثرات، چهري جا خطوط ۽ آواز جو زيرو بم ڊگهي عرصي تائين رهندڙ زال مڙس ۾ حيرت انگيز طور تي هڪ جهڙا هوندا آهن.

## انساني ذهن تي ڪيميائي بناوت جو استعمال

ذهن انسان تي ڪيمائي بناوت جو اثر اهڙي طريقي سان واضح هوندو آهي تہ هڪ ماهر مقرر هڪ هزار جي هجوم کي خطاب ڪرڻ جي دوران ڪنهن هڪڙي شخص جي ذهن ۾ پنهنجي خلاف مخالفانہ خيالات پڙهي سگهي ٿو يا محسوس ڪري سگهي ٿو. هو اهو بہ ڄاڻي وٺندو آهي تہ هن جي ٻنهن مان

نڪتل لفظ جا حاضرين جي ذهنن تي ڪهڙو اثر مرتب ڪري رهيا آهن. هن حقيقت جي پيش نظر ڪوبہ هجوم مقرر ڪي خطابت جي بلندين تائين پهچائي سگهي ٿو ۽ انهن کي اسٽيج ٿان لاهي گهر جي رستي تي روانو ڪري سگهي ٿو. اهڙي مجموعي جي طرف کان بغير ڪنهن صدا بلند ڪرڻ جي چهري جا هلڪا تاثرات جي اظهار جي بغير ئي هن صورتحال جو اندازو ڪري سگهي ٿو.

تمام ماهر سيلزمين هن نفسياتي لمحي جو اندازو لڳائي ويندا آهن. جڏهن اهي سمجهندا آهن تہ انهن کي پنهنجي وڪري جي تڪميل مڪمل ڪرڻ گهرجي، هنن کي اهو احوال متوقع گراهڪ جي پڌائڻ يا جسماني حرڪت سان نہ ٿيندو آهي پر اهي پنهنجي ذهني ڪيميائي بناوٽ جي علم سان محسوس ڪندا آهن تہ هاڻي اهو وقت ويجهو اچي چڪو آهي. جڏهن سودو گراهڪ جي هٿ تي چاڙهي رقم وصول ڪرڻ گهرجي. عام طور تي لفظ ڳالهائڻ واري جي نيت کي لڪائڻ جي لاءِ استعمال ڪيا ويندا آهن ليڪن جڏهن ٻڌڻ وارو ذهن ڪيميائي بناوٽ کي سمجهي ٿو تہ لفظن مان صحيح معنيٰ ڪڍي سگهي ٿو، هر قابل سيلزمين ڄاڻندو آهي تہ خريدار آخري وقت تائين منفي طرز فڪر کي ظاهر ڪندو رهندو آهي جيستائين سيل جو وقت مقرر يا ان سڄي ڊرامي جو ڪلائيميڪس سامهون نہ ايندو آهي.

هر قابل وڪيل ڇهين حس جو حامل هوندو آهي ۽ اهڙي شاهد کي جيڪو ڪوڙي شاهدي وڏي هوشياري سان محتاط لفظن ۾ ڏئي رهيو هوندو آهي هن ذهن جي ڪيمسٽري کي محسوس ڪري ان جي لفظن جي صحيح ترجماني ڪري ان کي ڪوڙو شاهد قرار ڏئي وجهندو آهي تمام گهڻا وڪيل پنهنجي اندر هي صلاحيت رکندا آهن پر اهي ان جي اصل روح کان واقف نہ هوندا آهن. هو ٽيڪنيڪ ڄاڻندا آهن پر ان جي سائنسي حقيقت تہ ان جي بنياد ڇا آهي کان ناواقف هوندا آهن. تمام گهڻا سيلزمين بہ ائين ڪندا آهن.

هڪ اهڙو شخص جيڪو ٻين جي ڪيميائي ساخت کي ڄاڻڻ جي صلاحيت رکندو هجي جيڪڏهن هن جي عمل طرز جي منظرڪشي ڪئي وڃي تہ ڪجهہ هھڙي نموني هوندي جيئن هو ذهن جي عمارت جي مين وڏي دروازي کان داخل ٿئي ٿو ۽ سڄي گهر جي هر هڪ ڪمري ۾ گهمي ڦري تمام

تر تفصيلات کان واقف ٿي ڪري ساڳئي رستي کان ٻاهر هليو ويجي ٿو. جڏهن ته گهر جي رهندڙن کي ڪنهن به قسم جي خبر ئي نه ٿي پوي ته ڪو ماڻهو انهن جي گهر ۾ اچي ڪري هنن جي گهر جي تلاشي وٺي هليو ويو آهي. ذهن جي ڪيميائي ساخت متعارف ڪرائڻ وارا ۽ پڙهڻ وارن جي پنهنجي روزمره تجربات ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن جي مشاهدن جي بازي ۾ اسان تفصيل سان ٻڌائي چڪا آهيون. سڄي ڳالهه جو خلاصو هي آهي ته جڏهن به ڪي ذهن هڪ ٻئي جي قريب ايندا آهن ته انهن ٻنهي ذهنن ۾ قابل توجهه تبديلي پيدا ٿيندي آهي. جيڪي هڪ ٻئي جي لاءِ موافق ۽ خوشگوار ٿي سگهي ٿي. جنهن جو انحصار ان کان پوءِ ويٺل ماڻهو جي مزاج تي آهي ۽ ان جي ذهن جي ڪيميائي بناوت تي منحصر آهي.

هي تسليم ڪيو ويجي ٿو ته ڪنهن به ذهن جي صحيح ۽ قدرتي حالت ان جي جسماني ورهاست ۽ ان جي ذهن تي چانيل سوچ جو مرڪب هونديون آهن. هر ذهن مسلسل تبديلي جي عمل ۾ رهندو آهي. هي تبديلي اهڙي طريقي سان ٿيندي آهي جهڙي طريقي هن جي سوچ جي تبديلي جي عادت يعني سوچڻ جي عادت ۾ تبديلي ۽ ان جي عمومي فلسفي ۾ تبديلي سان ايندڙ هن جي ڪيميائي ساخت ۾ تبديلي، هن ڪتاب جا مصنف انهن اصولن کي بلڪل سچ سمجهن ٿا ۽ هي هڪ مڃيل حقيقت آهي ته انسان پنهنجي مرضي سان ڪيميائي ساخت تبديل ڪري سگهي ٿو ته جيئن هو پنهنجي رابطي ۾ اچڻ وارن ماڻهن کي پنهنجي طرف مائل ڪري سگهي يا پاڻ کان پري ڀڄائي سگهي.

ٻين لفظن ۾ هر شخص پنهنجو انداز فڪر اهڙو ڪري سگهي ٿو جيڪو ٻين کي محبت سان پاڻ وٽ ويهڻ تي مجبور ڪري يا نفرت ۽ دهڪار سان پري ڀڄائي ڪيڏي ۽ اهو بغير ڪوبه لفظ منهن مان ڪڍڻ جي چهري جا تاثر ڏيندي ۽ جسماني حرڪت ۽ ورتاءُ يعني رويئي سان ٿي سگهي ٿو.

## گڏيل عمل ۾ ڪار فرما روح

ٿورو "اعليٰ دماغ يا ماسٽر مائينڊ" جي وصف ٻيهر ذهن ۾ آڻيو جنهن جي مطابق هي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ دماغن جو عملي تعاون ۽ گهلي ملي وڃڻ ڪانپوءِ

وجود ۾ اچڻ وارو هڪ دماغ هوندو آهي جنهن جي اندر ان جي ٺاهڻ وارا مليل دماغ مڪمل هم آهنگي رکندا آهن توهان لفظ هم آهنگي جو اهو مطلب سمجهي چڪا هوندا جنهن جي ڪري اسين هن کي بار بار استعمال ڪري رهيا آهيون. ٻه دماغ نه ته پاڻ ۾ رلي ملي سگهن ٿا ۽ نه ئي تعاون ڪري سگهن ٿا جيستائين پوري طرح هڪ ٻئي سان هم خيال نه ٿين. اهوئي اهو خيال آهي جنهن ۾ تمام معاشرتي ۽ معاشي ڳانڍاپي واري عمل جي ڪاميابي ۽ ناڪامي جو راز لڪل آهي.

هر ڪامياب سيلزمين مينيجر فوجي ڪمانڊر ۽ ليڊر اِشتراڪ جي عمل ۾ ڪارفرما روح (De corps esprit) جي اهميت کان واقف هوندو آهي. هي اها گڏيل سوچ آهي جيڪا گهڻن ئي ماڻهن کي متعين مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ ملي جلي ڪم ڪرڻ جي لاءِ انهن کي گڏ رکندي آهي. مقصد سان سلهاڙيل اها سوچ رضاڪارانه يا زبردستي پيدا ڪيل نظم ۽ ضبط سان حاصل ٿيندي آهي. نظم ۽ ضبط جي خوبي اها هوندي آهي ته هي تمام شريڪ ذهنن کي ملائي هڪ ذهن ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي. جنهن کي اسان ماسٽر مائينڊ يا اعليٰ دماغ چئون ٿا هي انهي وقت ممڪن هوندو آهي جڏهن تمام ذهنن جي ڪيميائي ساخت رلي ملي هڪ ٿي وڃي ۽ نتيجاً هڪ ئي عمل کي جنم ڏيندا آهن.

هي رلي ملي وڃڻ (Blending) جي طريقي ايتري ئي ڪثيرالتعداد آهي جيتري زندگي جي مختلف شعبن ۾ موجود فرد جيڪي قائد جو ڪردار ادا ڪندا آهن. هر ليڊر پنهنجي پنهنجي طريقي سان پنهنجي پٺيان هلڻ وارن ذهنن سان پنهنجو ذهن گهلائي ملائي ڇڏيندو آهي. ڪير طاقت استعمال ڪندو آهي ته ڪو وري ترغيب کان ڪم وٺندو آهي. ڪير سزا جي خوف کان ڪم هلائيندو آهي ته ڪو وري دلاسن ۽ لالچ يا انعام ۽ اڪرام کي استعمال ۾ آڻي ڪم هلائيندو آهي.

اسان کي سفارت ڪاري، سياست ڪاري ۽ ڪاروباري امور ۽ ماليات ۾ قائد جو ڪردار ادا ڪندڙ ليڊرن جي ٽيڪنيڪ ڄاڻڻ لاءِ انهن جي طويل تاريخ جي تحقيق ۾ پوڻ جي ڪا به ضرورت نه آهي.

بهرحال اها هڪ حقيقت آهي تہ جيترا بہ وڏا ليڊر ٿيا آهن، انهن جي ذهنن جي ڪيميائي ساخت يا ڪيمسٽري ڪجهہ اهڙو خاص جي حاصل نہ هئي جيڪو ٻين جي ذهنن کي مائل ڪري سگهيا ٿي.

جيڪڏهن ڪنهن بہ گروپ ۾ هڪ اهڙو دماغ جيڪو منفي ۽ ناپسنديده طرز فڪر رکندڙ هوندو تہ پوءِ پورو گروپ جي رلي ملي وڃڻ ۽ هڪ هم آهنگ ماسٽر مائينڊ نهڻ ۾ رڪاوٽ ٿي سگهي ٿو. جنهن ماسٽر مائينڊ جو ذڪر هتي اسان ڪري رهيا آهيون اهو منفي ۽ مثبت دماغن جي باهم هڪ جهڙو هجڻ سان وجود ۾ نٿو اچي سگهي. يعني ٻنهي سوچن جا دماغ ماسٽر مائينڊ تيار نٿا ڪري سگهن، هن حقيقت کان واقف ٿيڻ ۾ وڏن وڏن قابل ليڊرن کي شڪست سان همڪنار ڪري ڇڏيو.

هر اهو ليڊر جيڪو ڪيميائي ساخت يا ڪيمسٽري جي اصولن جو علم رکندڙ هوندو هو عملي طور تي ڪنهن بہ گروپ جي ميمبرن جي ذهنن کي هڪ اجتماعي ذهن (Mass mind) ۾ تبديل ڪري عارضي طور تي ڏاڍا سٺا نتيجا پيدا ڪري سگهي ٿو ليڪن اهڙي طرح جا ذهن ڪيميائي ساخت گهڻو جلدي ٽٽي ڦٽي ويندا آهي اهو ان ليڊر جي منظر تان هٽڻ سان ئي خاتمي جو شڪار ٿي ويندو آهي.

تمام گهڻيون ڪامياب انشورنس ڪمپنيون ۽ سيلز سان وابستہ اداري جا ڪارڪن هفتي ۾ هڪ دفعو يا هن کان بہ وڌيڪ گڏجي ڪري بحث مباحثہ ڪندا رهن ٿا جنهن سان پنهنجي سوچن کي هڪ اجتماعي سوچ يا ماسٽر مائينڊ ۾ تبديل ڪندا رهندا آهن. جيڪي ٿوري عرصي لاءِ هر شريڪ ذهن لاءِ هڪ تحريڪ جو ڪم ڪندو آهي.

حقيقت اها آهي تہ اهڙن گروپن جا ليڊر، اهڙين ميٽنگن ۾ جنهن لاءِ گروپ جا ميمبر ۽ اهي خود شامل ٿيڻ جو وڏو بندوبست ڪندا آهن انهي باري ۾ گهٽ ڄاڻندا آهن تہ هي ڇا ٿي رهيو آهي هنن جي ذهنن سان ميٽنگ دوران ۽ ڪجهہ عرصو ميٽنگ کانپوءِ. ڳالهہ دراصل اها هوندي آهي تہ تمام ميمبر بشمول ليڊر جي، ذهن هڪ ٻئي سان رابطي ۾ ايندا آهن ۽ هڪ ٻئي جي توانائي خارج

ڪرڻ جي صلاحيت ۾ ڪوٽ ڪي پورو ڪندا آهن جنهن ڪي ريچارج بہ ڇيو ويندو آهي.

انساني ذهن ڪي هڪ اليڪٽرانڪ بيٽري سان تشبيهہ ڏئي سگهجي ٿو جڏهن اها بيٽري وانگر ڊاؤن ٿي ويندي آهي تہ اهو ماڻهو وساٽل لڳندو آهي هو بي حوصلو بي همت ٿي پوندو آهي. ڪهڙو انسان اهڙو هن روءِ زمين تي هوندو جنهن سان ائين ڪڏهن نہ ٿيو هجي؟

جڏهن انسان جو ذهن هن گهٽ چارج واري حالت ۾ هجي تہ ان کي وري چارج ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. ان لاءِ هن کي وڏيڪ قوت واري دماغ يا دماغن سان ملائڻو پوندو آهي. وڏا رهنما هن ري چارجنگ جي ضرورت کان واقف هوندا آهن . اهائي ڄاڻ هڪ ليڊر ۽ ان جي پويان هلڻ وارن ماڻهن ۾ فرق کي نمايان ڪندي آهي.

اهو شخص خوش قسمت آهي جيڪو ان ريچارنگ جي اهميت کان واقف ۽ ٿوري ٿوري وقفي سان پنهنجي ذهن کي ريچارج جي لاءِ ڪنهن وڏي قوت واري دماغ سان ملي ڪري پنهنجي ڪوٽ پوري ڪري وٺندو آهي. جنسي تعلق بہ ذهن کي ريچارج ڪرڻ جو هڪ بهترين طريقو آهي. ليڪن ان لاءِ ضروري آهي تہ هي تعلق سمجهداري سان اهڙي مرد ۽ عورت ۾ قائم ٿيڻ گهرجي جيڪي هڪ ٻئي سان حقيقي معنيٰ ۾ محبت ڪندا هجن. ڪنهن بہ ٻئي طرح جو جنسي تعلق انساني ذهن کي وسائڻ جو ڪم ڪندو آهي.

تہ پوءِ انساني ذهن جي ڪيمسٽري جا مستقبل ۾ ڪهڙا فائدا ٿي سگهن ٿا؟ ذهنن ۾ هم آهنگ جي ڪري توهان پاڻ کي جسماني صحت جي حوالي سان تندرست رکي سگهو ٿا. انهي اصول کان ڪم وٺي انسان کي هر وقت دٻاءَ ۾ رکڻ وارين مالي پريشانين کان نجات بہ وٺي سگهو ٿا.

اسان ذهن جي ڪيمسٽري سان مستقبل ۾ ٿيندڙ فائدن جو اندازو ماضي ۾ انهي جي ڪمالن جي تفصيل گڏ ڪري بہ لڳائي سگهون ٿا، پر ياد رهڻ گهرجي تہ اڄ تائين ان جا فائدا حادثاتي طور تي سامهون ايندڙ حقيقتون آهن يا اتفاقي طور تي وجهڻ واري اعليٰ دماغ جي ڪري انهي جي اهميت جو اسان کي علم ٿيو. چوڻ جو مقصد اهو آهي تہ اڃان تائين هن کي شعوري طور تي

منصوبي سازي جي ذريعي استعمال ۾ نہ آندو ويو آهي اسان انهي وقت کي ڏسي رهيا آهيون يا انهي جي انتظار ۾ آهيون جڏهن يونيورسٽي جي پروفيسر حضرات ذهن جي ڪيميائي ساخت يا ڪيمسٽري جو سبجيڪٽ نصاب جي هڪ لازمي مضمون طور پڙهائي رهيو هجي انهي وقت هن مضمون جي مطالعي ۽ ان جي تجزيي جي حوالي سان ميدان ڪليل آهي تہ اسان انساني ذهن جي ارتقا ۾ هن جي مثبت ڪردار ۽ فائدن جي خبر وٺندا رهون.

## طاقت اتحاد سان جنم وٺندي آهي

هي هڪ ڪري ڊيڪارڻ واري ڳالهہ آهي ذهني ڪيمسٽري معاشي ۽ تجارتي دنيا جي ننڍين وڏن معاملن ۾ بہ صحيح انداز ۾ استعمال ٿي سگهي ٿي.

ذهن جي ڪيمسٽري جي اصول تحت بہ يا ٻن کان وڌيڪ ذهنن کي پاڻ ۾ رلائي ملائي هڪ گڏيل هم آهنگ قوت ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو. جنهن جي استعمال سان اهي ذهن جن سان هي مطابقت مرڪب آهي. اهڙا ڪم سرانجام ڏئي سگهي ٿي جيڪي عام حالتن ۾ انجام ڏيڻ ممڪن نہ آهن. طاقت هڪ اهڙي قوت آهي جنهن جي ذريعي سان انسان ڪاميابيءَ جي منزلن سان همڪنار ٿيندو آهي. لامحدود طاقت اهڙن مرد ۽ عورتن کي حاصل هوندي آهي جن جي اندر پنهنجا ذاتي مفادات ۽ شخصي انفراديت کي هڪ ذهني اتحاد ۾ ضم ڪرڻ جي سمجهہ هجي ٿي.

توهان مطالعي دوران لفظ "هم آهنگ" جي باري ۾ ذڪر جو مشاهدو ڪيو هوندو جتي مڪمل هم آهنگي جو عنصر نہ هوندو اتي ماسٽر مائينڊ جي تشڪيل بہ ممڪن نہ هوندي ڪنهن هڪ شخص جون ذهني ايڪا يعني اليڪٽران ٻئي ذهن جي ڪيميائي ايڪن سان رلي ملي نٿا سگهن جيستائين ٻئي ذهن مقصد جي هم آهنگي جي جذبي جي تحت هڪ ٿيڻ جي آماده نہ ٿي وڃن. جيئن ئي شريڪ ذهن الڳ الڳ دلچسپين جي راهن تي گامزن ٿي ويندا آهن تہ هر هڪ ذهن جي ڪيميائي ايڪا واپس الڳ الڳ ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن. ۽ انهن جي ڳانداپي طور بنايل ٿيون ذهني وجود يعني ماسٽر مائينڊ ريزه ريزه ٿي ويندو آهي.

جڏهن ٻه ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ذهن هم آهنگ ٿي ڪري هڪ ماسٽر مائينڊ جنم وٺندو آهي تہ هر شريڪ جي ذهن، گروپ ۾ شامل ڪنهن ٻہ ٻئي هڪ يا تمام ذهنن کي تحت الشعور جي طاقت کان فائدو کڻڻ جي قابل ٿي ويندا آهن. هي طاقت فوراً پنهنجو اثر ڏيکارڻ شروع ڪري ڇڏيندي آهي. هي هر هڪ شريڪ جي ذهن ۾ لهرن کي تيز ۽ طاقتور ڪري ڇڏيندي آهي جيڪي هڪ کان وڌيڪ روشن تخيل ۽ بهتر شعور جي احساس جي شڪل ۾ ظاهر ٿينديون آهن. هن ذهن جي طاقت جون گهڻيون ۽ موثر ترين اظهار کي ڇهين حسس (Sixth sense) بہ چوندا آهن.

ان ڇهين حس جي ذريعي ئي نوان خيالات ذهن کي جڳمڳائي ڇڏيندا آهن. هي نوان خيالات انهي سوچ ۽ غور ۽ فڪر ۾ واڌارو ڪندا آهن جيڪي ذهن تي پهريان کان چانيل هوندا آهن. جيڪڏهن سڄو گروپ هڪ ئي مسئلي يا موضوع تي غور ۽ فڪر ڪندو هجي تہ پوءِ هي خيالات انهيءَ موضوع تي نئين زاويي يا حوالي ۾ واڌارو ڪندا آهن ۽ انهن جو انداز اهڙو ئي هوندو جيئن هي خيالات گروپ کان ٻاهران ڪنهن موڪليا هجن. هن ماسٽر مائينڊ شريڪ ذهن مقناطيس جي هر طرح خيالات ڇڪڻ جو ڪم ڪندا رهن ٿا جنهن جي باري ۾ ڪوبہ نٿو ٻڌائي سگهي ۽ نہ معلوم ڪري ٿو سگهجي تہ اهي ڪٿان ٿا اچن، ليڪن انهن جي نوعيت نهايت منظم ۽ قابل عمل هوندي آهي.

ذهنن جي گهلي ملي وجڻ جو عمل گهڻين سارين بيٽرين کي هڪ وڏي توانائي خارج ڪرڻ واري تار سان ملائڻ مان ملندو آهي. جيئن هن هڪ تار جي ذريعي اسان ان سان جڙيل تمام بيٽرين ۾ موجود توانائي جنهن جي مقدار ان بيٽرين ۾ موجود طاقت جي مقدار جو مجموعو هجي ڪنهن بہ جڳهہ منتقل ڪري سگهو ٿا. اهڙي طرح گهڻن دماغن جو پاڻ ۾ ميلاپ هڪ وڏي ماسٽر مائنڊ جي تشڪيل ڪندو آهي. هر هڪ ذهن جي توانائي ٻئي ذهن جي توانائي کي بيدار ڪندي آهي ۽ ان ۾ واڌارو ڪندي آهي. لهذا پوري گروپ جي دماغن جي توانائي ايتري گهڻي ٿي ويندي آهي تہ ڪائنات ۾ جاري ۽ ساري توانائي جنهن کي اسان ايٿر چوندا آهيون سان ملي سگهي يا انهي کي ڦاڙي ان ۾ داخل ٿي سگهي ٿي.

هاڻي هيءَ توانائي پوري ڪائنات تي اثر رکي ٿي اهڙي طرح هن جو اثر ٻه هر انهي ننڍي کان ننڍي ذري تي ٿي سگهي ٿو، جنهن سان ملي ڪري هيءَ توانائي ٺهي ٿي. ٻين لفظن ۾ هيءَ ڪائناتي توانائي مادي جي هر ذري يعني ايٽم تي اثر رکي ٿي.

اسان ذهن جي ڪيمسٽري جي هڪ ماهر مقرر تي اثر جو تذڪرو ڪري چڪا آهيون ۽ ڏسي چڪا آهيون ته هڪ مقرر ڪيئن خطابت جي بلنديون کي ڇوهڻ جي طاقت رکي ٿو جيڪڏهن مجموئي جي ذهن مان نڪرندڙ توانائي ۽ مقرر جي ذهن جي توانائي هڪ ٿي ريپوٽ (Rappot) (توانائي خارج ٿيڻ جي رفتار تي اچي وڃي. ڪنهن ٻه ميڙ ميڙاڪي ۾ تقرير جا ابتدائي 5 يا 10 منٽ مجمعي کي تيار ڪرڻ جي لاءِ وقف ڪيا ويندا آهن. هي اهو وقت هوندو آهي جڏهن ميڙاڪي جو ذهن ۽ مقرر جو ذهن پاڻ ۾ هڪ مڪمل هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ رلي ملي رهيا هوندا آهن.

هر هڪ مقرر ڄاڻندو آهي ته جيڪڏهن اها مڪمل هم آهنگي پيدا ٿي نه سگهي ته هن جو ڇا انجام ٿيندو. هي هڪ معلوم حقيقت آهي ته هر شخص ذهن جي ڪيمسٽري جي اصول کي ڪتب آڻي ڪنهن ٻئي ذهن ۾ محفوظ معلومات کي حاصل ڪري سگهي ٿو. ته پوءِ اها ڳالهه ٻه معقول لڳي ٿي ته انهي اصول سان ان طاقت کي ايٿر اندر موجود پيوست سوچون جيڪي لرزش پذير هونديون آهن سان تعلق جوڙي سگهڻ جي قابل بنائي سگهجي ٿو.

هن لفظ جي تمام اعليٰ ۽ نفيس ترين توانائي جون لهرون (جيئن سوچون) ايٿر ۾ محفوظ رهن ٿيون انهن جي بنياد سائنسي اصول مطابق آهي ته مادو ۽ توانائي پيدا نه ڪري سگهجن ٿيون ۽ نه ئي فنا ٿي سگهن ٿيون.

انهي بنياد تي اهو مفروضو ٻه قائم ڪري سگهجي ٿو ته تمام لهرون جن کي ان حد تائين وڌائي ڇڏجي ته ايٿر تائين پهچي سگهن ۽ اتي پهچي محفوظ ٿي وڃن.

ننڍيون ننڍيون لهرون يا اهي لهرون جيڪي هم آهنگي حاصل نه ٿيون ڪري سگهن ۽ ايٿر تائين پهچي نٿيون سگهن غالباً پنهنجي طبعي زندگي گذاري فوت ٿي وڃن ٿيون.

اهي تمام ماڻهو جن کي دنيا، غير معمولي ذهانت جو مالڪ انسان يا جينئس (Genius) چوندا آهن انهن جي شهريت جو سبب انهن جو پين ذهنن سان اتحاد ئاهي رکڻ ۽ پنهنجين سوچن کي ايتري قدر وڌائي ڇڏيندا آهن جنهن جي مدد سان هو عقل ۽ دانش جي آفاقي زرخيزي يعني ايٿر تائين رسائي حاصل ڪري سگهن ۽ اتي پنهنجا آثار ڇڏڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. جيترو هن ڪتاب جي مصنفن حقيقتن کي معلوم ڪيو آهي ان مطابق هي تمام جينئس ماڻهو جنسي لحاظ کان به تمام فعال هوندا آهن. هي حقيقت آهي ته جنسي تعلق به ذهن کي متحرڪ ڪري ٿو.

**ڇهه وڏا (The big six)**

اچو ته معيشت جي طاقت جو جائزو وٺو ۽ ڪاروباري دنيا ۾ ڪاميابيون حاصل ڪري اتي مضبوط جهنڊا لڳائي ڇڏڻ وارن شخصيتن جو حال احوال معلوم ڪريون اسين توهان کي شڪاگو گروپ جن کي دنيا ۾ عام طور تي (6 وڏا) جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي، اهي هيٺيان ماڻهو آهن:

1. وليم رگلي (Willium Wrigley) جونيئر جيڪو چيونگ گم جي ڪاروبار جو مالڪ هو جيڪو هن جي نالي سان پراڊڪٽ آهي جنهن جي سالانه آمدني جو تخمينو تقريباً ڏيڍ ڪروڙ ڊالر هوندي.

2. جان آر ٿامپسن (John R Thompson) جيڪو لنچ روم جي هڪ چين جو مالڪ هو ۽ هن جا طعام خانه به هن نالي سان سڏيا ويا ويندا آهن.

3. مسٽر اي . ڊي لاسڪر (A-D Laskar) جيڪو لارڊ ٿامپسن ايڊورٽائيزنگ ڪمپنيءَ جو مالڪ آهي.

4. مسٽر ميڪ ڪولوف (Mr:Mc cullough) جيڪو پارمالي ايڪسپريس ڪمپني جيڪا آمريڪا جي سڀ کان وڏي مني ٽرانسفر ڪمپني هئي.

5. مسٽر رچي (mr: Ritchi)

6. مسٽر هرٽز (Mr: Hurtz) جيڪي پيلي ٽيڪسين جي ڪاروبار جا مالڪ هئا هڪ دفعو انگن اکرن گڏ ڪرڻ واري ڪمپني جي اندازي جي مطابق انهن ڇهن ماڻهن جي ساليانه آمدني اڍائي ڪروڙ ڊالر کان مٿي ڳڻي وئي يعني 40 لک ڊالر ساليانه هڪ ماڻهو جي حصي ۾ ايندا هيا.

ڊاڪٽر هل جي ڇهن ماڻهن جي باري ۾ تحقيق مان خبر پئي ته انهن ڇهن مان ڪوبه وڌيڪ پڙهيل لکيل نه هئو، ۽ نه وري انهن وڏي رقم سان ڪاروبار شروع ڪيو ۽ نه وري هنن کي وڏي قرض وٺڻ جي سهولت ميسر هئي، وڌيڪ اهو ته هنن ماڻهن جي معاشي ميدان ۾ ترقي انهن جي پنهنجي ذهن کي استعمال ڪندي اهڙي ڪاروباري حڪمت عملي کي درآمد ڪيو جنهن انهن کي ڪامياب ڪيو هو. عقل ۽ دانش سان گڏ مسلسل جدوجهد سان ڪامياب ٿيا نه ڪه ڪنهن قسمت جي ديوي هنن تي رحم ڪائي هنن کي راتورات امير ڪري ڇڏيو.

انهن ڇهن ماڻهن هڪ دوستانه اتحاد ڪيو ۽ طئي شده وقفي ڪانپوءِ ملاقات جو سلسلو شروع ڪيو جنهن جو مقصد هڪ ٻئي جي ڪاروباري مشڪلات جو تذڪرو ۽ ان جي حل نجي تجويز جو تبادله خيال ڪرڻ هئو. سواءِ رچي ۽ هرٽز جي هنن مان ڪوبه ماڻهو هڪ ٻئي جي قانوني ڪاروباري ڀائيوار نه هئو. انهن ميٽنگن جو مقصد صرف خيالات جي ڏي وٺ هوندي هئي انهن ڇهن وڏن جي گروپ جو هر ماڻهو وڏي عرصي کان ڪروڙ پتي هو.

هڪ اصول جي مطابق اهڙي شخص جي تذڪري جي گنجائش ئي نٿي بچي جنهن ڪجهه نه ڪيو هجي ۽ لک ڊالر گڏ ڪري ڇڏيا هجن.

پوءِ به هن گروپ جي ماڻهن جي معاشي ڪاميابي جي ڪابه ڳالهه اهڙي به آهي جيڪا تبصره مطالعي، تجزئي ايتري تائين جو پاڻ تي اپنائڻ جي قابل آهي. هي ڳالهه ان حقيقت ڪانسواءِ ڪجهه به نه آهي ته انهن پنهنجي انفرادي ذهن کي پيڻ ذهنن سان رلائي ملائي مڪمل طور تي هم آهنگ ڪرڻ سکيو ته جيئن هڪ ماسٽر مائينڊ تشڪيل ٿي سگهي. ان ماسٽر مائينڊ پوءِ گروپ جي هر ميمبر جي قسمت تي لڳل انهن تالن کي کولي ڇڏيو جيڪي گهڻن ماڻهن لاءِ بند رهندا هئا.

جڏهن توهان ڪنهن ڪاروبار، مالياتي اداري، صنعت يا ڪنهن به پيشي ۾ غير معمولي ترقي ڏسو ته هن ڳالهه جو پڪو يقين رکي ڇڏيو ته هي ڪنهن اهڙي شخص جو ڪم آهي جيڪو ذهن جي ڪيمسٽري جي اصول کان واقف آهي جنهن جي ڪري ماسٽر مائينڊ جي تشڪيل عمل ۾ اچي ٿي. هي شاندار ڪاميابي بظاهر هڪ ماڻهو جي ڪوشش جو نتيجو لڳندي آهي پر جڏهن ويجهو

ڪان مطالعو ڪيو تہ خبر پوندي تہ توهان کي هن ٻئي ذهن يا انهن ٻين ذهنن جي خبر پئجي ويندي جن جي تعاون سان ان شخص جي ذهن کي ماسٽر مائينڊ تشڪيل ڏئي ڪاميابي جي شاندار عمارت اڏاري بيهاري آهي.

طاقت (ماڻهن جي طاقت) منظم شعور آهي جيڪا سمجهداري سان ڪيل عمل سان ظاهر ٿئي ٿي ڪابہ ڪوشش ان وقت تائين منظم ڪوشش نٿي چئي سگهجي جيستائين ڪوشش ۾ شامل ماڻهو پنهنجي شعور ۽ توانائي مڪمل هم آهنگ جي جذبي سان گڏيل ڪوششن بغير ڪيل جدوجهد عموماً ڪاروبار ۾ نقصان جو باعث ٿينديون آهن.

## هنري فورڊ جا اثاثہ ڇا هيا؟

نيپولن هل هڪ ڪاليج جي شاگرد سان ملي ڪري هڪ دلچسپ تجربو ڪيو، هر هڪ طالب علم کي چيو تہ هو هنري فورڊ ڪيئن ۽ ڪهڙي طريقي سان امير ماڻهو ٿيو؟ هر طالب کي چيو ويو تہ مضمون ۾ هن ڳالهہ جو خصوصي ذڪر هجي تہ هنري فورڊ جا حقيقي اثاثہ ڪهڙا آهن ۽ اهي اثاثہ ڪهڙين شين تي مشتمل آهن. اڪثر شاگردن هنري فورڊ جي دولت جا انگ اکر گڏ ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا. انهن جي گڏ ڪيل انگن اکرن ۾ هنري فورڊ جي امير ٿيڻ جا ذريعا ان وٽ نقد رقم ان جي بينڪن ۾ جمع رقم هن جي اسٽورن ۾ تيار ۽ خام مال جي مقدار هن جي جائيداد، بلڊنگون ۽ هن جي ساک جنهن جي ويليو اصل ۾ 25 % تي لڳائي وئي هئي شامل هئا.

هنن سون شاگردن مان هڪ طالب علم هنري فورڊ جي امير ۽ ڪبير ٿيڻ جا سبب بيان ڪيا انهيءَ مان 2 سڀ کان اهم هئا جيڪي هي آهن.

1. ڪاروبار ۾ لڳل سرمايو ۽ خام مال ۽ تيار مال

2. هڪ سٺي تربيت يافتہ تنظيم جي شعور ۽ تعاون جي مدد جو هجڻ. هي ٽيم انهن ماڻهن تي مشتمل هئي جيڪي اهو شعور رکندا هئا تہ هنري فورڊ جو پنهنجو نقطہ نظر مختلف مسئلن جي حوالي سان ڇا هوندو، ۽ اهو ڄاڻندا آهن تہ انهي شعور جو استعمال ڪيئن ڪري سگهجي ٿو.

هن ڳالهہ جو اندازو لڳائڻ تہ مٿي بيان ڪيل ٻن قسمن جي اثاثن ۾ ڪنهن قسم جي اثاثي جو ڪردار ڪيترو گهٽو آهي ڇو تہ بلڪل درست قدم معلوم

ڪرڻ جو ڪوبہ تصديق شده معيار نہ آهي، پر پوءِ بہ ڊاڪٽر هل جي ذاتي راءِ آهي تہ فورڊ جي تنظيم جو شعور جو هن ۾ 75% حصو آهي ۽ باقي 25% ڪاميابي جو سبب هن جو لڳايل سرمايو ڪاروبار ۾ خام مال ۽ تيار مال آهي.

مصنفن جو خيال آهي تہ هن شاگرد جي راءِ جنهن جو اظهار هن پنهنجي مضمون ۾ ڪيو تہ هنري فورڊ جي صرف پنهنجن ڪاوشن جو نتيجو نہ آهي بلڪہ هن ۾ ڪنهن ماهر دماغن جو تعاون بہ شامل آهي يا ڪيترن ئي ٻين دماغن جو پڻ شامل رهڻ هن جي ڪاروبار جي ترقي ۾ واڌاري جو سبب آهن. هن ڳالهہ جي غلط هجڻ جو تہ سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي تہ هنري فورڊ جو سڀ کان وڏو اثاثو هن جو پنهنجو دماغ آهي. ان ڪانپوءِ هن جا قريب ترين شريڪ ماڻهو انهن جا دماغ ڇو تہ هنن سان هم آهنگ هئڻ کان پوءِ ئي هنري فورڊ پنهنجي اثاثن ۾ ايترو واڌارو ڪري سگهيو آهي.

جيڪڏهن فورڊ موٽر ڪمپني جو سڀ ڪجهہ ان جي تمام مشنري، خام مال، تيار مال جو هڪ هڪ ذرو ۽ ٺوٺل تيار ٿيل موٽر ڪارون ۽ هڪ هڪ پائي پئسو بلڪل بہ ضايع ٿي وڃي پوءِ فورڊ سڄي آمريڪا ۾ مالياتي اعتبار کان هڪ طاقتور ترين ماڻهو لکيو ويندو اهو ذهن جنهن فورڊ جي ڪاروبار کي بيهاريو اهو جلد ئي انهي ڪاروبار کي ساڳين بنيادن تي بيهاري ڇڏيندو سرمايو اهڙن دماغن کي جيئن فورڊ جو آهي هر وقت دستياب ٿيڻ لاءِ تيار آهي.

فورڊ جي ايتري اثر رسوخ ۽ تمام گهڻي سرمايي جو مالڪ هئڻ جي باوجود ان کان بہ وڌيڪ ذهني هم آهنگي پيدا ڪرڻ جي اصول سان نهڪي اچڻ ۾ ڪجهہ غلطيون سرزد ٿيون هونديون ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ فورڊ جا انهن اصولن کي استعمال ڪرڻ جا طريقا ايترا پختا نہ رهيا هجن ليڪن هي باپختگي هن جي شروع جي زماني ۾ هئي جڏهن هن پنهنجو نئون ڪم شروع ڪيو هئو ۽ هاڻي هن نون طريقن جي استعمال ايتري مهارت ۽ سمجهہ نہ هوندي. اهڙو ڪم هر ماڻهو سان هر ڪم شروع ڪرڻ وقت ٿيندو آهي. هن ڳالهہ ۾ تہ شڪ جي ڪابہ گنجائش ئي ڪانهي تہ فورڊ جي ذهن جي ڪيمسٽري کان فائدو وٺڻ ۾ ان جي ٻين دماغن جي اتحاد جو خاصو عمل دخل آهي خاص طور تي ايڊيسن سان دماغي اتحاد، ان حقيقت جو گمان بہ غالب آهي تہ فورڊ سڀ

ڪان پهريان پنهنجو ذهني اتحاد پنهنجي گهر واري سان دوستانہ تعلقات قائم ڪري پيدا ڪيو. جيڪي ايڊيسن (Edison) ۽ فائر اسٽون (Firestone) سان تعلقات پيدا ڪرڻ کان گهڻو پهريان ان سان هئا.

گهڻا ماڻهو ماسٽر مائينڊ جي ناهڻ جي اصول جي استعمال ڪري پنهنجي گهر وارين سان ذهني هم آهنگي پيدا ڪرڻ جي ڪري ئي ڪامياب ۽ ڪامران ٿيا. جڏهن تہ ڪجهہ ناڪام بہ ٿيا.

بيگم فورڊ بلا جي ذهين خاتون هئي ۽ اسان اهو سمجهڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ هيءَ هن سان گڏ ئي مسٽر فورڊ جي ماسٽر مائينڊ ناهڻ جو سبب هئي جنهن سان هن جي ڪاميابيءَ جي شروعات ٿي.

اسان اها ڳالهہ ڪا هنري فورڊ جي شان گهٽائڻ لاءِ نہ لکي رهيا آهيون بلڪہ هي حقيقت آهي تہ فورڊ کي شروع شروع هڪ وڏي دشمن يعني پنهنجي گهٽ پڙهيل لکيل هئڻ ۽ اهل دانش جي صحبت نہ هئڻ جو بہ سامهون ڪرڻو پيو هو. هن جي هيءَ ڪمزوري هن جي باقي ٻين هم عصر يعني ايڊيسن ۽ فائر اسٽون ۾ نہ هئي هو باوجود گهڻو پڙهيل لکيل هئڻ جي عقل ۽ دانش جي صلاحيتن وارن ماڻهن سان رابطو قائم ڪرڻ ۽ تعلقات ناهڻ جي اهل هئا. جڏهن تہ فورڊ پنهنجي جوهر قابل (اندر جي قابليت) پنهنجي اندر موروثي طور تي اُن کي تراشي اهڙو ئي برآمد ڪرڻو پيو جيئن هڪ فنڪار سڪل ڪاٺي کي تراشي هڪ حسين نقش نگار واري شاهڪار ۾ بدلائي ڇڏيندو آهي.

ٿوري ئي عرصي ۾ فورڊ پنهنجن وڏن ٽن دشمنن تي نہ صرف قابو ڪري ورتو بلڪہ پنهنجي لاءِ هڪ اثاثي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو اهي ٽي وڏا دشمن هئا، غفلت، جهالت ۽ غربت. اهو شخص جيڪو انهن ٽنهي وحشي درندن کي قابو ڪري سگهندو بلڪہ انهن کي لگام ڏئي سگهي ۽ پنهنجي گهوڙي گاڏي ۾ جوٽي انهن تي سفر جو منزلون طئي ڪري پنهنجي منزل تي روان دوان رهي هن جي حالات جو مطالعو وڏي توجهہ جو مستحق آهي.

هر قسم جي طاقت جو سرچشمو منظم ڪوشش آهي، شعور يا علم جيستائين علم ئي رهندو جيستائين ان کي منظم نہ ڪيو ويندو اهو ڪڏهن بہ

طاقت نہ ٿهندو. هي هڪ خام طاقت آهي جنهن سان حقيقي طاقت جنهن کان ڪوبہ ڏکيو ڪم وٺي سگهجي حاصل ڪري سگهجي ٿو. هر هڪ جديد لائبريري ۾ انساني تجربن ۽ خيالن جي بيان تي مشتمل هزارون ڪتاب موجود آهن جيڪي هڪ طرح جو علم ئي آهن پر اهو ڪو منظم علم نہ آهي جيئن ڪنهن ڪاڻ ۾ ڪو ڪار آمد ڌاتو موجود هجي پر ان اهو ڪم مفيد ڪم جي قابل نہ هوندو آهي ان کي ڪم لائق ناهڻو پوندو آهي. هي علم خام طاقت آهي هن کي مفيد ۾ بدلائڻ لاءِ ڪنهن خاص قسم جي پراسيس مان گذارڻو پوندو آهي. ۽ هن کي منظم ڪرڻو پوندو آهي توانائي جي هر حالت پوتن ۽ حيوانن جي هر قسم کي پنهنجي بقاء لاءِ منظم ٿيڻو پوندو آهي تمام وڏن جانورن جون هڏيون جيڪي تاريخي عجائب گهرن ۾ سجائي رکيون آهن توهان ڏٺيون هوندو تہ هي پنهنجي زباني شهادت ڏئي رهيون آهن تہ غير منظم ٿيڻ فنا جي طرف وٺي وڃي ٿو. قدرت جي اولين قانون ۾ هڪ قانون منظم ٿيڻ بہ آهي. خوش قسمت آهي اهو شخص جيڪو هن قانون کان واقف آهي ۽ اهو پنهنجي ڪاروباري معاملات ۾ استعمال ڪري ڪاميابين جي منزلون طئي ڪندو آهي.

## تنظيم جي بغير ڪوبہ طاقت حاصل نٿو ڪري سگهي

هڪ ڪامياب ڪاروباري ماڻهو نہ صرف منظم ڪوشش جي اهميت کي سڃاڻندو آهي پر ان جي طاقت جو بنياد ئي اهو اصول هوندو آهي. ذهن جي ڪيمسٽري نہ ڄاڻيندي بہ گهڻا ماڻهو پنهنجي دانائي جا منظم طريقي جي استعمال سان ڪاميابي جي لاءِ گهربل طاقت جي حصول ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن. اهڙن ماڻهن جي اڪثريت جن جي ڪاميابي ذهن جي ڪيمسٽري جي علم ۽ ان جي مدد سان ماسٽر مائينڊ تشڪيل ڏئي ممڪن ٿي انهن اهو سڀ ڪجهہ محض اتفاق سان ئي حاصل ڪيو يعني هي سڀ ڪجهہ هنن جي پنهنجي شعوري ڪوشش يا تربيت سان انهن کي معلوم نہ ٿيو آهي.

هي بہ هڪ معلوم شده حقيقت آهي تہ ڪاروباري شخص جي لاءِ سڀ کان مشڪل ڪم پنهنجي حصيدارن کي پنهنجي ذهن سان گڏ هم آهنگ ڪرڻو پوندو آهي، ڪنهن مخلص مقصد جي حاصلات لاءِ ڪوشش ۾ مصروف عمل. تمام ماڻهن جي ذهنن کي گڏ ڪرڻ ناممڪن ناهي تہ مشڪل ترين ضرور آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪو هڪ اهڙو شخص صنعت، ڪاروبار يا ماليت جي ميدان ۾

اپري ڪري سامهون اچي وجي، جيڪو ذهنن کي گڏ ڪرڻ جي صلاحيت رکندو هجي ته دنيا کي ان ميدان جو هڪ رهنما ملي ويندو آهي.

طاقت ۽ ڪاميابي هڪ ٻئي سان سلهاڙيل هونديون آهن. هڪ ٻئي مان جنم وٺنديون آهن لهذا هر اهو شخص جيڪو علم رکندو هجي ۽ انهي کي منظم ڪري طاقت ۾ بدلائي سگهي ٿو هو هر انهي معقول مقصد جي حصول ۾ ڪامياب ٿي سگهي ٿو جنهن لاءِ ڪامياب ٿيڻ هن طئي ڪري ڇڏيو هجي.

انسان جو دماغ ۽ اعصابي نظام هڪ پيچيده شين جو حصو آهن جنهن جي مڪمل سمجهه ۾ تمام ٿورا ماڻهو پوري طرح ڪامياب ٿيندا آهن جڏهن هن مشنري کي منظم ۽ صحيح ڪنٽرول نه ڪيو ويو ته پوءِ به هي ڪرشما ڏيکاريندي آهي، ليڪن هوندا اهي ڏاڍا غير روابط ۽ خالي آهن جنهن جو مظاهرو توهان دماغي مريضن جي اسپتالن ۾ داخل مريضن کي ڏسي ڪري سگهندا آهيو.

انساني ذهن توانائي جي هڪ وڏي ذخيري سان مسلسل رابطي ۾ هوندو آهي جتان هو سوچڻ جي طاقت حاصل ڪندو . دماغ هي توانائي وصول ڪندو آهي ۽ هي غذا جي هضم ٿيڻ کانپوءِ ملندڙ توانائي سان ملائي رت ۽ عضون ذريعي سڄي جسم تائين پهچائيندو آهي.

هي عمل ئي زندگي جو پيو نالو آهي. ان ٻاهر کان ملندڙ توانائي جو سرچشمو ڪهڙو آهي ڪوبه نٿو ڄاڻي. اسان ته صرف ايترو ئي ڄاڻون ٿا ته اسان کي هيءَ توانائي حاصل ڪرڻي هوندي آهي نه ته اسين زنده رهي نه سگهنداسين. هي مفروضو معقول لڳي ٿو ته ٻاهران ايندڙ توانائي ايٿر Ether جي علاوه پيو ڪجهه نه آهي ۽ هي اسانجي جسم ۾ آڪسيجن سان گڏ داخل ٿيندي آهي جنهن کي اسان پنهنجي هر ساهه ۾ پنهنجي جسم ۾ شامل ڪري رهيا هوندا آهيون.

هر هڪ انسان جو جسم هڪ اعليٰ دماغ جي ڪيميڪل ليبارٽري هوندو آهي جنهن جي اندر ڪيميائي عمل جاري ۽ ساري رهندو آهي. مثال طور غذا جو جذب ٿيڻ، ٽٽي ڦٽي ڪري سادن جزن ۾ تبديل ٿيڻ ۽ پوءِ وري اسانجي جسم جي بناوت جي حساب سان جسم ۾ سمائجڻ ۽ پيهر ٽٽي ڪري جسم مان

خارج ٿيڻ. هي تمام ڪيميائي عمل اسانجي جسم جي نهڻ ۽ ٽٽڻ جي مرمت لاءِ ضروري آهي.

انسانن ۽ حيوانن تي ڪيل تجربن ثابت ڪيو آهي ته اها توانائي جنهن کي اسان سوچ چئون ٿا ان ڪيميائي عملن تي گهرو اثر وجهي ٿي. هي معلوم ڪيو ويو آهي ته پريشاني، جوش خروش ۽ خوف انسان جي غذا کي هضم ٿيڻ واري نظام کي اثرانداز ڪري ٿو ۽ جيڪڏهن ان ۾ شدت هجي ته پوءِ ان عمل کي بلڪل به بيماري سگهي ٿو جيڪو بيماريءَ جو سبب يا موت جو سبب نهي ويندو آهي. هن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ذهن جو عمل دخل غذا جي هضم ٿيڻ ۽ سڄي بدن ۾ ورهاست ڪرڻ ۾ به هوندو آهي.

گهڻا ماڻهو ان نظريي جا قائل آهن گويا هن کي سائنسي طور تي ثابت نٿو ڪري سگهجي ته اها توانائي جنهن کي سوچ چيو وڃي ٿو، منفي ۽ ناپسنديده عمل جي ملڻ سان اهڙي قدر خراب ٿي سگهي ٿي جو پورو اعصابي نظام ئي ناڪاره ٿي ڪري هاضمي جو نظام جواب ڏئي ويندو آهي اهڙيءَ طرح پيون جسماني بيماريون گهيرو ڪنديون آهن، مالي پريشاني ۽ محبت ۾ ناڪامي سوچ تي اهڙي قسم جو اثر ضرور وجهنديون آهن.

هڪ منفي ماحول جيئن گهر جو ڪوئي فرد جيڪڏهن هر وقت ڪنهن هڪ کي ستائي رهيو هجي ته هن جي ذهني ڪيمسٽري ايتري حد تائين بگڙي سگهي ٿي ته اهو شخص هر قسم جي تمنا يا آرزو کان ڪناره ڪش ٿي ڪري پنهنجا هوش ۽ حواس ئي وڃائي ويهندو آهي. ان حقيقت جي بنياد تي هڪ پراڻي چوڻي مشهور آهي "ته ڪنهن به شخص جي زال هن کي ٺاهي به سگهي ٿي ۽ ان کي تباه به ڪري سگهي ٿي".

هي ته ذهين جماعت جو طالب علم به ڄاڻي ٿو ته ڪجهه غذائون يا غذائن جو گڏ استعمال ڪرڻ معدي ۾ پهچڻ شرط بدهضمي، سور ايتري تائين جو موت جو سبب به ٿي سگهين ٿيون، سٺي صحت متوازن غذا سان ممڪن ٿيندي آهي يعني اها غذا جنهن ۾ تمام غذائي ضرورتون موجود هجن، پر صرف غذائي جزن جي هم آهنگي ئي سٺي صحت جي ضامن ٿي نه ٿي سگهي ان سان گڏ سوچن ۾ هم آهنگي هجڻ به ضروري آهي.

## هم آهنگي هڪ لازمي شرط

هم آهنگي قدرت جو هڪ قانون آهي. انهي ڪان بغير توانائي ڪا بہ منظم شڪل جيڪا زندگي لاءِ ضروري آهي، وجود ۾ نٿي اچي سگهي. انسان جي جسماني صحت ۽ ذهني صحت بہ حقيقي طور تي هم آهنگ هجڻ جو ثبوت پيش ڪن ٿيون. جڏهن انساني عضوا هم آهنگي سان ڪم ڪرڻ بند ڪري ڇڏيندا تہ زندگيءَ لاءِ لازمي توانائي وڪرجي ويندي ۽ مرڻ جو عمل شروع ٿي ويندو آهي. جيئن ئي منظم توانائي جي هم آهنگي ختم ٿي ويندي آهي تہ توانائي جون ايڪائيون ڇڙوڇڙ ٿين شروع ٿي ويندون آهن ۽ طاقت جيڪا انهن جزن جي منظم هئڻ جي ڪري پيدا ٿين ٿيون، يا تہ خام حالت اختيار ڪري وٺنديون آهن يا ناڪاره بنجي ويندون آهن يعني ڪنهن ڪم جون نہ رهنديون آهن.

اسان ان حقيقت جي باري ۾ ان لاءِ ورجائي رهيا آهيون تہ جيستائين ڪوبہ ماڻهو ان اصول کي سٺي طريقي سان نٿو سمجهي ۽ ان کي استعمال ۾ نٿو آڻي سگهي تہ ماسٽر مائينڊ جي باري ۾ لکيل هي باب ڪنهن بہ ڪم جو نٿو رهي.

## زندگي ۾ ڪاميابي

انهي سان ڪوبہ فرق نٿو پوي تہ ڪاميابي ڪنهن بہ فرد جي نظر ۾ ڪيئن آهي ۽ ڇا حاصل ڪرڻ جو مطلب ڪاميابي آهي. گهڻو ڪري ماحول سان مطابقت پيدا ڪرڻ جو نالو آهي ۽ اها مطابق بہ اهڙي جيئن انسان ۽ ماحول پوري طرح هڪ ٻئي سان هم آهنگ ٿي وڃن. هڪ بادشاه جو محل ڪنهن هاري جي جهوپڙي کان بدتر لڳندو جيڪڏهن هن جي در ۽ ديوارن ۾ هم آهنگي نہ هوندي. جڏهن تہ ان جي ابتڙ هڪ هاري جو جهوپڙو جيڪڏهن هم آهنگ آهي تہ محل کان وڌيڪ پرآسائش محسوس ٿيندو. مڪمل هم آهنگي بغير فلڪيات جي سائنس ائين ئي بيڪار ٿي ڪري رهجي ويندي جيئن ڪو اپاهج جون هڏيون ڇو تہ تارا ۽ سيارا پاڻ ۾ ٽڪرائي هن ڪائنات ۾ هڪ افراتفري ۽ بدنظمي پيدا ڪري ڇڏيندا.

هم آهنگ جي قانون بغير ڪوبہ منظم شعور وجود نٿو رکي ۽ منظم شعور بہ سچائيءَ ۽ قدرت جي قانون جي هم آهنگي ڪان علاوه ڪابہ شي نہ آهي.

ڇو تہ ڪوبہ اختلاف ڪنهن گهر جي دروازي ڪان اندر داخل ٿيندو آهي تہ هم آهنگي انهن ديوارن ۾ يا ان گهر ۾ رهي نہ سگهندي آهي. اهائي ڳالهہ ڪاروبار شراڪت داري ۽ ڪائنات جي نظام فلڪي يا شمسي سان لاحق آهي.

جيڪڏهن هي ڪتاب پڙهڻ وارا هي محسوس ڪري رهيا هجن تہ مصنفين هنَ آهنگي جي اهميت تي ڪجهہ وڌيڪ ئي زور ڏئي رهيا آهن تہ انهن کي اها ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ هم آهنگي جو ختم ٿيڻ ڪنهن بہ ناڪامي جي پهرين ۽ آخري سبب ۽ بعض اوقات اڪيلو سبب هوندي آهي.

ڪابہ شاعري موسيقي يا خطابت قابل ذڪر مقام حاصل نہ ڪري سگهندي جيستائين هن ۾ هم آهنگي جو عنصر موجود نہ هجي.

بهترين عمارت سازي بغير هم آهنگي جي ممڪن نہ آهي. هم آهنگي جي بغير تعمير ٿيل عمارت تعميري سامان جو هڪ ڍير ڪان علاوه ڪجهہ نہ آهي جيڪو زمين تي هڪ داغ جو نظارو پيش ڪندو رهندو آهي.

ڪاروبار جو مضبوط انتظامي ڍانچو هم آهنگي جي اصول جي بنياد تي آهي. هر خوش لباس مرد يا عورت هم آهنگي جي هلندڙ ڦرندڙ صورت آهي.

روزمره جي انهن ننڍين ننڍين مثالن کي ڏسي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ دنيا ۾ هم آهنگي جو ڪردار ڪائنات جي تمام ڪارخاني ۾ ڪيترو اهم آهي اُجا ڪوبہ عقل رکڻ وارو شخص پنهنجي زندگي جا اهم ڪم هم آهنگي جي اهميت کي نظرانداز ڪري انجام ڏئي سگهي ٿو.

انساني جسم عضوا، غدود، رت جون ناليون، دماغ، خليات، دل وغيره جي هڪ پيچيدہ تنظيم آهي. ذهني توانائي جيڪا جسم جي تمام عضون کي انهن جي ڪم لاءِ متحرڪ ڪرڻ ۽ ان ڪم کي مربوط ڪرڻ جو ڪم ڪندي آهي ۽ گهٽو وقت بدلجندڙ توانائي جو مجموعو هوندي آهي پيدائش ڪان موت تائين مسلسل هڪ ڪشمڪش، ذهن جي سوچ جي وچ ۾ جاري رهي ٿي جيڪا ڪڏهن ڪليل جنگ جي صورت اختيار ڪري وڃندي آهي. جنهن جي هڪ

مثال عمل تي آماده ڪرڻ واري انساني خواهشات جي آهي جيڪا صحيح يا غلط اميدن جي وچ ۾ ڪشمڪش سان وجود ۾ ايندي آهي.

هر انسان جون گهٽ ۾ گهٽ 2 نمايان شخصيتون هونديون آهن اهڙي طرح هر شخص ۾ 6 ڇهن مختلف طاقتن جو وجود جي خبر لڳائي سگهجي ٿي. انسان جو هڪ نهايت ئي نازڪ ڪم هڪ اهو آهي ته اهو انهن طاقتن ۾ هم آهنگي پيدا ڪري سگهي جيڪي ڪنهن خاص مقصد جي حصول لاءِ عمل پيرا هئڻ جي لاءِ ضروري آهن. هن هم آهنگي جي عنصر جي بغير ڪنهن به شخص جي سوچ درست سوچ نٿي چئي سگهجي.

## قيادت ڇا آهي؟

هي هڪ بلڪل عجيب ڳالهه ناهي ته هڪ ليڊر جي لاءِ هي هڪ ڏاڍو ڏکيو ڪم هوندو آهي ته هو ماڻهن جي گروپن کي ڪنهن خاص مقصد لاءِ منظم ڪري ۽ اهي سڀئي ملي ڪري بغير ڪنهن جهيڙي جي ان لاءِ ڪم ڪن.

ڪنهن به هڪ فرد جي اندر جيڪي قوتون موجود آهن انهن کي هم آهنگ ڪرڻ آسان ڪم نه آهي چاهي هن جا ٻاهريان حالات مڪمل واقفيت ڇو نه هجي. جيڪڏهن هڪ فرد جي ذهني ڪيمسٽري ئي اهڙي آهي ته ان جي اندر موجود قوتن کي خود ان لاءِ انهن کي هم آهنگ ڪرڻ ڪيترو ڏکيو ۽ مشڪل ڪم هوندو؟

اهڙو ليڊر جيڪو ڪاميابي سان هڪ گروپ جي ماسٽر مائينڊ جي توانائي جي تشڪيل ڏئي ڪري ان جو رخ متعين ڪري سگهي ٿو ان کي چالاڪي، تحمل، ثابت قدمي، خود اعتمادي، ذهن جي ڪيمسٽري جي علم ۾ اعليٰ مهارت ۽ پاڻ کي ان ۾ سمائي (يعني مڪمل هم آهنگي) جي صلاحيت جو مجسمو هئڻ گهرجي. ان ۾ صلاحيت هئڻ گهرجي ته هو هر بدلجندڙ صورتحال ۽ چيلنج جو بغير پنهنجي ناراضپي، يا ناگواري سان قبول ڪرڻ جي يا اهڙي اظهار ڪرڻ جي، خوشدلي سان مقابلو ڪرڻ گهرجي.

اهڙا ڪيترا ماڻهو هوندا جيڪي مٿي بيان ڪيل اوصاف يا وصفن جا مالڪ هوندا؟ هڪ ڪامياب ليڊر کي جنهن ڪنهن مقصد لاءِ قيادتي ذميواريون سنڀاليون آهن حاصل ڪرڻ جي لاءِ ان قابل هئڻ گهرجي ته هو هر درپيش صورتحال جي مطابق پنهنجي سوچ کي تبديل ڪري سگهي. ان ڪان

وڏيڪ اهو تہ ان ۾ ضبط نفس جو فقدان يا غصو ناراضگي جو اظهار ڪرڻ کان بغير پنهنجي مزاج کي تبديل ڪرڻ جي صلاحيت هئڻ گهرجي. هڪ ڪامياب ليڊر کي لازمي طور تي ڪاميابيءَ جا 17 سترنهہ اصولن کي سمجهڻ ۽ ان مان ضروري اصولن جي باهمي ميلاپ سان ان جي درپيش صورتحال تي ڪنترول ڪرڻ جو فن ايندو هجي، هن صلاحيت کان بغير ڪوبہ ليڊر طاقت حاصل نٿو ڪري سگهي ۽ بغير طاقت جي ڪوبہ قائد جو ڪردار ادا نٿو ڪري سگهي.

لفظ تعليم حاصل ڪرڻ جو مفهوم عام طور تي غلط سمجهيو ويندو آهي عام ماڻهن جو خيال آهي تہ تعليم حاصل ڪرڻ جو اهڙو ڪم آهي جنهن ۾ ڪو ٻاهريون عمل توهان کي تعليم جي زيور سان آراستہ ڪري ٿو ان جو مطلب ٻاهر کان علم ذهن جي اندر داخل ڪرڻ جو نالو آهي جڏهن تہ تعليم حاصل ڪرڻ هن جو هڪ مڪمل ابتڙ ڪم آهي. يعني ”هي پنهنجي اندر جي علم کي عمل تي پرکي حاصل ڪرڻ جي شي جو نالو آهي“ يعني ”علم جا ڪرڻا توهانجي اندر کان ڦٽندا آهن ۽ توهان زيور تعليم سان آراستہ ان وقت سمجهي سگهو ٿا جڏهن هي ڪرڻا دنيا کي روشن ۽ منور ڪندا آهن“

قدرت ڪاهلي يا سستي کي ڪنهن بہ حالت ۾ پسند نٿي ڪري. انهن عنصرن کي زندگي بخشيندو آهي جنهن جو ڪونہ ڪو استعمال هجي. توهان پنهنجي ٻانهن ڪنهن رسي سان مضبوطي سان ٻڌي ڇڏيو يا جسم جي ڪنهن بہ حصي جي استعمال کي ترڪ ڪري ڇڏيو توهان ڏسندا تہ اهو جلدي بيڪار ٿي ويندو آهي ۽ بي جان ٿي ويندو آهي. ان جي بلڪل ابتڙ عمل يعني انهي عضوي جو ڪثرت سان استعمال ان عضوي ۾ وڏيڪ طاقت ۽ فعال ترين بنائي ڇڏيندو آهي. هن جي هڪ مثال ان لوهار جي بہ آهي جنهن کيٰ توهان روزانہ وڏن هٿوڙن سان لوه ڪٽيندي توهان ڏٺو هوندو انهن جون ٻانهون انهي مشق سان مضبوط رهنديون آهن اها مظبوطي هن کي انهن جي اندران ايندي آهي.

طاقت منظم علم يا شعور سان جنم وٺندي آهي هي انهي جي استعمال سان وڌندي آهي.

هڪ شخص هتان هُتان معلومات گڏ ڪري هڪ هلندڙ ڦرندڙ انسائيڪلو پيڊيا يا معلومات جو خزانو ٿهي ويندو آهي پر ڪنهن قسم جي قابل قدر قوت جي ذميواري کڻي نہ سگهندو آهي، اهو علم انهي صورت ۾ هڪ طاقت ٿهندو

جڏهن ان کي منظم ڪيو ويندو انهي جي اصلاح ڪري انهي کي قابل عمل ۾ نه آندو وڃي. هڪ پڙهيل لکيل عالم فاضل شخص جي عام معلومات ان شخص جي مقابلي ۾ گهٽ هوندي آهي جنهن کي اسان عام طور تي جاهل چوندا آهيون. انهن ٻنهي ۾ اصل فرق اهو آهي ته ٻئي شخصيت جيترو به علم حاصلو ڪيو يعني جاهل انهي کي هن جي عمل جي ٻئي ۾ پچائي پڪو ڪيو هوندو ۽ طاقت ۾ تبديل ڪري ورتو هوندو آهي.

## تعليم جو حقيقي مطلب

هڪ تعليم يافته ماڻهو اهو آهي جيڪو پنهنجو پاڻ سان طئي ڪيل مقصدِ حيات جي حاصل ڪرڻ جون سڀئي لوازمات جو علم رکندو هجي پر ان جو مقصد ٻين جا حق غضب ڪري حاصل ڪرڻ نه هجي.

هڪ ڪامياب وڪيل اهو نه هوندو آهي جنهن کي قانون جا سڀ ڪتاب برزباني ياد هجن بلڪه اهو ڪنهن خاص حوالي سان گهربل قانون کي انهن ڪتابن مان ڳولڻ جي فن ۾ ماهر هجي ۽ پنهنجي ڪيس جي متعلق هر قسم جو مواد گڏ ڪري بحث لاءِ هر وقت تيار هجي.

ٻين لفظن ۾ هڪ ڪامياب وڪيل وٽ هي علم هوندو آهي ته هو خود کي گهربل ڪيس کٽڻ جي لاءِ قانون جا حوالا ۽ مثال حاصل ڪرڻ ۾ آساني هجي. ۽ اهائي ڳالهه ڪاروباري شخص جي ۽ صنعت ڪار جي لاءِ ضروري آهي.

هنري فورڊ باقاعده ڪنهن تعليمي اداري ۾ تعليم حاصل ناهي ڪئي پر پوءِ به هو هڪ پڙهيو لکيو انسان سمجهيو ويندو آهي ڇو ته هن وٽ اهو علم هئو ته هن کي گهربل مادي شين جي ضرورت ڪيئن ۽ ڪٿان پوري ڪري سگهي ٿو هو ڄاڻيندو هئو ته هو ان لاءِ ڪهڙن فطرت جي قانونن جي تقاضائن کي پورو ڪري سگهي ٿو ۽ اهو به ڄاڻندو هئو ته ٻين ماڻهن جي ذهني صلاحيتن کي گڏ ڪري هڪ ماسٽر مائينڊ تشڪيل ڏئي سگهي ٿو.

پهرين جنگ عظيم جي دوران هنري فورڊ ان وقت جي مشهور اخبار شڪاگو ٽربيون (Chicago tribune) جي خلاف عزت نفس جي دعوي داخل ڪئي هئي. جنهن دعوا ۾ هن اخبار ۾ ڇپجندڙ هن جي باري ۾ بيان هئو ته "هي هڪ جاهل شخص اڻ پڙهيو انسان آهي جيڪو جهالت جي بنياد تي جنگ جي

مخالفت ڪري رهيو آهي وغيره“ جي شڪايت ڪئي هئي ۽ جرمانو ڀرڻ جي گهر ڪئي هئي.

جڏهن مقدمو ڪورٽ ۾ پيش ٿيو ته اخبار وارن جو وڪيل صاحب هنري فورڊ کي جاهل ثابت ڪرڻ لاءِ اهڙا سوال هنري فورڊ کان ڪيا جيڪي هن جي خيال ۾ هنري کي نه ايندا هوندا. ۽ پوءِ هو عدالت ۾ اهو ثابت ڪري وٺندو ته فورڊ صاحب واقعي جاهل آهي. مثال طور تي هن جو هڪ سوال هو ته برطانيه پنهنجي نو آباديات ۾ 1776ع جي بغاوت کي روڪڻ لاءِ ڪيتري فوج رواني ڪئي هئي. فورڊ بغير ڪنهن گهبراهٽ جي مسڪرائي جواب ڏنو، مونکي ان فوج جو بلڪل صحيح انگ اکر ته معلوم ناهن ليڪن آءٌ اهو ڄاڻان ٿو ته جيترا فوجي موڪليا ويا واپس انهن مان گهٽ ئي موٽيا.

هي چوڻ تي ڪورٽ ۾ سنجيد ماحول ۾ کل پوڳ وارو ماحول جڙي ويو، جيوري جي رڪنن ۽ مقدمو ٻڌڻ لاءِ آيل سڀني ماڻهن وڪيل صاحب سميت کل روڪي نه سگهيا.

ان ڪانپوءِ به سوالن جي بوڇاڙ جاري رهي ۽ فورڊ سڀني پڇيل سوالن جا جواب تمام شائستگي بغير ڪنهن پريشاني جي جواب ڏيندو رهيو. پر هڪ انتهائي بيهودو ۽ سڌو سنئون گستاخانه سوال جو جواب پڇڻ تي هن کان رهيو نه ٿيو ۽ سڌو ٿي ڪري پنهنجي آڱر وڪيل جي طرف اشارو ڪندي چيو ”جيڪڏهن آءٌ واقعي ضروري سمجهان تنهنجي هن پڇيل سوال جو جواب ڏيڻ به توتي اها ڳالهه واضح ڪرڻ چاهيان ٿو ته منهنجي دفتر ۾ منهنجي ميز تي هڪ پاسي هڪ سوئچ بورڊ آهي جنهن مان آءٌ هڪڙو بٽڻ دٻائي پنهنجي هر سوال جو جواب ڏيڻ جو ماهر شخص گهرائي ان کان تنهنجي سڀني سوالن جا صحيح جواب حاصل ڪري توکي ڏئي سگهان ٿو ۽ اها معلومات به توکي ڏئي سگهان ٿو جنهن جو پڇڻ عقل کان ٻاهر آهي. هاڻي تون مونکي مهرباني ڪري ٻڌاءِ ته مونکي اهڙي معلومات پنهنجي ذهن ۾ ڀرڻ جي ڇا ضرورت آهي جو مونکي هر ڪنهن جي پڇيل فضول سوالن جا جواب ڏيڻ ۾ ڪم اچي جڏهن ته مون وٽ اهڙا قابل ماڻهو موجود آهن جو مان جڏهن چاهيان جيڪا معلومات مونکي گهربل آهي منهنجي هڪ اشاري تي مهيا ڪري سگهن ٿا؟ هن کان پوءِ عدالت

جي ڪمري ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. سوال پڇڻ واري وڪيل جو منهن ڪليل ئي رهجي ويو ۽ اڪيون حيرت مان پٽيل رهجي ويس. جج صاحب ٿورو لمحي فورڊ جي طرف ڏٺو گهٽا جيوري جا ميمبر به جاڳي پيا ۽ انهن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو جيئن هتي ڪو واقعي ڌماڪو ٿيو هجي.

هنري فورڊ جو جواب هر ان عقل مند جي ان دليل جو ثبوت هو، حقيقت ۾ پڙهيل لکيل هئڻ پنهنجي ذهني صلاحيتن کي ڪتب آڻڻ جا طريقا ڳولڻ آهي نه محض معلومات گڏ ڪرڻ ۽ ان کي محفوظ ۽ مخصوص ڪرڻ. ٿي سگهي ٿو ته فورڊ کي رياست متحده آمريڪا جي سڀني رياستن جي دارالحڪومت جو نالو نه ايندو هجي پر هو اهو ڄاڻندو هئو انهن تمام رياستن جي اڪثر باشندن کي پنڌ هلڻ کان ڪار سواري تائين ڪيئن پهچائي سگهجي ٿو ۽ ائين هن ڪيو.

فورڊ زندگي ۾ ڪڏهن به پنهنجي ليبارٽري ۾ وڃي اهو تجربو نه ڪيو هوندو ته پاڻي کي ٽوڙي هائيڊروجن ۽ آڪسيجن مرڪبن ۾ آڻي وري انهن کي جوڙي پاڻي ٺاهجي. پر هن کي معلوم هئو ته اهڙا ڪيميا دان پنهنجي اردگرد ڪيئن گڏ ڪري سگهي ٿو جيڪي هن جي لاءِ ڪم ڪن، اهڙو شخص جيڪو ٻين جي علم کي پنهنجي مقصد جي حصول لاءِ استعمال ۾ آڻڻ جو فن ڄاڻيندو هجي ان شخص کان گهڻو بهتر آهي جيڪو محض علم گڏ ڪري رکي ٿو ۽ انهي کي ڪنهن به استعمال ۾ نٿو آڻي يا اهو نٿو ڄاڻي ته هن جو استعمال ڇا آهي ۽ ڪيئن آهي.

## ماسٽر مائينڊ ڪيئن تشڪيل ڏئي سگهجي ٿو، "عقلِ ڪُل"

ان کان پهريان اسان هڪ ئي جملي ۾ توهان کي پنهنجي ذهن جي طاقتن کي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ مهارت سان حاصل ٿيندڙ حيرت انگيز طاقت جا ڪمالات توهان جي ذهن ۾ ويهاريون، اسين چاهيون ٿا ته ماسٽر مائينڊ ٺاهڻ جي اصول ۽ طريقي ڪار جو مختصر دائرو ٺاهيون. ماسٽر مائينڊ ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ذهنن جي ميلاپ ڪنهن متعين مقصد جي حصول لاءِ هم آهنگ ڪوششن خاطر بنائڻ جي اتحاد جو نالو آهي.

هڪ ماسٽر مائينڊ گروپ ٺاهڻ جي لاءِ توهان لازمي طور:

1. ميمبرن ۾ گهربل صلاحيتن جي فهرست لکي تيار ڪريو.

2. ڪنهن کي منتخب ڪرڻ گهرجي اُن لاءِ هڪ سٺو ملازم، سٺو دوست جون خوبيون ڏسو مثال طور:

"الف"۔ قابل اعتماد

"ب" ۔ وفاداري

"ڀ" ۔ قابليت

"پ" ۔ مثبت طرز فکر

"ت" ۔ معاوضي کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ وارو

"ٿ" ۔ يقين محڪم ڪرڻ وارو

2. ان ڳالهه کي يقين بنايو تہ توهانجي پئي شخص سان ملائي مڪمل ذهني هم آهنگي هئڻ گهرجي، ۽ پوءِ پنهي جي ٿئي سان ۽ پوءِ توهان ٽنهي جي چوٿين ماڻهو سان اهڙي طرح سڄي گروپ جي ميمبرن جي هڪ ٻئي سان مڪمل ذهني هم آهنگي هئڻ ضروري آهي. هي تمام اهم آهي تہ گروپ جا تمام ميمبرن کي پنهنجي اعتماد ۾ وٺڻ گهرجي.

هر ميمبر جو ٻئي ميمبر جي ڳالهہ تي بغير ڪنهن جهجڪ فوري اعتماد ڪرڻ گهرجي.

3. ميمبر منتخب ڪرڻ وقت ماڻهن کي سليڪٽ ڪرڻ ڪانپوءِ مسترد ڪري سگهو ٿا ايتري تائين جو توهان مڪمل هم آهنگي رکڻ وارو گروپ ٺاهي سگهو.

4. هن ڳالهہ کي يقيني بنايو تہ توهان ڪم مڪمل ڪرڻ لاءِ ضروري محرڪ جو انتخاب ڪري ورتو آهي. ان محرڪ کي ايترو وسيع هئڻ گهرجي تہ جيئن ڪم کي پڄاڻي تائين ڪارآمد رهي. جيڪڏهن توهان کي ان ڪم ۾ ڪو منافعو حاصل ٿئي تہ ان کي انهن تمام ماڻهن ۾ انهن جي حصي جي حساب سان جيڪو هنن ان ڪم ۾ خرچ ڪيو آهي ڏجي بلڪہ ان کان بہ ٿورو وڌيڪ ڏيڻ گهرجي.

5. سيني ماڻهن جي باقاعدي ملاقات جي لاءِ توهان وٽ هڪ مخصوص جڳهہ هئڻ گهرجي جتي سيني سان آساني سان ملي پنهنجي منصوبي ۽ انهن ڪمن کي زير بحث آڻي سگهجي جنهن جي تڪميل جي خاطر هي گروپ

تشڪيل ۾ آيو آهي، ۽ هي ملڻ جو سلسلو هڪ صلح ٿيل وقفي سان مقرر هئڻ گهرجي. ان ڪم ۾ غفلت ناڪامي جو سبب ٿئي ٿي.

6. بطور ليڊر توهان جو ڪم اهو هوندو تہ توهان تمام گروپ جي ميمبرن ۾ مڪمل هم آهنگي جو جذبو برقرار رکو. آءُ هتي ڪارنيگي جو وڏو مقصد توهانجي مدد لاءِ ٻڌائڻ ۽ ياد رکڻ لاءِ ٻڌايان پيو. "ماڻهن کي ٿاهڻ"

7. پنهنجي پاڻ سان سڻا تعلقات ٺاهيو پنهنجي اندر "ٻئي ماڻهو" ٻنان بہ ماسٽر مائينڊ ٺاهيو، هي پيو شخص شڪست جي لفظ کان واقف نہ هوندو آهي ان سان صحيح تعلق توهان کي بہ نہ هارائڻ وارو ٺاهي ڇڏيندو، هي هڪ اهڙو اتحاد آهي جنهن جي بغير توهان جو گذارو نہ ٿيندو. ڪاميابي جي شروعات توهان پنهنجي پاڻ کان شروع ڪريو. جڏهن توهان ماسٽر مائنڊ لاءِ پين ذهنن سان مطابقت پيدا ڪرڻ شروع ڪندا آهيو تہ سڀ کان پهريان توهان کي پنهنجي ذهن تي ڪنٽرول حاصل ڪرڻ ضروري هوندو آهي.

بحث کي سوڙهو ڪندي پنهنجي ذهن جي طاقتن تي ڪنٽرول حاصل ڪرڻ ۽ ماسٽر مائينڊ جي طاقت جو خلاصو ڪندي اسين هڪ چوٽي جو استعمال ڪريو ٿا. جيڪا هن جي خبر ڏئي ٿي جتان ماسٽر مائينڊ پنهنجي بي پناه طاقت وصول ڪندو آهي "جيڪو ڪجهہ انساني تصور ۾ اچي سگهي ٿو ان جو حاصل ڪرڻ ممڪن آهي"

اسان انساني ذهن جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ بہ هتي تجربو ڪيو آهي اهو بني نوع انسان جي اڄ تائين ان کي سڃاڻڻ، منظم ڪرڻ، ۽ ان ۾ تهذيب جي ابتدا کان وٺي اڄ تائين جي مڪمل ريڪارڊ جو تمام علم جو مجموعو آهي.

هي انهن تمام ماڻهن لاءِ آهي جيڪي هن جي شايان شان طريقي سان استعمال ڪرڻ جا خواهشمند آهن ۽ هي انهن لاءِ بہ آهي جيڪي پنهنجي ذهن تي ڪنٽرول حاصل ڪري چڪا آهن ۽ انهن لاءِ بہ جيڪي ترغيب جي شهزور طاقت استعمال ڪرڻ سان ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي تمنا رکن ٿا.

# باب ڏهون

## هڪ نشانيءَ جي ڳولا

اهي هن کي "خوشقسمت" هڪ "مالياتي جينئس" ۽ "ڪامياب" جي نالي سان ياد ڪندا آهن. اسان هن کي ڪنهن اهڙي نالي سان ياد ڪندا آهيون جنهن پنهنجي سچاٽپ حقيقت حاصل ڪري ورتي آهي هڪ اهڙو شخص وڏيڪ ڪاميابين جي طرفان روان دوان آهي ڇو تہ هو خود شناخت ڪرڻ سان حاصل ڪرڻ واري طاقت جي راز کي حاصل ڪري چڪو آهي.

پوئين باب ۾ توهان ان طاقت جي حال کي تفصيل سان پڙهي چڪا آهيو جيڪا توهانجي ٿي سگهي ٿي اگر توهان پنهنجي ذهن جي طاقتن کي ڪنٽرول ڪرڻ جي مهارت حاصل ڪري وٺو، اسان "ڪاميابي" لفظ جي تعريف ڪئي آهي، گهٽ ڄڳهن تي مثبت ڪم ڪرڻ جو ذڪر ڪيو آهي "ڪرڻ" ۽ منفي ڪمن جو ذڪر "نہ" ڪرڻ سان ڪيو آهي. هاڻي توهان جو وارو آهي تہ پنهنجو خود تجزيو ڪريو جڏهن توهان اهو باب پڙهي وٺندا تہ توهان کي وڏيڪ موقعو ملندو تہ توهان بهتر فيصلو ڪري سگهو توهان کي پنهنجي بهتر زندگي گذارڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي.

### هڪ ڳولا

اڳين صفحن ۾ توهان هڪ اهڙي شخص سان ملندا جنهن جي باري ۾ اسان جو خيال آهي هن جي شخصيت ذهن کي ڪنٽرول ڪرڻ جي مهارت حاصل ڪرڻ سگهي وڃڻ جي هڪ انمول اثاثو آهي. هي شخص ذاتي ڪاميابيون حاصل ڪري وٺڻ جي سائنس کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ زنده مثال آهي. هي شخص جيڪو ويهين صدي جي ٻئي اڌ جي پيداوار آهي نہ صرف سائنس جي ست بہ ست اصولن تي عملي رکندو آهي بلڪ انهن کي پنهنجي ذاتي زندگي ۾ لاڳو ڪري چڪو آهي.

اسان ان جي گهڻن دوستن جا انٽرويو ڪيا آهن ۽ ان جي پويان لڪ ۾ هن جي زندگيءَ کي اٿلايو پٿلايو آهي ۽ ان جي نجي معاملن جو بہ جائزو ورتو آهي. اسان هن جي گهر وارن سان بہ ملي چڪا آهيون ۽ هن جي ڪاروباري

ساڻين سان ملي آيا آهيون ۽ گهڻي ساري معلومات حاصل ڪئي آهي. اسان هن جي ماسٽر مائينڊ گروپ جي ميمبرن سان تعلقات وڌائي پنهنجي معلومات ۾ واڌارو ڪيو آهي.

شروع ۾ اسان هن شخصيت جي ڪردار جي حقيقي هئڻ جو اطمينان ڪرڻ لاءِ هي به يقين ڪيو ته ڪٿي هن شخص جي نيڪ نامي خريد ڪيل ته ناهي. ڇو ته اڄ ڪلهه ائين ڪرڻ به عام تعلقات جي ماڻهن ۽ ايڊورٽائزنگ ڪمپنين جي ذريعي ممڪن آهي. ڪردار نه خريدجي سگهجي ٿو نه وڪامجي سگهجي ٿو ۽ نه ئي هٿرادو گهڙي سگهجي ٿو هي ظاهر ڪري ٿو ته هي شخص مجموعي طور تي ڪهڙين خوبين جو مالڪ آهي. هي شخص با اصول باخلوص آهي. هي نياز ۽ نوڙت وارو شخص آهي. اسان جنهن شخصيت سان توهان کي ملائي رهيا آهيون هو اخلاقي جرئت جو نمونو آهي ۽ اسان کي مڪمل يقين آهي ته هو هڪ ڏينهن آمريڪين جي گهڻن ئي حوالن سان رهنمائي ۽ ترجماني ڪندو.

اسان کي پنهنجي مثالي شخصيت جي تلاش ڪرڻ وقت اهڙي شخصيت جي تلاش هئي جنهن کي مڪمل طرح ڪم ڪرڻ جو تلخ تجربو هجي ۽ هو اسان کي پنهنجيون ناڪامين جي داستان ٻڌائيندي ڪنهن قسم جي شرم يا جهجڪ جو مظاهرو نه ڪري، ته جيئن اسان ان جي ڪهاڻي پين ماڻهن جي حوصله افزائي جي لاءِ انهن تائين پوري طرح پهچائي سگهون ته هو به پنهنجين ناڪامين مان نا اميد نه ٿين.

اسان کي هڪ اهڙي شخص جي تلاش هئي جيڪو اسانجي قومي ضرورتن کان واقف هجي اهڙو شخص جيڪو آزاديءَ جي قيمت ڄاڻندو هجي جيڪو آزاد تجارت جي حفاظت جو علمبردار هجي ڇو ته هي نظريو هڪ اهڙي شي آهي جنهن کي ڊاڪٽر هل جي تاهيل فلسفي جي بنياد چوڻ گهرجي.

اسان کي هڪ اهڙي شخص جي تلاش هئي جو تمام بني نوع انسان جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ جو چيلنج قبول ڪري سگهي. محض هڪ اصلاح پسند نه اهو جيڪو پين جي خدمت ۾ ڪيتري به حد تائين وڃي سگهي ٿو.

هن ڪتاب کي تيار ڪرڻ جي دوران اسان گهڻن ماڻهن کان پڇيو، اهڙو شخص ڪٿي ملندو جيڪو ذهني سڪون جو مالڪ آهي ۽ بني نوع انسان جي

پلائي جي لاءِ اسان کي پنهنجي ڪمائي ٻڌائي سگهي، تاڪ پيا ماڻهو ان کي مثال ٺاهي ڪاميابيون حاصل ڪرڻ جي راهن تي گامزن ٿين.

اسان کي جيڪو شخص گهربل هئو محض دولت هجڻ جي بنياد تي اسانجي معيار تي پورو نہ لهي سگهيو هئو ان کي هڪ مضبوط ڪردار جو مالڪ ۽ ڪنهن مقصد جي لگن سان سرشار هئڻ گهربو هئو.

اسان کي اهڙي شخص جي هڪ مقصد تحت تلاش هئي. اسان چاهيو ٿي تہ اهڙو شخص ملي جنهن ڊاڪٽر نپولن هل جي فلسفي جي زنده جاويد تصوير قرار ڏئي سگهجي هن سان اينڊريو ڪارنيگي ۽ نپولن هل جهڙا شخص ۽ ان جي ڪمائي نئين نسل جي دلين ۾ هڪ جڳهہ ٺاهيندي ۽ اهي انهن ذهن تي اٽمت نقش ڇڏيندا. اسانجو مقصد هرگز نہ هئو تہ اسان ان شخص جي شان وڌائيون جنهن آزادانہ تجارت جي خيال کي تصوراتي شڪل ڏني ۽ پنهنجي زندگي جا 20 سال هن نظرئي کي هڪ عملي فلسفي جي شڪل ڏيڻ ۾ صرف ڪيا. مصنف جو هن فلسفي جي ٺوس حقيقتن تي مبني هئڻ جو يقين ڏاڍو پڪو آهي ۽ اهي پوري طرح قائل آهن تہ هي فلسفو هڪ شخص کي خود پنهنجي مدد سان هن قابل بنائڻ لاءِ ڪافي آهي تہ هو آزاد تجارت جي طرف هن ملڪ کي واپس آڻي سگهي سڀ کان بهترين چونڊ آهي.

اسان جو مقصد توهان سان گڏجي هن فلسفي جو ٺوس هئڻ جو مشاهدو ڪرڻو آهي، جنهن لاءِ اسان کي اهڙي شخصيت جي ضرورت هئي جيڪو ان فلسفي جي هڪ عملي مثال جي طور تي پيش ڪري سگهجي. اسان توهان جي سامهون اهو ثابت ڪرڻ چاهيون ٿا تہ ڪردار، ذهانت، تهذيب ۽ دولت هر ان شخص کي ملي سگهي ٿي جيڪو ان کي حاصل ڪرڻ جي قيمت ڏئي سگهي ٿو.

اسان کي هڪ اهڙو شخص مليو جنهن ترغيب جي طاقت ڪنٽرول ڪرڻ ۾ مهارت حاصل ڪري ورتي هئي، اهو شخص جيڪو مهارت سان ڪاميابين جي منزل تي پهتو هي اهو شخص هئو جيڪو محبت ۽ هم وطنن جي احساسن سان متحرڪ ٿيو. جيتوڻيڪ اسان جون رطون سخت معيار ڏاڍو

بلند آهي پوءِ بہ اهو شخص اسان کي مليو يعني اسان کي وليم پين پيٽرڪ (William penn patrick) مليو.

پيٽرڪ اهو چوٿون شخص آهي جنهن کي نيپولين هل ڊڪليئريشن جي اعزاز جو مستحق سمجهيو ويو. اسان اها ڊڪليئريشن ۽ ڪميشن ايوارڊ هن کي 25 مئي 1967ع ۾ پيش ڪيو هن هي ايوارڊ پنهنجي مخصوص شرميلي وقار سان قبول ڪندي چيو هو "هي منهنجي زندگي جو سڀ کان وڏو اعزاز آهي."

## هن پنهنجو "پيون شخص" تلاش ڪري ورتو هئو

هاڻي جڏهن توهان هڪ اهڙي شخص جي ڪهاڻي پڙهڻ وڃي رهيا آهيو تہ ڪيئن هن ناممڪن کي ڪاميابي ۾ بدلائي ڇڏيو تہ اسان کي اميد آهي تہ توهان جي اندر بہ اميد جي هڪ نئين ڪرن ضرور ڦٽي هوندي.

صرف بہ فيصلا ڪرڻ جي هو پنهنجي "ٻئي ماڻهو" کي ڳولڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا تہ توهان جي اندر ڪنهن نہ ڪنهن شي جي کوٽ آهي يا توهان مايوسين ۽ مالي مشڪلاتن جو شڪار آهيو تہ همت ڪريو تہ جيئن هن باب ۾ توهان کي بہ توهان جو پيو ماڻهو ملڻ جو خاصو امڪان آهي.

توهان کي ياد هوندو تہ شروع ۾ هن ڪتاب ۾ اسان توهان کي ٻن لفافن جو ذڪر ٻڌايو هئو اسان مثبت ۽ منفي سوچ جي بحث بہ ڪئي هئي، توهان اهي محرڪات بہ پڙهيا جيڪي آمادهِ عمل ڪن ٿا. شعور ۽ تحت الشعور جي باري ۾ بہ گهڻو ڪجهہ ٻڌايو ويو آهي. پنهنجي پاڻ کي هڪ اهڙو جسم تصور ڪريو جنهن کي بہ پاسا هوندا آهن مثال طور جيئن ڪنهن رڪارڊ پليئر تي وڄايل رڪارڊ جا بہ پاسا هوندا آهن پنهنجي ٻئي ماڻهو جي تلاش بہ ائين ئي آهي ايتري سادي جيئن رڪارڊ جي سائيڊ بدلائڻ. ليڪن توهان کي اها خصوصي چابي تلاش ڪرڻي پوندي جنهن سان توهان جو "پيو ماڻهو" جي اسرار کي تالو لڳل کولي سگهجي ٿو توهان پاڻ کي هن گمراهي ۾ پاڻ ۾ مبتلا ٿيڻ نہ ڏيو تہ ڪو توهان ٻئي شخص جي زندگي جي چال چلت اپنائي ٻئي ماڻهو کي حاصل ڪري سگهو ٿا. هي توهان صرف توهان ئي آهيو جيڪو پنهنجي ذهن جي مدد سان پنهنجو پيو ماڻهو ڳولي سگهي ٿو.

وليم پين پيٽرڪ غربت ۽ ناڪامي جو گهڻو عرصو گذاريو ليڪن اڄ هو هڪ فاتح آهي، معزز ۽ ڪامياب شخص آهي. هو ذاتي ڪاميابين جي سائنس جي مجموعي حالتن جي ذريعي ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي زنده مثال آهي. توهان بہ ڪاميابي کي هڪ جيئرو جاڳندو وجود ۾ تبديل ڪري سگهو ٿا ۽ پنهنجا بلند ترين مقصد حاصل ڪري سگهو ٿا.

## وليم پين پيٽرڪ هڪ مثالي شخصيت

'هاڻي تہ آءُ شروع ئي ٿيو آهيان...' هي لفظ 37 سالن جو ڪروڙ پتي وليم پين پيٽرڪ جا آهن، جنهن جي امارت ۽ شهرت جي آسمان تي هڪ درخشنده تاري وانگي چمڪڻ جو آغاز پوين پنجن سالن جي دوران ٿيو آهي. اهي ماڻهو جيڪي پيٽرڪ کي ڄاڻيندا آهن هو بهتر طور تي سمجهي سگهن ٿا تہ هن جو اهو فقرو معنيٰ خيز آهي. دولت ڪمائڻ هن جي خيال ۾ اڌوري منزل آهي. پيٽرڪ کي خود کي تلاش ڪرڻ ۽ منظم ڪرڻ جي فن ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ جي لاءِ هن جي مشق کي جاري رکڻ چاهي ٿو. ان کان علاوه هو پنهنجي اردگرد ماڻهن کي بہ هن فن جو ماهر ٿاهڻ جي لاءِ ڪوشش ۾ جنبيل رهيو آهي. هن دلڪش ۽ پرفريب کان پاڪ ۽ نرم گفتگو ڪرڻ واري نوجوان پنهنجي مقصد جو تعين 20 سالن جي عمر کان ئي ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو هئو. ان زماني ۾ هن جا مقصد، حالتن جي خرابي ۽ ان جي ڪمپني ۽ ناتجربيڪاري کي ڏسي ڪري حاصل ڪرڻ اندازو لڳائڻ وارن جي لاءِ ناممڪن نظر ايندا هئا.

ان وقت پيٽرڪ اهو طئي ڪيو تہ جڏهن هو 35 سالن جو هوندو تہ ڪروڙ پتي ٿي ويندو ۽ پوءِ خلق خدا جي خدمت جو ڪم شروع ڪري ڇڏيندو. هو هڪ پراڻي طرز جو رومانوي شخص هئو جو جيٽ (Jet) جي زماني جو ڪاروباري تعلقات ۽ سياست جي سوچ رکندو هئو.

پيٽرڪ نارٿ ڪيرولينا (North Carolina) ۾ پيدا ٿيو 1956ع ۾ اتان کان ڪليفورنيا اچي ويو. هن وٽ ان وقت صرف 600 ڊالر هئا، هن سان گڏ هن جي زال هئي، ڪابہ نوڪري هن وٽ ڪانہ هئي. اڄ هو اهڙي فرم جو مالڪ آهي جنهن جو ڪاروبار ڪروڙين ڊالرن ۾ ساليانو ٿئي ٿو هن جي اثاثن جو اندازو اڍائي ڪروڙ ڊالر لڳايو ويو آهي.

پيٽرڪ جنهن ڪاميابين جو حاصل ڪرڻ لاءِ طئي ڪري ڇڏيو هئو ان هي ڪاميابيون حاصل ڪيون. اهڙي قسم جون خواهشون پين بہ ڪيون هونديون تہ هو هڪ نفعي بخش ڪاروبار جا مالڪ ٿين ڪاميابين جي آسمان تي هڪ چمڪندڙ تارو ٿي چمڪن، مالياتي، معاشرتي ۽ ذاتي طور تي هو پنهنجي مثال پاڻ هجن. وغيره ليڪن اهو ڪيئن ٿيو تہ انهن مان ڪجھ ئي ڪاميابي حاصل ڪري سگهيا جڏهن تہ پيٽرڪ حيران ڪن طريقي سان هڪ ڪانپوءِ ٻي ڪاميابي سان همڪنار ٿيندو رهيو.

وليم پيٽرڪ سيني مان ڀريون شخص هوندو جيڪو چوندو تہ "سڀ ڪان ڀريان اسان کي طئي ڪرڻ گهرجي تہ ڪاميابي چوندا ڇاکي آهن" هو توهان کي ٻڌائيندو تہ هن جي ڀرين ڪاميابي ان ڏينهن شروع ٿي جڏهن هو ٻئي پيٽرڪ سان مليو. جنهن جي هڪ زال هئي بہ ٻار هئا هن جي کيسي ۾ صرف 5 ڊالر هئا ۽ ڪوبہ دوست نہ هئس. جڏهن هن طئي ڪري ڇڏيو تہ مونکي پنهنجي زندگي جو رخ مٽڻو آهي.

اهوئي اهو ڏينهن هئو پيٽرڪ ٻڌائي ٿو جڏهن مون اهو چاٽي ورتو تہ مونکي پنهنجي تقدير تي الزام ناهي ڏيڻو ۽ پنهنجي ناڪامين جو ذميدار پنهنجي بينڪر يا پنهنجي دوست يا پنهنجي گهر واريءَ کي يا ماءُ پيءُ مان ڪنهن کي بہ قصور وار ناهي ڪرڻو. هي اهو ڏينهن هئو جڏهن مون سچ کي ڳولي لڌو ۽ ان کي تسليم ڪيو ۽ ان جو سامهون ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. تہ منهنجي ناڪامي منهنجي پنهنجي آهي ۽ ان جو مان ۽ صرف مان ذميدار آهيان مون اهو چاتو تہ مون کي پنهنجي لاءِ خود ڪان ئي پنهنجي پڪي اميدجي بنيادن تي مبني منصوبہ بندي ڪرڻي پوندي. مون اهو چاتو تہ منهنجي لاءِ منهنجي خاندان لاءِ پين لاءِ ڪجھ اهڙو ڪرڻو آهي جنهن جو ڪو مطلب هجي. تہ پوءِ مون اهڙو ڪاروبار شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو جيڪو منافع بخش هجي ان جو ڪو مطلب هجي ۽ مونکي خوشي ڏيارڻ وارو هجي.

پيٽرڪ جي ڪهاڻي ان جي نسل جي باقي ماڻهن جي داستان ڪان ڪجھ وڌيڪ مختلف نہ آهي اهو پيدائش ڪان وٺي ملڪي حالتن جو شڪار ٿيو جيڪو هن ملڪ ۾ ٻي جنگ عظيم ۾ جاپان ۽ ڪوريا ۾ پنهنجي ڪردار جي بدولت پوڳيندا رهيا هئا. هن کي زندگي جي ابتدائي سالن ۾ ئي زندگي برقرار

رکڻ جي فکر گهيري ورتو هئو ۽ هو اهوئي سکي سگهيو تہ پنهنجي عقل سمجهہ سان پنهنجي زندگي هلائي سگهي ۽ ڪاميابي جي باري ۾ ڪجهہ نہ چيو ويجي.

پراڻن وقتن کي ياد ڪندي هو ٻڌائي ٿو "مان هاڻي انهن وقتن ۾ ٿيڻ وارن واقعن جي معنيٰ ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان تہ ڏسندو آهيان انهن واقعن ۾ ڪونہ ڪو مطلب ضرور هئو. پنهنجي شروعاتي زندگي ۾ انڪانپوءِ جو عرصو جنهن جي تجربي منهنجي زندگي ۾ سوچ تي گهرا نقش ڇڏيا ۽ مونکي پوءِ جيڪو مون ڪيو ان لاءِ تيار ڪيو.

پيٽرڪ پنهنجي ٻچپن جا واقعات ٻڌائيندي چوي ٿو تہ هو آچر ڪان آچر سيني ماڻهن جي اچڻ ڪان پهريان چرچ پهچي ويندو آهي. اهو سڀ هن کي پمپ آرگن جي چاٻين (Keys) کي سمجهڻ لاءِ ڪرڻو پوندو هئو. هن جو خيال هئو تہ هن کي سکي وڃڻ جي ڪري هن کي گرجا جيَ گهنٽي وڄائڻ جي اجازت ملي ويندي. اتي اڪيلائي ۾ مون کي اهو احساس ٿيندو هئو تہ جيئڻ زندگي ۾ ڪجهہ پيو بہ آهي جنهن کي نہ اسان ڏسي سگهون ٿا نہ ڇهي سگهون ٿا، نہ محسوس ڪري سگهون ٿا ۽ نہ ئي هن جي پيمائش ڪري سگهون ٿا. مون کي هن علم جي هئڻ سان خوف محسوس ٿيو ۽ مان ڊڄي ويس مون کي معلوم نہ آهي تہ منهنجي اندر هي علم ڪٿان آيو پر مونکي اهو هميشہ ياد رهندو.

## عام اعلان

هي معلوم هئڻ گهرجي:

وليم پي پيٽرڪ کي ڊاڪٽر نپولن هل "جيڪو ذاتي ڪاميابين جي سائنس" جو مصنف آهي چوٽون بهترين شخص ذاتي ڪاميابين جي سائنس جي سترهن اصولن تي عمل جي حوالي سان اعزازي طور چونڊيو ويو آهي هن تحسين جي لائق ماڻهن ۾ پهريون مقام، اينڊريوڪارنيگي ٻيو مقام ٿامس. الوا ايڊيسن ٽيون مقام ڊبليو ڪليمنٽ ستون ۾ چوٿون شخص جنهن جو نالو مٿي درج ٿيل آهي منتخب ڪيو ويو آهي. جيڪو پنهنجي زبردست مهارت، تحمل ۽ جرائت سان عملي طور تي هن ڳالهہ جي سچائي ثابت ڪري سگهي تہ "انساني ذهن جنهن شي جو تصور ڪري سگهي ٿو يا سوچي سگهي ٿو حاصل بہ ڪري سگهي ٿو"

اعلان ڪيو ويو

اڄ ڏينهن يعني 25 مئي 1967ع

پاران صحيح

نپولن هل

ليڪن منهنجي ڏهين ۽ پندرهين سالگره جا درمياني سال منهنجي زندگي جا مشڪل ترين سال هئا پيٽرڪ ياد ڪري ٻڌائي ٿو "منهنجي ماءُ جي وفات ۽ منهنجي پيءُ جي ٻي شادي منهنجي زندگي ويران ڪري ڇڏي مون واقعي بک ڪاٽي، هو عدم تحفظ جو احساس جيڪو محبت نہ ملڻ جي ڪري ٿيندو آهي اهو خوف ۽ ٿڌي مايوسي جو هڪ 15 سال اڪيلو رهجي ويل ٻار ئي جاڻي سگهي ٿو.

## شروعاتي خواهش

پيٽر ـ ذاتي طور تي اولوالعزم وڏا وڏا ڪم سرانجام ڏيڻ جو خواهشمند هئو. جڏهن تعليم پرائڻ جو سوچيو تہ پنهنجو ٿورو گهڻو سامان هڪ لوهہ جي پيتي ۾ وجهي پنهنجي گهر ۾ پيءُ کي خيرآباد چئي غصي مان وڃي پنهنجي شادي شده ڀيڻ جي گهر رهڻ شروع ڪيو. هن پنهنجي ڪاٺڻ ڀيڻ ۾ اسڪول جا خرچ پورا ڪرڻ لاءِ هلڪي ڦلڪي ملازمت شروع ڪري ڇڏي پر مشڪلات وڌڻ جي صورت ۾ هن ڪنهن ڪان 5 ڊالر اڌارا ورتا سامان ٻڌو ۽ ڀيڻ جو گهر ڇڏي ورجينا ۾ پنهنجي ڀاءُ جي گهر رهڻ لاءِ هليو ويو. هتي هن ريسٽورنٽ ۾ ملازمت شروع ڪئي ۽ هڪ ٿيٽر ۾ ملازمت شروع ڪئي اهڙي طرح ڪري پنهنجي اسڪول جا خرچ پورا ڪندو رهيو.

هڪ دفعي پيٽرڪ کي اسڪول ڇڏڻ ۽ ٿيئٽر ۾ مينيجر جي ملازمت جي پيشڪش ٿي. هن جي دل ڏاڍو ستايو تہ اها ملازمت ڪجي جڏهن تہ حالات بہ هن جا ڏاڍا تنگ هئا. پوءِ هن تعليم جاري رکڻ جو فيصلو ڪيو. هن ڏهين ڪلاس تائين اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ پوءِ هو ايئرفورس ۾ ڀرتي ٿي ويو چو تہ اتي تعليم جا خرچ هنن جي ذمي هئا. هن ملازمت دوران بہ هن جي حوصلي بلنديءَ هن جو ساٿ نہ ڇڏيو. هن شام جي ڪلاس ۾ داخلا ورتو ۽ پارٽ ٽائيم ڪرڻ شروع ڪيو هي مسلسل سوچيندو رهيو ”هتان نڪري ڪري زندگي بهتر ٿي سگهي ٿي“.

هن ڪان پوءِ پيٽرڪ ايلينوائس يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي. جتي هن کي پنهنجي خواهشات جي تڪميل جي ڪنجي ملڻ جي توقع هئي. هن جو خيال هئو تہ ڪاليج جي تعليم ئي هڪ صحيح رستو آهي جنهن سان انسان پنهنجي خواهشات جي تڪميل جي قابل ٿي سگهي ٿو. هتي يونيورسٽي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جي دوران ۽ ٻين شاگردن سان ملڻ جلڻ جي دوران هن کي انهي احساس گهيري ورتو جيڪو هن کي ٻچپن ۾ گرجا گهر ۾ ٿيو هئو تہ زندگي ۾ ڪا اهڙي شي آهي جيڪا ڏسڻ ۾ نہ ٿي اچي ۽ محسوس بہ نہ ٿي ٿئي نہ ان کي ماپي سگهجي ٿو پر صرف انسان جي عقل ۾ ئي لڏي وڃي ٿي. ان ڪان ٻاهر هن

جو ڪوبہ وجود نہ آهي يا عمل دخل نہ آهي. هاڻي هن کي اهو شعور بہ ملي ويو تہ محض تعليم سان ڪابہ وڏي ڪاميابي جو حاصل ڪرڻ ممڪن نہ آهي.

هاڻي هي شادي شده ٿي چڪو هئو هن جي ڪامياب ٿيڻ جي تمنا هاڻي وڌيڪ اڪسائي رهي هئي. هو وڏي شدت سان اهي ذريعا تلاش ڪري رهيو هئو جنهن ۾ هو پنهنجي شروع واري زندگي ۾ ڪيل ٽارگيٽ پورو ڪري سگهي. هن سان گڏوگڏ پنهنجي مختصر خاندان جي خرچن جو بندوبست ڪرڻ ۾ رڌل هوندو هئو.

جنهن وقت هو اسڪول ۾ هئو هڪ دفعي هن کي رڌ پچاءَ جي سامان وڪڻڻ جي سيلزمين ٿيڻ جي پيشڪش ٿي هئي. هن بي دلي سان ان ڪم کي سمجهڻ جي لاءِ 5 ڏينهن ترينِنگ ڪورس ڪيو ۽ بي شمار متوقع گراهڪن سان ملڻ پر ڪجهہ بہ وڪڻي نہ سگهيو. "آءٌ ڇڏڻ وارو ٿي هئس" هو ياد ڪندي ٻڌائي ٿو. پوءِ مون سوچيو ٿوري ٻي ڪوشش ڪري ڏسان شايد مان ڪامياب ٿي وڃان".

اڳين ٽن ڏينهن ۾ پيٽرڪ جي ثابت قدمي رنگ لاتو ۽ هن انهي وڪري مان 14000 ڊالر ڪمائي ورتا. هو چوندو هئو "مون ڄاڻي ورتو تہ مون سيل جو ڍنگ سکي ورتو آهي ڇهن مهينن جي اندر اندر پيٽرڪ هڪ 1 نمبر ڊسٽرڪٽ مينيجر ٿي ويو هئو. ۽ پنهنجي ساٿي سيلزمين جو دستو جيڪو 45 نوجوانن تي شامل هئو ڀرتي ڪري چڪو هئو. هاڻي هن جي ڪاليج جي تعليم ۾ دلچسپي ختم ٿي وئي هئي ۽ هن پنهنجي پراڻي خواهش يعني 35 سالن جي عمر ۾ ڪروڙ پتي ٿيڻو آهي جي طرف ڌيان ڏيڻ شروع ڪري ڇڏيو. سودي ڪاري ۾ قابل ذڪر مهارت حاصل ڪرڻ جي باوجود هي نئون واپاري وڏا وڏا منصوبا ٺاهڻ لڳو جيئن هو ٻڌائي ٿو "مون هڪ ايماندارانہ ڪاروباري سوچ ٺاهڻ کان علاوه تمام تڪڙي ۽ تيزي سان وڌيڪ منافعو ڪمائڻ جي باري ۾ منصوبو ٺاهڻ شروع ڪري ڇڏيو. جن جي باري ۾ جڏهن اڄ آءٌ سوچيندو آهيان تہ انهن جي بنياد صرف لالچ تي هئي"

هن جي اها پهرين ڪاروباري مهم جنهن ۾ هن پنهنجي ۽ پنهنجي حصيدارن جي پئسن جي علاوه اسڪول وارن ۽ هڪ بينڪ کان بہ ڪجهہ قرض

ڪٽي لڳايو هئو ناڪام ٿي ويئي. هن قرض کي لاهڻ ۾ هن کي ٽي سال لڳي ويا. هن ۽ هن جي زال اهو قرض اسڪول ۾ ملازمت ڪري لاٿو.

1956ع ۾ اسان هن کي ڪيليفورنيا ۾ ڏسون ٿا جتي هو هڪ درس ۽ تدريس سان بنا پيرِ ۽ سر جي نظام کان خفا خفا ٿيل ڏينهن رات مختلف بلن جي ادائيگي ۽ جسم ۽ جان جي رشتہ برقرار رکڻ جي لاءِ ڪوشش ڪندي نظر ايندو آهي.

هن موقعي تي هن ڪسمپرسي جي حالات مان نڪرڻ لاءِ هو پنهنجي ڪلاس روم کان ٻاهر پئسا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪري سگهيو ٿي (اندازو لڳايو مجبوريءَ جو هنن حالتن ۾ مستقل مزاجي، فراخدلي ايمان ڪامل جهڙن انمول شين جي ضرورت هوندي آهي) انهن ئي ڏينهن ۾ هن جي هڪ واقف ڪار هن کي فوڊ سپليمنٽ (تيار ٿيل خوراڪ) جيڪا ڏہن ۾ غذائي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ اچي ٿي Complan, Millo, وغيره جهڙيون جي ڪاروبار ۾ ترقيءَ جي هڪ شاندار تصوير ڏيکاري، هن 138 ڊالر ڪٿان قرض ڪنيون ۽ پنهنجي سيل جي مهارت کي وري آزمائڻ جو فيصلو ڪيو.

ڪجهہ عرصہ تہ ائين محسوس ٿيندو رهيو تہ هي موقعو هن جي قسمت کولي ڇڏيندو. پر پيٽرڪ ياد ڪندي ٻڌائي ٿو "اسان وٽ تنظيمي ڍانچي جي کوٽ هئي، اسان پنهنجي شي هڪ دفعو کپائي وري گراهڪ جي خبر نہ وٺندا هئاسين ۽ انهن ئي خامين جي بنياد تي هي ڪاروبار بہ ناڪامي جي ور چڙهي ويو. هن دفعہ قسمت جو ڦيٿو بيهندي ڪري ڏسي پيٽرڪ اميد نہ وڃائي ۽ پين ماڻهن کي هن ڪاروبار کي سنڀالڻ لاءِ پاڻ سان حصيدار بنايو. هنن کي بہ پيٽرڪ وانگر هن ڪاروبار ۾ سنهري موقعا نظر اچي رهيا هئا. ليڪن انهن ئي خامين جي ڪري جيڪو اڄ پيٽرڪ سمجهائي ٿو ۽ هو ان وقت انهن مان واقف نہ هئو. هي ڪاروبار بہ آخر ۾ تباهه ٿي ويو. هن کي پنهنجي سر 2700 ڊالر قرض ڪٽي پنهنجي لڳايل رقم واپس گهرڻ شروع ڪري ڇڏي جنهن سان پيٽرڪ جا حالات روز بروز بدتر کان بدتر ٿيڻ شروع ٿي چڪا هئا. هو جڏهن خيالي کان حقيقي دنيا ۾ آيو تہ مالي ۽ جذباتي طور تي ڏيوا لپٽي جو شڪار ٿي چڪو هئو.

هن هڪ مهيني جي خرچن کي پورو ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪار وڪڻي ڇڏي ته اڳئي مهيني پنهنجو T.V وڪڻي. هن ٻڌايو "آءٌ هڪ ناراض ماڻهو ٿي ويس" آءٌ پنهنجي زال پنهنجو پاڻ ۽ ڪاروباري شريڪ ماڻهن هر ماڻهو سان ناراض رهندو هئس. منهنجو هر هڪ ماڻهو تان اعتبار کڄي چڪو هئو. خاص طور تي پنهنجي هن سوچ تي ته مان بغير سيڙپ جي ڪجهه حاصل ڪري سگهان ٿو. يا ماڻهن سان صرف چالاڪي جي بنيادن تي ڪو ڪم وٺي سگهان پيٽرڪ جو تعليمي سلسلو هاڻي ختم ٿي چڪو هئو.

## ناڪامي جو سبق

تڏهن مون سوچيو ته هاڻي وقت اچي ويو آهي ته مان اها حقيقت تلاش ڪريان ته آخر مان اهو ڪجهه حاصل ڇو ڪونه ڪري سگهيس جنهن جي مونکي خواهش هئي" پيٽرڪ غور ۽ فڪر ڪرڻ کان پوءِ ٻڌايو "مون ماڻهن ۽ پئسن جي معاملي ۾ توازن برقرار رکڻ جي اصول تي مبني فلسفي جو مطالعو شروع ڪري ڇڏيو. مون ان کان پوءِ جو ڪجهه حاصل ڪيو ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ تيار هئس. آءٌ هاڻي شڪر گذار ٿيندو آهيان ته ان وقت منهنجو سامهون نپولن جي فلسفي سان ٿيو ۽ آءٌ هن جي افاديت کي پنهنجي پوءِ وارن تجربات ۾ استعمال ڪيو.

هڪ ڏينهن ائين ٿي هڪ بڪ اسٽال تي مختلف ڪتابن جا ورق اٿلائي رهيو هوس ته منهنجي هٿ ۾ نپولن هل جي لکيل ڪتاب "سوچيو ۽ امير ٿي وڃو" (Think and grow rich) هٿ اچي ويو. پهريون دفعو پڙهي مونکي ڪجهه سمجهه ۾ گهٽ آيو پر مونکي احساس ضرور ٿيو ته هن ۾ جيڪو ڪجهه لکيل آهي اهو سچ آهي، مون کي هڪ دفعو وري اهو احساس ٿيو جيڪو مونکي ٻچپن ۾ گرجا گهر ۾ ٿيو هئو يعني اهو ڪجهه معلوم ٿيندو هئو جيڪو مونکي معلوم نه هوندو هئو ۽ ڪٿان معلوم ٿي رهيو آهي مونکي بس اهو لڳندو هئو ته مان صحيح رستي تي آهيان ۽ ڪنهن نظر نه اچڻ واري سان جڙي ويو آهيان ۽ مون هي ڪتاب بار بار پڙهي ۽ مون ڏٺو ته مون پنهنجي اندر هڪ ٻيو شخص ڳولي لڌو آهي ۽ منهنجو ئي ڪو حصو آهي. جيڪو هميشه کان اتي هيو پر مان انهي کي ڪڏهن ڏسي نه سگهيس يا ان کي بيان نه ڪري سگهندو هئس. مون انهن تمام

ڪاميابين ۽ ناڪامين جي باري ۾ سوچيو جيڪي مون ماضي ۾ حاصل ڪيون مون پنهنجي تمام طرز عمل ۽ سوچڻ جو معائنو ڪيو مون محسوس ڪيو ته پنهنجو فائدو سمجهي ڪري اهڙا وعدا به ڪيا جن جي اندر پوري ايمانداري سان طئي ڪري ڇڏيو هئو ته ڪڏهن به پورا ٿي نه سگهندا يا پورا نه ڪندس. مون محسوس ڪيو ته پنهنجي لاءِ محل تعمير ڪرڻ جا خواب ڏسندو رهان ٿو باقي ماڻهن جي لاءِ جيڪي منهنجي ان محل جي تعمير ۾ حصو وٺندا هئا اهي ڪنهن شي حقدار نه سمجهندو هئس. آءُ بي ايمان نه هوس پر سودي ڪاري ۾ هير ڦير جو قائل ضرور هئس. آءُ ان نتيجي تي پهتس ته ناڪامي جا گهڻو ڪري به سبب هوندا آهن. هڪ سستي ٻيو بدديانتي. آءُ سست بلڪل نه هئس ۽ پنهنجي سڀ کان وڏي بدديانتي منهنجا پنهنجا ساٿي هئا. آءُ ٻين ماڻهن سان معاملات ۾ پاڻ سان طئي ڪيل ڪردار نه نڀائيندو هوس. يعني انهن سان ٻيائي رکندو هوس.

وليم پيٽرڪ پنهنجي سامهون اٿي ٻيهي پنهنجي پاڻ سان 2 وعدا ڪيا، هڪ اهو ته آءُ ڪوبه اهڙو وعدو نه ڪندس جنهن کي پورو ڪرڻ ۾ هُن جي ذرا برابر به بدنيتي هجي" ٻيو اهو "جيئن ئي مون وٽ پهريون ٻيرو ڏهه لک ڊالر ٿيندا (جي حاصل ڪرڻ جي هن کي اجان اميد ئي آهي) ته انهن مان هڪ لک ڊالر ڪنهن نيڪ مقصد ۾ لڳائيندس."

يقين ڪريو جنهن ڏينهن مونکي خبر پئي ته مون وٽ ڏهه لک ڊالر گڏ ٿي ويا آهن پهرين فرصت ۾ مون چيڪ بڪ ڪڍي هڪ لک ڊالر نيڪ مقصد لاءِ ڏنا جڏهن ته وري هڪ دفعو مونکي وسوسن گهيريو پر مون پنهنجو وعدو پورو ڪري ساه کنيو. هي چيڪ لکي مونکي ذهني سڪون ۽ اطمينان جو احساس ٿيو ۽ ان کان پهريان اهڙو احساس ڪڏهن به نه ٿيو. مون هي وعدو پورو ڪري مستقبل ۾ هر وعدو پوري ڪرڻ جو بنياد رکي ڇڏيو هيو.

### 85 ڊالرن جي وگ

جڏهن هن "سوچيو ۽ امير ٿي وڃو" ڪتاب ايترا دفعه پڙهي ورتو جو هو ڪافي پراڻي لڳي رهي هئي ۽ هن جا ورق ڪنڌن کان مڙي ويا هئا تڏهن وڃي

هن پنهنجو منهن صحيح ڪيو ۽ پنهنجي پراڻي گاڏي پونٽيڪ ڪيڊي ۾ نوڪري جي تلاش ڪرڻ لاءِ نڪري پيو.

1963 ۾ ڪيليفورنيا ۾ ڳوڻ ۽ انهن جي صحيح استعمال ڪرڻ جو فيشن نڪتو هئو. پيٽرڪ انهن جي سيل سان پنهنجو ڪاروبار شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هن 85 ڊالر ڪتان اڌارا وٺي وگ ۽ ڪجھ وارن جي رنگڻ وارين ڪريمن جا نمونا خريد ڪيا ۽ انهن کي اهو وڪرو ڪرڻ لڳو. جلد ئي هن سيلز گرل به ڀرتي ڪري ورتي ۽ انهن کي وارن ۾ بطور خوبصورتي لاءِ استعمال ڪرڻ وارين شين مثلاً پنون، ڪلپ وغيره سيل ڪرڻ جي تربيت ڏني ۽ وگن جو هڪ دڪان کوليو، دڪان کولڻ جي ٽن مهينن بعد هن جي دڪان جي سيل مهيني ۾ 10 هزار ڊالر تائين پهچي وئي.

۽ مونکي لڳو ته آءٌ هڪ دفعو ڪاميابي جي منزل تي گامزن آهيان"

پيٽرڪ ياد ڪندي ٻڌائي ٿو "هن دفعي ڦيريان ڪان آءٌ بدليل هئس هاڻي مون وٽ هڪ فلسفو هئو طريقيڪار هئو، جنهن تي عمل ڪرڻ جو مون عزم ڪري ڇڏيو هئو. پيٽرڪ هڪ ننڍي دڪان خريد ڪري انهي ۾ ڪاسميٽڪس جو سامان وڪڻڻ شروع ڪيو ان وڪڻڻ جي لاءِ رکيل هر شيءِ ۽ پراڊڪٽ جو انتخاب وڏي احتياط سان ڪيو. هر شي جي باري ۾ هي اطمينان حاصل ڪري وٺڻ ڪانپوءِ ته هوءِ عمده ترين ڪوالٽي جي هئڻ گهرجي بلڪل خالص هئڻ گهرجي پوءِ ئي ان شي کي پنهنجي دڪان ۾ وڪري لاءِ رکندو.

هن ڪاسميٽڪس تيار ڪرڻ جي باري ۾ به معلومات گڏ ڪرڻ شروع ڪري ڏني. هن پنهنجي ڪاروبار ۾ هر قسم جو علم حاصل ڪيو ۽ ان ۾ مهارت حاصل ڪئي هو ڪاسميٽڪس جي تياري کان وٺي ان جي استعمال جا صحيح طريقن تائين کان پوري طرح واقفيت حاصل ڪرڻ ۾ لڳو رهندو هئو.

هن جي چوڻ جي مطابق مان وڏي چڙهي جوش ۽ خروش سان شين جي باري ۾ معلومات گڏ ڪندو هوس ته هي ڪيئن ڪم اچن ٿيون ۽ ڪيتريون سٺيون ثابت ٿي سگهن ٿيون، ان عمل سان پيدا ٿيڻ وارو يقين مونکي پاڻ تي ۽ وڪرو ٿيڻ وارين شين تي پختي کان پختو ٿيندو ويو. ۽ اهوئي منهنجي ترقيءَ جو باعث ثابت ٿيو.

مون چاڻي ورتو هئو تہ مون پنهنجن خوابن جي تعبير ڪرڻ جو نسخو حاصل ڪري ورتو آهي. مون پنهنجي ڪاروبار جي آغاز کان ڏهہ مهينا پوءِ هي اعلان عام ڪيو تہ هاليڊي ميجڪ ڪاسميٽڪ (هن جي ڪمپني جو نالو هيو) سال جي پوري ٿيڻ تي ڏهہ لک ڊالر ماهانہ جي سيل تي پهچندي. منهنجا پراڻا دوست چوندا هئا ”هن جو دماغ خراب ٿي ويو آهي“ مان جواب ڏيندو هوس تہ اهو شخص جيڪو ناممڪن ڪم ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو هن جي مد مقابل بہ گهٽ ئي ماڻهو هوندا آهن. لهذا هن کي مقابلو ڪرڻو نہ پوندو آهي ۽ مون کي يقين آهي تہ مان جيڪا پيشنگوئي ڪري رهيو آهيان ضرور پوري ٿي رهندي. ۽ ائين ئي ٿيو. پيٽرڪ جي پيشنگوئي نہ صرف پوري ٿي پر نتيجا ان کان بہ بهتر نڪتا. اڄ پيٽرڪ اهو خيال مسترد ڪري ٿو ڇڏي ”هو پهچي ويو آهي“ هن جو خيال آهي تہ هاڻي هي شروع ئي ٿيو آهي. پنهنجي پاڻ سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن، دوستن ۽ امريڪا جي لاءِ جيڪي هو خواهشون رکندو هئو اهي منافعو وڌائڻ جا طريقا سوچيندو رهڻ، بجاءِ ماڻهن ۾ پنهنجو پيو ماڻهو تلاش ڪرڻ جو شعور کي ڦهلائڻ طرف وڌيڪ ڌيان ڏيندو هو، منهنجي شروع ۾ ڪيل خواهشن جي ٻئي حصي يعني هو هڪ عوامي خدمتگار ٿيڻ چاهيندو هي جي تڪميل طرف وڌيڪ مائل هئو. هو چاهيندو هو تہ هو هڪ ڪارآمد، قابل اعتماد ۽ پرخلوص عوامي خدمت ڪرڻ وارو ثابت ٿئي. هن کي اهو ٻڌائڻ ۾ ڪابہ جهجهڪ نہ ٿيندي هئي تہ هاڻي بہ جڏهن مجسمي آزادي يا تارن يا پٽين وارو جهنڊو ڏسندو آهي يا قومي ترانو ٻڌندو آهي تہ هن جي اندر هڪ لهر ڊوڙي ويندي آهي. هو هڪ پڪو ۽ سچو محب وطن آهي ۽ اڄ تائين پنهنجي نظريات تي قائم آهي. هو اهو مڃي ٿو تہ امريڪا هڪ عظيم ملڪ آهي. ڇو تہ اهو اسانجو آهي ۽ ماڻهن هن جي بقا ۽ آزاديءَ لاءِ جنگيون وڙهيون ۽ جانيون قربان ڪيون.

جيڪڏهن وري بہ ڪو وقت آيو ۽ هن قوم کي ڪو فائدو ٿي سگهي ٿو تہ پنهنجيون جانيون قربان ڪرڻ جي لاءِ تيار آهيون.

هو پاڻ سان ملڻ وارن ۽ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ بي چين ماڻهن جي سوالن جي جواب ۾ چوي ٿو جتي توهان آهيو اتان کان آغاز ڪري ڇڏيو ۽ ان کي بهترين ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ پاڻ سان ۽ ٻين سان ڪڏهن دوکو نہ ڪيو.

شيون اهم نہ آهن، ماڻهو اهم آهن. انهن وٽ اهو سڀ ڪجهہ هوندو آهي جنهن جي ڪنهن شخص کي ضرورت هوندي آهي. جيڪڏهن توهان ان قابل آهيو تہ اهي توهان کي محبت ڏيندا ۽ مهرباني بہ، اهي توهان کي ووٽ بہ ڏيندا ۽ توهان تي اعتماد بہ ڪندا اهي توهان کي حوصلو بہ ڏيندا موقعا بہ مهيا ڪري ڏيندا.

پيٽرڪ انهي شخص کي سڃاڻي ٿو جيڪو چاهندو آهي تہ هن جي ڪاميابي جي داستان ڏاڍي سادي آهي ۽ توهان جڏهن هن جو تجزيو ڪندا تہ اسان سان ضرور اتفاق ڪندا هو هڪ قابل پيروي ڪندڙ انسان آهي.

## وليم پيٽرڪ جي ويجهو ڪاميابي جي وصف

پيٽرڪ جي ڪماڻي جو تجزيو تڏهن درست ٿيندو جڏهن اسان هن کي پري کان ۽ ويجهو کان ڏسنداسين. بلڪل ائين جيئن قدرت جي ڪنهن نظاري جو اسين ويجهو کان ۽ پري کان نظارا ڪري محسوس ٿيندا آهيون. هتي پري کان مقصد هن جي زندگي ۽ ڪاميابين جو احوال آهي، ان جو خاص وقت، ويجهو کان مطلب هن جي شخصيت هن جا خيالات، هن جو بهتر ٿيڻ ۽ ڪامياب ٿيڻ.

هيٺ ڏنل هن جو انٽرويو جيڪو مصنفين هن کان ڪيو هئو هن جي پنهنجي ٺاهيل تصوير هتي بغير ڪنهن تڪليف ۽ رڪاوٽ جي پڙهندڙن کي پنهنجي اندر جي تفصيلات کان واقف ڪري ٿو. تہ جيئن توهان تجزيو ڪري معلوم ڪري سگهو تہ ڪاميابي جون ڪهڙيون وجهہ ٿي سگهن ٿيون.

مصنفين پيٽرڪ کي هڪ مطمئن ۽ پُراعتماد شخص لڌو جيڪو پنهنجي مٿان پورو يقين رکي ٿو جنهن جي ڪري هن کي ڪجهہ لڪائڻ يا بناوت سجاوت ڪرڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. مسٽر پيٽرڪ هي سڀ ڪجهہ ڪيئن حاصل ڪيو ۽ ڪيئن برقرار رکيو ۽ استعمال ڪيو هي سڀ ڪجهہ توهان کي هن جي انٽرويو مان خبر پوندي.

ڪيون: ڊاڪٽر هل هلو تہ اسان گفتگو جو آغاز توهانجي طرف کان ادا ڪيل چند لفظن سان ڪيون توهان اڄ جي هن ميٽنگ جي باري ۾ ڇا چوندا؟

ڊاڪٽر هل: آءٌ هن نشست جي باري ۾ مسٽر ڪيون جو شڪريو ادا ڪرڻ چاهيندس تہ هن اسان کي انهن اصولن کي صحيح ثابت ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو جن جي صحيح هئڻ جو اسان پهريائين آگاهہ هئاسين تہ ڪهڙا اصول هئا جن تي عمل ڪري هو ڪامياب ٿيو. هتي اسان هن کان ڪاميابي جا سترهن اصول تي سندس راءِ پڇڻ چاهينداسين خاص طور تي هنن اصولن مان مقصد متعين ڪرڻ جو اصول ۽ ٿورو وڌيڪ ڪم يا معاوضي کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جو اصول وغيره.

ڪيون: بل (پيٽرڪ جو مختصر نالو Bill) بہ آهي ڇئو توهان هن نشست جي باري ۾ ڇا چوڻ پسند ڪندو؟

پيٽرڪ: آءٌ هن ۾ شامل ٿيڻ تي ڏاڍو خوش آهيان.

ڪيون: ڊاڪٽر هل ڇا بحث جو آغاز مقصد جي متعين جي باري ۾ ڪجهہ چوڻ کان شروع ڪرڻ پسند ڪندا؟

هل: منهنجو خيال آهي تہ ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي ۽ اسين ڏسي سگهون ٿا تہ بل (Bill) جو هڪ وڏو مقصد هئو. هو ان جو مظاهرو پنهنجي ڪاميابي جي لاءِ ڪيل ڪامياب ڪوشش سان ڪري چڪو آهي ۽ هن عزم جو اظهار سان بہ تہ هو وقت تي اچڻ تي پنهنجي مالڪ جي هر ممڪن مدد ڪندو.

ڪيون: بل ڇا توهان اسان کي اهو ٻڌائڻ پسند ڪندو تہ انهن اصولن کي سچائي ڇا حاصل ڪيو ۽ اوهان جي زندگي تي ڪهڙو اثر ٿيو؟

پيٽرڪ: مقصد جو تعين منهنجي خيال ۾ ڪجهہ هن طرح آهي تہ شروع شروع ۾ هن کي وسيع تناظر ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، مان ڇا حاصل ڪرڻ چاهيان ٿو؟ مان پنهنجي زندگي ۾ ڇا ڪرڻ چاهيان ٿو پر اهو سڀ ڪجهہ ايترو واضح نہ هئو هي جبلت يا قدرتي ضرورت هئو يا محض خيال، هي باقاعده سوچي سمجهي طئي ٿيل مقصد نہ هئا نہ انهن کي حاصل ڪرڻ جو قابل عمل منصوبو هئو. وقتاً فوقتاً مون ۾ جوش ايندو هو ۽ آءٌ دل لڳي سان انهن کي حاصل ڪرڻ جي پٺيان لڳي ويندو هئس. پوءِ آءٌ دنيا ۽ اردگرد جي حالات مونکي ان کي ترڪ ڪرڻ تي مجبور

ڪري ڇڏيندا هئا ۽ مان ٿڪجي ٽٽي هار ڪائي ويهي رهندو هوس. مقصد جو تعين ڪجھ اهڙي قسم جي شي آهي. توهان محسوس ڪندا آهيو تہ توهان کي ڪا هڪ شي حاصل ڪرڻي آهي. توهان ان کي لکي ڪري متائي ڇڏيو ٿا وري لکو ٿا وري متايو ٿا جيئن ڪنهن بليڪ بورڊ تي ڪجھ لکيو وڃي ۽ پوءِ ان کي صاف ڪيو وڃي. جيڪڏهن توهان ان کي لکندا رهو پنهنجي پاڻ کي ٻڌائيندا رهو ۽ يقين ڏياريندا رهو تہ پوءِ جلد ئي اهو نہ متجڻ وارو نقش ٿي ويندو. وقت گذرڻ سان گڏ منهنجو مقصد واضح ۽ متعين ٿيندو ويندو ۽ منهنجو ارادو بہ پڪو ٿيندو ويندو. هي اهو طريقو آهي جنهن سان گڏ هي مونسان اڳتي هليو. ڪنهن بہ مونکي اصول ۽ طريقي جي باري ۾ نہ ٻڌايو ويو مون ان کي پاڻ سان پنهنجي خدا جي ڏنل سمجھ کي، تہ مان پنهنجي ذاتي صلاحيتن کي استعمال ۾ آڻيان ۽ ان مان حاصل ڪيان مون انهي کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪامياب ٿيڻ جي ڪوشش ۾ گهربل مشقتون ڪٽڻ ڪان بہ نہ ڪيٻايو.

ڪيون: ڇا تو 20 سالن جي عمر ۾ ئي سڀ ڪجھ ڄاڻي ورتو هئو؟

پيٽرڪ: بلڪل

ڪيون: يعني تو زندگي جو مقصد حاصل ڪرڻ جو طريقو ۽ انهي کي برقرار رکڻ سکي ورتو هئو ڪنهن بہ شخص جو اهو سڀ ڪجھ ڄاڻي وٺڻ ڪا معمولي ڳالھ نہ آهي.

پيٽرڪ: جيڪڏهن توهان اهڙي صورتحال ۾ آهيو، جتي عظيم خيالات يا وڏا خيالات ۽ مقصد جو اظهار ماڻهن جي ٽوڪن ڪانسواءِ ڪجھ معنيٰ نہ رکي تہ پوءِ توهان اِن جو اظهار نٿا ڪري سگهو حقيقت تہ اِها آهي تہ اهڙن خيالن کي تہ توهان پنهنجي ذهن ۾ ئي نٿا رکي سگهو ڇو تہ توهان جي اردگرد جو ماحول ڇا چئي رهيو هوندو آهي تہ هي ڇريو ٿي ويو آهي. هي هڪ ظاهري منطق آهي. لهٰذا اهو مشڪل هوندو آهي تہ توهان پنهنجي خيالات کي ڪٽي گهمندا وتو ۽ وري اهو تہ سڀ ڪان ڏکيو ڪم هوندو آهي تہ توهان انهن کي پنهنجي ڪردار جو حصو بنائي ڇڏيو. آءٌ اندازو ڪري سگهان ٿو ائين ڇو ٿيندو آهي. هڪ دفعو توهان جي انهن اصولن جي بار بار دهرائڻ ۽ انهن کي سمجهي وٺڻ لاءِ جڏهن توهان انهن

اصولن کي سمجھي وٺندا سٺي طريقي سان يعني پنھنجي مقصد جو متعين ڪرڻ جو اصول ته پوءِ توھان کي قطعي پرواھ نه آھي ته پيا ماڻھو ان جي باري ۾ ڇاڇا سوچين. اھي جيڪو ڪجھ به سوچيندا آھن ان سان ڪوبه فرق نٿو پوي. جيئن توھان بخوبي ڄاڻندا آھيو ته جنھن جو ھن اصول تي عمل جو ارادو پڪو ھجي ته پوءِ صرف ھڪ ئي ڳالھ ٿي سگھي ته اُھا اِھَا آھي ته ارادي جي تڪميل. ھي اھا ڳالھ ھئي جيڪا مان 20 سالن جي عمر ۾ نه ڄاڻندو ھئس آءُ ان کي محسوس ڪري سگھندو ھئس. پر منھنجو ان تي يقين ھرگز نه ھوندو ھئو يعني ڪڏھن يقين ٿيندو ھئو ڪڏھن نه ۽ ڪڏھن پنھنجي پاڻ کي چوندو ھئس "آخر توسان ڇا مسئلو آھي" تو وٽ سڀ ڪجھ ڇو ڪونه آھي. آخر انھي کي حاصل ڪرڻ ۾ پنھنجي جان جو خطرو ڇو لڳندو آھي. ليڪن ٿوري ئي عرصي ۾ توھان خيال جي ويجھو اچڻ لڳندا آھيو ۽ توھان کي بھتر سمجھ اچڻ شروع ٿيندي آھي ۽ ھي توھانجي شعور جو حصو بڻجڻ شروع ٿي ويندي آھي. اھو سڀ ڪجھ ائين ئي مون سان ٿيو تڏھن جڏھن مون توھانجي ڪتاب پڙھي ۽ پيو ان موضوع تي ڪتابون پڙھيون. ھن کي پڙھڻ سان مونکي رھنمائي ملي مونکي حقيقت ۾ ڇا ڪرڻ گھرجي پين لفظن ۾ مونکي اھو قدرتي طور محسوس ٿيڻ لڳو. "مون اھو سوچيو ۽ امير ٿي وجو" ۽ اھڙا پيا ڪتاب پڙھي ھن اصول جو حقيقي ۽ قابل عمل ھئڻ جي ڄاڻ حاصل ڪري ورتي. ھاڻي دنيا جو سڀ مال ملڪيت روپيه پئسو يا ڪابه شي مونکي منھنجي يقين کان نٿي ھٽائي سگھي "مقصد جي حاصل ڪرڻ جو اصول" بلڪل اٽل آھي.

ڪيون: ڊاڪٽر ھل ڇا توھان "ماسٽر مائينڊ جي تشڪيل" جو اصول وضاحت سان بيان ڪندا؟

ھل: ماسٽر مائينڊ جي تشڪيل ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ذھنن جي اتحاد سان ٿي سگھي ٿي. ٻن ۾ ھو پنھنجيون ذھني توانائيون گڏ ڪري ھڪ طئي ٿيل مقصد جي حصول لاءِ گڏيل طور استعمال ۾ آڻيندا آھن. اسان ان ڳالھ جا قائل آھيون ته سڀ کان موثر ماسٽر مائينڊ ھڪ شخص جو پنھنجي گھر واري يا ڪنھن عورت سان بنايل ذھني اتحاد ھوندو آھي. ۽

جيڪڏهن توهان ڪا عورت آهيو تہ هن ڳالهہ ڪي وڏيڪ وضاحت سان
ائين چونداسين تہ جنس مخالف سان بنايل ذهني اتحاد يعني ماسٽر
مائينڊ بهترين هوندو آهي بنسبت هڪ ئي جنس جي ماڻهن جي وچ ۾.
ڪيون:اتي اسان هي اصول مختصراً بيان ڪيو آهي. بل توهان ٻڌائيندا تہ هن
توهان کي ڪيئن متاثر ڪيو ۽ توهانجي زندگي هن ڪان ڪيئن متاثر
ٿي؟

**هميشہ پنهنجي سوچن کي بلند رکڻ**

(ننڍين ننڍين رقمن يا شين بجاءِ لکن ڊالرن جي پويان ڊڪڻ)

پيٽرڪ:گهڻن سالن تائين پنهنجي ڪاروباري شراڪت جي سلسلي ۾
مان هڪ پنهنجي پارٽنر سان ذهني اتحاد (ماسٽر مائينڊ) ٺاهڻ جي ڪوشش
ڪندو رهيس ليڪن اسان ان کي ان لاءِ تشڪيل نہ ڪري سگهياسين جو هن
جو مقصد منهنجي مقصد کان بلڪل مختلف هئو.

جڏهن توهان هڪ ذهني اتحاد ٺاهي رهيا هجو تہ توهان جو ذهن هڪ
مطابقت هڪ ئي مقصد رکڻ وارو هئڻ گهرجي سيني ذهنن کي مقصد جي پوري
سمجهہ هئڻ گهرجي انهن کي هن مقصد جي حاصل ڪرڻ جي لگن هڪ جهڙي
هئڻ گهرجي مون ڏٺو تہ شروع شروع ۾ پنهنجي گهر واريءَ کي سمجهڻ ۾
مشڪل ٿيندي هئي تہ آءٌ ڇا چئي رهيو آهيان ۽ ڇا ڪرڻ چاهيان ٿو. اهو ٿيڻ
هڪ فطري ڳالهہ آهي ڇو تہ جڏهن توهان غريب هوندا آهيو ۽ ڪروڙن ڊالرن
جون ڳالهيون ڪرڻ شيخ چلي جي منصوبن وانگر لڳنديون آهن. جڏهن توهان
زندگي جي اعليٰ ۽ بهترين ڪمن ۾ شريڪ نہ ٿا ٿي سگهو تہ پوءِ توهان پنهنجو
مقام بہ ڪيئن بدلائي سگهو ٿا. ليڪن وقت گذرڻ سان گڏوگڏ منهنجي گهر
واري جو هڪ ذهني اتحاد تشڪيل ٿي ويو ۽ هاڻي ان کي انهن مقصدن سان
لڳاءُ ايترو ئي آهي جيترو منهنجو ۽ اهو اسان ٻئي گڏجي حاصل ڪرڻ چاهيون
ٿا.

هي يقيناً مفيد ٿيندو تہ توهان جو هر وقت توهان سان گڏ رهڻ ۽ ڪم
ڪرڻ وارن جو ذهني اتحاد هجي جيئن توهانجي جيون* ساٿي وغيره. ليڪن هن
جا وڏيڪ ميوا انهي صورت ۾ حاصل ٿيندا جڏهن اها ذهني هم آهنگي هيٺ

تائين پهچي يعني انهي جو ماڻهن ۾ تشڪيل ڏيڻ ضروري آهي جيڪي ڪم ڪرڻ وارا هوندا آهن. مثلاً توهان جا ملازم وغيره. توهان کي پنهنجي ملازمن سان ماسٽر مائينڊ تشڪيل گهٽي احتياط جو تقاضو ڪري ٿي ڇو تہ هو توهان کان پگهار کڻندا آهن. لهذا نوڪري وڃڻ جي خوف کان هو توهان جي ها ۾ ها ملائيندا رهندا آهن خواه هنن جو ذهن هن ڪم جي افاديت کان قائل هجي يا نہ هجي جيترو توهان جو هوندو آهي لهذا هن ڳالهہ کي آخري شڪل ڏيڻ گهرجي تہ جيڪو ڪم توهان انهن کان وٺڻ چاهيو ٿا هو ذهني طور هن ڪم کي پنهنجو متعين ڪيل مقصد سمجهن نہ تہ هنن جي وفاداري هڪ سطحي ڳالهہ رهجي ويندي.

شروع شروع ۾ جڏهن مون پنهنجي ڪاروباري ساٿين کي ڪاروبار جي باري ۾ هي ٻڌايو تہ آءٌ ڪهڙو ڪاروبار شروع ڪري رهيو آهيان هي ڪهڙي طرح هلندو ۽ ترقي ڪندو تہ هو ان کي انهي طرح سان نہ ڏسي سگهندا هئا جيئن مان ڏسي سگهندو هئس، ان لاءِ هنن کي يقين نہ هوندو هو تہ هي ڪاروبار ايتري ئي ترقي ڪري سگهندو جنهن جي مان پيشنگوئي ڪري رهيو آهيان.

۽ پوءِ توهان ڏٺو جيئن ئي هو هن ڪاروبار ۾ شريڪ ٿيا انهن پنهنجا تجربات ۽ اکين سان ائين ئي ڏٺو جيئن آءٌ انهن کي چوندو هئس ۽ هو يقين ڪرڻ لڳا جيئن ئي مون سياست ۾ اچڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اهو طئي ڪيو تہ مونکي ڪو عهدو حاصل ڪرڻو آهي مون فوراً ان لاءِ ٻاهر نڪري ڪوششون شروع ڪري ڇڏيو تہ منهنجي ساٿين کي بہ يقين ٿيو تہ آءٌ ائين ڪري سگهان ٿو.

وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ماڻهو تمام امڪانات کي ڏسندا آهن ۽ پوءِ خيال کي حقيقت تسليم ڪندا آهن. وڏا وڏا ڪم سرانجام ٿيّ ويندا آهن جڏهن انهن جي پيشنگوئي ٿيل هوندي آهي ۽ جڏهن انهن جي مڪمل ٿي وڃڻ جي تصديق ٿي ويندي آهي تہ ماڻهو بہ ان کي سمجهڻ جي قابل ٿي ويندا آهن.

هڪ ڳالهہ آهي. جنهن کي توهان ڪجهہ ڏيڪارڻ چاهيو ٿا ان ۾ ڪجهہ ڏسڻ جي خواهش جو هجڻ بہ ضروري آهي. منهنجا هي ٻئي ماسٽر مائينڊ هڪ

ٻئي ۾ پيوست هئڻ گهرجن ڇو تہ منهنجو خيال آهي تہ ڪوبہ ماڻهو انهن کي الڳ نٿو ڪري سگهي يعني منهنجي انهن ٻنهي شين ڪاروبار ۽ سياست کي)

وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ماڻهو تمام امڪانات کي ڏسن ٿا پوءِ خيال جي حقيقت کي تسليم ڪندا آهن وڏا ڪم سرانجام ان لاءِ ٿي ويندا جڏهن انهن جي پيشنگوئي ٺيڪ هوندي آهي ۽ جڏهن انهن جي مڪمل ٿي وڃڻ جي تصديق ٿي ويندي آهي تہ ماڻهوبہ ان کي سمجهڻ جي قابل ٿي ويندا آهن.

هڪ ڳالهہ آهي جنهن کي توهان ڪجهہ ڏيکارڻ چاهيو ٿا ان ۾ ڪجهہ ڏسڻ جي خواهش جو هجڻ بہ ضروري آهي. منهنجا هي ٻئي ماسٽر مائينڊ هڪ ٻئي ۾ پيوست هئڻ گهرجن ڇو تہ منهنجو خيال آهي تہ ڪوبہ ماڻهو انهن کي الڳ نٿو ڪري سگهي يعني منهنجي انهن ٻنهي شين ڪاروبار ۽ سياست کي) مون هن وقت ذهني اتحاد ڪان ٻاهر بہ اهڙا ماڻهو موجود آهن جيڪو صرف ڪاروباري آهن يا صرف سياسي ليڪن هو منهنجي پوري نظام يا منصوبي جو حصو نہ آهن.

هن ذهن جي ميلاپ سان ان جا تصورات ۽ توانائيون جي گڏيل اتحاد سان اسان هڪ اطمينان بخش ڪارآمد ۽ طاقتور انٽرچينج (راستي بدلائڻ واري جڳهہ) بنائي سگهڻ ۾ ڪامياب ٿيندا آهيون.آءُ هن جي پوري تشريح تہ نٿو ڪري سگهان پوءِ انٽرچينج جي طاقت ۽ صلاحيت جو نالو جيڪو داخلي ۽ خارجي ٻنهي طرح ڪارآمد آهي. هي مونکي ذهني ۽ جسماني سڪون ۽ توانائي بخشي ٿو. ۽ منهنجي خيالات کي منهنجي اردگرد ماڻهن تائين پهچائي ٿو. اهو سڀ ڪجهہ سچائي جو ميوو آهي ۽ سچائي جي ڪاميابي يقيني آهي.

ڪيون: ۽ واسطيدار يقين جي اصول جي باري ۾ توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟

پيٽرڪ: منهنجي خيال ۾ توهان ان يقين جي ڳالهہ تہ نٿا ڪريو جيڪو گرجا گهرن ۾ آلاپيو ويندو آهي پر واقعي هر مذهب جي جان يقين جي ڳالهہ ڪري ٿي. ۽ آءُ سمجهان ٿو تہ يقين جي بغير زندگي ڪامياب ٿي نٿي سگهي. اهائي ڳالهہ جنهن جي باري ۾ اسان پهريان بہ ڳالهہ ڪري چڪا

آهيون مان محسوس ڪريان ٿو تہ منهنجي زندگي جي اندر ڪتي ڪا روحاني طاقت موجود آهي جنهن کي آءٌ بيان نٿو ڪري سگهان ليڪن آءٌ ڄاڻان ٿو اها آهيٰ ضرور مان ان کي محسوس ڪندو آهيان ۽ اهو بہ محسوس ڪندو آهيان تہ ڪو اهڙو مقصد ضرور آهي جنهن کي پورو ڪرڻ بنا ڪو بہ رستو نہ آهي.

ڪاروبار ۾ مونکي ڪو خيال سمجهہ ۾ نہ ايندو آهيٰ يا ڪو خيال مونکي جڪڙي وٺندو آهي ۽ مونکي معلوم هوندو آهي تہ مونکي حاصل ڪرڻو آهي تہ مان خود بخود ڄاڻي وٺندو آهيان تہ ائين ٿي ٿيندو. جڏهن تہ هن کي حاصل ڪرڻ جو منصوبو پوري جو پورو ذهني طور تي تيار ڪري ڏسي ورتو هو يعني پورو شروع ڪان وٺي آخر تائين ٿيندو؟

مونکي تہ ان جي انجام جي بہ خبر پئجي ويندي آهي تڏهن مان ڄاڻي وٺندو آهيان بس صرف وچ ۾ وقت ٿي هوندو آهيُ جڏهن پورو ٿيندو تہ منهنجي سوچڻ جي سچائي بہ ثابت ٿي ويندي. اهڙي ريت منهنجو ڪاروبار بہ منهنجي زندگي جي معنيٰ ۽ مقصد وڏو ۽ وسيع تناظر جو حصو ٿي ويندو آهي. آءٌ محسوس ڪندو آهيان جيڪو ڪجهہ بہ ڪري رهيو آهيان هي منهنجي زندگي جي مقصد جو حصو آهي. اهو مقصد اهو آهي تہ اهو خدا تعاليٰ جنهن کي آءٌ محسوس ڪندو آهيان ۽ سمجهندو آهيان انهيءَ لاءِ آءٌ پنهنجي تمام زندگي وقف ڪرڻ کي سڀ کان وڏو مقصدُ ناهي ڇڏيان. انهيءَ خدا جو پنهنجو ڪهڙو مقصد هجي. منهنجو تمام تر مقصد ان مقصد جو حصو هجي ۽ مونکي صرف منهنجي حصي جو علم هئڻ گهرجي. هي بہ يقين جي هڪ شڪل آهي. هي منهنجي ۽ خالق حقيقي جي رشتي ۽ انهن ڪمن سان تعلق جو يقين آهي جو هن منهنجي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪري رکيا آهن. ڪڏهن ڪڏهن اهڙو برو وقت بہ اچي ڪڙڪندو آهي مونکي لڳندو آهي مان جيڪو ڪجهہ ڪري رهيو آهيان غلط آهي ان وقت آءٌ پنهنجي ان يقين کان ڪم وٺندو آهيان. اڪثر منهنجا ڪم ڪرڻ جا فيصلا عقل جي ڪسوٽي تي پورا لهندا نظر ايندا آهن. مونکي هي معلوم هوندو آهي ۽ آءٌ اڪثر پنهنجي ساٿين جي مشورن جي خلاف فيصلا ڪندو آهيان ليڪن منهنجا اهي فيصلا منهنجي اندر موجود يقين سان ڪيل

هوندا آهن هن يقين سان تہ هي بلڪل صحيح فيصلا ثابت ٿيندا ڇو تہ مون ڪجھہ محسوس ڪيو آهي.

ڪيون: اها اندر کان ايندڙ نديو آواز ڇا اڃان بہ آهي؟
پيٽرڪ: نہ هاڻي ناهي، نہ هاڻي ناهي. آهي منهنجي اندر آهي مگر هاڻي آواز اڃي ڪونہ ٿو. هي هڪ احساس آهي مان ڄاڻان ٿو تہ مونکي ان جي خير ضرور آهي. آءٌ هن جون سڀ سبب نتو پڊائي سگھان بس ان کي مان ئي ڄاڻان ٿو. آءٌ اهو ڄاڻان ٿو تہ آءٌ خالق حقيقي لاءِ ڪو تخليقي ڪم ڪري رهيو آهيان پر جيئن تہ اسان هتي هڪ تحقيق لاءِ گڏ ٿيا آهيون ان لاءِ آءٌ توهان کان ڪجھہ بہ نہ لڪائيندس. مان توهان کي پڌايان ٿو تہ منهنجي هڪ دعا آهي جنهن ۾ مان گھرندو آهيان تہ مان خدا جي ان مقصد ۾ لڳو رهان جيڪو ان مونکي سونپيو آهي ۽ هو چاهي ٿو تہ مان ان کي پورو ڪريان ۽ آءٌ ان ڪم کي پورو ڪرڻ جو عقل سمجھہ جرائت جي جيتري ضرورت آهي گھرندو آهيان.
منهنجي ڄاڻڻ لاءِ منهنجا احساس آهن مان جيئن محسوس ڪريان ۽ جيئن يقين ڪريان ٿو ائين ئي عمل ڪريان ٿو آءٌ اهو ڄاڻان ٿو تہ هي هڪ پيغام آهي جھڙو بہ آهي ۽ ڪيئن بہ آهي مون لاءِ آيو آهي. مون کي ڪنهن بہ صورتحال ۾ جو منهنجي اندر جي آواز محسوس ٿئي ٿي جيڪا پنهنجي انداز ۾ جبلتي هوندي آهي (يعني فطري ضرورت) بلڪہ جبلت هوندي نہ آهي ۽ ان طرف هلي پوندو آهيان اهوئي يقين آهي.
هل: مهرباني ڪري اسان کي پڌايو "ٿورو وڏيڪ ڪم يا معاوضي کان وڌيڪ ڪم" جي باري ۾ پنهنجي خيالات کان آگاهہ ڪريو.

**معاوضي کان وڌيڪ ڪم هڪ صحت بخش عادت آهي**

پيٽرڪ: آءٌ هميشہ چوندو رهندو آهيان ۽ هاڻي بہ چوان ٿو توهان جي هٿ جو ڏنل توهان وٽ وري موتي ضرور واپس ايندو. هي انجيل ۾ بہ لکيل آهي ۽ ايترو ئي پراڻو آهي جيترو انسان. هڪ دفعو هڪ واقف ماڻهو هن جي جواب ۾ اهو چيو "جيڪڏهن توهان ۾ ايتري صلاحيت ئي نہ هجي تہ توهان ايترو

ڪري سگهو ته پوءِ“ مون جواب ڏنو ته هيءَ صلاحيت توهان ۾ ڪڏهن به پيدا ٿي نه ٿي سگهي.

مون سان ائين ٿيندو آهي ته هي معاوضي ڪان وڌيڪ ڪيل ڪم توهان جي ”نصيب“ ۾ واڌارو ڪندو آهي. يعني انهيءَ ميوي ۾ جيڪو توهان هاڻي لڳايو آهي ۽ آئنده ”معاوضي ڪان وڌيڪ ڪم“ ڪندا آهيو اهو توهان پنهنجي لاءِ ڪندا آهيو توهان اهو ڪم ڪري پنهنجيون صلاحيتون وڌائيندا آهيو، جيستائين ڪم جو پنهنجو تعلق آهي ته آءٌ گهڻا اهي ڪم ڪندو آهيان جن جي باري ۾ مونکي علم آهي ته انهن جو ڪرڻ منهنجي لاءِ فرض نه آهي. ليڪن آءٌ انهن کي ڪندو آهيان. ڇو ته هي منهنجي اندر هڪ راه عمل ٺاهيندا آهن. پاڻ کي مڪمل هئڻ جو احساس ڏيندا آهن ۽ اهو شعور ڏيندا آهن ته آءٌ اهڙو ڪم ڪري رهيو آهيان جنهن ۾ منهنجو ڪنهن سان مقابلو نه آهي گهڻا ماڻهو جيڪي ڪجهه ڪرڻ کان سواءِ ڪجهه حاصل ڪرڻ جي خواهش رکندا آهن هو ائين ڪڏهن نه ڪندا آهن يعني هو ٿورو وڌيڪ ڪم نه ڪندا آهن. اهڙي عادت نه ٺاهيندا آهن. بلڪ هو جيترو گهٽ ڪم ڪري سگهن ڪندا آهن هو نه ڄاڻندا آهن ۽ نه سمجهي سگهندا هي هڪ اصول آهي جيترو ڪم گهٽ ڪندا اوترو ئي زندگي مان گهٽ حاصل ڪندا.

توهان کي صرف ايترو ئي ڪرڻ گهرجي ته صرف ڏيندا وڃو ۽ ان ڳالهه جي پرواه نه ڪريو ته توهان کي هن جي بدلي ۾ ڇا ملندو؟ ڏيڻ مان منهنجي مراد فقيرن کي خيرات ڏيڻ نه آهي اهڙي طرح توهان پاڻ کي فريب ڏيندا آهيو. هي ته اهو ثابت ڪرڻو آهي ته ڪنهن شخص ۾ نيڪي ۽ خدا سان ڪيترو لڳاءُ آهي. منهنجي چوڻ جو مطلب اهو آهي ته ڏيڻ مان مراد ”تخليق“ ڪرڻ ۽ انهي تخليق کي عام ڪرڻ. توهان جو پنهنجو پاڻ انهن ماڻهن کي ڏيڻو آهي جيڪي پنهنجي مدد پاڻ ڪندا آهن. ۽ انهي صورتحال ۾ شريڪ آهن. جتي توهان وڌيڪ ڪم ڪري سگهو ٿا ۽ هي وڌيڪ ڪم انهن کي ڏئي سگهو ٿا. هي ننڍين ننڍين شين جو ڏيڻ آهي جيڪو هڪ ڏينهن وڃي ڍير ٿيندو. مان ان تي يقين رکان ٿو آءٌ محض هي سوچيندو ئي ناهيان بلڪ ڄاڻندو به آهيان ته

توهان بس ڏيو ۽ ان ڳالهہ تي پريشان يا ڪوبہ ان سان سروڪار نہ رکو تہ ان جو
ڇا فائدو هوندو يا بدلو ڇا ملندو.

هي ايترو ئي توهان وٽ واپس ايندو جيترو اوهان ڏنو هوندو ۽ اهوئي
واپس ايندو جيڪو توهان ڏنو هوندو جيڪڏهن برائي ڏني هوندي تہ برائي
ملندي ۽ چڱائي ڏني هوندي تہ چڱائي ملندي.

آءٌ تمام پڙهڻ وارن کي ايترو ٻڌائڻ چاهيندس ۽ هيءَ حقيقت پسندي
آهي ۽ آءٌ چاهيندس تہ هو ان کي ائين ئي قبول ڪن آءٌ انهن کي چوان ٿو "تہ
توهان انتظاميہ ۾ ڪارڪنن جا تڪرار بہ ٻڌندا هوندا، هو هر وقت هڪ ٻئي سان
محاذ برائي ۾ هوندا آهن مسئلو اهو آهي تہ هڪ عام ڪارڪن ايترو ئي ڪندو
آهي جيترو هو سمجهندو آهي تہ ڪندو رهڻ سان نوڪريءَ مان ڪونہ ڪڍيو
ويندس. ۽ هڪ عام مالڪ ايترو ئي معاوضہ ڏيندو آهي جيترو اهو سمجهندو
آهي تہ جيڪڏهن گهٽ ڪبو تہ پوءِ ملازمت ڇڏي ڀڄي ويندا ۽ هو تمام عمر
هڪ ٻئي سان ايترو ئي خوش رهي سڄي عمر گذاري ڇڏيندا آهن.

هل: جو ڪجهہ توهان ٻئي ڪنهن کي ڏيندا آهيو يا ان لاءِ
ڪندا آهيو دراصل اهو سڀ ڪجهہ توهان پنهنجي لاءِ ڪري رهيا هوندا آهيو
۽ پنهنجي پاڻ کي ڏئي رهيا هوندا آهيو يا پنهنجي لاءِ ڪري رهيا هوندا آهيو.
هي سٺو هجي يا برو ان کي توهانجي طرف موٽڻو آهي

ڪيون: پهل قدمي جو اصول + توهان ڇا چئو ٿا تہ آيا ماڻهن ۾ خوبي
پيدائش کان ئي هوندي آهي. آءٌ سمجهان ٿو تہ توهانجي ڪمائي ان کي سچ
ثابت ڪري ٿي تہ ماڻهو هيءَ خوبي ڪٿي پيدا ٿيندا آهن. اسان چاهينداسين تہ
ان کي اجان وڌيڪ اجاگر ڪيو وڃي تہ جيئن اهي ماڻهو جيڪي سمجهن ٿا
تہ اها خوبي انسان جي اندر نہ هوندي آهي. اهي بہ ڄاڻي وٺن تہ هوندي تہ اها
اندر ئي آهي ليڪن هن کي دريافت ڪرڻو پوندو آهي.

هل: مان مڃان ٿو تہ اها خوبي شخص ۾ اندر هوندي آهي ليڪن
ان کي دريافت ڪرڻ ۽ بهتر بنائڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي پيٽرڪ
ان کي ڪيئن دريافت ڪيو؟ گهٽو ڪري پنهنجين ناڪامين مان پر پوءِ بہ هو
لڳو رهيو جيستائين ڪاميابي جي رستي تي گامزن نہ ٿيو. هن ڇڏيو ڪونہ بلڪہ
وڌيڪ ڪوشش ڪئي.

پيٽرڪ: جڏهن توهان تلاش جاري رکندا آهيو ته ڪاميابي ڏانهن ويندڙ رستو توهان تي روشن ٿي ويندو آهي جنهن تي هلڻ سان منزل تائين پهچڻ آسان هوندو آهي.

ڪيون: مان توهان جي توجهه خود نظمي يا پاڻ تي ڪنٽرول جي باري ۾ چاهيان ٿو. منهنجو خيال آهي ته بل پيٽرڪ کي هميشه اهڙي ضرورت هئي ليڪن هو ان ڪنٽرول کي حاصل صرف ان صورت ۾ ڪري سگهيو جڏهن جو "پيو ماڻهو" مليو. ڇا ائين ئي آهي؟

منهنجي لاءِ هي هڪ دلچسپ موضوع آهي، پنهنجي حوالي سان منهنجي ابتدائي سوچ ته اها هئي ته مون وٽ هڪ جسم آهي ۽ هڪ دماغ آهي جيڪڏهن آءٌ پنهنجي جسم ۽ ذهن کي ڪنٽرول ڪري سگهان ته پوءِ مان ان جو بهترين استعمال ڪري سگهان ٿو ان وقت مان يقيناً ذهن جي ڪم ڪرڻ جي طريقي ڪار کان پوري طرح واقف نه هئس مون ٿوري ڪجهه سمجهه جذبات جي ۽ ٿوري سمجهه سوچڻ جي عمل جي ضرور هئي. مان ڄاڻندو هئس جيڪڏهن مان پنهنجي جذباتي سوچ تي ڪنٽرول حاصل ڪري وٺان ته منهنجي زندگي مسرتن سان ڀرجي ويندي مون پنهنجي ٻاهر جي وجود کي ختم ڪرڻ جي حد تائين ڪوشش ڪئي ۽ سچي ڳالهه ته اها آهي ته هن کي ختم ڪرڻ جي ويجهو ويجهو پهچي چڪو هئس. اسانجي سوچ هڪ اوزار آهي جيڪو قدرت اسان کي عطيي طور ڏني هي سڀئي وٽ موجود آهي ته اهي ان کي استعمال ۾ آڻين، جيڪڏهن اسان هن کي سمجهڻ ۾ وقت صرف نه ڪريون ته اسان ان کي ڪنٽرول ڪرڻ جي مهارت به حاصل نه ڪري سگهنداسين. گهڻا ماڻهو زندگي ۾ جيڪڏهن حقيقي طور تي هي ڄاڻي وٺن ته هنن وٽ ڪجهه اهڙي شي آهي جنهن کي استعمال ڪري سگهن ٿا ته پوءِ انهن ۾ تحريڪ ۽ پهل قدمي به اچي وڃي ٿي ڇو ته هو خود نظمي ۽ باقي تمام اصولن کي سمجهي وٺندا آهن. اهي ڄاڻي وٺندا آهن ته جو ڪجهه هنن کي کپي اهو هن وٽ موجود آهي، اهو ڄاڻي ڪري پوءِ واقعي اهو ڪجهه چاهيندا جيڪو چاهڻ گهرجي ۽ پوءِ خدا تي ۽ پنهنجي پاڻ تي يقين رکندي هو جو ڪجهه هنن وٽ هوندو آهي ان کي ڦيرائي موڙي ڪري نئي تشڪيل ڏئي تراشيءِ خراشي انهي تي محنت ڪري ان کي

تخيل جي شڪل ڏيندا آهن. جيڪو انهن پنهنجي ذهن ۾ شڪل تخليق ڪئي هوندي آهي.

ڪيون: توهانجي بيان ڪيل تفصيل ۾ "توجهہ تي ڪنٽرول" جو اصول بہ واضح ٿي ويو. ها بل ڇا ائين ئي آهي؟ اڇو تہ هاڻي جوش ۽ خروش جي باري ۾ ڪجهہ ڳالهہ ڪري وٺون؟

## آءٌ ڄاڻان ٿو تہ مان ڄاڻان ٿو

گهڻا ماڻهو جوش ۽ خروش جي اصليت کان واقف نہ آهن. هو پنهنجي چوڌاري خواهشات جي ڍير ڪرڻ ۽ جاڳڻ ۾ خواب ڏسڻ جا بہ عادي هوندا آهن. جوش ۽ خروش اصل ۾ هن ڳالهہ جو مڪمل علم آهي تہ توهان ڇا ڪري رهيا آهيو ۽ ڇا ڪرڻ چاهيو ٿا. توهان ڪي اهو احساس هئڻ گهرجي تہ سڀ ڪجهہ زندگي لاءِ ڪارآمد آهي. ۽ ان کان علاوه هي پاڻ ڪي سجاڻڻ ۽ منظم ڪرڻ جو حصو آهي ۽ منهنجي ڪاميابي بہ ان جي بغير ممڪن نہ آهي. پوءِ توهانجي اندر حقيقي جوش جنم وٺندو آهي جيڪو زنده هجڻ زندگي جي پوري عملن جو حصو هئڻ ۽ سوچڻ جي قابل هئڻ جو احساس ڪٽي هلندو آهي.

سوچڻ بہ اچانڪ نہ بلڪہ مسلسل عمل جي تحت جنهن جو اسان پهريان ذڪر ڪري چڪا آهيون. آءٌ تصور ڪريان ٿو تہ مونکي هڪ ٽيليوزن ٺاهڻي آهي يا ڪجهہ پيو ٺاهڻو آهي جڏهن آءٌ ان تصور يا خيال جي باري ۾ آگاه ٿي ويندس تہ منهنجي سوچ مڪمل ٿي ويندي آهي. هوندو ائين آهي توهان جن شين جي لاءِ زندگي گذارڻ چاهيو ٿا ان ۾ پوري طرح غرق ٿي ويندا آهيو. اوهانجي چوطرف صرف ان جو ئي خيال هوندو آهي ۽ جڏهن توهان هر طرف کان بي بس ان جي حصول جي فڪر ۾ مبتلا آهيو تہ پوءِ هر شيءِ توهان لاءِ ڪم ڪندي نظر ايندي آهي. ائين لڳندو آهي تہ توهان جو سڄو جسم، توهان جو وجود توهان جي اردگرد سڀ ڪجهہ انهي شي جو حصو بنجي ويندا آهن جيڪا توهان تخليق ڪرڻ چاهيو پيا. هي درياءَ جي وهڪري جي مثال آهي. هي هڪ جوش، هڪ تحريڪ پيدا ڪرڻ واري صورتحال هوندي آهي. توهان متحرڪ آهيو ۽ ان ڪي ڏسي بہ رهيا آهيو، محسوس بہ ڪري رهيا آهيو، توهان ڏسندا آهيو تہ سڀ ڪجهہ زنده آهي ۽ متحرڪ آهي. هي جوش ۽ خروش آهي.

هڪ خاموش، پرسڪون احساس، توهان ڄاڻندا آهيو تہ توهان ڄاڻو ٿا ”هي جوش ۽ خروش آهي“.

ڪيون: اسان کي ڪجهہ تخيل جي باري ۾ ٻڌايو؟

پيٽرڪ: تخيل هڪ مخصوص قسم جي علم مان جنم وٺندو آهي، هن حقيقت جو روپ ڪجهہ انهن اصولن جي علم جي هئڻ جي نتيجي ۾ هوندو آهي. جن جي باري ۾ اسان گفتگو ڪري رهيا آهيون. ڇو تہ جيئن توهان ڏسي چڪا آهيو انهن جو ڪم توهانجي ذهن کي هي باور ڪرائڻ آهي تہ سڀ ڪجهہ ممڪن آهي. مسئلو اهو هوندو آهي تہ گهڻا ماڻهو تخيل سان آراستہ هوندا آهن ليڪن هي انهي جيٰ هئڻ جو علم نہ رکندا آهن. هي انهي کي روڪي رکندا آهن. جڏهن ڪو عظيم خيال يا اهڙي سوچ انهن جي ذهن ۾ اڀرندي آهي جيڪا واقعي نرالي هوندي آهي تہ هو ان کي عام رڪاوٽ کان هٽي ڪري سوچڻ جو باعث پاڻ ئي هن کي ڌڪو ڏئي ڇڏيندا آهن. اهي ڪاميابي جي قانونن کان واقف نہ هوندا آهن. اگر اهي انهن قانونن کان واقف هجن جيڪي وجود برقرار جي قانونن مان آهن. پوءِ هنن جي تخيل جي ڪابہ حد نہ هوندي. سڀ کان وڏو قانون هي آهي تہ مان ڄاڻان ٿو تہ سڀ ڪجهہ ممڪن آهي ”اهڙيون گهڻيون شيون جن جو مونکي اڃان تائين علم نہ آهي ڇاڪاڻ تہ مونکي اهو ڏاڍو سٺو لڳندو آهي تہ مان انهن علمن جي حاصل ڪرڻ جي جستجو ۾ مصروف رهان جيڪي مونکي معلوم نہ آهن تہ هن قانون جو علم منهنجي اندر لڳن جڳائڻ جو هڪ هٿيار ثابت ٿئي ٿو. هن ڪان مان گهڻن نون خيالات جي آگاهي وٺندو آهيان هي هڪ هاٿي جي پڇ پڪڙي ان کي ڇڪڻ جي برابر آهي. توهان هڪ ئي جهٽڪي سان هاٿي تائين پهچي ويندا آهيو. هي ڏاڍي خوشي واري ڳالهہ توهان وڏيون وڏيون ڳالهين کي قابل عمل ڏسڻ لڳندا آهيو.

توهان ايڊيسن جي مثال وٺي سگهو ٿا. هن ننڍي هوندي ئي اهي سڀ ايجادون مڪمل نہ ڪيون هيون جيڪي هن جي نمايان ڪاميابيون آهن. هن پهريان هڪ ننڍي خيال سان آغاز ڪيو ان جي تڪميل ڪئي پوءِ هو ان کان وڌيڪ خيال جي طرف وڌيو. تڏهن هن کي پنهنجي تخيل جي ڪمالن جي خبر پئي ۽ ان کان وڌيڪ ڪمالن جي ڏيکارڻ جي دلچسپي پيدا ٿي ۽ ان ۾

هن وڏيڪ واڌارو ڪيو جيڪڏهن زندگي وفا ڪري ها تہ هو نہ ڄاڻ ڪيترييون هزار ايجادات جو موجد ٿي وڃي ها تڏهن جو شروع ۾ هن ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو. هن جي هر ايجاد پهرين کان وڌيڪ بهتر ۽ عمده هئي. انسان جي ترقيءَ جو عمل بہ ائين ئي اڳتي وڌي ٿو. جيڪڏهن ماڻهن ۾ ان جو اصول جو گهٽ۾ پهريان علم هجي ها تہ جتي اڄ انسان بيٺو آهي اڄ کان 2 هزار سال پهريان پهچي وڃي ها.

هل: چا توهان دلڪش شخصيت کي بہ واضح ڪندا؟

پيٽرڪ: منهنجي خيال ۾ هڪ سچي ۽ دلڪش شخصيت جو مالڪ اهو ماڻهو آهي جيڪو زندگي جي باري ۾ مزاح جي حس جو مالڪ هجي. ان کي زندگي کي سنجيدگي سان وٺڻ گهرجي ليڪن پر گهٽي سنجيدگي سان نہ وٺڻ گهرجي ۽ پين ماڻهن جي نقطہ نظر تي بہ نظر وجهڻ گهرجي هي شخصيت جو پنهنجي اندر جو تعلق آهي ڪنهن بہ صورتحال ۾ الڳ ٿيڻ وارو ناهي تہ جيئن هن قابل هجي تہ پين جي اندر ڏسي سگهي ۽ انهن جون سٺائيون تلاش ڪري سگهي. اهڙي طرح سان توهان پين جي روين جو ردِ عمل ظاهر ڪري سگهو ٿا ۽ ان کي محسوس ڪرڻ جي باري ۾ ڄاڻي سگهو ٿا. توهان کي ماڻهن کي اهڙي نظر سان نہ ڏسڻ گهرجي تہ هنن ۾ تنقيد جي قابل ڪمڙيون ڳالهيون آهن يا انهن کي هيٺ ڪيئن ڏيکاري ٿو سگهجي. جيڪڏهن توهان ماڻهن طرف نيڪ جذبات رکندا آهيو تہ توهان اهو محي ڇڏيو ٿا جيڪا هڪ حقيقت آهي تمام ماڻهو ڪنهن نہ ڪنهن مشڪل جو شڪار هوندا آهن ۽ ڪو اهڙو هوندو جيڪو پنهنجي اندر موجود خاميءَ کي نہ سڌاريندو هوندو يا نہ سڌارڻ چاهيندو هوندو. توهان ۾ بہ ائين هوندو آهي هي سڀ ڪجهہ ڄاڻڻ ۽ مڃڻ سان توهان جو پين ماڻهن سان جيڪو تعلق ٿي ٿو هڪ جهڙو هجڻ جو احساس جو حامل هوندو آهي. هيءَ دوستي نہ هوندي آهي بس محض هڪ جهڙو هئڻ جو احساس هوندو آهي. هن جو فائدو اهو هوندو آهي تہ توهان پين جي آسانيءَ جو خيال رکندا آهيو ۽ پاڻ بہ آسانيءَ سان رهندا آهيو. اهو شخص جيڪو هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ ثابت ڪري ڏيکارڻ جي چڪر ۾ رهندو آهي هڪ دلڪش شخصيت جو حامل نہ هوندو آهي.

ڪيون: وقت ۾ پئسي ڪي منصوبي سان خرچ ڪرڻ جي باري ۾ توهان ڇاٿا چئو؟

پيٽرڪ: آءٌ وقت ۾ پئسو خرچ ڪرڻ جي باري ۾ وڏو لاپرواه هوندو هئس. آءٌ وقت ۾ پئسي کي اهڙي طريقي سان خرچ ڪرڻ تي هريل هوس جيڪڏهن انهن کي خرچ نہ ڪيو تہ ان جو رواج يا فيشن ٿي متجي ويندو. مونکي اصل ۾ ان جي قدر ۾ قيمت جو صحيح اندازو ئي نہ هئو. پوءِ مان ڄاتو تہ صرف وقت ئي اهڙي شي آهي جنهن ذريعي سان مان پنهنجيون فني طاقتون ظاهر ڪري سگهان ٿو ڇو تہ مون وٽ ذهني طاقت ظاهر ڪرڻ ڪانسواءِ ڪجھہ پيو ناهي پوءِ ان کي منظم ڪرڻو پوندو تاڪ آءٌ هن جو وڌ کان وڌ استعمال ڪري سگهان. هي ماسٽر مائينڊ کان عقل ۾ بلاواسطہ استعمال ٿيندو آهي. ماسٽر مائينڊ سان ملي ڪري توهان وقت کي مربوط ڪري ڇڏيندا آهيو ۾ ذميداريون ورهائي ڇڏيندا آهيو توهان جيتريون وڌيڪ ذمينداريون ٻين جي حوالي ڪري سگهندا توهان وٽ توهانجي بهتريءَ لاءِ ايترو ئي وڌيڪ وقت هوندو.

هل: هن ڪهاڻي جي آغاز سان ئي هن ڳالھہ جي تصديق هئڻ شروع ٿي وئي تہ توهان جون وڌيڪ ڪاميابين جي پويان توهانجي ناڪامين مان سکڻ جي اصول جي سمجھہ هئي

زحمت ۾ لڪل رحمت

پيٽرڪ: ڊاڪٽر هل توهان جو چوڻ آهي تہ هر مشڪل جي اندر ان جي برابر راحت جو ٻج لڪل هوندو آهي، مان هن تي پنهنجي دل جي گهراين سان يقين رکان ٿو ۾ هن وقت جڏهن مان پنهنجي زندگي جي تجربات بيان ڪري رهيو آهيان تہ هن کي حقيقي هئڻ جو جيڪو مون تجربو ڪيو آهي ان جي روشني ۾ مان اها ڳالھہ چئي رهيو آهيان تہ هي بلڪل سچ آهي. پنهنجي عمر جي ناپختہ حصي ۾ آءٌ سمجهندو هوس تہ دنيا جهان جون خرابيون منهنجي مقدر ۾ لکجي چڪيون آهن ۾ دنيا بنائڻ وارو بلڪل مونکي پلجي ويو آهي. جڏهن تہ آءٌ ڄاڻي چڪو آهيان، اهي سڀ مشڪلاتون هڪ طرح زحمت جي پردي ۾ رحمت ۾ ان جو استعمال ڪندي پنهنجي ناڪامين کان سکون تہ هن

ڪان بهتر ڪنهن ٻئي طريقي سان سکي نٿا سگهون. هڪ ڊگهي عرصي تائين آءٌ
ان حقيقت کان واقف ٿي نہ سگهيس منهنجن ناڪامين ۾ ڪو منهنجي لاءِ سبق
آهي جيڪڏهن اهو مان شروع ۾ ڪري سگهان ها جتي منهنجيون ناڪاميون
گهٽ هجن اتي ڪاميابيون وڌيڪ ڍير لڳل هجن ها. آءٌ خصوصي طور پنهنجي
ڪاروبار جي ماضي جي تجربن تي نظر ڊوڙائيندو آهيان تہ آءٌ ڏسان ٿو تہ جن
تجربن مونکي وڌيڪ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو اهي ئي منهنجي لاءِ سڀ
کان وڌيڪ سبق آموز ثابت ٿيون. اڄ منهنجي ڪاروبار جو وسيع ۽ نفع بخش
هئڻ جو سبب انهن تمام سبقن مان حاصل ڪيل مجموعي علم جو نفاذ آهي
منهنجي چوڻ جو مقصد هي آهي تہ منهنجي ڪاروبار جون مضبوط بنيادون
انهن نتيجن جي روشني ۾ ٺهيون جيڪي مون پنهنجن ناڪامين جي تجربن مان
اخذ ڪيون. مون انهن مشڪلاتن جا پهاڙ گڏ ڪرڻ بجاءِ انهن کي پنهنجو
نشان منزل ٺاهي ڇڏيو.

مونکي يقين آهي تہ هر ڪاميابي سان همڪنار هئڻ وارو شخص يا اهو
شخص جيڪو ڪاميابي طرف روان دوان آهي هو اهو ڪرڻ جي قابل، انهي
ڪري ٿيو آهي جو هن ناڪامين مان سبق حاصل ڪيو آهي. هي صورتحال کي
اهڙي طرح بدلائڻ جو نالو آهي تہ توهان سنائين کي وڌيڪ مدِنظر رکو ۽ براين
کي گهٽ هي اصول منفي کي ڪڍي ان جي جڳهہ تي مثبت لڳائڻ جو نالو
آهي. نتيجاً هڪ شخص جيڪو پنهنجي لاءِ هڪ ڪامياب زندگي جي تعمير
جي ڪوشش ۾ مصروف آهي هو اها تعمير تڏهن ڪري سگهندو جڏهن هو هر
مشڪل وقت کي هڪ غنيمت سمجهندو ۽ انهي کي ان اصول جي روشني ۾
استعمال ڪري مفيد ٺاهيندو جنهن لاءِ اسان تفصيل سان ڳالهائي چڪا آهيون
جيڪڏهن هو هنن مشڪلاتن تي اهو اصول لاڳو ڪرڻ جي مهارت حاصل
ڪري وٺندو اها مشڪل هڪ اهڙو موقعو ٺهي ويندي جنهن سان هو ڀرپور فائدو
وٺي سگهي ٿو.

ڪيون: ڇا توهانجي خيال ۾ اسان کي ٻل سان مُثبت انداز فڪر
جي باري ۾ ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جي ضرورت آهي ڇو تہ ٻل جي زندگي تہ آهي
ئي سچي جي سچي مثبت انداز فڪر جو هڪ نمونو.

بل: هن مثبت انداز فڪر ۾ تہ ڪوئي شڪ ڪونهي ليڪن اڃو تہ ڏسون ٿا هن جي حوالي سان تہ هو ڪجھ وڌيڪ تجربا بيان ڪرڻ چاهيندو جيڪي انهي جي اهميت کي وڌيڪ اجاگر ڪري سگهن. پوءِ بہ مونکي توهان جي هن ڳالھ سان اتفاق آهي تہ هُن مثبت انداز فڪر کي اپنايو خوب آهي.

پيٽرڪ: مثبت انداز فڪر جو موضوع ۾ منهنجي وڏي دلچسپي جو مرڪز رهيو آهي ڇو تہ مون گهڻن ماڻهن کي مثبت سوچ تي بحث ڪندي ڏٺو آهي. منهنجو خيال آهي اهي ماڻهو جيڪي مثبت انداز فڪر اپنائڻ جي چڪر ۾ صرف زباني ڪلامي هن جي اصول جا دعويدار ٿيندا آهن مثلاً اٿندي ويهندي هي چوندا آهن "تہ ڏسون منهنجي اندر ڪيترو جوش ۽ خروش آهي جنهن جي ڪري زندگي ڪيتري شاندار آهي وغيره" اهڙا ماڻهو انهي نظريہ کان صرف سطحي طور واقف هوندا آهن. محض انهن اصولن جو راڳ ڳائڻ بغير بيهي ڪري ۽ سٺي طريقي سان استعمال جي "سوچيو ۽ امير ٿي وڃو" ۾ بيان ڪيل اصول کي سمجهڻ ڪافي ناهن. اهي ماڻهو جلد محسوس ڪري وٺندا تہ جنهن مثبت اندز فڪر جو هو چرچو ڪري رهيا آهن حقيقت ۾ اهو مثبت نہ آهي اهو منفي ۽ صرف منفي آهي ۽ ان جا نتيجا بہ منفي نڪرندا آهن. هڪ مثبت انداز فڪر سوچڻ جو اهو انداز آهي جيڪو هڪ دفعو اپنايو وڃي تہ پوءِ سڄي زندگي توهان جو ساٿ نہ ڇڏي، ڇو تہ ان کي محض اندازي سان، ان خواهش ڪرڻ سان، ان جي اميد ڪرڻ سان نٿو اپنائي سگهجي. ان لاءِ تہ ڊاڪٽر هل جي بيان ڪيل سترنهن ڪاميابي جا اصول کي پوري طرح سمجهي ان تي عمل ڪرڻ ضروري آهي. جيڪڏهن ڪوبہ شخص انهن اصولن کي سمجهڻ جي لاءِ وقت ڪڍي ۽ اهو ڏسي تہ اهي اسانجي زندگي ۾ ڪيئن نافذ ڪيا ويا آهن. تڏهن هو مثبت طرز فڪر جو حامل سڏيو ويندو. مثبت طرز فڪر هڪ اهڙو اوزار آهي جيڪو صرف اهوئي شخص اپنائي سگهي ٿو جيڪو هن جي بنياد انهن اصولن کي ٺاهي ٿو ڇو تہ هي اصول دراصل زندگي جا قانون آهن. ڪاميابي ۽ بربادي ٻنهي جا ڪجھ قانون آهن. يا جيڪو ان کان واقف آهي اهوئي هڪ آزاد انسان آهي جيئن ڪنهن مشهور استاد جو قول آهي. "سچائي کي ڄاڻو اهائي توهان کي آزادي ڏيڻ واري شي آهي"

ڪيون: هن ڪتاب کي پڙهڻ وارا ڪجهہ حضرات توهانجي سوچڻ جو صحيح انداز ۾ ان جو اطلاق يقين سان گڏ تعلق جي باري ۾ منجهيل يا وهم جو شڪار هوندا مونکي ياد آهي ڊاڪٽر هل ڪيليفورنيا ۾ توهانجي گهر توهان سان هڪ ملاقات ۾ ٻڌايو هئو "هو بعض وقت اطلاقي يقين کي هڪ اندروني احساس سان تعبير ڪندا آهن. يعني پنهنجي ڇهين حسن کان ڪم وٺندا آهن. مون توهان کي اهائي ڳالهہ وڌيڪ جامع لفظن ۾ بيان ڪندي ٻڌو آهي يعني هي تہ "مان ڄاڻان ٿو تہ مان ڄاڻندو آهيان جو ڪجهہ مان ڄاڻان ٿو" ڇا توهان وڌيڪ ان کي کولي بيان ڪندا؟

<u>ڇهين حس</u>

پيٽرڪ: ڪوبہ ماڻهو ان وقت تائين صحيح سوچ نٿو اپنائي سگهي جيستائين هن جي سوچ جو تناظر صحيح نہ آهي. توهان دنيا ڀر جا خوبصورت کان خوبصورت منطق استعمال ڪريو ڏسو پر جيڪڏهن موقعي ۽ مناسبت سان نامعقول هجن تہ نتيجا غلط ئي نڪرندا اهو گهڻن ماڻهن سان ٿيو آهي هي پنهنجي هر طرح جي ڪوشش ۽ عقل ۽ سمجهہ کي استعمال جي باوجود اتي ئي بيٺا هوندا آهن جتان اهي هليا هئا. جيڪڏهن هو ڪنهن بغير رخ جي سفر ڪندا تہ رستي جي مشڪلات سان گهيريل ڏسندا ۽ هن ڳالهہ جا گهڻا امڪان آهن تہ هو ڪاميابي ۽ ناڪامي جي اصول کان واقف نہ هجڻ جي ڪري پنهنجي ناڪامين کي موقعن ۾ بدلائي نہ سگهيا آهن.

آءُ عام طور تي ڇهين حس يا اندروني محرڪ جي موضوع کي "آءُ ڄاڻان ٿو تہ مان ڄاڻندو آهيان جيڪي مان ڄاڻان ٿو" جهڙن لفظن ۾ بيان ڪندو رهندو آهيان مان سمجهان ٿو تہ بظاهر هيءُ تصوف جي ڳالهہ لڳندي آهي يا اهڙي ڳالهہ جنهن جو حقيقت سان ڪوبہ تعلق نہ آهي پر منهنجي ويجهو هن جي حقيقت اها تہ مونکي شعور ۽ تحت الشعور سان تعلق جي سمجهہ آهي. منهنجي لاءِ جيڪا منهنجي سوچ ۽ مطالعي سان ٿهي آهي ان جي مطابق ذهن جا ٻہ حصا جنهن کي اسان شعور چوندا آهيون ذهانت جي اصول جوهر جو هڪ ننڍو حصو آهي جو تہ بنيادي طور تي صرف عقلي حوالي سان ڪم ڪندو آهي ۽ هڪ وقت ۾ صرف هڪ سوچ جي تحت سوچيندو آهي "نتيجہ" هن جي

ڪارڪردگي گهڻي محدود آهي. جڏهن تہ ٻئي طرف تحت الشعور آهي جنهن جي مثال ڪمپيوٽر آهي. هڪ تمام وڏو ڪمپيوٽر جنهن ۾ توهانجا تمام ماضي جا تجربات جي تفصيل ڀريل آهي ۽ ان جي سڄي پروگرامنگ ڪيل آهي اهو سڀ ڪجهہ جيڪو توهان اڄ تائين سکيو آهي ڇهيو آهي، سنگهيو آهي ۽ ڪنهن بہ طرح سان واسطي ۾ رهيو آهي هن ڪمپيوٽر کي علم آهي. ڪمپيوٽر جي هن علم سان گڏ منهنجي حال جا تمام حالات منهنجيون مشڪلاتون، منهنجا مقصد ۽ ٽارگيٽ جيڪي بہ مون زندگي لاءِ مقرر ڪيا آهن گڏ وچڙ ٿي ويندا آهن. آءُ ڏسان ٿو جڏهن بہ آءُ ڪنهن مشڪل ۾ هوندو آهيان تہ منهنجي ذهن جو اهو ڪمپيوٽر يعني تحت الشعور ان سان نمٽڻ جي لاءِ سڄي معلومات ان مشڪل جي حل لاءِ ڳوليندو ۽ استعمال ڪندو آهي ۽ مون تائين هڪ احساس جي شڪل ۾ پهچائيندو آهي. هي احساس هوندو آهي يا ڪنهن شي جي صحيح هئڻ يا غلط هئڻ جو احساس. تڏهن آءُ هن قابل هوندو آهيان هن معلومات کي وقت استعمال ڪري اهي عقلي حوالا ڏئي سگهان جيڪي منهنجي عقل جي باعث ٿي سگهندا آهن. تہ هي گهڻو ضروري آهي تہ اسان پنهنجي تحت الشعور جي آواز ٻڌون، جيڪو اسان کي محسوس ڪرائيندو آهي ۽ صحيح ۽ غلط ڇا آهي پوءِ ان تي وقت لڳندو آهي تہ محسوسات عقل جي زبان ۾ بيان ٿي سگهن جيڪي لفظن تي مبني آهن ۽ اسان ان جو اظهار ڪري سگهون منهنجا لفظ "آءُ ڄاڻان ٿو تہ آءُ ڄاڻندو آهيان جيڪي ڪجهہ آءُ ڄاڻان ٿو" جو بنيادي طور مفهوم آهي.

ڪيون: بل منهنجي تجويز آهي تہ ڊاڪٽر هل ڪان اسان سٺي طريقي سان بهتر جسماني صحت جي اصول جي باري ۾ هن ڪان راءِ وٺون ۽ هن جي مثال جي پيروي جا طريقا پڇون توهان ان جي باري ۾ ڇا چوندا؟

پيٽرڪ: ڊاڪٽر هل 84 سال جي عمر ۾ بہ جسماني طور چاڪ چوبند هئڻ هن ڳالهہ جو ڪليل ثبوت آهي تہ هو جيڪو ڪجهہ چوندا آهن عملي زندگي ۾ بہ اهوئي ڪندا آهن منهنجو خيال آهي جسماني صحت بہ ڪاميابي جي اصول جي عمارت جو هڪ ٿنڀو آهي. مان ان کي انهي طرح ڏسندو آهيان تہ دماغ انساني زندگي جو اصل جوهر آهي پر اهو دماغ رهندو تہ جسم جي اندر

آهي. جڏهن جسم کي ڪجهه ٿيندو آهي ته هن جو اثر لازمي طور تي ذهن تي به پوندو آهي جڏهن توهان جا محسوسات ڪمزور هوندا آهن ته سوچڻ جي انداز کي به متاثر ڪندا آهن جنهن جو اثر پوري سوچڻ جي عمل تي پوندو آهي عقل مند ماڻهو پنهنجي پاڻ کي جسماني طور تي مضبوط ڪاهيندا آهن تاڪه هنن جا محسوسات به صحيح رهن ۽ دماغ جي ڪم يعني سوچڻ جي عمل ۾ ڪابه رڪاوٽ نه اچڻ ڏجي ۽ هي پنهنجي رفتار سان پنهنجو ڪم جاري رکي ۽ هي سڌي رستي کان ڀٽڪي منفي طرز فڪر جو شڪار نه ٿئي. مان ڪاميابي لاءِ سٺي جسماني صحت کي ضروري سمجهان ٿو.

پيا به ڪجهه حاصل ڪرڻ چاهين ٿا

پيٽرڪ: ڪاميابي بنيادي حصي يعني تعاون جي موضوع تي اچڻ چاهيندس ته مونکي يقين آهي ته اها ڳالهه سمجهڻ تمام ضروري آهي ته ماڻهن وٽ سڀ ڪجهه هوندو آهي جيڪو ڪجهه اسان کي گهربل هوندو آهي منهنجي مراد شين جي هجڻ ۽ نه هجڻ سان نه آهي ماڻهن وٽ شيون هونديون آهن سمجهه به هوندي آهي ڪجهه ڏيڻ جي صلاحيت هوندي آهي ۽ ڪجهه وٺڻ جي صلاحيت هوندي آهي. انهن وٽ اميدون هونديون آهن. انهن وٽ پئسو هوندو آهي انهن وٽ اهو سڀ ڪجهه هوندو آهي جيڪو ممڪن طور تي چاهي سگهجي ٿو هن حقيقت کي تسليم ڪرڻ هڪ اهڙي مقام تي پهچائي ڇڏيندو آهي بلڪ منهنجي خيال ۾ ان کان اڳتي، جتي توهان لاءِ ضروري ٿي ويندو آهي ته توهان ان ڳالهه کي نظرانداز نه ڪيو ته هر انسان جا پنهنجا به ڪجهه مقصد ۽ ٽارگيٽ هوندا آهن.

ڪنهن ٻئي شخص کي اهڙي طرح پاڻ سان هلائڻ جيڪا توهان ان جي مدد ڪري سگهو ته ڪريو ۽ جيڪا هو توهانجي مدد ڪري سگهي ٿو ڪري. هڪ اهڙي صلاحيت آهي جنهن جي لاءِ ٻنهي کي هڪ ٻئي جي تعاون جي ضرورت هوندي آهي ته جيئن ٻئي پنهنجي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي سگهن توهان کي ڪجهه شيون ٻين کان وٺڻيون ئي پونديون آهن ۽ ٻين کي اهي شيون ڏيڻون به پونديون آهن توهان صرف وٺي نٿا سگهو مطلب ته وٺڻ جي بدلي ۾ توهان ضرور ڪجهه ڏيندا به آهيو، منهنجي پنهنجي ڪاروبار ۾ جيستائين

منهنجي ذاتي ڪاروبار جي تعلق جي ڳالھہ آهي منهنجي پوري ڪوشش هوندي آهي تہ مان ٻين کي انهن جي توقع کان مٿي فائدو پهچايان تہ جيئن اهڙو بندوبست هجي تہ اسان ٻنهي کي فائدو ٿي سگهي. مون ڏٺو آهي جيڪڏهن اهڙو بندوبست هجي تہ جنهن ۾ ٻئي شخص کي ڪوئي نقصان پهچي رهيو آهي تہ اهو فوراً انهي کي ڇڏي ڏئي. جيڪڏهن بندوبست اهڙي طرح جو هجي بالآخر نقصان منهنجي ڪاتي ۾ اچي رهيو آهي تہ پوءِ عقلمندي تہ انهي ۾ آهي تہ مان ان کي ڇڏي ڏيان. لهٰذا مان پنهنجي ڪاروباري ۽ نجي بندوبست اهڙي طرح جا ڪندو آهيان جنهن ۾ هر ٻئي پاڻيوار جو فائدو هجي. مون ڏٺو آهي انهي طرح جو تعاون ڪاميابي جي راه تي هلڻ جي لاءِ ضروري آهي. ڇو تہ توهان نجو ٻين ماڻهن سان مشترڪ مقصد حصول جي لاءِ ملي ڪري ڪوشش ڪرڻ ضروري آهي. هي انهي صورت ۾ ممڪن هوندو آهي جڏهن توهان ڪجھہ ڏيڻ لاءِ تيار هجو. گهڻا ماڻهو لالچي هوندا آهن ۽ بغير ڪجھہ ڏيڻ جي ڪجھہ حاصل ڪرڻ چاهيندا آهن اهڙن ماڻهن جو مقصد ناڪامي هوندو آهي. هن قسم جي تعاون جي بنيادي نظرئي کان غير واقفيت ۽ لين دين جي اصول کي تسليم نہ ڪرڻ گهرجي.

ڪيون: هاڻي اسان ڊاڪٽر هل جي فلسفي جي حاصل ڪلام يعني ڪائنات ۾ مستقلاً جاري ۽ ساري طاقت سان الحاق جي اصول جي طرف اچون ٿا. ڊاڪٽر هل ڇا توهان اسان کي قدرت جي هن قانون جي باري ۾ ٻڌائي سگهو ٿا جيڪو تمام جي تمام انسانن جي تعلقات تي ڪنٽرول ڪري ٿو ۽ هي ڪاميابين جو تسلسل کي ڪيئن يقيني بنائي ٿو؟

هل: هي قانون پنهنجي وسعت ۽ طاقت جي بنياد تي ايتري قدر عظيم الشان آهي جو ان کي اهي ئي ماڻهو سمجهي سگهندا جيڪي سائنس جو جامع علم رکندا هوندا. هي قانون جنهن کي اسان ڪائنات ۾ جاري ۽ ساري قوت جو قانون چئون ٿا. ڪائنات جي باري ۾ آهي. ۽ ڪائنات جي سڀني قانونن جو دائرو ڪنٽرول ڪري ٿو. هي اهو قانون آهي جنهن جي تحت هڪ تنظيم ۽ مقرر عادتن جي ذريعي سان ڪائنات جو توازن برقرار رهي ٿو. هي قانون هر جاندار شيءِ کي ۽ مادي جي هر ذري کي پنهنجي ماحول ۾ موجود لرزش وارين

لهرين سان تعلق ٿاهي هلڻ ۽ ان جي اطاعت ڪرڻ جو پابند ڪري ٿو بشمول بني نوع انسان جي صبحاني ۽ ذهني عادتن جي. بل مونکي معلوم آهي تو هن اصول کي عملي طور تي اپنايو آهي ۽ اسان کي ان جي طاقت ۽ معنيٰ جي باري ۾ ٻڌايو.

پيٽرڪ: ڪائنات ۾ جاري ۽ ساري طاقت جو قانون ڪجھ اهڙي شي آهي جنهن کي گھڻا ماڻهو ڄاڻي وڃن تہ ان ۾ ڪاميابيءَ جي لاءِ درڪار سمجھ پيدا ٿي ويندي. منهنجي مشاهدي ۾ آيو آهي تہ جڏهن هڪ شخص ڪنهن عمل کي پنهنجي عادت ٺاهي وٺندو آهي تہ پوءِ ان جي باقي زندگي ۾ مشق ان عمل کي ان جي فوري ردعمل بنائي ڇڏيندي آهي. يعني اهڙو عمل جنهن کي ڪرڻ جي لاءِ هن کي نہ وڌيڪ سوچڻو پوندو آهي نہ منصوبو بنائڻو پوندو آهي مان ڄاڻان ٿو تہ جڏهن مثبت طرز فڪر اپنائڻ لاءِ ان جا لازمي اصول سمجھي ڪري اپنائيون ٿا ۽ انهن سان گڏ زندگي گذارڻ لڳون ٿا تہ هي توهان جي فطرت ثانيہ ٿي ويندي آهي ۽ هي سائيڪل هلائڻ جي مشق توهانجي اعصابي نظام جو هڪ حصو ٺهي پوندي آهي ۽ پوءِ توهان جڏهن بہ سائيڪل هلائڻ چاهيو خواه پنجن سالن کان پوءِ هلايو توهان جو سڄو اعصابي ۽ جسماني نظام فوراً متحرڪ ٿي ويندو آهي ۽ توهان بنان ڊپ ڊراءُ جي بغير ڪابہ غلطي ڪرڻ جي سائيڪل هلائي سگھندا آهيو. ڇو تہ هي هڪ عادت بنجي ذهن ۾ سمائجي چڪي هئي. هي توهان جو هڪ حصو آهي ۽ هر شي جو هڪ عادت يا نقشو يا راه عمل هوندو آهي جنهن تي هن جي هجڻ ۽ نہ هجڻ جو دارومدار آهي. اسان زندگي جي تمام ڪمن ۾ انهن ئي عادتن جي نقش جو شعور رکندا آهيون جڏهن اسان انهن عادتن کي سکي وٺندا آهيون يا ان جي باري ۾ ڄاڻي وٺندا آهيون ۽ انهن کي اپنائي وٺندا آهيون ۽ هي پختہ ٿي وينديون آهن تہ پوءِ انهن اصولن جي ڪاميابي جو نقشو متاثر ڏاڍو ڏکيو وڌيڪ توانائي صرف ڪرڻ جي بغير ناممڪن هوندو آهي.

**هڪ قديم نسخو**

ان شخص جي بيان ڪرڻ جو خلاصو پيش ڪرڻ جي ۽ ان جو غير معمولي طور تي سادو ليڪن گھرا نظريات تي تصبرو ڪرڻ لاءِ اسان هڪ اهڙي

شخص جا تاثرات بيان ڪريون ٿا جيڪو پيٽرڪ جي پيروي هڪ چيلي جي طرح ڪندو آهي. هي شخص جيڪو ڪليل ذهن رکندڙ هڪ نہ ڊڄندڙ روح آهي. خود بہ هڪ ڪامياب شخص آهي پر هو پنهنجي باري ۾ وڌيڪ علم جو طالب آهي تہ جيئن دنيا کي خوش ڪري سگهي ۽ پين انسانن کي مسرت ۽ شادمانيون حاصل ٿيڻ سان نوازي سگهي. ان کي هڪ مثالي انسان جي تلاش رهندي آهي جنهن کي هو پنهنجا تمام تر وفادارين جي اهلؔ سمجهي. ان شخص جي راءِ پيٽرڪ جي باري ۾ آهي جڏهن اسان هن غير معمولي طور ذهين شخص جي ڪاميابي جي ڪڙي ڪاروباري بناء ۽ ان جي مارڪيٽنگ جي منصوبن کي شاندار ڪاميابي جي بنيادي اصولن کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون تہ اسان کي هن جي سڄي شخصيت انهن ٻن اصولن ۾ پوئيل نظر ايندي آهي. هي اصول ٻن ٽهن ۾ بند آهن.

1. ان جي مڪمل سادگي -- 2. ان جي بيپناهہ طاقت

هي اهو ماڻهو آهي جنهن ڪاميابي جي ضروري شين ۽ اصولن کي هڪ ٿيلهي ۾ بند ڪري ڇڏيو. يعني هڪ شي کي بچائي رکو جنهن کي صرف توهان ئي سپلائي ڪري سگهو ۽ اهو آهي توهان جو "عهد" وليم پين پيٽرڪ جيڪو زندگيءَ جو فلسفو تشڪيل ڏنو آهي اهو بس ايترو ئي پراڻو آهي جنهن کي جديد ترين چئي سگهون ٿا. ان جي پنهنجي ذات، زندگي ۽ پين ماڻهن جي باري ۾ شعور ايتري بنيادي ۽ سادي آهي تہ انسان ان کي ٻڌڻ سان حيوان رهجي وڃي ٿو. هي انهيءَ آفاقي سوچ سان رشتو ناهي هلي ٿي جيڪو زماني قديم جي انساني ابتدائي ۽ دائمي سوچ آهي. ۽ انسانيت لاءِ گهڻي ڪارآمد آهي. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تہ هي ايتري قدر پيچيده مبهم ۽ سطحيت سان پُر ٿي وئي جو گهڻن ماڻهن جي لاءِ هي هڪ بي معنيٰ نظريو بڻجي رهجي ويو. هي هڪ مختلف رستن جو پيچيده ميلا ٿي رهجي ويو. جنهن تي الڳ الڳ تشريحات جي ڏوڙ جمي وئي ۽ مفادن جي موسلا دهار برسات انهن رستن کي دلدل ۾ بدلائي ڇڏيو. پيٽرڪ صرف ايترو ڪيو جو پنهنجي دل هن نہ سمجهڻ واري ڪم ۾ لڳائي جتان سڄي حڪمت، سڄي دانائي ۽ طاقت ۽ مضبوطي ڦٽندي آهي. هن پنهنجي اندر جي آواز ٻڌي ۽ ان تي هلڻ سان پاڻ کي منظم ڪري پنهنجي اندر صلاحيتن کي اوجاگر ڪري ڇڏيو. هن هميشہ پنهنجي

شعور ۾ ان خيال جو مقام بلندو رکيو تہ ”منھنجا مفادات ڪان سڄي دنيا جي مخلوقات جا مفادات افضل ۽ مقدم آھن“

انھي طرح جي فلسفي جي ناڪامي جو ڪوبہ امڪان نہ آھي، چاھي ڇا بہ ٿي پوي. ھاڻي پيٽرڪ وري ڪڏھن بہ ناڪام نہ ٿيندو. ڪوبہ واقعو عام ماڻھن جي لاءِ خواہ سٺو ھجي يا برو پيٽرڪ جي لاءِ ھيءُ ھڪ ڪاميابي ڏيڻ وارو ئي آھي. ڇو تہ ھن جي اندر وڏيڪ ھي دنيا جو ڪارآمد، مفيد ۽ نيڪ مقصد جو حامل شھري ٿيڻ جو جذبو اڀاريندو. انَ طرح جي شخصيت ۾ جان افشاني پنھنجو اثر پين تائين ضرور وجھندي آھي ۽ ڪوبہ ھن کي نظرانداز نٿو ڪري سگھي.

## حاصل ڪلام

بس اھو ثابت ٿيو تہ وليم پين پيٽرڪ بہ بحيثيت آمريڪي جيٰ اھڙي ئي شناخت آھي جيتري گھتي جي ھڪ عام ماڻھو جي يا جيترو ڪوبہ آمريڪي ھئڻ جي شناخت ڪنھن ۾ تلاش ڪندو آھي. يعني انھي کي ڏسندي ئي يا ملڻ سان ئي توھان کي احساس ٿيندو آھي تہ توھان ھڪ آمريڪي سان ڳالھائي رھيا آھيو. ان جون امتيازي خصوصيتون انھن جي دولت نہ آھي بلڪہ انھن جي پاڻ کي سمجھڻ جي بي انتھا صلاحيت آھي. انھن ذاتي ڪاميابين جي سترھن اصولن کي آزمايو ان تي عمل ڪري انھن کي سچ ڪري ڏيکاريو. انھن ماڻھن کي ٻڌايو تہ ھي ڪو جادوئي يا منتر ناھي ۽ نہ وري ڪو ذھني يا جسماني ڪرتب آھي. ھي محض سکڻ ۽ سيکارڻ جو ۽ پنھنجي اندر ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي عادت پيدا ڪرڻ جو نسخو آھي.

جيئن وليم پيٽرڪ اسان کي موقعو فراھم ڪيو تہ اسان ھن جي عملي زندگيءَ جو تجزيو ڪريون ۽ معلوم ڪريون تہ ھن انھن اصولن کي اپنائي ڇا ڪجھہ ڪري ڏيکاريو ائين ئي ھاڻي توھان جو وارو آھي. توھان پنھنجو پاڻ سان تجزيو ڪريو ۽ پنھنجي ذات جو خود امتحان وٺو. انھن سوالن ۽ جوابن جو ٻيھر مطالعو ڪريو. توھان پنھنجي زندگي پنھنجي تنظيم، پنھنجي ڪاروبار ۽ ذاتي تعلقات ۾ انھن اصولن کي ڪھڙي خوبي سان استعمال ۾ آڻي سگھو ٿا؟ انھي ڳالھہ تي بلڪل بہ شرمنده نہ ٿيو تہ جيڪڏھن توھان جو

مارڪون مسٽر پيٽرڪ کان گھٽ هجن هي سڀ ڪجھ توهانجي لاءِ پنهنجي ماضي جي تسلسل سان هلندا ايندڙ سلسلا آهن جيڪي مثلاً پنهنجي پاڻ سان ايمانداري وارو ورتاءُ پنهنجو مطلب سامهون رکڻ ۽ ڪاميابي جي حصول جي ڪوشش کي شروع ڪرڻ ۾ سستي جو مظاهرو ڪرڻ وغيره.

هاڻي پنهنجي ذاتي حساب ڪتاب جو وقت اچي ويو آهي ۽ وقت اچي ويو آهي ته توهان معلوم ڪري سگهو ته توهان آهيو ڇا ۽ زندگي ۾ ڪهڙي رخ ۾ وڃي رهيا آهيو ۽ ڇاتا حاصل ڪرڻ چاهيو ۽ انهي کي حاصل ڪرڻ لاءِ توهان ڪهڙو طريقو اپنائڻ لاءِ سوچيو آهي. جيڪڏهن توهان اتي نه آهيو جتي توهان هئڻ جا خواهشمند آهيو ته هن جي ضرور ڪانه ڪا وجھه يا سبب هوندو ۽ هي ئي وقت آهي انهي غلطي يا محروميءَ کي تلاش ڪريو.

ڇا توهان ڀٽڪي رهيا آهيو هن جو مطلب آهي ته توهان ڪوبه متعين مقصد ناهي ٺاهيو. ڇا توهان پنهنجو وقت پنهنجي سڀ کان وڏي خواهش جي حصول جي باري ۾ سوچيندا رهو ٿا يا ان جي باري ۾ وڌيڪ سوچيندا آهيو جيڪو توهانجي خواهش جي ابتڙ توهان کي ڀوڳڻيو پوي ٿو؟

<u>توهان جو يقين ڇا آهي ۽ ڪنهن تي آهي؟</u>

ڪاميابي ذهن جي مختلف طاقتن کي گڏي استعمال ڪرڻ سان حاصل ٿيندي آهي نه ڪه انهن کي الڳ الڳ استعمال سان حاصل ڪري سگهجي ٿي. هڪ چوڻي آهي "انسان جنهن شي جي ضرورت محسوس ڪندو آهي اها ان کي تڏهن ملندي آهي جڏهن هن کي استعمال ڪرڻ جي قابل هوندو آهي"

هاڻي شروعات ڪري ڇڏيو جيڪو ڪجھه جيئن به آهي عمل جي لاءِ ضروري مواد توهان وٽ موجود آهي. ان سان آغاز ڪري ڇڏيو. اهو مواد بهتر مواد ۾ بدلجي ويندو جيڪڏهن توهان ۾ ان کي بهتر استعمال ڪرڻ جو طريقو موجود هوندو. پنهنجي ذهن کي اهڙيءَ طرح سان ترتيب ڏيو ته جو ڪجھه ان کي گهربل آهي ان کي پنهنجي طرف مائل ڪري سگهي.

هڪ دفعو پنهنجي مقصد کي واضح طور تي متعين ڪري ۽ هي طئي ڪرڻ کان پوءِ ته توهان کي زندگيءَ مان ڇا ڪرڻ گهرجي، جوش ۽ خروش کي پنهنجي ڪوشش جو امام ٺاهيو. جوش ۽ خروش پنهنجي سر اڳتي وڌڻ جي

طاقت آهي، ايتري تائين وڏي وڃي ٿي جو سڄي غريبي ۽ ناڪامي کي سڪل پنن ۽ مٽي وانگر پاڻي ۾ وهائي ٿي ڇڏي.

ڇا توهان نسخو سمجهي ورتو، هاڻي هن کي خوشي خوشيءَ سان جهلي وٺو، ۽ اهڙيون عادتون پيدا ڪريو جيڪي توهانجي سوچڻ جي انداز کي مثبت رکي سگهن. هڪڙو وقت مقرر ڪريو جنهن جي اندر توهان ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ جو طئي ڪيو اهوئي توهان کي ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ وارو بڻائي ڇڏيندو.

توهان جي هٿ ۾ هڪ ٽائيم بم موجود آهي جيڪو ٽڪ ٽڪ ڪري رهيو آهي ۽ لمحہ بہ لمحہ وڏي ڌماڪي جي وقت جو فاصلو گهٽائي رهيو آهي جڏهن توهانجي نالي سان گڏ اهو لکيو ويندو تہ توهان ڪامياب انسان آهيو يا ناڪام هي توهانجي اعتراف جي صورت ۾ بہ ٿي سگهي ٿو، ۽ انهن ماڻهن جي زباني بہ جيڪو توهانجي حاصل ڪيل ڪاميابين ۽ ناڪامين جا شاهد هوندا. جو توهان ۽ توهانجي تمام ڪمن کان سٺي طرح واقف هجن. اها صورتحال سڄي زندگي جو عرصو هوندي رهي. توهان ان کي ڪهڙي طرح گذاريو اهائي شي توهانجي ڪاميابين ۽ ناڪامين جو سبب هوندي. اسان پنهنجي روزمره جي زندگي ۾ وقت جو گهڻو ذڪر ڪندا آهيون مثال طور وڃڻ جو وقت آهي ڳالهائڻ جو وقت آهي، کائڻ جو وقت آهي، لکڻ جو وقت آهي يا هي ڪم ڪرڻ جو وقت آهي وغيره توهان اڪثر اهو پڙهو هوندو ۽ چيو ويندو آهي ”هر شي جو هڪ وقت مقرر آهي“ ان کي اهڙي طرح بہ بيان ڪرڻ درست ٿيندو تہ ”هر شي جو وقت مقرر ڪرڻ بہ هڪ فن آهي“

وقت جي پابندي ضروري آهي ڇو تہ هي پنهنجي رفتار سان گذرندو آهي. خواه توهان گهڙيءَ سان ان جو حساب رکو، سج سان ان جو حساب رکو ان حقيقت جو سامهون توهان کي هرگز ٿيڻو آهي تہ وقت ڪنهن جو انتظار نہ ڪندو آهي.

توهان پنهنجي سڄي عمر ۾ ڇا حاصل ڪري سگهندا ان جي دارومدار توهانجي وقت جي قدر تي ۽ وقت جي منزلت کي ڄاڻي ۽ انهي کان ڀرپور فائدو وٺڻ جي صلاحيت تي آهي.

مصنفن وليم پيٽرڪ جي شخصيت جو مطالعو وڏي ايمانداري سان توهان جي سامهون پيش ڪيو اسان ڪوشش ڪئي تہ پنهنجي عقل ۽ سمجهہ جي مطابق ان کي جيئن محسوس ڪيو اهڙي طريقي سان توهان تائين پهچايون.

هن ڪتاب کي پڙهندڙ جن هنن ورقن جو مطالعو ڪيو هوندو ان جي دوران هن شخصيت جي احوال ۽ ان جي ڪاميابين جي اصولن جيئن ڏٺو ۽ بيان ڪيو، جو تجزيو ڪيو هوندو انهن سان اسانجي گذارش آهي اهي انهن سوالن جا جواب جيڪي اسان پيٽرڪ کان پڇيا آهن پاڻ لکو ۽ پوءِ انهن جا جواب پيٽرڪ جي جوابن سان ڀيٽيو ۽ محسوس ڪريو تہ تجربو ۽ تجزيي جي سکت يا همت ڪيئن ماڻهو ۾ آهستي آهستي سراپجي ٿي. مصنف توهان جا انتهائي شڪرگذار رهندا جيڪڏهن توهان انهن سوالن جا جواب نيولن هل فاؤنڊيشن کي لکي موڪليو ان جي باري ۾ پنهنجي راءِ يا ڪابہ نئي معنيٰ جيڪا توهان کي سمجهہ ۾ اچي ضرور ارسال ڪندا.

# سونهري قول

اسان هن ڪتاب ۾ تمام گهڻا سنهري قول، سنهري اصول، سچيون چوڻيون، تجرباتي ڪهاڻيون ۽ ڳالهيون شامل ڪيون آهن جيڪي توهانجي ذهن کي ترغيب جي مثبت سوچن سان روشن ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿينديون. هي توهان کي خود کي منظم ڪرڻ واري عزمن کي وڌيڪ طاقتوز ڪرڻ ۾ وڌيڪ مدد ڪنديون. ننڍين ننڍين جملن کي توهان ڪهڙو به نالو ڏئي سگهو ٿا. مثال طور ڪاميابيءَ جي وٿامن، سنهري اصول، سنهري قول، دانائي جي ڪيميا وغيره توهان هنن کي ڪهڙو به نالو ڏيو هي لازمي طور خود تجويزي جي اصول تحت توهانجي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري طاقتن ۾ واڌارو ڪن ٿيون. انهن مان ڪجهه جملا ڊاڪٽر نپولن هل جي رسالي "گولڊن رُول ميگزين" ۽ ٻيو ڪتاب دي سائنس آف پرنسپل اچيومنٽس. پراڻا مضمون ۽ اسانجي يادا شت جي ذخيري کي سميٽي لکيو ويو آهي. هڪ دفعي ڊاڪٽر هل هڪ ڪمپني جي تعلقات عام جي شعبي کي ڇهه هزار اهڙا فقرا لکي ڏنا هئا. هي قول 500 کان وڌيڪ بلند پائي جي زندگي جي تجربات مان اخذ ڪيا ويا آهن. اهي ماڻهو زندگي جي مختلف شعبن جا ليڊر ۽ انهن جي بيشمار ڪوشش سان امريڪي طرز زندگي کي هڪ ممتاز شناخت ملي.

هي اقوال نوس ۽ قابل عمل آهن جو ته انهن کي اپنائي گهڻا ماڻهو ڪاميابين جي منزلن سان همڪنار ٿيا. اهي ماڻهو جيڪي دنيا ۾ پنهنجو هڪ ممتاز مقام بنائڻ چاهين ٿا هنن قولن مان مستفيد ڪرڻ لاءِ انهن جي مرڪزي خيال کي مختصر ترين لفظن ۾ پيش ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي آهي.

انهن مقولن کي انهي مقصد تحت شايع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته هي پڙهڻ واري جي جسماني، روحاني ۽ ذهني صلاحيتن کي مزيد نروار بنائڻ ٿيون.

جيئن هڪ عظيم فلسفي ارسطو جو قول آهي "دانائي امارت جي شان ۽ شوڪت ۾ واڌارو ڪندي آهي غربت جي سختين کي گهٽ ڪندي آهي"

هي چوٽيون ذهن کي وڏيڪ فعال بنائن ٿيون انهن کي پڙهي ڪري پنهنجي سوچڻ جي مدد سان انهن کي پنهنجا قول ٺاهين ٿا.

هن ڪان پهريان اسان توهان کان اجازت وٺون اسان تحريري طور تي توهان طرف دوستي جو هٿ وڌائيندا. پنهنجي تحريري لفظن ۾ اسان توهان لاءِ جرئت، امن ۽ ايمان جي تمنا ڪريون ٿا.

جيڪڏهن توهان جي ذهني حالت انهن شين سان وڏيڪ سينگاريل ٿيندي پوءِ توهان جيڪو ڪجهہ ڪرڻ چاهيندا حاصل ڪرڻ جي قابل ٿي ويندا. پوءِ توهان ڏسندو تہ ماڻهو يقيناً توهان سان دوستانہ تعاون تي آماده ٿيندا.

## صحيح سوچ

- توهان پين کي ڪهڙي نموني سان پوري طرح جاچي سگهو ٿا جيستائين پاڻ کي ڄاڻڻ جي اوهان ۾ صلاحيت ناهي.
- توهان ڪنهن ٻئي کي دوکو ڏئي رهيا آهيو يا خود کي؟ جواب ٿورو سوچي پوءِ ڏيو
- جيڪو عمل ڪرڻ کان پهريان سوچيندو آهي انهيءَ کي ڪڏهن ڪڏهن ٿي پريشان ٿيڻو پوندو آهي
- اهڙي شخص کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش جيڪو ڪڏهن سوچيندو ئي نہ هجي هميشہ بيڪار هوندي آهي.
- پنهنجي مشڪل مان نڪرڻ جي خواهش ڪرڻ جي نسبت ان ڪان نڪرڻ جي تدبير سوچڻ هن کي آساني طرف وٺي وڃي ٿي.
- اهڙو شخص جيڪو سڄي دنيا کي بيڪار سمجهندو هجي جيڪڏهن هي ڄاڻي وٺي تہ دنيا هن کي ڇا ٿي سمجهي تہ حيران رهجي ويندو.
- گهڻا ماڻهو جيڪو سمجهندا آهن تہ اسين منزل تي پهچي چڪا آهيون اهي ابتو سفر ڪري رهيا هوندا آهن.
- جيڪڏهن توهان سوچي نہ سگهندا هوندا تہ ٻڌي بہ ڪونہ سگهندا.

- ڪڏهن به اهڙي شخص سان نه ڦاسو جيڪو بغير سوچ جي عمل ڪندو هجي.

## عمل

- پاڻ کان بهتر شخص جي طرف ڌيان رکو ته توهان سمجهي سگهندا ته هي توهان کان بهتر ڇو آهي ۽ پوءِ ان تي اهڙي طرح عمل ڪريو.
- جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا ته ڪو به ڪم جلدي ۽ سٺو ٿي وڃي ته هن لاءِ ڪنهن مصروف ماڻهو کان پڇو. فارغ ماڻهو وٽ هن ڪم لاءِ ڪيترا متبادل ۽ شارٽ ڪٽ رستا هوندا.
- جيڪڏهن ڪو شخص ضروري حقيقتن جي علم جي باوجود به فيصلو ڪرڻ ۾ دير ڪري ٿو ته پوءِ هن جي فيصلي تي عمل به يقيني نه ٿيندو.
- اگر ڪو به شخص ”بس ڪافي“ ڪم ڇوندو آهي ته اهو حاصل به ”بس ڪافي“ ئي ڪندو آهي.
- جيڪڏهن ڪو به شخص ”گذاري لائق“ ڪم ڪندو آهي ته اهو حاصل به ”گذاري لائق“ ئي ڪندو آهي.
- سٺي نيت بيڪار ويندي آهي جيڪڏهن هن تي عملي اظهار نه ڪيو وڃي.
- ڪنهن مذهب کي قبول ڪرڻ آسان هوندو آهي ان تي عمل ڪرڻ آسان نه آهي.

## يقين ڪرڻ

- جيڪڏهن توهان کي يقين آهي ته توهان ڪجهه ڪري سگهو ٿا ته توهان اهو سڀ ڪجهه ڪري به وٺندا.
- انسان آخر ۾ اهوئي ڪجهه مڃڻ شروع ڪندو آهي جيڪو هو پاڻ ڇوندو رهندو آهي چاهي اهو سچ نه هجي ڪٿي.
- جيڪڏهن توهان کي ڪنهن ڳالهه جو يقين نه هجي ته پوءِ ٻئي کي ان تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به نه چئو.
- هڪ عام بيوقوف شخص محنت به گهٽي ڪندو آهي ۽ پئسو به گهڻو لڳائيندو آهي جيڪو اهو زندگي مان حاصل ڪندو آهي جڏهن ته پاڻ کي

هي يقين ڏياري بيوقوف ناهيندو آهي تہ هي سڀ ڪجھہ بغير ڪجھہ ڪئي حاصل ڪيو آهي.

### احتياط پسندي

- اهڙي ماڻهوءَ کان احتياط ڪريو جنهن جي خوف کان ٻار ۾ ڪتا ڊڄندا هجن.
- گهڻو سارو احتياط بہ ايتروئي خطرناڪ آهي جيترو تہ بلڪل احتياط نہ ڪرڻ ڇو تہ ٻئي کي شڪ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو آهي.
- جيڪڏهن جنگ جي ٻئي پاسي وڌيڪ سرسبز ڏسڻ ۾ اچي تہ احتياط ڪريو ڇاڪاڻ تہ گاھہ سان ڪنڊپيندار پوٽا بہ ٿي سگهن ٿا.
- جڏهن ڪو ماڻهو ائين چئي تہ فلاڻي هيئن "فلاڻي هوئن چيو تہ ان جي فلاڻي جو نالو پڇوءِ پوءِ ان جي شرمندگي ڏسو.
- اگر ڪوبہ اجنبي توهان لاءِ ڪجھہ ڪرڻ جو شوقين نظر اچي تہ ان جي "ڪجھہ ڪرڻ" کان محتاط رهو.
- اهڙي شخص کان محتاط رهو جيڪو توهان کي پنهنجي راھہ تي لڳائڻ چاهي اهو ضرور ڏسو تہ ڇا هن جو رستو توهانجي رستي کان وڌيڪ بهتر آهي.
- اهڙي شخص جي ڳالهين ۾ نہ اچو جو توهان کي چئي تہ هو توهان کان بهتر ڪري رهيو آهي.

### چيلنج

- جيڪڏهن توهان جلد ۾ مسلسل ترقي چاهيندا آهيو تہ پوءِ توقع کان وڌيڪ ۾ بهتر ڪم ڪريو.
- توهان جيڪو ڪم ڪريو اهو پهرئين ڪم کان بهتر هجي توهان جلد ئي سيني کان بهتر ٿي ويندا ۔
- جيڪڏهن توهان کي ڪوبہ چئي تہ هي ڪم ٿوهانجي وس جو ناهي پوءِ ڏسو تہ هن جي ڪهڙي ڪارنامي توهان جي حدود متعين ڪرڻ جو اختيار ڏنو آهي؟

- هنري فورڊ انهي شخص جي لاءِ 25 هزار ڊالر جو انعام رکيو آهي جيڪو اهو ثابت ڪري سگهي تہ هن جي تيار ٿيل گاڏي ۾ هڪ بہ نٽ يا بولٽ ضرورت کان وڌيڪ لڳل آهي.
- مون کي ڪهڙي پلانٽ ۾ ڪهڙي شي جي تياري ۾ بيشڪ ٿورن ئي پئسن جي بچت جو طريقو ٻڌايو آءِ توهان کي فوراً ترقي جو گُر ٻڌائيندس.
- جيڪڏهن توهان ائين ڪندا رهو جيئن هاڻي ڪري رهيا آهيو تہ پوءِ ڏهن سالن کانپوءِ توهان ڇا هوندا ۽ ڪٿي هوندا؟
- ڪنهن نميل نڪيل شي کي تباه نہ ڪريو جڏهن توهان ان جي جڳهہ تي ڪا وڌيڪ بهتر شي ناهڻ جي قابل نہ هجو.
- گهڻن ماڻهن جي عظمت جي خبر تڏهن پوندي آهي جڏهن اهي شڪست کي فتح ۾ حاصل ڪرڻ جي چيلنج جي طور قبول ڪندا آهن.

## سڀ کان وڏو مقصد

- توهان زندگيءَ مان جو ڪجهہ حاصل ڪرڻ گهرو ٿا ان لاءِ توهان ڇا ڪري سگهو ٿا؟
- هڪ ڪامياب شخص اهو هوندو آهي هو ان تي نظر رکي تہ هن کي ڇا ڪپي نہ ان تي تہ ڇا هن کي نہ ڪپي؟
- پيگي جائس هاپڪنز هڪ ٻئي پٽيان ڇئن ارب پتي ماڻهن سان شادي ڪئي ڇو تہ هن کي معلوم هئو تہ هن کي ڇا ڪپي ۽ هن ڪڏهن متبادل قبول نہ ڪيو.
- ان جو خيال نہ ڪريو تہ توهان ماضيءَ ۾ ڇا ڪيو، بلڪہ ان جو خيال ڪريو تہ توهان مستقبل ۾ ڇا ڇا ڪندو؟
- دنيا ۾ اهوئي ڪجهہ مستقل آهي جنهن کي ڪوبہ شخص پنهنجي ذهن ۾ مستقل بنائي ڇڏي.
- جيڪڏهن توهان کي اهو معلوم نہ هجي تہ زندگي توهان کان ڇا ٿي گهري؟ تہ توهان حاصل ڇا ڪندو؟

- ان ڳالھ جو يقين رکو تہ جيڪو ڪجھ توهان زندگي کان چاهيندا توهان کي ملي ويندو پوءِ ان ڳالھ تي هن کان پيٽو يقين رکو تہ توهان کي زندگي کي ڪجھ ڏيٺو بہ پوندو.
- جن شين جي توهان کي سڀ کان وڌيڪ چاهت آهي انهن کي ايتري ئي احتياط سان جاچيو.
- دانائي انهي شي جو نالو آهي جيترو اهو معلوم هجي تہ ڇا ڪپندو مونکي ايترو نہ تہ ڇا نہ ڪپندو مونکي.
- جيڪو توهان چاهيندا آهيو ان جي حصول ۾ ايتري قدر مشغول ٿي وڃو تہ توهان وٽ نہ وڃڻ جي فهرست ئي نہ هجي جو توهان نٿا چاهيو.
- پنهنجي مقصدِ زندگاني کي بلند ترين رکڻ کان نہ گهٻرايو ڇو تہ هن جي بلند ترين هئڻ سان ڪوبہ فرق نہ پوندو ڇو تہ توهانجي ڪاميابي ان کان گهٽ تہ ٿي سگهي ٿي پر ويجهو ويجهو هوندي.
- جيڪڏهن توهان کي خبر ئي ناهي تہ توهان کي ڇا کپي تہ پوءِ اهو ڪڏهن بہ نہ چئو تہ توهان کي موقعو ئي نہ مليو.

## تعاون

- جيڪڏهن توهان فوجي آفيسر نہ آهيو تہ پوءِ توهان حڪم جي بجاءِ درخواست کان وڌيڪ ڪم وني سگهو ٿا.
- ان وقت تائين پاڻ کي حڪم ڏيڻ جي اهل نہ سمجهو جيستائين توهان خود حڪم مڃڻ ۽ ان کي بجا آڻڻ جي قابل نہ آهيو.
- رضامندي سان تعاون طاقت پيدا ڪندو آهي جڏهن تہ زبردستي تعاون کي مجبور ڪرڻ ۽ ناڪامي جو باعث هوندي آهي.
- پنهنجي فورمين کي اهي ڳالهيون ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪريو جيڪي توهان کي پسند هجن ڏسو اهو ڪيتري جلدي اهي ڳالهيون ختم ڪندو جيڪي توهان کي ناپسند آهن.
- ڪنهن بہ واپار ۾ دوستانہ تعاون غير دوستانہ تڪرار جي نسبت وڌيڪ نفع بخش هوندو آهي.

- تعاون جو آغاز ڪنهن به شعبي جي سربراه جي طرف کان هئڻ گهرجي جنهن سان ماتحتن جو تعاون به حاصل ٿي ويندو بهتر ڪارڪردگيءَ جو به اهوئي اصول آهي.
- دوستانا تعاون جو شيطاني ڪمن ۾ عمل دخل نه هوندو آهي انهن ڪمن ۾ انهي بلڪل برعڪس هوندو آهي.
- گهڻا ماڻهو حڪم جي بجاءِ درخواست تي جلد عمل ڪندا آهن هڪ شخص جيڪو حڪم کي خوشدلي سان قبول نه ڪندو آهي ته هن کي حڪم ڪرڻ جو اختيار نه رکڻ گهرجي.
- ياد رکو توهانجي مرضي ۽ تعاون جي بغير ڪوبه توهانجي دل آزاري نه ڪري سگهندو.

## جرائت

- جيڪڏهن توهان ڪنهن شي جي باري ۾ علم نٿا رکو ته پوءِ اهو تسليم ڪرڻ جي جرائت پيدا ڪريو ته توهان جلد باعلم ٿي ويندو.
- خوف ۽ جرائت ۾ صرف هڪ داڻي برابر فاصلو هوندو آهي.
- جيڪو شخص هي ڳالهه ڪندو آهي ته هن کي موقعو نه مليو دراصل ان ۾ موقعو حاصل جي جرائت نه هوندي آهي.

## تنقيد

- تنقيد کان بچڻ جو صرف هڪ ئي طريقو آهي ته ڪجهه به نه ڪريو، ڪجهه نه ٿيڻ جي ڪوشش ڪريو تڏهن ماڻهو توهان تي تنقيد نه ڪندا آهن.
- بي جا تنقيد کان نه گهبرايو بلڪه اهو يقين ڪريو ته هي بي جا آهي.
- جنهن کي توهان سمجهو ٿي نٿا ان تي تنقيد نه ڪريو ٿورو وقت هن کي سٺي طريقي سان سمجهڻ ۾ صرف ڪريو ته پوءِ توهان کي ان تي تنقيد جي ضرورت ئي نه پوندي.
- جيڪڏهن ناهڻ وارا سائنسدان تنقيد کان خوف کائن ها ته پوءِ اڄ تائين سفر صرف ڏاند گاڏين ۾ ئي ٿيندو رهي ها ۽ ڪڏهن وارو ڪپڙو پائجي ها.

- جيڪڏهن توهان وٽ جديد ترين نظريو پيش ڪرڻ جي لاءِ آهي تہ پوءِ تنقيد کان خوفزده ٿيڻ جي بجاءِ ان جو سامهون ٿيڻ لاءِ تيار ٿي وڃو.
- ڪنهن بہ شخص جي ڪنهن بہ ڪم کي ان وقت تائين تنقيد جو نشانو نہ بنايو جيستائين انهي ڪم ڪرڻ جي سبب توهان کي معلومات نہ هجي ڇو تہ انهي ڳالهہ جو بہ امڪان آهي تہ اهڙي حالتن ۾ توهان بہ اهڙي قسم جو ئي ڪم ڪيو ها؟
- جيڪڏهن خود توهان تنقيد جو سامهون نٿا ڪري سگهو تہ پوءِ ڪوبہ نئون خيال پيش نٿا ڪري سگهو.
- گهٽي تنقيد ڪرڻ کان پهريان اهو ضرور سوچيو تہ ڪڏهن توهان بہ ڪمزور ۾ پوڙها ٿيندو.
- جيڪڏهن توهان جي تنقيد جي سخاوت جو ڪوبہ اثر نہ ٿو ٿئي تہ پنهنجي فلسفي کي پلٽي تعريف جو موقعو ڏئي ڏسو.
- تنقيد جي اظهار کان پهريان ان جي سختي کي ٿورو نرم ڪرڻ جي تعريف سان گفتگو جو آغاز ڪريو.
- جيڪڏهن توهان معقول ٿيڻ چاهيو ٿا تہ تنقيد گهٽ تعريف وڌيڪ ڪريو.

ڪم

- جيڪڏهن توهان واقعي عظيم آهيو تہ ماڻهن کي پنهنجي ڪيل ڪمن مان اها خبر وٺڻ ڏيو.
- ان ڏينهن کي سمجهو تہ ضايع ٿي ويو جنهن ۾ توهان ڪوبہ سٺو ڪم نہ ڪيو.
- اڳئين جا تمغا ۽ خطاب ڪم نہ ايندا بلڪہ توهان کي توهانجي ڪيل ڪمن مان پرکيو ويندو.
- لفظن جي نسبت ڪم فخر جو باعث هوندو آهي.
- جڏهن توهان پاڻ سان اهو ڪلام ڪري ڇڏيو تہ توهان کي ڇا ڪپي تہ پوءِ بس ڳالهين جو وقت ختم ڪم جو وقت شروع.
- پنهنجي منهن سان پنهنجي تعريف صرف هڪ صورت ۾ قابل قبول هوندي جڏهن توهان ڪو اهڙو ڪم ڪيو هجي جيڪو واقعي ٻين جي فائدي جو هجي.

- پنهنجي تعريف لاءِ پنهنجي زبان نہ بلڪ ڪم استعمال ڪريو.
- جيڪڏهن توهان واقعي ٻين کان بهتر قابليت رکندا آهيو تہ ٻين کي توهان جي لياقت توهانجي ڪمن مان معلوم ٿيڻ گهرجي.
- ڪنهن جي برائي جو بدلو احسان سان ڏيو اها هن لاءِ سڀني کان وڏي سزا آهي.
- ڪنهن جي نفرت کي محبت ۾ بدلائڻ لاءِ لفظن کان نہ بلڪ حسن سلوڪ کان ڪم وٺو.
- دنيا کي ضرور خبر پوڻ گهرجي تہ توهان ڪيترا اعليٰ ظرف جا مالڪ آهيو پر ڳالهين سان نہ بلڪ ڪم سان.
- جيڪو شخص اهو سمجهي ٿو تہ جنت صرف خدا جي راهہ ۾ پئسو خرچ ڪرڻ سان ئي ملندي اهو شخص دراصل پئسي کي خلق خدا جي بهتري ۾ بدلائڻ جي طريقن کان واقف نہ آهي
- توهانجي ڪلام جي نسبت توهانجي اعمال جو تذڪرو وڌيڪ ٿئي ٿو.
- ڪنهن جي موت کان پوءِ هن جي نالي جي تختي قبر مٿان کان وڌيڪ ان جي ڪيل ڪم هن کي يادن ۾ رکن ٿا.
- ياد رکڻ گهرجي تہ دنيا توهانجي عزت توهانجي ڳالهين جي ڪري نہ بلڪہ توهانجي ڪمن جي ڪري ڪندي آهي.
- ايمان سوچن ۽ اعمالن جي هڪ هٽڻ جو نالو آهي.
- جيڪڏهن توهان ٻين جي مهربانين جو اظهار ڪرڻ چاهيو ٿا تہ پنهنجي منهن کان علاوه پنهنجي اعمالن سان بہ شڪر گذاري جو اظهار ڪريو.
- جيڪو ڪجهہ توهان ڪندا آهيو ان جو وڌيڪ اثر آهي ان کان جيڪو ڪجهہ توهان چوندا آهيو.
- صحيح ڪم ڪنهن لفظن جو محتاج نہ هوندو آهي.

<u>مقصد جو تعين</u>

- هي دنيا انهي شخص لاءِ هڪ عمده جڳهہ آهي جيڪو ڄاڻي ٿو تہ هن کي ڇا کپي ۽ ان جي حصول ۾ سرگرم عمل آهي.

- هڪ شخص بغير ڪنهن متعين مقصد جي ائين ئي آهي جيئن ڪو جهاز بغير قطب نما جي.
- هر طرح جي امارت بلڪل واضح سوچ جي اپنائڻ سان حاصل ٿيندي آهي.
- جيڪڏهن توهانجي زندگيءَ جو ڪو وڏو مقصد نہ هجي تہ پوءِ ننڍين ننڍين مقصدن جو حصول توهان کي خط غربت عبور ڪرڻ نہ ڏيندو.
- قوت ارادي متعين مقصد مان جنم وٺندي آهي ۽ ذاتي تحريڪ جي بنياد تي مسلسل ڪوشش جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندي آهي.
- هڪ ڪپتان کان سواءِ جهاز ۽ هڪ بي مقصد ماڻهو جو انجام واري ۾ ڦاسڻ جي برابر آهي.
- محنت ۽ ايمانداري سٺيون خوبيون آهن هڪ ڪردار جون ليڪن هي انهي وقت تائين ڪاميابي جي ضمانت نہ آهن جيستائين انهن کي ڪنهن واضح مقصد لاءِ استعمال نہ ڪيو وڃي.
- هڪ وڏي ۽ واضح مقصد جي بغير زندگي تنگ دستيءَ جو شڪار رهندي آهي.
- جيڪڏهن توهان جو ڪو مقصد متعين نہ آهي تہ پوءِ توهان ناڪامي جي طرف وڃي رهيا آهيو.
- پنهنجي مقصد تي قائم رهڻ زندگي جي ڪاميابي جي پهرين شرط آهي.

## تعليم ۽ تربيت

- تعيلم ذهن جي صلاحيتن ۾ اهڙي طرح واڌاري جو نالو آهي جيڪو خود ان جي اندر مان هجي ۽ مشڪلات تي قابو پائڻ لاءِ هجي ۽ مددگار هجي ۽ مخالف نہ هجي.
- تمام تعليم انسان خود ئي حاصل ڪندو آهي ڇو تہ بيو ڪو ڪنهن کي تعليم نٿو ڏئي سگهي (رستو ضرور ڏيکاريندو آهي)
- توهان پنهنجي ملازمت جي دوران جيڪو ڪجهہ سکو ٿا اهو انهي پگهار کان وڌيڪ آهي جيڪا توهان کي ملندي آهي.
- جيڪڏهن توهان پنهنجي ملازمت جي دوران ڪجهہ سکي نہ رهيا آهيو تہ توهان پنهنجي بهترين حصي جو ڪوبہ معاوضو نہ وٺي رهيا آهيو.

- هڪ ماڻهو صرف پڙهي ئي سگهي ٿو جڏهن ته ڳالهائي ڪجهه به نه سگهندو آهي.
- پنهنجي ذهن مان ڪجهه ڪڍڻ ڪان پهريان ان کي پڙهيو.
- جنهن ايمرسن جو مطالعو ڪري ان کي سمجهيو نه هجي اهو تعليم يافته هئڻ حقدار نه آهي
- هڪ سٺو استاد ئي آهي جيڪو سٺو شاگرد هجي.
- تعليم يافته اهو شخص نه آهي جنهن وٽ صرف علم هجي بلڪه اهو آهي جنهن وٽ هي علم هجي ته انهي کي ڪٿان وٽي ڪيستائين استعمال ڪري سگهجي ٿو.
- ڪنهن پڻي شخص جي سٺائين تي نظر رکڻ ان جي برائين تي نظر رکڻ ڪان وڌيڪ مفيد آهي.
- علم طاقت نه آهي هي لڪل طاقت آهي جيستائين هن کي استعمال نه ڪيو وڃي هي حقيقت طاقت نه ٿيندو آهي.
- اوهان ماڪي جي مڪ جي مطالعي مان گهڻي مفيد معلومات حاصل ڪري سگهو ٿا بشرطيڪه توهان ان کي اهو پڌائڻ جي ڪوشش نه ڪريو ته ان کي پنهنجو ڪم ڪيئن ڪرڻو آهي.
- ڪوبه هڪڙو ڪم اهڙيءَ طرح سکي وٺو ته توهان کان بهتر ڪوبه ڪري نه سگهندو هجي ته توهان ڪڏهن به مالي مشڪل جو شڪار نه ٿيندا.
- جيڪڏهن توهان پاڻ وڏي عهدي واري جو ڪم نه سکندا ته توهان ان عهدي تائين يا ان کان مٿي عهدي تائين ڪڏهن به نه پهچي سگهندا.
- فلسفين يا فلاسفرن کي اها ڪيئن خبر پئي ته انسان ڪٿي غلطي ڪري رهيو آهي؟ اهو انهن غلطي ڪرڻ وارن کان ئي سکيو.
- معقول سوال ڪري سگهڻ جي صلاحيت سقراط کي پنهنجي وقت جو بهترين فلاسافر تسيلم ڪيو.
- علم جو سجهداري سان استعمال ان ۾ واڌارو ڪندو آهي.
- جيترو گهٽو توهان ڪنهن ملازمت مان سکندا آهيو ان کان به وڌيڪ معاوضو هن مان حاصل ڪندا آهيو.

- جيڪو شخص پنهنجي ملازمت دوران سکي به رهيو هجي اصل ۾ اهو پنهنجي پگهار نه بلڪ پنهنجي اسڪول جي فيس وصول ڪندو آهي.
- علم ايستائين بيڪار آهي جيستائين ان کي عمل ۾ آڻي هن مان ڪو فائدو حاصل نه ڪيو وڃي.

بهتر گفتگو

- ياد رکو توهان جي منهن مان نڪتل هر لفظ ٻئي شخص کي اهو موقعو فراهم ڪري ٿو ته هو ڄاڻي وٺي ته توهان عقلمند آهيو يا بيوقوف.
- عام طور تي اهو نه ڏنو ويندو آهي ته توهان ڇا چئي رهيا آهيو بلڪ اهو ڏٺو ويندو آهي ته توهان ڪهڙي طرح چئي رهيا آهيو.
- توهان ڏٺو هوندو ته انسان ڪهڙين خوبين سان ان وقت پنهنجي آواز ۾ نرمي آڻي ٿو جڏهن هو ڪنهن کان درخواست ڪري ٿو.
- جيڪو شخص نرمي سان گفتگو ڪندو آهي ان کي پري تائين ٻڌو ويندو آهي.
- زبان جو زخم تلوار کان گهرو هوندو آهي.
- لاپرواهي سان منهن مان ڪڍيل لفظ شرمندگي کٽي واپس ايندا آهن
- ڇا خدا به ڪڏهن ڪنهن تي الزام تراشي ڪندو آهي.
- توهان کي جيڪا به خوشي هوندي سوچي سگهو ٿا بلڪ چئي نٿا سگهو.

جوش ۽ خروش

- جڏهن جوش ۽ خروش هڪ عادت بنجي وڃي ته پوءِ خوف ۽ پريشاني ويجهو نه ايندي آهن.
- جيڪڏهن توهان جو واضح ۽ متعين مقصد ناهي ته توهان ۾ جوش ۽ خروش به نٿو اچي سگهي
- جوش ۽ خروش کان بغير ماڻهو ائين آهي جيئن پيٽرول کان بغير گاڏي.
- سڀ کان وڏيڪ خوشي ڪم ۽ راند کي گڏي ڪري جوش ۽ خروش سان ڪرڻ ۾ ملندي آهي.
- جوش ۽ خروش هڪ خشڪ گفتگو کي به خوشگوار بنائي ڇڏي ٿو.

## معاوضي ڪان وڌيڪ ڪم ڪرڻ

- هڪ صلح وارو جهگهڙي واري ڪان وڌيڪ ترقي ڪندو آهي.
- ياد رکو جڏهن به توهان معاوضي ڪان وڌيڪ ڪم ڪندا آهيو توهان ڪنهن کي پنهنجو احسانمند بنائي رهيا هوندا آهيو.
- ڦٽ لعنت هميشه پري ڪان نظر ايندي آهي لهذا اهي ماڻهو انهي پوري منظر ڪان لطف اندوز ٿي سگهندا جيڪي پري تائين وڃڻ جي عادت رکندا آهن.
- جڏهن به توهان ڪنهن کي به پنهنجو ڪم بهتر طور تي سرانجام ڏيڻ لاءِ قائل ڪندا آهيو ته جتي هن کي بهتر ڪندا آهيو اتي پنهنجي قدر ۽ منزلت ۾ واڌارو ڪندا آهي.
- انسانن کي تعلقات ناهڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ جي لاءِ انهيءَ شخص جي مثال سامهون رکو جيڪو مڇي کي پڪڙڻ لاءِ اها شي هڪ ۾ لڳائيندو آهي جيڪا ان کي وڌيڪ پسند هوندي آهي.
- توهان سيني ماڻهن کي پاڻ کي پسند ڪرڻ وارو نتا ناهي سگهو پر انهن کي پاڻ کي ناپسند ڪرڻ جا شڪ واضح ڪري سگهو ٿا.
- سيني ڪان ستو سکڻ لائق ڪم ستي گفتگو جو اهڙو انداز آهي جنهن سان ڪوبه ناراض نه ٿئي.
- هڪ ڍڳي ۾ وڏي صلاحيت هوندي آهي مگر توهان ان جو استعمال ان کي ڳاڙهو ڪپڙو ڏيکاري نه ٿا ڪري سگهو اهو حال ماڻهن جو آهي. يعني ڪنهن کي طيش ۾ آڻي ڪري ان ڪان ڪم نتو وٺي سگهجي صرف تماشو ئي ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن توهان ڪنهن کي ان ڳالهه تي آماده ڪري سگهو ٿا ته اهو توهانجي مدد قبول ڪري وٺي ته توهان ان کي پنهنجي زيز به ڪري سگهو ٿا
- توهان توقع ڪان وڌيڪ ڪم ڪرڻ شروع ڪريو موقعا توهان کي ڳوليندا.
- جيڪڏهن توهان کي پيرن ۾ لڦون پئجي ويون هجن ته پوءِ ٻين کي گڏ هلڻ لاءِ نه چئو.
- امير ترين اهو آهي جيڪو ٻين کي ڪابه خدمت بغير معاوضي پهچائي سگهي.
- خدمت خلق ئي اهو رستو آهي جيڪو سڌو خوشين جي گهر پهچائي ٿو.

## ناڪامي

- ايڊيسن کي بجلي جو بلب ٺاهڻ ۾ ڪيترا ڀيرا ناڪامي جو سامهون ڪرڻو پيو توهان محض هڪ دفعو ناڪام ٿيڻ ڪان ڇو مايوس ٿي ويندا آهيو.
- بغير ڪنهن مقصد يا ٽارگيٽ جي هيڏانهن هوڏانهن ڪوششون ڪرڻ ناڪامي جي سببن مان هڪ آهي.
- ايڊيسن جديد بجلي جو بلب بنائڻ ۾ 10 هزار دفعه ناڪام ٿيو جڏهن ته هڪ عام ماڻهو هڪ دفعو ناڪام ٿي ڪوششون ترڪ ڪري ڇڏي ٿو انهي لاءِ عام ماڻهو ڪيترائي هوندا آهن ۽ ايڊيسن هڪ.
- ناڪامي ۽ مصيبت ۾ به موقعا هوندا آهن ليڪن انهن کي تلاش ڪرڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه ناهي.
- ٻارن کي آرام ۽ آرائش ڏيڻ جي ڪوشش انهن کي وڏي هوندي مشڪل ۾ مبتلا ڪري سگهي ٿي.
- ماڻهو پنهنجي عيبن ٻڌڻ تي ناراض نه ٿيندا آهن جيڪڏهن اهي ٻڌائڻ وقت سندن خوبيون به بيان ڪن.
- ڪاميابي کي ڪنهن وضاحت جي ضرورت نه آهي جڏهن ته ناڪامي جي سببن کي بيان ڪرڻ لاءِ بيشمار سبب ٻڌائڻا پوندا آهن.
- عارضي شڪست ۽ ناڪامي ۾ وڏو فرق آهي ان فرق کي سمجهڻ کانسواءِ ڪامياب ٿي نٿو سگهجي.
- ڪوبه شخص ان وقت تائين ناڪام ناهي جيستائين هو ان کي تسليم ڪري ڪوشش ترڪ ڪري ڇڏي.
- گهڻيون ناڪاميون ڪاميابين ۾بدلجي سگهن ٿيون جيڪڏهن هڪ سنٽ رڪجي هڪ ڪوشش ڪئي وڃي.
- ڪاميابي، ناڪامي کي ۽ ناڪامي ڪاميابي کي ڇڪيندي آهي. هي هم آهنگ ڪوشش جو قانون آهي.
- اهو شخص جيڪو ڪجهه ڪئي بغير ڪجهه حاصل ڪرڻ چاهي ٿو اهو ڪجهه ڪرڻ جي باوجود به ڪجهه حاصل نٿو ڪري سگهي.

- هڪ جواري جي ناڪامي جي وجهه هيءَ هوندي آهي تہ هو بغير ڪجهه لڳائڻ گهڻو ڪجهه حاصل ڪرڻ چاهيندو آهي.
- ڇا هيءَ تعجب جي ڳالهہ نہ آهي، تہ ماڻهو بهانا تراشڻ تي ڪافي وقت صرف ڪندا آهن حالانڪہ هو انهن ئي صلاحيتن کي استعمال ڪري بهانا تراشڻ جي ضرورت کان ئي نجات وٺي سگهن.
- ٻئي جو غلط ڪم توهانجي غلط ڪم جو جواز نہ هجڻ گهرجي.
- ناڪامي شرمندگي جو سبب ناهي جيڪڏهن توهان جون ڪوششون ايماندارانہ آهن.
- جيڪڏهن توهان جو مقصد واضح ۽ متعين آهي تہ توهان يقيني ناڪامي طرف وڌي رهيا آهيو.
- خراب ٻارن کي برو نہ چئو انهن کي برو چئو جيڪي انهن کي نظم ۽ ضبط سيکارڻ ۾ ناڪام آهن.
- انسان جون خاميون باغ ۾ پيدا ٿيندڙ انهن غير ضروري گند گاه وانگر آهن جن کي ڪاشت تہ نہ ڪيو ويندو آهي پر جيڪڏهن ختم نہ ڪيو وڃي تہ باغ اجڙي ويندو آهي.
- ياد رکڻ گهرجي انسان سان سرزد ٿيڻ واريون غلطيون تمام انسانن ۾ هڪ جيتريون تقسيم ڪيون ويون آهن.
- پنهنجي پاڻ تي ترس کائڻ هڪ نشو آهي.
- هڪ عقلمند پنهنجي خامين کي خوبين جي نسبت وڌيڪ توجهہ ڏيندو آهي جڏهن تہ بيوقوف ان جي ابتڙ ڪندو آهي.
- ناڪامي هڪ نعمت جو روپ وٺي وڃي ٿي جڏهن هي ڪنهن موجوده صورتحال تي مطمئن رهڻ کان ڪڍي جدوجهد جي راه آڻدو وڃي.
- ناڪامي قدرت جو اهو منصوبو ڏيکاري ٿي جيڪو هن ان کان وڌيڪ وڏيون ۽ گهڻيون زمينداريون سنڀالڻ جي قابل بنائڻ لاءِ تيار ڪيون آهن.
- توهانجي ناڪامي توهان جو اثاثو نهي ٿي وڃي جڏهن توهان ان جو سبب ڄاڻي وٺندا.
- غلطي جو سبب تلاش نہ ڪرڻ ان جي دهرائڻ جو سبب ٿيندي آهي.

### صحيح رستي تي هلڻ

- ننڍين ننڍين ڳالهين کي نذرانداز نہ ڪرڻ گھرجي ياد رکڻ گھرجي تہ مي سڄي ڪائنات ننڍن ننڍن ذرن سان ٺهيل آهي يعني ايٽم، سيل وغيره.
- ڪنهن جي مدد وٺڻ جو بهترين طريقو تہ هن جي مدد ڪرڻ سان شروع ڪيو وڃي.

### يقين

- يقين پيدا نہ ڪيو ويندو آهي ليڪن جيڪو حاصل ڪرڻ جي قابل چوندا آهن اهي حاصل بہ ڪري وٺندا آهن.
- يقين استعمال سان گھٽبو ناهي بلڪہ وڌندو آهي.
- ڪوبہ شخص توهانجي يقين کي ان وقت تائين ختم نٿو ڪري سگھي جيستائين توهان جي مرضي بہ ان ۾ شامل نہ هجي.
- هر وڏي ڪان وڏي معجزي جي اصل طاقت ساده ترين هوندو آهي.
- يقين ۽ اميد بدقسمتي جي خلاف ڍال آهي.
- مثبت طرز فڪر سان متعين ڪيل مقصد يقين جي بنياد مضبوط ڪندو آهي.
- يقين جي قائم رهڻ لاءِ ڪنهن بنياد جي ضرورت هوندي آهي جڏهن تہ خوف جي ڪابہ بنياد نہ هوندي آهي
- يقين هڪ ذهني حالت جو نالو آهي جنهن ۾ ناممڪن لفظ جو خاتمو ٿي ويندو آهي
- يقين توهانجي خواهش تہ پوري نہ ڪري سگھندو ليڪن توهان کي رستو ضرور ڏيکاريندو جنهن تي هلي ڪري توهان پنهنجي خواهش ضرور پوري ڪري سگھندا.

### خوف

- وڏي آواز ۾ ڌمڪيون ڏيڻ وارو شخص اندر ۾ ايتري ئي گھرائي سان خوف جو شڪار هوندو آهي.
- شڪست توهان لاءِ باعث عزت ثابت ٿي سگھي ٿي جيڪڏهن توهان ان کي قبول ڪرڻ وقت خوفزده نہ هجو.

- ياد رکو صرف پوليس جو سپاهي ئي اهڙو شخص آهي جيڪو ڊپ ۾ ڏنڊي جي زور تي ڪم ڪري سگهندو آهي باقي ماڻهو صرف ترغيب سان ئي ڪم ڪيندا آهن
- خوف شيطان جو سڀ کان وڏو هٿيار آهي ۾ انسان جو سڀ کان وڏو دشمن
- خوف انسان جي تمام جذبات کان قيمتي هوندو آهي حالانڪ ڪافي خوف جي بنياد حقيقتن تي ٻڌل هوندي آهي.
- جنهن جو ضمير صاف نہ هجي ان کي ڪنهن جو بہ ڊپ نہ آهي.
- اهڙي رضامندي جيڪا ڊپ ۾ خوف جي بنياد تي حاصل ڪئي وڃي رضامندي ڪرڻ واري لاءِ نقصان ده ثابت ٿيندي آهي.
- رات جو سمهڻ وقت دعا گهرو ۾ صبح جو گيت ڳائي اٿو پوءِ ڏسو توهان جو سڄو ڏينهن ڪيئن ٿو گذري.
- ڪتاب ۾ خچر ان شخص جي بلڪل عزت نہ ڪندا آهن جيڪو انهن کان ڊڄي.
- پنهنجي پاڻ کي ان جي حاصل ڪرڻ ۾ ايترو مصروف ڪري ڇڏيو جيڪو توهان حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ جيئن توهان کي ان کان خوفزده ٿيڻ جو وقت ئي نہ ملي جنهن سان توهان بچڻ چاهيو ٿا.
- پنهنجي پويان خوف جا دروازا بند ڪريو توهان ڏسندا تہ يقين جا دروازا خود بخود توهانجي سامهون کلي ويندا.
- مونکي ٻڌائي ڇڏيو تہ ڪهڙو ماڻهو هن ڳالهہ کان خوفزده آهي تہ آءُ توهان کي ٻڌائيندس تہ توهان پنهنجي مرضيءَ سان هن کي ڪيئن شڪست ڏئي سگهو ٿا.
- آزادي ۾ خوف ڪڏهن بہ هڪ جڳهہ تي گڏ نٿا رهي سگهن.
- خوف بلند آواز هوندو آهي جڏهن تہ يقين خاموش ليڪن اثر رکندو آهي.
- جڏهن يقين ۾ خوف هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ايندا آهن تہ خوف شڪست کائي ويندو آهي.
- بدقسمتي انهن جو مقدر هوندي آهي جيڪي انهي جو خوف کائيندا آهن.
- پنهنجو خوف پاڻ وٽ رکو بين وٽ انهن جا پنهنجا ئي ڪافي آهن.
- خوف ۾ اميد گڏ نہ ٿا سفر ڪري سگهن.

- جيڪو شخص غربت جي خوف ۾ مبتلا آهي اهو ڪڏهن به امير ٿي نٿو سگهي.
- ماڻهو خوف کان وڌيڪ مرندا آهن انهن شين جي نسبت جيڪي هو سمجهندا آهن ته مري سگهن ٿيون.
- توهان کي اهڙي شخص کان خوفزده ٿيڻ جي ضرورت نه آهي جيڪو خوفزده هجي ڇو ته ڪتي ائين نه ٿئي ته اهو شخص توهان پاڻ نه هجو.
- يقين کي قائم رهڻ لاءِ بنياد گهرجي جڏهن ته خوف جو ڪابه بنياد نه هوندو آهي.

دوست

- اهڙو شخص جيڪو دوستن کي پنهنجي ضرورت وقت ملندو هجي جلد ئي اهڙو شخص نهي ويندو جنهن جو ڪوبه دوست نه هوندو.
- دوست تي صرف پنهنجو حق ئي نه جتائڻ گهرجي ان جو حق به پنهنجي مٿان سمجهڻ گهرجي.
- جيڪڏهن توهان واقفيت چاهيندا آهيو ته پوءِ امير ٿيو جيڪڏهن دوست چاهيندا آهيو ته صرف دوست ٿيو.
- جيڪڏهن توهان ڪنهن کي گهٽ ڏيکارڻ چاهيو ٿا ته پهريان ان ڳالهه جو يقين ڪريو ته ڪٿي اهو اوهانجو اهڙو دوست ته ناهي جنهن توهان کي هيٺان کان مٿي آندو آهي.
- دوست اهو آهي جو توهان جي باري ۾ سڀ ڪجهه ڄاڻندو هجي پوءِ توهانجي عزت ڪندو هجي.
- دوستيءَ کي زنده رکڻ لاءِ اڪثر طور تي اظهار دوستي جي ضرورت هوندي آهي.
- دوست، دوست جي عيبن جو علم رکندو آهي پر انهن جو اظهار نه ڪندو آهي.

بي چيني

- ڪجهه ماڻهو ان لاءِ بيچين هوندا آهن ته انهن کي واقعي ڪا پريشاني هوندي آهي جڏهن ته ڪجهه ماڻهو انهي لاءِ بيچين هوندا آهن ته انهن کي ڪابه پريشاني نه هوندي آهي.

- ترقي ملڻ تي بيچين هئڻ جي بجاءِ ان لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي.
- جيڪڏهن توهان خوشي حاصل ڪرڻ لاءِ بيچين آهيو تہ ان جو اظهار سُسپُسُ سان نہ ڪريو جيئن پيا ماڻهو رنجيده نہ ٿين.
- هڪ بي چين شخص جي زندگي کي ڪنهن ٻئي کي سخت بنائڻ جي ضرورت نہ هوندي آهي ڇو تہ انهي خود ئي پنهنجي زندگي کي سخت ۽ مشڪل ڻاهي ڇڏيو آهي.
- جيڪڏهن توهان کي بيچين ٿيڻو آهي تہ پوءِ هڪ اهڙي مقصد جي حصول لاءِ ڇو نہ ٿا ٿيو جيڪو سيني جي فائدي ۾ هجي.
- مشڪلات جو پٽڙو روئڻ سان اهي وڏي ويندي ون آهن جڏهن تہ انهن کي نظر انداز ڪرڻ سان پنهنجي موت پاڻ مري ويندي ون آهن.
- هڪ بيچين جي رسي وڌائيندا وڃو هو خود ئي پنهنجي ڪنڌ ۾ قندو ڻاهي پاڻ مري ويندو.

## صحت افزا عادت

- جڏهن توهان سستي جو شڪار هجو تہ پوءِ ڪاڏو صرف سخت بک لڳڻ تي ڪائو ۽ ٿوري بک رکي ڪائو.
- ڊاڪٽر وٽ وڃڻ جو بهترين وقت بيمار ٿيڻ کان پهريان هوندو آهي.
- جيڪڏهن توهان بهتر صحت چاهيو ٿا تہ پوءِ پيٽ پرڻ کان پهريان ڪائڻ ڇڏي ڏيو.
- پنهنجي ذهن کي هميشہ بيماريءَ جي طرف متوجهہ رکو توهان هميشہ بيمار رهندو. صحت مند رهڻ جي لاءِ ان جي بلڪل ابتڙ آهي.
- گهڻا رانديگر سگريٽ پيئڻ جي مشهوريءَ لاءِ لکين ڊالر معاوضہ وٺندا آهن ليڪن اهي ايتري پئسي وٺڻ باجود سگريٽ پيئڻ لاءِ هرگز تيار نہ ٿيندا آهن.
- پڪل ميوا ۽ ڪچيون سبزيون اهڙي صحت بخش غذا آهن جن جي ڪائڻ سان ڪاڏو وڌيڪ نہ لڳندو آهي.
- جڏهن توهان هميشہ جاڻڻ چاهيندا آهيو توهان جي ڪار کي درست رکڻ جي لاءِ ڇا ڇا ضروري آهي تہ پوءِ توهان اهو جاڻڻ جي ڪوشش ڇو نہ ڪندا آهيو تہ پاڻ کي صحت مند رکڻ لاءِ ڇا ضروري آهي.

- ڪڏهن مٿي جي سور جو علاج نہ ڪريو ان جو علاج ڪريو جنهن جي ڪري اهو ٿي رهيو آهي.
- تمام گهٽي بک لڳڻ صحت مندي جي نہ بلڪ بيماريءَ جي غلامت آهي.
- ٿوهان سگريٽ پيئندا آهيو يا سگريٽ توهان کي پيئندا آهن.
- گورين سان جسم جا نقصانده ماده ختم نٿا ڪري سگهجن پر وڌيڪ پاڻي اٿين ڪري سگهي ٿو.
- متوازن غذا ۾ هڪ وقت جي ماني ڇڏڻ سان توهان کي ڊاڪٽر کي پري رهڻ جي لاءِ هڪ صوف روزانو کائڻ جي بہ ضرورت پيش نہ ايندي.

## معذوري

- هڪ انڌي نابينا ڇوڪري نارٿ ويسٽرن يونيورسٽي کان M.A جي ڊگري اهڙي طرح حاصل ڪئي اهو ڪلاس ۾ ڊنل ليڪچرن کي بريل جي( Braille system) جي ذريعي نوٽ ڪندي هئي. اهو ٽائيپ رائٽر تي ٽائپ ڪري ان جون ڪاپيون انهن طالب علم ڇوڪرن ۾ وڪرو ڪندي هئي ۽ پڙهائي جا خرچ ڪڍندي هئي جيڪي اکيون تہ رکندا هئا بلڪہ أيترو عزم نہ رکندا هئا.
- جيڪڏهن توهانجي همت جواب ڏئي ڇڏي پوءِ هيلن ڪيلر جي باري ۾ سوچيو جنهن انڌي ٻوڙي ۽ گونگي هئڻ جي باوجود ڪتاب لکي پنهنجي زندگي بهتر انداز ۾ گذاري ۽ بيشمار ماڻهن لاءِ سندس پيروي ڪرڻ جو مثال قائم ٿيو.
- اهو شخص جيڪو مٿان کان شروع ڪندو آهي هن جي اها معذوري ٿي ويندي آهي وڌيڪ ترقي ڪرڻ.

## خوشي

- ڪجهہ ماڻهو دولت جمع ڪندا آهن تہ جيئن خوشيون خريد ڪري سگهن ۽ ڪجهہ ماڻهو خوشيون گڏ ڪندا آهن تہ جيئن انهن کي جيترو چاهين تہ ماڻهن ۾ ورهائي سگهن ۽ اهي گهٽ نہ ٿينديون آهن

- خوشي ٻين کي شريڪ ڪرڻ سان وڌندي آهي ۽ ان کي ورهائڻ واري ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ رهندي آهي.
- مسڪراهٽ هڪ ننڍي شي آهي جيڪا وڏا وڏا نتيجا پيدا ڪندي آهي.
- خوشي عمل سان ثابت ٿيندي آهي محض خواهش سان نہ.
- توهان ڪنهن جي خوشي ڇني خوش نہ رهي سگهندا آهيو اهائي ڳالهہ مالد دولت تي بہ صادر ٿئي ٿي
- هڪ مسڪراهٽ بغير ڪجهہ خرچ ڪرڻ جي جسماني سينگار مهيا ڪندي آهي.
- ڪنهن شخص کي نفرت جي بجاءِ مهرباني سان جلدي قابو پائي سگهجي ٿو.
- هڪ شخص جيڪو خوشي ورهائڻ ۾ ڪنجوسي نہ ڪندو آهي انهي وٽ ان جي ڪڏهن بہ کوٽ نہ رهندي آهي.
- توهان انهن پريشانين کي ڪلي ٽاري سگهو ٿا جن تي پريشان ٿي ڪري ان کان خوفزده ٿي ڪري ان کان نجات نٿا حاصل ڪري سگهو.

## هم آهنگي

- قدرت جي قانونن ۾ ايتري هم آهنگي آهي جو هي ڪائنات هڪ باقاعده منصوبي تحت هلي رهي آهي.
- ڪائنات جي هر ڪم ۽ هر جگهہ هم آهنگي لڌي وڃي ٿي صرف انساني تعلقات ۾ نٿي ملي.
- مشين جا پرزا پاڻ ۾ ٽڪرائڻ سان بيڪار ٿي ويندا آهن ۽ پسئڻ جو نقصان ٿي ويندو آهي. جڏهن تہ انساني تعلقات ۾ ٽڪراءَ روح ۽ ٻئسا ٻنهي جو نقصان ٿيندو آهي.
- جيڪڏهن توهان ڪنهن ٻئي شخص جي مسئلي تي اتفاق نٿا ڪري سگهو تہ هي ڪري سگهو ٿا تہ ان مسئلي ۾ جهگڙو نہ ڪريو.
- عدم اتفاق جا ٽي طرف هوندا آهن. پنهنجي طرف، ٻين جي طرف، صحيح طرف هي جيڪو صحيح طرف هوندو آهي اهو پنهنجي ۽ ٻئي طرف جي وچ ۾ هوندو آهي.

- اهو ماڻهو جيڪو انساني تعلق کي هم آهنگ بنائڻ جي قابل هجي اهو ترقي ڪندو آهي. ۽ اهو شخص جيڪو هم آهنگي کي ختم ڪرڻ وارو هجي پوئتي رهجي ويندو آهي اهو اهو چڪر آهي جيڪو ڪڏهن به ابتو نه هلندو آهي.
- اگر انسانن جي جهڳڙن ڪان ٽيڻ وارن نقصانن ڪان بچيو وڃي ته پوءِ تمام انسان ٽيڪس فري ٿي وڃن ۽ تمام عالمي جنگين جا نقصانات هڪ سال ۾ پورا ٿي سگهن ٿا. ۽ سڀ کان وڏي اهم مهارت جنهن کي سکڻ جي سيني کي ضرورت آهي اها آهي ته ٻئي شخص جي گفتگو دوران تڪرار کان ڪيئن بچي سگهجي ٿو.
- ياد رکو هر لڙائي لاءِ 2 ڌريون ٽيڻ ضروري آهن.
- جڏهن به يا ٻن کان وڌيڪ ماڻهو ڪنهن متعين مقصد جي حصول جي خاطر پنهنجي ذهن جي هم آهنگي جي جذبي سان سلهاڙيندا آهن ته اها طاقت جنم وٺندي آهي جيڪا انهن کي ڪاميابيءَ سان همڪنار ڪندي آهي.
- گڏيل اعتماد ئي تمام قابل اطمينان انساني تعلقات جي بنياد آهي.
- هڪ مڇي جي شڪار جا ماهر پنهنجي مڇي پڪڙڻ واري ڏوري ۾ مڇي جي پسند جي غذا تلاش ڪرڻ ۾ جيترو وقت لڳائيندو آهي. هي هڪ سٺي مثال آهي هن شخص لاءِ جيڪو انساني تعلقات هموار ڪرڻ جي مهارت حاصل ڪرڻ ۾ لڳائيندو آهي.
- اهو شخص جيڪو ماڻهن ۾ هڪ ٻئي جي مدد جو جذبو اڀاريندو آهي انهي کي دوستن جي ڪڏهن به کوٽ نه ايندي آهي.
- هڪ شخص جيڪو هم آهنگي پسند ڪندو آهي اهو هن کي برقرار رکڻ به ڄاڻندو آهي.
- تمام قائم رهڻ واريون ڪاميابيون هم آهنگ انساني تعلقات جي بنياد/تي قائم رهنديون آهن.
- جيڪڏهن توهان انساني تعلقات ۾ ڪو ممتاز مقام حاصل ڪرڻ چاهيندا آهيو ته پوءِ امن قائم ڪرڻ وارا ڪردار ادا ڪريو. توهان کي ان ميدان ۾ مقابلو ڪرڻو نه پوندو.

- هر اهو شخص جيڪو ماڻهن ۾ هم آهنگي ختم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي اهو اهڙن ماڻهن مان آهي جيڪو ماڻهن کي ڏوڪو ڏئي منافعو حاصل ڪندو آهي.

## اميد ۽ حوصلا افزائي

- جيڪڏهن توهان پنهنجي چوطرف نظر ڊوڙائيندا ته توهان کي پاڻ کان برن حالتن جو شڪار ماڻهو به نظر ايندا. خدا جو شڪر ادا ڪريو ته انهن جي جڳهن تي نه آهيو.
- وقت سڀ کان وڏو مرهم آهي. هي موقعو فراهم ڪندو آهي ته توهان پنهنجي پريشاني ڪرڻ واري بيماريءَ مان نجات حاصل ڪري سگهو.
- جڏهن حالات تمام گهڻا خراب ٿي وڃن ته اهي وڌيڪ خراب ٿي نٿا سگهن انهن کي بهتريءَ طرف ئي اڳتي هوندو آهي.
- اميد ۽ يقين جي مدد سان بدقسمتي کان بچي سگهجي ٿو
- جڏهن اميد مري ويندي آهي ته موقعا ڪڏهن هن جي جنازي تي نه ايندا آهن.
- اميد ۽ يقين ڪامياب انسان جا زيور آهن
- بغير ڪوشش ڪئي ڪنهن شي جو گهڻي تعداد ۾ حاصل ڪرڻ هڪ اهڙي اميد آهي جيڪا ڪڏهن پوري نه ٿيندي.

## انساني تعلقات

- حسد هڪ انساني پاڳل پڻو آهي.
- توهان هڪ ڪامل انسان ته نٿا ٿي سگهو ليڪن هڪ ايماندار ضرور ٿي سگهو ٿا.
- لباس انسان کي ٺاهي ته نٿو سگهي بلڪ هڪ سٺي آغاز ۾ ڪافي مدد ڏئي سگهي ٿو.
- هڪ سٺو آفيسر نهڻ جي لاءِ اعليٰ عهدو ۽ نفيس ترين فرنيچر کان علاوه به گهڻو ڪجهه آهي

- اهو شخص جيڪو گھر کي تعمير ڪري ٿو ان جو معاوضو يقيناً ان کان وڌيڪ هوندو آهي جيڪو ان کي ڏاهي ٿو.
- انساني تعلق ۾ انسان جو سڀ کان وڏو اثاثو هم آهنگي آهي ڪنهن کي به اهو اثاثو ڇنڻ نه ڏيو.
- ڪنهن ناراض شخص جي ناراضگي گهٽائڻ جو طريقو هي آهي ته جڏهن هو توهان کي غصو ڏياري ته جواب مسڪراهٽ سان ڏيو.
- جيڪڏهن توهان ڪٿي نٿا سگھو ته پلا مسڪرائي به نٿا سگهو؟
- توهان جو ڪم توهان لاءِ ايترو مفيد ٿي سگهي ٿو جيترو توهان ان ۾ پنهنجو پاڻ لڳائيندا.
- بدلو هڪ وحشي انسان جي صفت آهي.
- جيڪڏهن توهان کي مشڪل جي تلاش آهي ته توهان کي ان جو ڪونه ڪو ڪاريگر ملي ويندو
- توهان جڏهن خود ۾ بيماريءَ جي علامت محسوس ڪندا رهندا آهيو ته واقعي بيمار ٿي ويندا آهيو.
- هڪ بري عادت گھٽين سٺين عادتن جي اثر کي وڃائي ڇڏيندي آهي.
- توهانجي شهرت پيا ڏاهيندا آهن جڏهن ته پنهنجو ڪردار پاڻ توهان پاڻ ڏاهيندا آهيو.
- هن جي فڪر نه ڪريو ته ماضيءَ ۾ توهان ڇا ڇا ڪيو ان جي فڪر ڪريو ته مستقبل ۾ ڇا ڪرڻو آهي.
- ياد رکو انسانن جون تمام خاميون قدرت سڀني انسانن ۾ برابر تقسيم ڪيون آهن.
- پنهنجي ماتحت سان بداخلاقي سان پيش اچڻ، احساس ڪمتري جي پڪي نشاني آهي
- ٻئي کي ناراض ڪري واقعي توهان کي ڪجھ حاصل ٿيندو آهي؟
- صلاحيت روپيه پئسي کان ان جي لاءِ افضل آهي ته نه هو وڃائجي سگھجي ٿي نه ڪسجي سگهي ٿي نه چوري ٿي سگهي ٿي.
- نفرت ۽ انصاف هڪ ئي ذهن ۾ نه سمائجي سگھندا آهن.

## تخليق

- انهي شخص جنهن آئيس ڪريم کي چاڪليٽ ۾ ٻوڙي "اسڪيمو جو سموسو" نالو رکي ڪمائي ڪئي، انهي پنهنجي هي شاندار قسمت محض ان تخيل جي بدولت حاصل ڪئي جنهن تي هن کي پنج منٽ به خرچ نه ڪرڻا پيا هوندا.
- ڪليرنس سانڊرس ڇٽن سالن ۾ 40 لک ڊالر محض سيلف سروس وارو هوٽل ناهي ۽ انهي جو نالو "پگلي، وگلي" رکي ڪمايا. هي تخيل جو ڪمال آهي.
- تخيل نساني ذهن جو ورڪشاپ آهي جتان ڪاميابي جو منصوبو تيار ٿي ڪري ٻاهر نڪرندو آهي.
- توهان جو ڪم ايترو عظيم نه هوندو آهي ليڪن توهان ان کي پنهنجي تخيل جي استعمال سان عظيم بنائيندا آهيو.

## خيال

- توهان پنهنجي راءِ جي بجاءِ اگر صرف حقائقن کان مونکي آگاه ڪندا ته مان پنهنجي راءِ جوڙي سگهان ٿو توهان منهنجي بهتر رهنمائي ڪئي.
- ڪنهن جي به راءِ دراصل ذهن جي پنهنجي باري ۾ اظهار هوندو آهي.
- جيڪڏهن توهان وٽ ڪجهه به بهتر طريقا ڪرڻ جي لاءِ آهي ته هي توهانجي لڪل خوشقسمتي آهي.

## انشورنس ۽ ماڻهو

- توهان کي معاوضي کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي لاءِ ڪوبه مجبور نٿو ڪري سگهي ليڪن پنهنجي مرضي سان توهان ائين نه ڪندا ته پنهنجي پاڻ کي جلد ئي ترقيءَ سان همڪنار ٿيندو
- زندگي جو ويمو پوڙهائپ ۾ غريبي جي خوف کان نجات ڏياري ٿو.
- هڪ ماڻهو کي پنهنجي زال ۽ ٻارن سان محبت جو اندازو انهي ڳالهه مان به لڳائي سگهجي ٿو ته هن ڪيتري گهٽي رقم جو ويمو پاليسي رڪرائي آهي؟
- هڪ شخص جيڪو ڪجهه ڪمائي ٿو سڀي جو سڀي خرچ ڪري ڇڏيندو آهي جيڪڏهن منهنجي پنهنجي زندگيءَ جو ويمو نٿو ڪرائي ته هڪ مفلس جي موت مرندو.

- هڪ شخص کي ڪڏهن به ان رقم کان وڌيڪ قرض نه کڻڻ گهرجي جيڪا هن جي ويمي جي پاليسي جي مدو پوري ٿيڻ تي ملڻ واري هجي.

## اندازو لڳائڻ

- سڀني چرچ کي ان جي برن ميمبرن سان سجائڻ، ڪٽڪ جي پوک ۾ گاهه گند به ٿيندو آهي
- ڇا توهان پسند ڪندا ته روز قيامت توهانجي باري ۾ اهڙا اندازا لڳايا وڃن جيئن توهان هاڻي ماڻهن لاءِ لڳايو ٿا.

## انصاف

- انصاف جو مطلب هي آهي ته ڪاتي ۾ ڏيڻ ۽ وٺڻ ٻنهي قسم جي رقمن جو بلڪل صحيح داخلا رکي وڃي ۽ انهي کي آهسته آهسته برابر ڪندو رهجي. هن ڪم ۾ تيزي هجي يا نه هجي باقاعدگي ضرور هئڻ گهرجي.
- انصاف انهن ماڻهن کي پڪڙڻ جي عادتن جو نالو آهي جيڪي پاڻ کي قابل پڪڙڻ نٿا سمجهن

## معافي جو قانون

- هڪ شخص کي پنهنجي پگهار ۾ واڌاري جو ڪو جواز هجڻ گهرجي ڇو ته جيترو ڪم هو ڪري رهيو آهي ان جو معاوضو هن کي ملي رهيو آهي. اهو جواز وڌيڪ ڪم ڏيکاري سگهي ٿو.
- اهو شخص جيڪو معاوضي کان وڌيڪ ڪم جي عادت اپنائيندو آهي ٿوري ئي عرصي ۾ ان کي وڌيڪ ڪم جو معاوضو، معاضي ڏيڻ واري جي مرضي سان ملڻ شروع ٿي ويندو.
- ڪجهه ماڻهو ايمانداريءَ سان ڪم ڪرڻ جو مذاق اڏرائيندا آهن انهي لاءِ ته ڪاميابي جا موقعا به انهن جا مذاق اڏرائيندا آهن.
- هڪ شخص جيڪو جتي ڪم ڪندو آهي خود کي مالڪ جي جڳهه تي ڪم ڪرڻ وارو سمجهندو آهي
- انسان جي لاءِ سڀ کان وڏي پريشاني هڪ بري جڳهه تي ملازمت يا اهڙي ملازمت جيڪا هن کي نه ڪرڻ گهرجي سان ملندي آهي.

- ڪولمبس کي معلوم نہ هئو تہ ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي؟ نہ ئي هن کي اها خبر پئي تہ هو ڪٿي پهچي ويو آهي؟ ۽ نہ ئي هن کي واپس اچي ڪري معلوم ٿيو تہ هو ڪٿي پهتو آهي انهن لاءِ هن جي پاڙيسرن هن کي مشڪوڪ سمجهيو ۽ هٿڪڙيون لڳائي جيل موڪلي ڇڏيو
- جيڪو بہ شخص پنهنجي ملازمت دوران موقعن جي تلاش ۾ رهندو آهي ان کي جلد يا دير سان موقعا ملي ويندا آهن.
- هنري فورڊ کي امير بنائڻ ۾ ان جي فورڊ ڪارن جو ڪوبہ حصو نہ آهي بلڪہ ان جو باعث اها خدمت آهي جيڪا هن ماڻهن کي اهي ڪارون ڏئي ڪئي هئي.
- جڏهن بہ توهان ڪنهن کي سٺي ڪم يا بهتر ڪم ڪرڻ تي آماده ڪندا آهيو تہ صرف ان شخص کي بهتر ڪندا آهيو بلڪہ پنهنجي صلاحيتن ۾ قدر و منزلت ۾ واڌارو ڪندا آهيو
- پنهنجي ڪم کي اهڙي طرح عمدگي سان ڪريو جيئن توهان پنهنجا باس آهيو جلد ئي خود باس ٿي ويندا.
- جيڪو ملازم پنهنجي مالڪ جو ذڪر عزت سان ڪندو آهي ٻين ماڻهن سان ان جو مالڪ بہ ٻين ماڻهن سامهون ان کي عزت سان سڏيندو آهي.
- ڪڏهن بہ پنهنجي سٺي ڪم تي مطمئن نہ ٿيو بلڪہ ان کي عمده کان عمده ترين ڪرڻ ۾ لڳا رهو. جلد ئي توهان جهڙو ڪم ڪرڻ وارو ٻيو ماڻهو نہ ملندو.
- تلافي جو قانون تيزي سان حرڪت ۾ نہ ايندو آهي بلڪہ ان جو حرڪت ۾ اچڻ ايتروئي يقيني آهي جيترو اوپر کان سج ابرڻ تي يقين آهي.
- توهان پنهنجي پئسن کي پنهنجي لاءِ ڪم ڪرڻ وارو بنايو توهان ڏسندا تہ ڪجھ وقت ۾ توهان کي پئسن جي ڪابہ کوٽ نہ هوندي.
- ڀهريائين انسان پنهنجي پسند جو سگريٽ يا شراب پيئندو آهي ٻيو هو ان کي انهي جي پسند يا مرضي جي بغير پيئندو آهي. ”عادت ٿي وڃڻ“
- ڪنهن بہ شخص جي شهريت کي نقصان پهچائي ڪري توهان کي ڪجھ حاصل نہ ٿيندو آهي تہ پوءِ اهڙو ڪم مفت ۾ ڇو ڪيو وڃي.

- جيترو توهان کي کو چوي تہ هو توهان کان توهان لاءِ ڪجهہ وٺڻ ڪانسواءِ ڪجهہ ڏيندو توهان کان ايتروئي ڪجهہ وٺي ڪجهہ بہ نہ ڏيندو.
- جيڪڏهن توهان ڪنهن ٻئي جي لاءِ بدقسمتي جي تمنا ڪندا آهيو تہ پوءِ هي توهانجي زندگي جو قائدو نهي ويندو آهي.
- ڪنهن شخص تي محض ان لاءِ سختي نہ ڪريو تہ اهو،توهانجي حڪم جي تابع آهي ڇو تہ حڪم جي تابع هئڻ ڪڏهن ڪڏهن ابتڙ بہ ٿي ويندو آهي.
- جڏهن توهان ڏيڻ شروع ڪري ڇڏيندا آهيو تہ پوءِ جلد ئي وٺڻ وارا بہ ٿي ويندا آهيو.
- نقصان جو قانون سڄي ڪائنات ۾ هڪ هوندو آهي ۽ هڪ اٽل قانون آهي تہ هر عمل جو انهي برابر ۽ مخالف رخ ۾ رد عمل هوندو آهي.
- جيڪڏهن توهان وٽ ڪابہ اهڙي شي آهي جنهن جي توهان کي ضرورت نہ آهي تہ پوءِ اها ڪنهن کيِ ڏئي ڇڏيو توهان وٽ اهائي نئين ۽ بهتر ٿي واپس ٿيندي.

مشڪلات مان سبق حاصل ڪرڻ

- جڏهن تقدير ڪنهن تي مهربان ٿيڻ چاهيندي آهي تہ پوءِ پهريان ان کي مشڪلات ۾ وجهندي هن جو امتحان وٺندي آهي تہ ڇا اهو شخص واقعي ايتري جرائت حوصلي جو مالڪ آهي تہ ڪاميابي جو تاج ان جي مٿي تي رکي سگهجي.
- جيڪڏهن توهان پنهنجي زندگي خراب ٿيڻ کان بچائڻ چاهيو ٿا تہ اهڙن ماڻهن کي پنهنجي چوطرف نہ پٽڪڻ ڏيو جن پنهنجيون زندگيون خراب ڪري ڇڏيون آهن.
- جڏهن توهان ڪنهن مشڪل جو شڪار هجو ان ڳالهہ تي شڪر ادا ڪريو تہ ڪابہ ان کان وڏي مشڪل نہ اچي مٿان پئي آهي. نہ ڪہ ان جو پٽڙو پٽيندا رهو.
- توهان کي ڪڏهن بہ خبر نہ پئجي سگهندي تہ توهان جا حقيقي دوست ڪهڙا آهن جيستائين توهان تي مشڪل وقت نہ اچي ۽ توهان کي مالي مدد جي ضرورت پيش نہ اچي.

- جيڪڏهن قدرت توهان کي ليمن جي سوا ڪجھ نہ ڏئي تہ گل گلزار ٿيڻ جي بدران أن ليمن جو جوس ٺاهيو ۽ ان کي اچ ۽ گرميءَ جي شدت کان بچڻ لاءِ پريشان ماڻھن کي وڪڻي پنھنجي قسمت پاڻ متائڻ جا مالڪ بنجو.

## آزادي ۽ خود مختياري

- ڪوبہ شخص ان وقت تائين خود مختيار نٿو ٿي سگھي جيستائين هو خود کان سوچڻ نٿو سگهي ۽ پنھنجي اندر ايتري جرائت نہ ٿو پيدا ڪري تہ جيئن پنھنجي اندروني تحريڪ تي پھل قدمي ڪري سگھي.
- صحيح سوچڻ کان علاوه انسان کي ڪابہ شي آزاديءَ سان همڪنار نہ ٿي ڪري سگھي.
- جيڪو شخص ڪنھن ٻئي شخص سان بغض رکندو آهي اهو پنھنجي مرضي جي نہ بلڪہ ان بغض جي تابعداري ۾ ڪم ڪندو آهي.
- پنھنجي باس سان بدتميزي سان پيش نہ اچو تہ سڀاڻي توهان بہ ڪنھن جا باس ٿي سگھو ٿا.
- وڏيڪ ٽيڪسن سان گڏ آزادي قبول آهي بنسبت بغير ٽيڪسن جي غلامي جي.
- آزادي ۽ خوف ڪنھن جي بہ زندگي ۾ گڏ رهي نٿا سگھن.
- ڪوبہ شخص ان وقت تائين پوري طرح آزاد نہ آهي جيستائين پنھنجي پاڻ سان ايماندار نہ هجي.

## محبت

- محبت هڪ پوڙهي ڪنواري لاءِ راند آهي، جڏهن تہ هڪ پوڙهي ڪنواريءَ لاءِ ٽانڪ آهي.
- انهي شخص جي سٺي هجڻ جو ڪوبہ شڪ نہ آهي جنھن سان هن جا خاندان وارا ۽ ڪتا پيار ڪندا هجن هي ماڻھو ڪي سڀ کان وڌيڪ ڄاڻندا آهن.
- صرف هڪ ئي شي محبت کي جنم ڏيندي آهي ۽ اها آهي محبت.
- محبت پيار ۽ دوستي انسان جا ٽي بي بها قيمتي اثاثہ آهن جيڪي دولت سان خريد ڪري نٿا سگھجن انھن کي ختم ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ورهائڻ گھرجي.

- شاعر حضرات لک جھوپڑين ۾ پيار جا ترانا ڳائيندا رهن پر پيا ماڻهو چاٽيندا آهن تہ جيئن غربت سامهون واري دروازي کان ايندي آهي تہ محبت پوئين دروازي کان نڪري ڀڄندي آهي.

## وفاداري

- پہ شيون دولت سان نٿيون خريد ڪري سگهجن هڪ محبت ٻي دوستي. هي خدا جي طرف کان عنايت ڪيل تحفہ آهن ۽ انهن جو ڪوبہ ملهہ نہ آهي.
- وفاداريءَ جو سبق ڪتن کان سکڻ گهرجي.
- هڪ حقيقي عظيم ماڻهو خادم هوندو. آقا نہ
- اهو ڪو جيڪو مالڪ جي گهر اچڻ تي پنهنجو پڇ نٿو هلائي انهي کي ڪنهن ٻئي مالڪ جي تلاش هوندي آهي.
- جيڪڏهن تمام انسانن ۾ ڪتي جهڙي وفاداري ۽ اظهار شڪر پيدا ٿي وڃي تہ هيءَ دنيا جنت بنجي ويندي.
- خدا جي واسطي انهي هٿ کي نہ ڪٽي کائو جيڪو توهان کي کاڌو کارائي ٿو.
- اهڙو شخص جنهن وٽ هڪ سنو ڪتو هجي ڪڏهن بہ بغير دوست جي نہ رهندو آهي
- دوستيءَ جو ٻوٽو خود بخود پروان نہ چڙهندو آهي پر انهي کي تيار ڪرڻو پوندو آهي.

## ذهني اتحاد يعني ماسٽر مائينڊ

- ذهن صرف سوچڻ يا استعمال ڪرڻ سان وڌندو آهي جڏهن تہ ان کي نہ استعمال ڪرڻ ان کي ناڪاره بنائڻ جي برابر آهي.
- انسان پنهنجي سوچن سان وڏو نہ ٿيندو آهي.
- سچائي انهن کي ملندي آهي جيڪي ان کي کليل ذهن سان تلاش ڪندا آهن.

- هڪ بند ذهن جو انسان قدرت جي نعمتن کان اتفاقي طور تي فيض ياب ته هوندو آهي بلڪ انهن کي سڃاڻي نه سگهندو آهي.
- پنهنجي ذهن کي ڪنٽرول ڪرڻ سکي وٺو ته پوءِ زندگي توهان کي توهانجي خواهشن مطابق ئي ملندي.
- هنري فورڊ جو ذهن هڪ عام ماڻهو جهڙو ئي هيو ليڪن ان کان هن سوچڻ جو ڪم ورتو ۽ هن کي خوف ۽ طئي ڪيل حدود جي اندر نه قابو ڪيو.
- ذهن استعمال ڪرڻ سان تيز ٿيندو آهي ۽ جدوجهد سان طاقت وڌندي آهي
- اهڙي شخص کان هوشيار رهو جيڪو توهانجي ذهن کي پين جي خلاف اڪسائيندو هجي ليڪن ظاهر ائين ڪندو هجي جيئن توهانجي مدد ڪندو هجي ان جو هڪ هزار دفعا گمان ۽ امڪان آهي ته هو اوهانجي جي بجاءِ پنهنجي مدد ڪندو هجي.
- ذهن جي ترقي عملي تجربات جي مرهون منت آهي.
- تڪڙو فيصلو ڪرڻ هڪ تيز ذهن جو ڪم آهي.
- توهان پنهنجي ذهن کي ڪنٽرول ڪرڻ ڄاڻندا آهيو ته پوءِ ڪنهن ٻئي جو ذهن توهان کي ڪڏهن به ڪنٽرول نه ڪري سگهندو.
- جيڪڏهن توهان پنهنجي ذهن کي سوچن ۾ دخل انداز نه ٿيڻ ڏيو ته ڪوبه توهان کي ناخوش نٿو ڪري سگهي.
- هر شخص جي ترقي جو آغاز ان جي پنهنجي ذهن سان ٿيندو آهي ۽ تباهي به پنهنجي ذهن سان
- توهان جو اصلي باس توهانجي ٽوپيءَ جي هيٺان گهمي ڦري رهيو هوندو آهي.
- ذهن ان جي خدمت ڪندو آهي جيڪو ان کي استعمال ڪندو آهي.
- ذهن ڪڏهن به نٿو ٿڪجي بلڪ ڪڏهن ڪڏهن بوريت جو شڪار ضرور ٿي ويندو آهي جنهن جو سبب اها غذا هوندي آهي جيڪا هن کي ملندي آهي.
- پنهنجي ذهن کي سمجهڻ سان توهان ايترو ئي دانا ٿي سگهو ٿا جنهن جي عقل ۽ دانش جو هڪ دنيا مڃي ٿي.
- توهان جو ذهن توهان جو آهي لهذا ان جو صحيح استعمال جي ذميواري به توهانجي آهي.

- جيڪڏهن توهان پنهنجي ذهن کي سمجهي ويندا آهيو تہ پوءِ اهو بہ ڄاڻندا آهيو تہ هن کي مثبت ڪيئن رکبو آهي.

## سوچڻ جو انداز

- توهان جي خدمت جو معيار ان جي مقدار ۾ هو طرز فڪر جنهن سان توهان اهي خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهيو توهانجي پگهار ۾ عمدي جو تعين ڪنديون آهن.
- منفي طرز فڪر مشڪلات کي اهڙي طرح توهانجي طرف ڇڪي ايندو آهي جيئن مقناطيس لوه کي ڇڪيندو آهي.
- جيڪڏهن توهان ڪنهن شي کان پريشان يا خوفزده آهيو تہ خرابي توهانجي ذهن ۾ آهي جنهن کي درست ڪرڻ جي ضرورت آهي.
- منفي طرز فڪر ۾ روين سان گڏ توهان ڪڏهن بہ فتح يا ڪاميابي حاصل نہ ڪري سگهندا آهيو.
- جلدي سان حاصل ڪيل ترقي ديرپا نہ هوندي آهي.
- بنا ڪجهہ ڏيڻ وٺڻ جي ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي خواهش ائين آهي جيئن بغير ڪجهہ پوکي فصل ڪٽڻ جي خواهش.
- ڪنهن بہ شخص جي ترقي نہ ڪري سگهڻ جو سبب منفي طرز فڪر ئي هوندو آهي.
- هڪ ڪامياب شخص سان حسد ڪرڻ جي بجاءِ ان جهڙو ٿيڻ جي ڪوشش ڪريو.
- ٻين جي باري ۾ ڪيل گفتگو ان وقت تائين خطري کان خالي هوندي آهي جيستائين توهان انهن جي تعريف ڪندا رهندا.
- توهان زندگي تي سوار هوندا آهيو يا اها توهان تي سوار هوندي آهي ان جو فيصلو توهان جو طرز فڪر ڪندو آهي تہ ڪير سوار ٿيندو ۽ ڪنهن تي سواري ڪئي ويندي.
- پنهنجي ڪم جي ان حصي جي شڪايت ڪرڻ بجاءِ جيڪو توهان کي پسند نہ آهي ڪم جي ان حصي ۾ مهارت پيدا ڪريو جيڪو توهان کي پسند هجي تہ ڏسو ڪيتري تيزي سان توهان جو ڪم بهتر ٿي وڃي ٿو.

- دانشمندي انهي ڳالهہ ۾ هوندي آهي تہ پنهنجي مخالف قوتون ۽ پنهنجيون قوتون گڏ ڪيون وجن ۽ جهڳڙي کان پرهيز ڪئي وڃي.
- جيڪڏهن گهوڙي کي پنهنجي اصلي طاقت جو اندازو ٿي وڃي تہ ڪوبہ ماڻهو ان تي سواري نہ ڪري سگهندو اهائي ڳالهہ انسان تي بہ صادق ٿئي ٿي.
- جنهن شخص جا بہ دوست گهٽ ۽ دشمن وڌيڪ هجن ان کي پنهنجي طرزِ فڪر تي توجهہ ڏيڻ گهرجي.
- توهان سان دوستي ڪرڻ جي خواهش ۾ ڪهڙي قسم جا دوست هوندا آهن ان جو دارومدار توهانجي طرزِ فڪر تي آهي.
- پين تي اختيار حاصل ڪرڻ جي خواهش کان پهريان هي ڏسي وٺو تہ توهان کي پنهنجو اختيار آهي يا نہ.
- شڪست بذات خود نہ آهي توهان جو طرزِ فڪر توهان تي گوڙ وانگر ٽٽندو آهي.
- جيڪڏهن توهان پنهنجي قوت ارادي کان ڪم وٺندي پنهنجي صحت بحال نٽا رکي سگهو تہ پوءِ زندگي جي اهم معاملات جي لاءِ ضروري مثبت انداز فڪر اپنائڻ لاءِ جيڪا وڌيڪ قوت ارادي درڪار آهي اها ڪٿان ايندي.
- انسان کي سڀ کان بهترين مشورزو ان جو پنهنجو ذهن ڏيندو آهي اهو بہ صرف مثبت انداز فڪر ۾.
- انسان جي سوچڻ جو انداز ان جي ڪردار کان ظاهر ٿيندو آهي.
- منفي طرزِ فڪر سان منفي سوچون جنم وٺنديون آهن.
- مشڪوڪ طرزِ فڪر سان ڪنهن کي ڏسڻ سان توهان ان جي شخصيت جو اندازو نٽا ڪري سگهو.
- مثبت طرزِ فڪر هڪ اهڙي نہ روڪڻ واري قوت آهي جنهن جي سامهون ڪابہ شي نہ لڏڻ واري بچي ڪانہ ٿي.
- ياد رکو توهانجي سوچ جون حدون توهان جون خود تعمير ڪيل هونديون آهن.

- جيڪڏهن توهان کي يقين آهي تہ توهان صحيح آهيو تہ پوءِ توهان ان ڳالهہ جي قطعي پرواهہ نہ ڪريو تہ ماڻهو ڇا سوچيندا آهن.
- گهڻين بيمارين سبب منفي سوچ هوندي آهي.
- مثبت طرز فڪر رکڻ وارو شخص ڪڏهن ڪنهن کاهي ۾ نہ ڪرندو آهي.
- حب الوطني جو تقاضو اهو آهي تہ ڪنهن کي توهانجي ملڪ جي خلاف مرده باد جو نعرو نہ لڳائڻو پوي.

طرز فڪر ۽ ذهن

- انسان جسم هڪ اهڙو مشيني گهر آهي جنهن ۾ ذهن رهندو آهي.
- ڪوبہ ماڻهو اڄ ڏينهن تائين پنهنجي ذهن جي حد معلوم نہ ڪري سگهيو.
- سٺو ورتاءُ مثبت انداز فڪر جو اظهار آهي.
- منفي طرز فڪر ڪڏهن ڪاميابي ۽ خوشي کي ويجهو نہ آڻيندي آهي بلڪہ ان جي ابتڙ ٿي هوندي آهي.
- هر دماغ هڪ ذهني توانائي جون لهرون نشر ڪرڻ جي جڳهہ بہ آهي ۽ وصل ڪرڻ جون
- هڪ منظم ذهن جون ٿوريون حدون هونديون آهن.
- ماڻهن ۾صرف سٺائي تلاش ڪندو تہ اهي بہ توهان ۾ صرف سٺائي تلاش ڪندا ۽ اهائي ڳالهہ برائي ۾ درست طور تي چئي سگهجي ٿي.
- توهان جو ذهن صرف توهانجي ملڪيت آهي ان تي قبضو ڪري ان جو صحيح استعمال ڪندا تہ زندگي کان جيڪي ڪجهہ گهرندا اهو حاصل ٿي ويندو.
- انسان جي پسند ۽ ناپسند هڪ نامعلوم هنڌ کان ان جي طرف ايندي آهي ۽ پوءِ وڏندي ٿي ويندي آهي.
- جيڪڏهن توهان جو ذهن توهان کي بيمار ڪري سگهي ٿو ۽ اهو واقعي ڪري سگهي ٿو تہ پوءِ ياد رکو تہ هي توهان کي تندرست ۽ توانو بہ ڪري سگهي ٿو.
- هڪ پرامید شخص اهڙي قدر تعميري اثرات مرتب ڪري سگهي ٿو جيترا هڪ هزار مايوس ماڻهو ملي ڪري نٿا ڪري سگهن.

- پريشاني کي کاڌ خوراڪ نہ ڏيو ھي خود ئي بکي مري ويندي.
- توھانجي اصل عمر جو اندازو توھانجي سوچڻ جي انداز ۾ لڳايو ويندو آھي نہ ڪہ زندگي جي سالن مان.
- توھان جو ذھن ئي ھڪ اھڙي شي آھي جنھن کي توھان کي ئي ڪنٽرول ڪرڻو آھي لھذا ھن کي فضول ۽ بيڪار دلائل جي سوچ جو آماجگاہ نہ بنايو.
- گھڻيون بيماريون منفي سوچ کان جنم وٺنديون آھن.
- زندگي جو ھي طريقو آھي تہ ھي ھر ڪنھن کي اھوئي ڏيندي آھي جيڪو ھو حاصل ڪرڻ جو يقين رکندو آھي.
- بري اثر جي ھڪ مثال ان ڪتاڻ واري ھوندي آھي جنھن سان ھن کي ملائيندا ان ۾ ڪتاڻ ئي پيري چڏيندي آھي.
- جيئن جيئن پکي پنھنجن آکيرن ۾ واپس ايندا آھن اھڙي طرح توھان جون سوچون بہ ذھن ۾ واپس ايندون آھن لھذا ھي خيال رکو تہ توھان ڪھڙي قسم جون سوچون ٻاھر موڪلي رھيا آھيو.
- چاھي پريشانيون لکن جي تعداد ۾ ھجن توھان صرف طرز فڪر جي تبديلي سان انھن مان نجات حاصل ڪري سگھو ٿا.
- توھان جو ذھن استعمال ڪرڻ سان گسي نہ ويندو آھي ليڪن استعمال نہ ڪرڻ سان ھن کي زنگ لڳي ويندو آھي.
- ھڪ جوان ذھن اوھانجي جسم کي جوان بنائيندو آھي.
- جڏھن ھڪ آزاديءَ سان سوچڻ وارو پيدا ٿيندو آھي تہ پوءِ شيطان خوف سان ٿر ٿر ڏڪندو آھي.
- ھڪ منظم ۽ تربيت يافتہ ذھن انھي وقت بہ جاڳندو رھندو آھي جڏھن جسم ستل ھوندو آھي.
- توھان جو پنھنجو طرز فڪر توھان جو حقيقي باس آھي.
- صرف ڪليل ذھن ئي ترقي ڪري سگھي ٿو.
- پنھنجي تعريف خود ڪرڻ احساس ڪمتري جي علامت آھي.
- توھان جو ذھن تہ توھان جو پنھنجو آھي لھذا ان جو صحيح استعمال جي ذميداري بہ توھان تي آھي.

- هڪ بيمار ذهن بيمار جسم کان وڌيڪ خطرناڪ آهي ڇو تہ ذهني بيماري يقين طور تي وچڙندڙ يا خطرناڪ هوندي آهي.
- ڪجھ ماڻهو ان ڪري ئي مشڪل ۾ هوندا آهن ڇو تہ پريشانين ڪي پنهنجي ذهن ۾ جڳھ ڏيڻ شروع ڪري ڇڏيندا آهن جڏهن تہ ذهن انهن ئي شين کي ڇڪيندو آهي جيڪو اندر رهڻ واريون هونديون آهن.
- پنهنجي توجھ انهن شين تي مرڪوز رکو جيڪي توهان زندگي ۾ حاصل ڪرڻ چاهيندا آهيو ۽ انهن کي هٽايو جيڪي توهان کي نہ گهرجن.
- پنهنجو انداز فڪر تبديل ڪريو توهانجي چوڌاري دنيا بدلجي ويندي.
- مثبت ذهن اهو رستو تلاش ڪندو آهي جنهن ۾ ڪوبہ ڪم ممڪن ٿي سگهي جڏهن تہ منفي ذهن اهو رستو تلاش ڪندو آهي جنهن سان ڪجھ بہ ممڪن نہ هوندو آهي.
- جيڪڏهن توهان پنهنجي ذهن جي سوچڻ جو انداز نہ بدلائي سگهو ٿا تہ پوءِ پين جو ذهن ڪيئن تبديل ڪري سگهندا.
- ذهن سوچن جي ڊائنامائيٽ سان ڀريل آهي انهن کي احتياط سان ڇيڙيو.
- جڏهن توهان پنهنجي ذهن جو دروازو منفي سوچن جي لاءِ بند ڪري ڇڏيندا آهيو تہ موقعن جا دروازا توهان لاءِ خود بخود کلي ويندا آهن.
- توهان جو طرز فڪر توهانجي قابل اعتماد ڪنجي آهي.
- توهان ڪنهنجي عمل کي ڪنترول نٿا ڪري سگهو پر پنهنجي ذهن کي انهي عمل جي اثر قبول ڪرڻ کان روڪي سگهو ٿا هتان کان توهانجي فتح شروع ٿيندي آهي.
- توهان هر صورتحال خواه سٺي هجي يا بري جي اندر وڃڻ ۽ ٻاهر نڪرڻ جي رستن کي سوچي سگهو ٿا.
- گهٽ گهرن جو ڊهي پٽ پوڻ منفي ذهنن جي ڪاريگري هوندي آهي.
- توهان ٻين ماڻهن جي خامين کي ڳولڻ چاهيندا آهيو اهي اوهانکي ملي ويندايون آهن
- اهڙن ماڻهن جي هميشہ گهر هوندي آهي جيڪي وقت تي پنهنجو ڪم بغير ڪنهن چواءِ جي سر انجام ڏيندا آهن.

- مثبت انداز فڪر رکڻ وارا ماڻهو موقعن جي اڳيان اڳيان هوندا آهن.
- عقل مند ماڻهو هڪ دفعو ڳالهائڻ کان پهريان ٻه دفعا سوچيندو آهي.
- زندگي اهڙيءَ شخص لاءِ مٺي نه هوندي آهي جيڪو ٻين لاءِ ڪٺو هجي.
- ياد رکو مصيبت اتي ئي ايندي آهي جتي هن کي گهرايو ويندو آهي.
- پريشاني سان گڏ هڪ برائي اها به آهي ته پنهنجي رشتيدارن کي به پاڻ سان گڏ ڪٺي ايندي آهي.
- جوش ۽ خروش سان تخيل جي تار ٽاهڻ وارو چرخي جو ڦيٿو ڦرندو آهي.

موقعو

- موقعو اهڙي شخص سان اشتياق سان ملندو آهي جيڪو هن کي سڃاڻي ڪري گلي لڳائيندو آهي.
- اهو شخص جيڪو پنهنجي حدود کي جلدي ڄاڻي وٺندو آهي اهو موقعا شناسي ۾ هميشه دير ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هٿ سان وڃائي ويهندو آهي.
- ٻين جون غلطيون اوهان لاءِ موقعن جا ذرير ثابت ٿي سگهن ٿيون جيڪڏهن توهان معلوم ڪري سگهو ته هن کان اهي غلطيون ڇو سرزد ٿيون آهن.
- پنهنجي واري کان بغير ڳالهائڻ توهانجي فخر کي سڪون ڏئي سگهي ٿو ليڪن اوهانجي موقعي کي ضايع به ڪري سگهي ٿو.
- جيڪڏهن توهان هڪ تندرست جسم ۽ ذهن جا آمريڪي مالڪ آهيو ته اهو نه ڇئو ته دنيا توهان کي موقعو نه ڏنو.
- پنهنجي ملازمت کي پنهنجي صلاحيتن جي مڃائڻ جو هڪ موقعو سمجهو.
- موقعا خود غرضانه اجاره داري ناپسند ڪندا آهن.
- توهان پاڻ کي بلند مقصدن جي چاٻي لڳايو موقعا انهي کي گهمائڻ لاءِ پهچي ويندا.
- موقعوتوهانجي هٿن مان نڪري ويندو آهي جيڪڏهن توهان ۾ ان کي پڪڙڻ جي صلاحيت نه هوندي.

- جيڪڏهن توهان ايتري ئي تيزي سان موقعا سجاڻي وٺڻ جي صلاحيت رکو ٿا جيتري تيزيءَ سان پين جا عيب ڳولي وٺو ٿا ته پوءِ توهان جلد امير ٿي ويندا.
- هڪ بداخلاق ماڻهو موقعا وڃائڻ ۾ دير نه ڪندو آهي.
- موقعو صرف ان لاءِ دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪندو آهي ته ڏسي وٺي ته پيو ڪوئي ته اندر ناهي
- هڪ خبردار ماڻهو ئي موقعي کي پنهنجي ضرورت مطابق قابل استعمال بنائي سگهي ٿو.
- جيڪو شخص سستي ۽ تخريبي سرگرمين ۾ وقت ضايع ڪرڻ وارو هوندو موقعا اهڙي ماڻهو وٽ اچڻ پسند نه ڪندا آهن
- موقعو اهڙي شخص ۾ دلچسپي نه وٺندو آهي جيڪو هن ۾ دلچسپي نه وٺندو هجي

## راياء مشورا

- گهڻو ڪري راءِ يا تجويز حقيقتن جي محتاط تجزئي جي بجاءِ خواهشات تي ٻڌل هونديون آهن.
- ڪڏهن ڪابه راءِ نه ڏيو جيستائين اهو نه ٻڌائي سگهو ته توهان ان راءِ تي ڪيئن پهتو.
- بغير پڇڻ جي ۽ مفت ۾ پنهنجي تجويز پيش ڪرڻ کان بهتر هوندو ته سمجهداري سان سوال ڪيا وڃن.
- جيڪڏهن توهانجي راءِ ايتري قيمتي آهي ته پوءِ ان کي مفت ۾ ڇو پيا ورهايو؟
- مونکي صرف حقيقتن کان واقف ڪريو پنهنجي راءِ پاڻ وٽ رکو.
- توهانجي راءِ وڌيڪ محفوظ رهندي جيڪڏهن ان کي حقيقت ٻڌائي ظاهر ڪندا.

## منظم سوچ

- قابل غور ڳالهه اها آهي تہ انسان جو ڪنهن بہ شي تي اختيار نہ آهي سواءِ هڪ شي جي ۽ اها آهي هن جي سوچڻ جي طاقت.
- توهان جيڪو ڪجهہ بہ ڪائو ٿا ۽ جيڪي ڪجهہ سوچيو ٿا هي ٻئي شيون ان ڳالهہ جو تعين ڪنديون آهن تہ توهان ڇا آهيو ۽ ڪٿي آهيو.
- خيالن جا موتي دولت ۽ جواهرن کان بہ وڌيڪ هوندا آهن.
- رڪجڻ، ڏسڻ ۽ ٻڌڻ سوچڻ جي بغير ضايع ويندا آهن.
- توهانجي ذهين هئڻ جي نشاني هيءَ هوندي آهي تہ توهان کي خبر هجي تہ ڪڏهن ڳالهائڻو آهي ۽ ڪڏهن ڳالهائڻ بند ڪري ٻڌڻو آهي.
- پهريان دماغ سان رستو تلاش ڪريو پوءِ جسم کي ان تي وجهو.

## ذهني سڪون

- جيڪڏهن واقعي توهان زندگي جو لطف وٺڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ پاڻ کي وڌيڪ سنجيده نہ وٺو.
- انسان جن سببن جي ڪري پريشان هوندو آهي هو انهي پريشاني جي ڪري ذهني سڪون ۽ صحت جي بربادي سان ٿيڻ واري نقصان جي نسبت گهٽو گهٽ نقصان وارا هوندا آهن.
- پنهنجي پاڻ سان پرسڪون شخص ٻين سان بہ پرسڪون رهندو آهي.
- جيستائين توهان جو ذهن پرسڪون نہ هجي توهان هڪ آزاد شخص نہ هوندا آهيو.
- توهان پنهنجي پاڻ سان تعلقات سٺا رکو ماڻهو خود بخود توهان سان تعلقات جوڙڻ جا خواهش مند هوندا.
- جيڪڏهن توهان پنهنجي پاڻ سان جهگڙو ڪندا رهندا آهيو تہ پوءِ توهان ٻين سان بہ جهگڙو ڪندا رهندا.
- جيڪڏهن واقعي توهان پنهنجي پاڻ سان پرامن آهيو تہ پوءِ توهان جو ڪڏهن بہ ڪنهن سان جهگڙو نہ ٿيندو.

## ذاتي تحريڪ

- سٺي ڪم جي قابل انهيءَ شخص کي سمجهيو ويندو آهي جيڪو پنهنجيون ذميداريون ٻين تي وجهڻ وارو نہ هجي ۽ بهانے ساز بہ نہ هجي.
- توهان ڪم پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪريو ليڪن ان جي هر طرح ذميداري قبول ڪرڻ لاءِ تيار رهو.
- جيڪو شخص ذاتي تحريڪ کي دٻائي وٺندو آهي پنهنجي ذاتي ڪاميابين جي حصول جو دشمن هوندو آهي

## وڻندڙ شخصيت

- جيڪڏهن ماڻهن سان ملڻ وقت منهن ۾ گهنڊ جي بجاءِ انهن سان مسڪراهٽ سان ملو تہ پوءِ اهي توهان کي وڌيڪ پسند ڪرڻ لڳندا.
- ٽي مختصر لفظ ـ مهرباني ڪري ـ توهان تي لطف ۽ ڪرم جي برسات وسائي ڇڏيندا آهن.
- هي وڌيڪ بهتر ٿيندو تہ اسان وڌيڪ نعمتن جا طلبگار هئڻ جي بجاءِ ان جو شڪر ادا ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهون جيڪي اسان وٽ پهريان کان موجود آهن.
- توهان کي هر جڳهہ هٿو هٿ ورتو ويندو جيڪڏهن توهان چهري تي مسڪراهٽ سجائي ۽ پنهنجي پريشانين کي گهر ڇڏي نڪرو.
- مون ماڻهن کي اهو چوندي ٻڌو آهي تہ اهڙي شخص تي ڀروو ڀروسو ڪري سگهجي ٿو جيڪو پنهنجي ڪم دوران سيٽي وڄائي ٿو يا گانو گائي ٿو.
- ٻين لاءِ کهرو شخص جي زندگي پنهنجي لاءِ ڪڏهن مٺي ٿي نٿي سگهي.
- ڪنهن شخص جي ناراضگي دور ڪرڻ لاءِ تيز نشاني تي وارو نسخو هي آهي تہ جڏهن توهان ان سان ملو تہ مسڪرائي ملو جڏهن هو غصي ۾ هجي.

## دعا

- سڀ کان سٺي ۽ هميشہ قبول ٿيڻ واري دعا هن خود کي حاصل نعمتن جو شڪر بجا آڻڻ آهي

- وڏيڪ نعمتن گھرڻ جي بجاءِ حاصل نعمتن جو شڪر سڀ کان سٺي دعا آهي.
- شڪ ۽ خوف کان گھريل دعا ڪڏهن به قبول نه ٿيندي.
- ڪنهن به عبادت جو اصلي جوهر ۽ بهترين شڪل شڪر ادا ڪرڻ آهي.

## ملتوي ڪرڻ

- ملتوي ڪرڻ جي عادت جي خرابي هيءَ آهي ته جيڪو ڪجھ توهان گذريل ڀن ڏينهن ۾ حاصل ڪري سگھندا هئا اهو هاڻي ڀن ڏينهن کان پوءِ حاصل ڪندا.
- ملتوي ڪرڻ جي عادت بهاني سازي جي ماءُ آهي.
- ملتوي فيصلو نه ڪري سگھڻ جي بيماري جو ٻار، سستي جو سوٽ، ۽ غريبي مان نجات حاصل نه ڪري سگھڻ جو سبب آهي.

## حقيقتون

- ڪائنات جي پنج معلوم حقيقتن ۾، وقت، جڳھ، مادو، توانائي، ۽ انهي ڪي ترتيب ڏيڻ جي سگھ.
- اڄ جا خواب سڀاڻي جي حقيقت بنجي وڃن ٿا. لهذا خوابن کي عملي شڪل ڏيڻ وارا ٿيو ڇو ته اِهي اُهي ماڻهو آهن جن تهذيب انساني جي ارتقا جي ڦيٿي کي اڳتي گھمايو آهي
- سٺي يا بري حقيقت نالي جهڙي شي جو ڪوبه وجود نه آهي، هر شي جو هڪ سبب آهي جيڪو ان جي مطابق اثر رکندو آهي.
- جامد يقين جي ڪابه حقيقت نه آهي. هر يقين جي پهرين شرط عمل آهي. محض چوڻ بيڪار آهي.
- دنيا ۾ جيڪڏهن ڪا شي تبديل نه ٿئي ته اها بذات خود تبديلي آهي.
- ڪابه شي اڳئي ڏينهن اها نٿي رهي.

## عزت

- عزت نفس سان ٻيا به توهانجي عزت ڪندا آهن.

- سٺي ڪردار جي تعمير جو آغاز عزت نفس جي سختي سان حفاظت ڪرڻ سان هوندو آهي.
- پنهنجي عهدي جي وجه سان معزز ٿيڻ ۾ وڏي آواز جي علاوه ٻيو به گھڻو ڪجھ ڪپي.

## ذميداري

- وڏي ذميداري سنڀالڻ ۾ نڀائڻ جي قابليت جي ڪري ئي وڏي پگھار ملندي آهي.
- جيڪڏهن توهان ڪوبه ڪم ڪنهن کي ٻڌائڻ واري طريقي مطابق ڪندا ته ذميداري انهي تي ثابت ٿئي ٿي پر جيڪڏهن ڪوبه ڪم پنهنجي طريقي جي مطابق ڪريو ٿا ته پوءِ زميداري توهان کي قبول ڪرڻي پوندي.
- وڌيڪ پگھار ۾ گھٽ ذميداري ڪڏهن ڪڏهن ئي گڏ هلي سگھنديون آهن.
- ٻار کي هن دنيا ۾ آڻڻ جي اهميت کي ان صورت ۾ استعمال ڪرڻ گھرجي جڏهن توهان ۾ ان کي سٺي ڪردار ناهڻ جي اهيلت موجود هجي.
- ڪنهن ٻئي جي نوڪري جي طرف لالچ واري نظرن سان نه ڏسو جڏهن ته توهان ۾ ان سان منسلڪ ذميداريون نڀائڻ جي صلاحيت موجود نه هجي.

## خود اعتمادي

- جيڪڏهن دل ۾ خلوص نه هجي ته پوءِ خود اعتمادي، انا پرستي ٿي ويندي آهي.
- حد کان وڌيڪ خود اعتمادي، بي احتياطي کي جنم ڏيندي آهي.

## نفس تي قابو

- هڪ تعليم يافته شخص اهو آهي جنهن کي اهو علم هجي ته ٻين جا حقوق غضب ڪئي بغير خواهشات ڪيئن پوريون ڪرڻيون آهن.
- ڪنهن ٻئي کي قابو ڪرڻ کان ٻهريائين يقين ڪري ڇڏيو ته توهان جو پنهنجي مٿان قابو آهي يانه.

- ڪوبہ شخص ان وقت تائين خود مختار ۽ حقدار چورائڻ جو لائق نہ آهي جيستائين هن ۾ پاڻ کان سوچي پنهنجي ذاتي تحريڪ تي عمل پيرا هئڻ جي جراءت نہ هجي.
- پنهنجي انا کي ضرور وڌايو ليڪن پنهنجو پير ان جي نڙي تي هئڻ کپي.
- گردن بيشڪ مٿي هجي پر دماغ ضرور ٿڌو هجي.
- جڏهن توهان کي پنهنجن ڪمزورين جو علم ٿي وڃي تہ انهن کي پاڻ وٽ ئي رکو ڇو تہ دشمن هميشہ اهڙين جڳهن تي وار ڪندو آهي جنهن جي باري ۾ هن کي علم هجي تہ هي ڪمزوريون آهن.
- خود انحصاري خود مختياري کي جنم ڏيندي آهي.
- نفرت ڪرڻ واري جو پنهنجو نقصان هوندو آهي جڏهن تہ جنهن سان نفرت ڪئي وڃي ٿي ان کي ڪوبہ نقصان يا تڪليف نہ پهچندي آهي.
- جڏهن توهان پنهنجي مٿان پورو قابو پائڻ سکي وٺندا آهيو تہ پوءِ توهان پنهنجا باس پاڻ ٿهي ويندا آهيو.

**خودنظمي**

- ڪامياب قيادت جو پهريون اصول خود نظمي آهي.
- جڏهن بہ غصو اچي تي منٽن تائين سيٽي وڄايو. توهان ڏسندو تہ غصي جي جڳهہ اعليٰ دليل وٺي ويندا.
- ڇا توهان ڪنهن اهڙي وقت ۾ بہ غصي ۾ اچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جڏهن توهان مسڪرائي رهيا هجو؟ ٿورڙي ڪوشش تہ ڪري ڏسو.
- توهان ٻين جا اعمال ڪنٽرول نٿا ڪري سگهو ليڪن توهان انهن جي اعمالن جي خلاف پنهنجو ردعمل تہ ڪنٽرول ڪري سگهو ٿا ۽ هي توهانجي فائدي لاءِ ڪافي آهي.
- اصل دانائي جي بنياد خودنظمي سان پنهنجي پاڻ کي سمجهڻ آهي.
- خودنظمي انهي جي ضرورت مٿائي ٿي ڇڏي تہ ڪو ٻاهران توهان تي ڪنٽرول ڪري.

- پاڻ کي نظم ضبط جو پابند بنائي ڇڏڻ سان قانون جي پڪڙي جو خطرو نه رهندو آهي.

### خاموشي

- ڪڏهن ڪڏهن توهان اهو سمجهي رهيا هوندا آهيو ته توهان پنهنجي گفتگو سان پين ماڻهن کي مات ڏئي ڇڏي حالانڪه هو پنهنجي خاموشيءَ سان توهان کي فريب ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن.
- خاموشيءَ جي هڪ خوبي اها به آهي ته هيءَ خبر ڏيڻ نه ڏيندي آهي ته هاڻي توهانجي پي چال ڪهڙي هوندي.
- خاموش فڪر چوڻ واري لفظن کان وڌيڪ طاقتور آهي.

### ننڊ

- جڏهن توهان کي پنهنجي مشڪل جو حل نظر نه اچي ته پوءِ هڪ يا پن راتين تائين مسلسل ننڊ ڪريو.
- هڪ دوستانو ضمير ننڊ نه اچڻ جي بهترين دوا آهي.
- جيڪڏهن توهان بي خوابي جو شڪار آهيو ته پوءِ پنهنجي معدي جو علاج ڪرايو يا وري پنهنجي ضمير جي رازدارانه طريقي سان ڳالهايو.

### مضبوط جسماني صحت

- درست غذا، درست سوچ، پوري ننڊ ۽ لازمي ورزش سان توهان پنهنجي علاج تي خرچ ايندڙ رقم بچائي سير ۽ تفريح تي خرچ ڪري سگهو ٿا.
- جيڪڏهن توهان سوچيو ٿا ته توهان بيمار آهيو ته پوءِ توهان بيمار آهيو.
- جيڪڏهن توهان خود ڪنهن بيماريءَ جي نشاني جي موجود هجڻ جي باري ۾ سوچيو ٿا ته پوءِ اها بيماري به توهان کي گهيري ويندي.
- بيماري جي علامتن کي ڳولڻ اڪثر ذهني ۽ جسماني بيماريءَ جو سبب ٿينديون آهن.

### هٺ ڌرمي

- راءِ کي صحيح سمجهڻ ۽ ان کي غلط هئڻ کي تسليم ڪرڻ جي جرائت کان انڪار ڪري ڇڏڻ، انسان کي هٺ ڌرم بنائي ڇڏيندو آهي.
- هٺ ڌرمي کي ڪجھ ماڻهو "فخر" سمجهڻ جي غلط فهمي ۾ مبتلا هوندا آهن.

### تحت الشعور

- انساني زندگي جو مڪمل رڪارڊ بغير ڪنهن غلطي جي موجود رکندو آهي.
- تحت الشعور ان وقت به مشڪلات ڳولڻ ۾ مصروف رهندو آهي جڏهن شعور ستو پيو هوندو آهي.
- توهان پنهنجو شعور خواهشن تي مرڪوز رکو تہ تحت الشعور توهان کي اِهي طريقا ٻڌائيندو جن سان اهي خواهشون پوريون ٿي سگهنديون.

### ڪاميابي

- اهڙو شخص يقيناً هڪ امير ماڻهو هوندو آهي جنهن جي دوستن جي تعداد دشمنن کان وڌيڪ هجي. جنهن کي ڪنهن جو خوف نہ هجي جنهن کي تعمير وارن ڪمن کان ايتري فرصت ئي نہ ملي جو ٻين جون اميدون ۽ منصوبا خاڪ ۾ ملائي سگهي.
- جيڪڏهن ڪو بہ شخص پنهنجي پاڻ کان ٻاهر نڪري دنيا ۾ ڪنهن اهڙي ڳجھ تي ٻيهي ڏسي سگهي تہ هن جو باقي دنيا سان ڇا ورتاءُ آهي اهو هي جاڻي وٺندو تہ دنيا هن جي باري ۾ ڇا خيال رکي ٿي.
- دنيا جي سڀ کان وڏي يونيورسٽي کي عام طور تي عالم نگر يونيورسٽي چوندا آهن.
- ٻن قسمن جا ماڻهو هڪ ٻئي سان گڏ نہ هلي سگهندا آهن. هڪڙا اهي جيڪي جيئن چيو وڃي ائين ئي ڪن، ٻيا اهي جيڪي جيئن چيو وڃي ائين هرگز نہ ڪندا آهن.

- دولت انسان کي ڪامياب تہ نہ ٿي ڪري سگهي پر اها ان کي سٺي شهرت ضرور ڏئي سگهي ٿي.
- ڪاميابي جو سڀ کان وڏو اصلو آهي پين سان ائين ئي پيش اچڻ جيئن توهان چاهيو ٿا تہ ڪوئي توهان سان پيش اچي.
- ڪوبہ شخص ايترو وڏيڪ ڪامياب نٿو ٿي سگهي تہ جيڪر ڪنهن جي ڪيل سٺي ڪم جي تعريف ۾ ٻہ لفظ چئي سگهي.
- پنهنجي پاڻ کي ترقي ڏيڻ جو بهترين طريقو اهو آهي تہ پين کي اڳتي وڌڻ ۾ مدد ڪئي وڃي.
- چاڙهي جي آخر ۾ قدم تائين وڃڻ جي جلدي ۾ نہ پئو ڇو تہ ان کان پوءِ سواءِ هڪ رستي جي پيو ڪوبہ رستو نٿو بچي ۽ اهو آهي هيٺ اچڻ جو رستو.
- هڪ ڪامياب ليڊر جلدي فيصلو ڪندو آهي ليڪن ان کي تبديل ڪرڻ ۾ بلڪل بہ جلدي نہ ڪندو آهي.
- ڪامياب ترين ماڻهن جي اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هوندي آهي جن کي ڪاميابي جا صحيح رستا چاليهہ سال جي عمر کان پوءِ مليا.
- اهڙو شخص جيڪو فضول ڪچهري ۽ ڊاڙن ۾ مشغول رهندو آهي ان وٽ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي فرصت نہ هوندي آهي.
- هر شخص غربت برداشت ڪري وٺندو آهي ليڪن ڪاميابي ۽ اميري برداشت ڪرڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ناهي.
- توهان پيداوار وڌائڻ جا طريقا ڳوليو تہ هي توهان جي ترقي ۽ وڌيڪ پگهار جو چيڪ ڪٺي ڳوليندي نظر ايندي.
- توهان پنهنجي ڪمپني کي خرچ بچائڻ جا طريقا ڏيکاريو تہ پوءِ ڪمپني انهن پئسن مان توهان کي ڏيڻ لاءِ ضرور بچائيندي.
- جيڪڏهن ڪوبہ شخص ان ڪم کي جيڪو هن کي ڪرڻو آهي ان طرح ڪري جيئن اهو ان جي مرضيءَ جو ڪم هجي تہ پوءِ ان کي اڳتي وڌڻ کان ڪوبہ روڪي نٿو سگهي.
- هڪ سٺي ڪاروبار ۾ ملازمن جو ترقيون انهن جي پنهنجي هٿن ۾ هونديون آهن مالڪ جو ڪم تہ بس اهو ڏسڻو هوندو آهي تہ ترقي جو حقدار کي واقعي ترقي ملي وئي يا نہ.

- جيڪڏهن توهان مالڪ هجو ها تہ توهان جيڪو اڄ ڪم ڪري آيا آهيو ان ڪان مطمئن هجو ها؟
- جيڪو شخص ٻئي جي تنگ چڪي ترقي ڪندو آهي خود بہ انهي جڳهہ تي نہ رهندو آهي.
- اڪيلائي، حوصلہ شڪني ۽ بيچيني جو علاج دل لڳائي اهڙي قدر ڪم ڪريو جو پگهر وهڻ لڳي.
- ڪاميابي ڪاميابي کي ڇڪيندي آهي جنهن جي هڪ واضح مثال خواهش جو ضرورت نہ هئڻ تي شديد ضرورت هئڻ جي نسبت آساني سان پورو ٿيڻ.
- چاليهہ سال جي عمر ڪانپوءِ ڪامياب ماڻهن جي صف ۾ شامل ٿيڻ جي عمومي سبب هي آهي تہ گهٽ عمر واري عرصي ۾ غير ضروري خواهشن جي پويان ڀڄڻ جي عادت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ۾ ڪافي سال لڳي ويندا آهن.
- چالاڪ ۽ داناءُ ماڻهو ۾ فرق اهو آهي تہ چالاڪ ماڻهو صرف پئسا گڏ ڪري سگهندو آهي جڏهن تہ داناءُ شخص پئسو ڪمائي بہ سگهي ٿو ۽ ان جو صحيح استعمال ڪرڻ بہ ڄاڻندو آهي.
- جيڪڏهن توهان ڏيکاري سگهو تہ شين جي لاڳت ۾ استعمال ٿيڻ وارو پئسو ۽ انهن کي تيار ڪرڻ ۾ خام مال جي تياري پئسي کي ڪيئن گهٽائي سگهجي ٿو تہ توهان پنهنجي پگهار جي اضافي چيڪ کي بہ پنهنجو رستو ڏيکاري سگهو ٿا.
- ياد رکڻ گهرجي تہ موقعن جا دروازا ٻئي طرف گهمن ٿا، داخل ٿيڻ لاءِ ٻاهر نڪرڻ لاءِ.
- توهان کي پنهنجي علاوه ٻيو ڪوبہ شخص هميشہ هيٺ نٿو ڏيکاري سگهي.
- شڪست اهڙي شخص جو ڪجهہ نٿو بگاڙي سگهي جيڪو ڄاڻي ٿو تہ هو حق تي آهي.
- اهو شخص جيڪو اهو شڪوو ڪري ٿو تہ ان کي موقعو ناهي مليو اصل ۾ ان ۾ موقعو حاصل ڪرڻ جي جرئت ئي ڪانهي.
- آسانيءَ سان مليل ڪاميابي گهڻو عرصو برقرار نہ ٿي رهي سگهي.

- جيڪڏهن توهان زندگي جيئڻ ۽ آهي ائين ٿي گذارڻ سکي ونو تہ پوءِ ~ ي توهانجي خواهش مطابق گذرندي آهي.
- هي تہ هڪ چاتل ڳالهہ آهي تہ اهوئي ختم ڪري سگهي ٿو جنهن شروع ڪيو آهي.
- جيڪڏهن توهان تمام بيدا هڪ ئي نوڪري ۾ رکيا آهن تہ محتاط رهو تہ ڪو هن کي ٿڏو نہ هٽي.
- ان تي پريشان نہ ٿيو ۽ پيا ڇاتا ڪن وڏيڪ اهم ڳالهہ هيءَ آهي تہ توهان ڇاٿا ڪيو
- جيڪڏهن توهان ڪنهن جون ڀڪريون حاريندڙ آهيو تہ پوءِ سٺي طرح سان پنهنجا فرض انجام ڏيو هڪ ڏينهن ٿيندو جو توهان خود ان ڌڻ جا مالڪ ٿي ويندا.
- توهان آخر اهوئي ٿيندا آهيو جيڪو توهان ٿيڻ پسندڪريو ٿا.
- جلد يا دير دنيا ڳولي ڪيندي ۽ توهان جنهن قابل هوندا يعني سزا يا انعام وغيره سان ضرور نوازيندي.
- جيڪڏهن توهان کي اداري ۾ بهترين عهدي تي فائز ڪيو وڃي تہ ڇا توهان اها ذميداري قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيو.
- ڇا توهان ڪاميابي جي انتظار ۾ ويٺا آهيو يا انهي کي ٻاهر نڪري تلاش ڪندا آهيو تہ هي ءَ ڪتي لڪل آهي.
- ياد رکو توهان کي ڪامياب ٿيڻ لاءِ ضروري نہ آهي پيا ناڪام ٿين.
- زندگي ڇئي ٿي سٺو يا سٺي جي گنجائش رکو ليڪن بهانہ نہ ٺاهيو.
- جڏهن ڪا ملازمت ڪنهن کي تلاش ڪندي آهي تہ اها پهريان ڪان ملازم کي ترجيح ڏيندي آهي
- جيڪڏهن هي اوهان جو ڪم نہ هجي جيڪو ڪري رهيا آهيو تہ پوءِ توهان کي هڪ موقعو پيو ۽ ميسر آهي تہ هڪ پيو ڪم ۽ سکي ونو.
- پنهنجي شعور جي توجهہ پنهنجي خواهش تي مرڪوز رکو توهان جو لاشعور توهان کي ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ درست رستو پڌائيندو.

- پنهنجي منزل کان واقف ۽ ان جي طرف گامزن شخص کي ماڻهو رستو ڏيندا آهن جيڪڏهن توهان ماڻهن کي پنهنجي همراهه ٺاهيندا ته چڙهائي آسان ٿي ويندي.
- جيڪو منزل ۽ رستن کان واقف هوندو آهي اهو ڪڏهن به ڪونه ڀٽڪندو آهي.
- پنهنجي ڪم ۾ بهتري آڻڻ وارو شخص جي لاءِ جيڪو ڪاروبار سوچيندو هجي پڳهار وڌڻ جي پريشاني ۾ ڪڏهن به مبتلا نه ٿيندو آهي.
- ياد رکو هڪ پتنگ هواجي مخالف رخ ۾ مٿي اڏرندي آهي ان سان گڏ نه.
- جيڪو شخص وڏي ڪري موقعا نٿو حاصل ڪري موقعا انهي جا رستا پلجي ويندا آهن
- ڪنهن شخص سان حسد ڪرڻ ۾ وقت ضايع ڪرڻ جي بجاءِ ان کان اڳتي نڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ وقت صرف ڪيو.
- جيڪو نٿو ڄاڻي ته ان کي ڇا گهرجي اهو زندگيءَ کان ڪجهه حاصل نٿو ڪري سگهي.
- ڪاميابي جي ڏاڪڻ جي مٿي خاني ۾ رش گهٽ هوندو آهي
- موقعو هڪ اهڙي شي آهي جيڪو ڪنهن کي ڪاميابي جي دروازي کان اندر داخل ٿيڻ لاءِ ملندو آهي پوءِ هو دروازو پيچي ڦٽو نه ڪندو آهي يعني هي نه سمجهو ته پيا ماڻهو به اهو فائدو نٿا وٺي سگهن.
- قدرت انهن ماڻهن کي پنهنجي گهري رازن سان ضرور آگاهه ڪندي آهي جيڪي انهن کي ڄاڻڻ لاءِ پڪي ارادي سان مسلسل ڪوششون ڪندا آهن
- ڪوبه شخص پين جي دوستانه تعاون جي بغير نه ته ڪامياب ٿي سگهندو آهي ۽ نه ئي ڪاميابي برقرار رکي سگهندو آهي.
- هڪ منجهيل انسان ڪاميابي جي موقعي مان فائدو حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام رهندو آهي.
- جيڪڏهن توهان بغير ڪجهه ڳالهائڻ جي حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ مايوسي ۽ نامرادي توهان جو مقدر آهي.

- غير ضروري ڳالهين تي طويل بحث کان پاسو ڪريو جيڪڏهن توهان انهن بحثن ڪي ڪتي به وٺو ته توهان کي ڪوبه فائدو نه ٿيندو.
- توهان زندگي کان وڌيڪ ڪجهه حاصل نه ڪري سگهندو جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا ته توهان جي زندگي پيا به جيئن.
- وڏيون ڪاميابيون مسلسل جدوجهد سان ملنديون آهن.
- ڪاميابي جو پهريون اصول مقصد جو متعين هئڻ ۽ بي بدل هجڻ.
- جيڪڏهن توهان پنهنجي موجوده ملازمت جي بجاءِ ڪنهن بهتر ملازمت ۾ تبديلي جا خواهشمند آهيو ته پنهنجي ملازمت ۾ وڌيڪ محنت ڪري پنهنجي ڪم ۾ ايترو ڪمال حاصل ڪريو ته انتظاميه توهان کي وڌيڪ صلاحيتن جو مالڪ تسليم ڪري توهان کي بهتر ملازمت واري جڳهه تي تبديل ڪري ڇڏي.
- اها ملازمت جيڪا توهان سڀ کان گهٽ پسند ڪندا آهيو ٿي سگهي ٿو ته توهانجي تجزيي ۾ اهڙي اضافي جوسبب ٿئي جنهن سان توهان بهتر ملازمت جي اهل قرار ڏنا وڃو.
- گهڻا ماڻهو وڏي شدت ۽جذبي سان پنهنجي ٻارن کي زندگي پرآسائش بنائڻ جي ڪوشش ۾ مصروف رهندا آهن حالانڪه اهي پنهنجي ٻارن کي آرام ۽ آسائش جو عادي بنائي انهن کي زندگي جون سختيون برداشت ڪرڻ جي مشقت کان محروم ڪري رهيا آهن.
- جڏهن زندگي کي هلائڻ مشڪل ترين ٿي وڃي ته پوءِ ان کي جيئن تيئن هلائڻ گهرجي جلد ئي مشڪل توهان کي آسان لڳڻ شروع ٿي ويندي.
- غريبي ۾ ذلت نه به هجي تڏهن به ان کان بچڻ گهرجي.
- پنهنجي طرف ڏسو توهان خود ئي هر مشڪل مان نڪري سگهو ٿا.
- اهو شخص جيڪو ان وقت به محنت سان ڪم ڪندو آهي جڏهن ان جو مالڪ موجود نه هوندو آهي ان کي ترقي ڪرڻ کان ڪوبه روڪي نٿو سگهي.
- ڪم کي هڪ نعمت سمجهو ڇو ته هر جاندار شي يا ڪم ڪندي آهي يا ختم ٿي ويندي آهي.

- ڪم جي مٿان سوار رهڻ آسان آهي بنسبت ان جي تہ ملتوي ڪيل ڪم جي بوجهہ ۾ دٻيو رهجي.
- سڀ کان بهتر ڪارگذاري مصروف ترين شخص جي هوندي آهي.
- اهڙي شخص ڪي قدر ۽ منزلت سان ڏسو جيڪو خود ترقي ڪري رهيو هجي ۽ توهان ڪي بہ پنهنجي ترقي ۾ شامل رکي.
- هي اهم نہ آهي تہ توهانجي تعليم ڪيتري آهي اهم ڳالهہ اها آهي تہ توهان ان جو استعمال ڪيئن ڪيو آهي.
- جيڪو پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ تي آماده نہ ٿئي ان جي مدد ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي.
- جيڪڏهن ڪوبہ شخص ان ڳالهہ جو اصل قدر ۽ قيمت جي خبر لڳائي جيڪا هن خيال ۾ بغير ڪجهہ ڪئي ملي وئي هوندي تہ اهو ڏسندو تہ اهو بلڪل ان جي برابر يا ان کان گهٽ هوندي جيتري لاڳت هو ان جي اڌا ڪري چڪو آهي.
- جيڪڏهن ڪوبہ شخص پنهنجي ڪيل ڪمائي جو باقاعده مقرر حصو بچت نٿو ڪري اهو ڪڏهن معاشي تحفظ جي منزل تي نٿو پهچي سگهي.
- هڪ ننڍي ڪم کي خوش اسلوبي سان مڪمل ڪرڻ هڪ وڏي ڪم ڪرڻ جي ڪري آهي
- ننڍي ننڍي ترقي يا عارضي ترقيءَ تي جشن نہ ملهائڻ شروع ڪري ڇڏيو ڇو تہ هي توهان جون صلاحيتون جاچڻ لاءِ هڪ آزمائشي قدم بہ ٿي سگهن ٿا.
- توهانجي ڪاميابي ان وقت اڌ آهي جيستائين توهان هن جو شعوري طور تي قبول نہ ڪندا هجو ۽ پنهنجي پاڻ کي واقعي حقدار ثابت نٿا ڪريو.
- هڪ شخص ڪاميابيءَ جو طويل سفر طئي نٿو ڪري سگهي جيستائين هو پنهنجي قسمت جو حال ٻڌائڻ وارو نہ ٿي وڃي. يعني جيستائين نجومين جي چڪر کان نہ ٿو نڪري.
- توهانجي ڪم جو مقدار ۽ معيار هن ڳالهہ جو تعين ڪري ٿو تہ توهانجي پگهار ڪيتري هئڻ گهرجي ۽ اهو طئي ڪندو آهي تہ ڪهڙ طرح تجربو حاصل ڪري سگهجي ٿو.

- هن ڳالھ جو پڪو امڪان آهي تہ توهان جو ڪم بہ توهان کي ايترو ئي پسند ڪري جيترو توهان ان کي پسند ڪندا آهيو پر ان جي توهان کي پسند ڪرڻ جو امڪان گهٽ آهي.
- پنهنجي ڪم جي وقت جي دوران هيڏي هوڏي گهمڻ يا فضول ويهي وقت وڃائڻ توهانجي مالڪ کي ڏکيو تہ لڳندو آهي پر توهان کي پنهنجي لاءِ بہ نقصان جو باعث ٿئي ٿو.
- پنهنجي مالڪ کان اهو نہ پڇو تہ توهان کي ترقي ڇو نہ ملي اها ڳالھ ان کان پڇو جيڪو توهان کي سڀ کان وڌيڪ ڄاڻندو هجي ۽ اهو آهي توهان جو پنهنجو پاڻ.
- جيڪڏهن توهان جا دشمن توهانجي دوستن کان وڌيڪ آهن تہ پوءِ پڪ ڄاڻيو تہ توهان خود ڪوشش ڪري انهن کي پنهنجو دشمن ٺاهيو آهي.
- توهان ڪيترو ڪمايو ٿا اهو ايترو اهم نہ آهي بلڪ اهو اهم ضرور آهي تہ توهان ڪيترو بچايو ٿا تہ بعد ۾ ان جي ئي اهميت هوندي آهي.
- توهانجي پگهار جو تعين صرف ۽ صرف توهانجي خدمتن جي مقدار ۽ معيار تي هوندو آهي.
- سڀني خوبين جي خوبي ڪامن سينس (Common sense) يعني عام سمجھ ۾ هونديون آهن
- آمريڪي آزاد تجارت جو نظام نہ صرف امير بنائي ٿو بلڪ هي توهان کي ڪامياب ليڊر بہ بنائي ٿو.

## ڪاميابي جو شعور يا سمجھ رکڻ

- جيستائين توهان جو ضمير ۽ ذهن ڪنهن بہ ڪم جي اجازت نہ ڏين توهان ڪنهن بہ ڪم جي ڪرڻ جي حامي نہ ڀريو.
- معذرت هڪ صحت مند رويي جو اظهار آهي جنهن جو مطلب هي آهي تہ معذرت ڪرڻ وارو شخص اڃان تائين پنهجي ضمير جو چوڻ مڃڻ وارو آهي.

- جيڪڏهن توهان جو ضمير مطمئن نہ هجي تہ پنهنجي اندر جي صفائي ڪرڻ جو انتظام ڪريو.
- ضمير جي آواز ٻين عام آوازن جي طرح لفظ نہ رکندو آهي هي توهانجي اندر جي آواز هوندو آهي، جيڪا صرف محسوس ڪئي ويندي آهي.

## تدبير کان ڪم وٺڻ

- هڪ واقعي وڏو ماڻهو پنهنجي وڏائي جتائيندو نہ آهي ۽ نہ ئي ٻين کي گهٽ ڏيکارڻ جون ترڪيبون ڪندو ۽ آزمائيندو رهندو آهي.
- ٻين جي باري ۾ هنن جي غيرموجودگي ۾ گفتگو ڪرڻ ۾ ڪوبہ حرج نہ آهي جيڪڏهن انهن ۾ صرف انهن جون خوبيون بيان ڪيون وڃن.
- جيڪڏهن ڪنهن جي چهري مان ناراضگي جو اظهار ٿي رهيو هجي يا تہ انهي سان وڌيڪ گفتگو نہ ڪريو يا موضوع تبديل ڪري ڇڏيو.
- جيڪڏهن توهان وٽ ڪنهن جي باري ۾ سٺا لفظ ادا ڪرڻ جي لاءِ نہ آهن تہ پوءِ خاموشي توهان لاءِ مفيد ثابت ٿي سگهي ٿي.
- جيڪڏهن توهان ڪنهن شخص جي قربت جا خواهان آهيو تہ پوءِ جيڪو ڪجهہ هو ڪم ڪري رهيو آهي ان جي باري ۾ خلوص سان دلچسپي وٺڻ شروع ڪري ڇڏيو.
- ڪنهن جي صحيح تعريف ڪرڻ ان جي طرف کان توهانجي تعريف جو سبب بنجي ٿي.
- جيڪڏهن توهان کي پنهنجي خوبين جي اظهار جي بغير ڪو رستو نہ آهي تہ پوءِ ان ۾ زمين آسمان سان ڳنڍڻ وارو ڪم نہ ڪريو.

## ٽيم ورڪ

- هڪ سٺي فٽبال جي ٽيم ۾ انفرادي رانديگر جي راند ۾ مهارت کان وڌيڪ سڀ رانديگرن جو ملي ڪري هم آهنگي سان کيڏڻ فتح يقيني بنائي ٿو.

- جڏهن توهان ڪنهن کي به ڪم ڪرڻ لاءِ چوندا ته پوءِ اهو ان لاءِ بهترءِ توهان لاءِ بهتر ٿيندو ته هن کي ٻڌائي ڇڏيو ته

چا ڪرڻو آهي

چو ڪرڻو آهي

ڪڏهن ڪرڻو آهي

ڪٿي ڪرڻو آهي

۽ بهترين طريقي سان ڪيئن ڪرڻو آهي.

## مزاج

- پنهنجي پسند ۽ ناپسند پنهنجي پاڻ وٽ رکڻ لاءِ سٺي ڳالهه آهي اها پين مٿان ٿاڦڻ نه گهرجي.
- مزاج هڪ اهڙي ذهني حالت آهي جنهن ۾ 9 حصا انساني قدرتي طبع يا سوچ جي انداز جا هوندا آهن ۽ هڪ حصو ذهني توانائي هوندي آهي.
- غصي سان پهچڻ وارو پاڻ کي نقصان جي پورائي جي ڪوشش هڪ بيڪار ڪوشش هوندي آهي
- گرم دماغ ٿڌين سوچن جو گهر نٿو ٿي سگهي.
- جڏهن توهان اهڙي قدر غصي ۾ هجو ته توهان کي ڪجهه سمجهه ۾ نه اچي ته ڇا ڪجي ته بهتر هي ٿيندو ته توهان ڪجهه به نه ڪريو.

## سوچڻ تي ڪنٽرول

- جيڪڏهن انسان پنهنجي هر سوچ کي لفظن جو چوغو پارائي سگهي ته هن جو ڪوبه دوست نه رهندو.
- سوچ هڪ کان ٻئي ۾ منتقل ٿي سگهي ٿي لهذا انهن کي سوچي سمجهي پوءِ ٻاهر جي دنيا ۾ موڪليو.

## وقت

- توهان مونکي ٻڌايو تہ توهان پنهنجو فارغ وقت ڪيئن گذاريندا آهيو تہ پوءِ آئون توهان کي ٻڌائيندس اڄ کان ڏهہ سال پوءِ توهان ڪٿي هوندا.
- وقت سڀ کان وڏو ملم آهي هي تمام سٺاين ۽ برائين کي هڪ جهڙو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ زماني جي خرابين جي اصلاح ڪندو رهندو آهي.
- توهان کي پنهنجي فيڪٽري ۾ خام مال ۽ وقت جي ضايع جي روڪڻ جو علم هجي تہ هي توهانجي لازمي ترقي جو باعث بنجي سگهجي ٿو توهان ڇو نہ ان جي هاڻي کان معلومات لڳائڻ جي ڪوشش ڪريو ٿا؟
- جيڪڏهن توهان پنهنجي وقت جي صحيح منصوبابندي ڪري وٺو تہ توهان وٽ جنهن ڪم جي لاءِ جيترو وقت کپي ملي ويندو.
- سڀ کان وڌيڪ مفيد وقت جيڪو انسان گذاري ٿو اهو وقت آهي جنهن جو ان کي ڪوبہ معاوضو نٿو ڏنو وڃي.
- پنهنجو وقت ضايع ڪرڻ وارو شخص اهڙوئي آهي جيئن ڪنهن ٻئي جو مال چورائيندڙ.

## وقت جي اڳيان ڪجهہ بہ ناممڪن نہ آهي.

- اهڙي ماڻهن جي هميشہ گهرج رهندي آهي جيڪي پنهنجي ڪم کي وقت تي خوش اسلوبي ۽ بغير ڪنهن شڪايت جي مڪمل ڪندا آهن.
- اهو وقت جيڪو ڪجهہ ماڻهو پين جي براين جي تلاش ڪرڻ ۾ مصروف ڪندا آهن اهو وقت صرف ڪري پنهنجيون خاميون ڪڍڻ ۾ ڇو نٿا صرف ڪن؟
- جيترو ڏگهو عرصو ڪوبہ شخص هڪ ئي ڪم سان چنبڙيل رهندو آهي اهو هن جو پين تي آسرو هوندو آهي.
- اهڙي ماڻهو تي پنهنجو وقت ضايع نہ ڪريو جيڪو بغير ڪنهن مشاهدي جي پنهنجي راءِ قائم ڪري وٺندو آهي.
- اهو ماڻهو جيڪو پنهنجي گهر وارن سان ماني وقت وڃهندو آهي هو باقي وقت پنهنجي ڪاروباري ساٿين سان وڙهڻ ۾ گذاري ڇڏيندو آهي.

- ڪنهن بہ شخص کان ڪجهہ مجرائڻ جو بهترين وقت رات جي ماني کانپوءِ هوندو آهي. (عورتن کي انهي ڳالهہ کي نوٽ ڪرڻ گهرجي)
- جلدي ڪريو ادا جلدي ڪريو. ٽائيم گلاس ۾ واري هيٺئين حصي ۾ پرجندي ٿي وڃي ۽ هي اهو گلاس آهي جنهن کي پيهر نٿو پري سگهجي.
- وقت فضول بحثن ۾ الجهڻ نندين وڏن جهڳڙن ۾ پوڻ کان وڌيڪ قيمتي آهي.
- وقت اهڙي شي آهي جنهن کي هر شخص لاءِ برابر راشن بندي ڪئي وئي آهي ۽ هو بليڪ مارڪيٽ ۾ ڪنهن بہ قيمت تي نہ ملندو آهي.
- آخر توهان ڪهڙي ڳالهہ جو انتظار ڪندا رهندا آهيو ۽ ڇو انتظار ڪندا رهندا آهيو.
- فيصلو نہ ڪري سگهڻ جي عادت ۽ ڪنهن وڏي مقصد جو متعين جو طئي نہ ٿيڻ وقت جي ضايع ٿيڻ جو سبب هوندو آهي.
- جيڪڏهن توهانجي نظر ۾ وقت جي ڪا بہ قيمت نہ آهي تہ پوءِ پين جي فائدي ۾ ئي استعمال ۾ آڻيو.
- ڪنهن بہ شخص کي محض ان جي وقت جو معاوضو نہ ڏنو ويندو آهي بلڪ ان کي استعمال ڪري جيترو ڪم ڪندو آهي ان جو معاوضو ڏنو ويندو آهي. لهذا توهان کي ٿوري وقت ۾ وڌيڪ ڪم ڪرڻ گهرجي.
- انسان جو معاشري ۾ ڪهڙو مقام هئڻ گهرجي هي اِن جي وقت گذارڻ جي انداز سان متعين ٿيندو آهي.
- جيتري دفعہ توهان پنهنجي مالڪ جي باري ۾ سوچيندا آهيو ايتري ئي مرتبا توهان پنهنجي فائدي جي باري ۾ سوچيندا آهيو.
- جيڪڏهن توهان معافي نٿا ڏئي سگهو تہ پوءِ معافي جا طلبگار بہ نہ ٿيو هي محض وقت جو زيان ٿيندو.
- وقت اهڙن زخمن کي بہ ٺيڪ ڪري ڇڏيندو آهي جيڪي ڪنهن دوا سان ٺيڪ نہ ٿيندا آهن.
- هر ڏينهن کي ائين گذاريو جيئن هي توهانجي زندگي ۾ آخري ڏينهن هجي تہ پوءِ توهان ڏسندا تہ معاشري ۾ هڪ دم توهانجي قدر ۽ منزلت وڌي ويندي.

- جڏهن ناڪاميءَ جو سامهون هجي تہ پوءِ پنهنجي نقصانن جي روئڻ ڌوئڻ ۾ ئي سڄو وقت صرف نہ ڪريو بلڪہ ڪجهہ وقت انهن فائدن کي بہ ڏسو جيڪي توهان کي حاصل ٿيا هوندا جلد ئي اندازو ڪندا تہ نقصان جي نسبت فائدا وڌيڪ آهن.
- ڪجهہ غلطين جو ازالو ممڪن هوندو آهي پر وقت ضايع ڪرڻ جي غلطي جو ازالو ممڪن نہ آهي ڇو تہ گذريل وقت واپس نہ اچي سگهندو آهي.
- شاعرن جو خيال آهي "موت پوئتي جي طرف، اي گردش صبح شام تون" خام خيالي ثابت ٿيندي آهي ڇو تہ وقت جو ڦيٿو پوئين طرف ڪڏهن بہ نہ گهمائي سگهجي ٿو.
- سڀ کان بهترين وقت اهو هوندو آهي جيڪو انسان جي خاموشي سان توجهہ مرڪوز ڪرڻ جي ڪيفيت ۾ گذاريندو آهي. يعني مراقبو، ڇو تہ ان طرح اهو پنهنجي اندر جي آواز ٻڌڻ جي قابل هوندو آهي.
- مراقبي ۾ گذرڻ وارو وقت توهان کي گهٽين بهترين نعمتن سان نوازيندو آهي ڇو تہ ان سان توهان طاقتور، مفيد، ۽ قابل عمل خيالن جا مالڪ ٿي ويو ٿا.
- جڏهن توهانجي هٿ مان گذارڻ لاءِ ڪجهہ نہ هجي تہ پوءِ وقت پنهنجي دماغ کي سوچڻ جي لاءِ ڏيو تہ جيئن هڪ سيڪنڊ بہ ضايع نہ ٿئي.
- هر ڪم ڪرڻ ۾ بچائي ڇڏڻ وارو هڪ منٽ بہ توهان کي ترقي جي رستي تي گامزن ڪندو رهندو آهي.
- صرف اچڻ ئي ڪافي نہ هوندو آهي بلڪہ وقت تي اچڻ ضروري آهي.
- برو وقت اڪثر وقت جي بري استعمال سان ايندو آهي.
- پنهنجو وقت گهٽ کان گهٽ استعمال ڪري ڪم پورو ڪرڻ وارن کي ڏاڍي وارو چوندا آهن اهڙا ماڻهو ڪنهن سٺي اداري ۾ دير تائين برداشت نہ ڪيا ويندا آهن.
- وقت هڪ آفاقي ڊاڪٽر آهي جيڪو دنيا جهان جي مصيبتن وارا ۽ خطرناڪ ڪمن کي متائي ڇڏي ٿو.
- ياد رهڻ گهرجي هر شي محدود آهي سواءِ وقت ۽ جڳهہ جي يعني زمان ۽ مڪان.

## ڳالهائڻ جو انداز

- ياد رکو توهان جي آواز جي نرم ۽ گرم هجڻ توهانجي سوچ کي لفظن جي نسبت درست انداز ۾ظاهر ڪندي آهي.

## قوت ارادي

- هڪ پوسٽ جي ٽڪيٽ جي سڀ کان وڏي خوبي هي آهي تہ هو پنهنجي ڪم سان گڏ ڪيڏي دلجمعي سان چهتيل رهندي آهي.
- مشڪل حالت ۾ وڏا وڏا ماڻهو همت هارائي پنهنجيون ڪوششون ترڪ ڇڏيندا آهن. پر هڪ صحيح شخص اهو آهي جيڪو مشڪل وقت تائين پڪو بيٺو رهي جيستائين فتح حاصل نہ ٿو ڪري سگهي.
- فتح ان جو مقدر هوندي آهي جيڪو وڙهڻ نٿو ڇڏي.
- قدرت پنهنجي قانونن جو رازدار ان کي بنائيندي آهي جيڪو مستقل مزاجي سان ان جي جستجو ۾ لڳو رهي.

## خواهش ڪرڻ

- جيڪڏهن مونکي صرف هڪ خواهش جي پوري ٿيڻ جي گارنٽي ڏني وڃي تہ مان چاهيندس تہ منهنجو عقل ۽ سمجهہ ۾ واڌارو ڪيو وڃي تہ جيئن آءُ انهن نعمتن مان فيضياب ٿي سگهان جيڪي مونکي امريڪي شهري هئڻ جي ڪري حاصل آهن
- سائنسدان هڪ اهڙو شخص آهي جيڪو پنهنجيون خواهشن جوَ پابند نہ هوندو آهي بلڪہ حقيقتون جهڙيون بہ هجن انهن کي تلاش ڪندو آهي ۽ تسليم ڪندو آهي.

## سٺي ڪردار جون خوبيون.

- قابل اعتماد هئڻ سٺي ڪردار جي بنيادي خوبي آهي.
- هڪ شخص جي ڪردار جي سچاڻپ ان جي پسنديده ماڻهن سان بہ ٿيندي آهي.

- توهانجي شهرت جو سبب ماڻهن ۾ توهانجي باري ۾ رائي هوندي آهي ليڪن توهان جو ڪردار توهانجي پنهنجي سوچ سان ٺهندو آهي.
- هر اها سوچ جنهن جو اظهار هڪ شخص ڪندو آهي انهي جي ڪردار جو حصو ٺهي ويندي آهي.
- مضبوط ڪردار انسان جو هڪ قيمتي اثاثو به هوندو آهي ڇو ته انهي جي مدد سان هو مشڪلات هيٺان دٻجڻ بدران انهي تي سوار هوندو آهي.
- ڪجهه ماڻهو هڪ بيڪاز واچ وانگر هوندا آهن انهن تي اعتبار نٿو ڪري سگهجي.
- توهان ڪنهن اهڙي شخصيت جو انتخاب ڪريو جنهن کي قابل تعريف سمجهندا هجو پوءِ ان جهڙو ٿيڻ جي ڪوشش ڪريو انهي کي هيرو پرستي چوندا آهن ليڪن ڪردار ناهڻ ۾ هي وڏي مددگار ثابت ٿيندي آهي.
- خوشامند پسند ٿيڻ احساس ڪمتري جي نشاني آهي.
- گستاخي وارو ڳالهائڻ لفظن جي کوٽ يا حافظي جي گهٽتائي ۽ لاعلمي جو نتيجو آهي ڪڏهن ڪڏهن انهن پنهي جي ڪري به ماڻهو فحش ڪلامي جي عادت جو شڪار ٿيندا آهن.
- جيڪڏهن توهان دوکي ڏيڻ ڪانسواءِ رهي نٿا سگهو ته ياد رکو هڪ شخص کي توهان ڪڏهن به دوکو نٿا ڏئي سگهو اهو آهي توهان جو پنهنجو پاڻ.
- مال ۽ دولت ٻنهي بهتر ۽ بري پنهي قسمن جا ڪم وٺي سگهجن ٿا صرف صاحب مال ۽ دولت جو ڪردار ئي متعين ڪندو آهي ته دولت کي سٺي ڪم ۾ استعمال ڪري سگهندو يا بري ڪم ۾.
- ڪو به شخص ڪڏهن به ايترو سٺو نه ٿو ٿي سگهي ته ان ڪا برائي نه هجي ۽ ڪو به ماڻهو اهڙي طرح برو نٿو ٿي سگهي جنهن ۾ ڪا به سٺائي نه هجي.
- اهو شخص جيڪو ڪنهن معاوضي جي خاطر ايماندار هجي اهو بي ايمان آهي.
- هڪ سست ماڻهو يا ته بيمار هوندو آهي يا هن کي انهي ڪم ۾ ڪا به دلچسپي نه هوندو آهي جيڪا هن کي چئي ويندي آهي.
- مضبوط ڪردار جي حامل شخص کي شهرت جي پروا نه هوندي آهي.

- توهان پنهنجو مضبوط ڪردار بنائڻ جي طرف توجهه ڏيو سئي شهرت خود بخود تلاش ڪندي توهان تائين پهچي ويندي.
- وڏي ڪم جي خوبي اها آهي تہ هي پاڻ ڪي نشر ڪندو رهندو آهي.
- انسان يا ايماندار هوندو آهي يا بي ايمان ان جي وچ ۾ نہ هوندو آهي؟
- بينڪ سٺي ڪردار جي تہ قرض ڏئي ڇڏيندي آهي ليڪن سٺي شهرت جي وجہ ڪڏهن بہ قرض نہ ڏيندي ڇو تہ هو ڄاڻندي آهي تہ شهرت ڪوڙي بہ ٿي سگهي ٿي.
- ايمانداري هڪ اهڙي روحاني خوبي آهي جنهن جي قدر ۽ قيمت جو اندازو مال ۽ دولت مان نٿو لڳائي سگهجي.
- جڏهن ڪوبہ ماڻهو بي ايماني سان ڪمائي ڪيل مال سان پنهنجو پيٽ ڀرڻ لڳندو آهي پوءِ ان کي بي ايماني جي حق ۾ سو طرح جا دليل بہ ملي ويندا آهن
- گهڻو سارو سچ، ٿوري سچ جي نسبت ٿورن ماڻهن کي پاڳل ڪري ڇڏيندو آهي.
- نرم طبيعت جو آغاز گهر کان ٿيندو آهي ٻاهر ڪڏهن بہ نہ ٿيندو آهي.

## پريشاني

- پنهنجين پريشانين جي حل لاءِ تدبيرون ڳوليندا رهو، جي نہ تہ هو توهان کي اهڙي طرح گهيري وٺنديون تہ توهان ڪجهہ بہ ڪرڻ جي قابل نہ رهندا.
- ڪاميابي جو شعور يعني يقين سان گڏ ڪاميابي تي عمل پيرا ٿيڻ پريشانين جي لاءِ موت جو پروانو آهي.
- ڪاميابي ۽ پريشاني هڪ ئي گهر ۾ گڏ نہ ٿيون رهي سگهن.
- جنهن پريشاني کي توهان اهيمت جي غذا نہ ڏيندا آهيو اها بک وگهي مري ويندي آهي.
- ان ڳالهہ تي پريشان ٿيڻ جي بجاءِ منهنجي پگهار ۾ وڌارو ڇو نٿو ٿئي توهان پنهنجي ڪم جو مقدار ۽ معيار ۾ واڌارو ڪريو توهانجي پريشاني خود بہ خود ختم ٿي ويندي.

- جڏهن جوش ۽ خروش سامهون واري دروازي کان ايندو آهي تہ پريشانيون پوئين دروازي کان ڀڄي وينديون آهن.
- اڄ توهان جن ڳالهين لاءِ پريشان آهيو سياڻي هي بي وقت بي معنيٰ تجربو چورائيندءون
- پريشاني انسان کي ڪم جي نسبت جلد ختم ڪري ڇڏيندي آهي.
- ڪنهن ٻئي تي شڪ نہ ڪريو جيستائين پاڻ کي مشڪوڪ قرار ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهيو ڇو تہ شڪ هڪ موذي مرض آهي هي هڪ ذهن کان ٻئي ۾ منتقل ٿي ويندو آهي.
- پنهنجي ذهن جو ڪنترول پنهنجي هٿن ۾ ڪٽي وٺو پريشاني پاڻ ئي ڪنهن واندي ذهن ۾ پنهنجو گهر ڳوليندي نڪري ويندي.
- پوڙها پريشانيءَ جا رشتيدار آهن، خوف، خراب صحت، بدمزاجي، لاپرواهي، ملتوي ڪرڻ جي عادت، حسد، بغض، نفرت، خود غرضي، غلط فيصلا، غريبي وقت کان پهريان پوڙهائپ ۽ گهٽ حوصلو، ڏنو تہ نڪمن جي فوج گڏ ٿيل آهي.
- جيڪڏهن ڪنهن شخص ۾ عقل جي کوٽ آهي تہ پوءِ پريشاني کي ان کي لڳڻ ڏيو.
- پريشاني پنهنجي مٿان ترس کائڻ کي هوا ڏيندي آهي.
- جڏهن بہ پريشاني توهان جو دروازو کڙڪائي تہ هر وقت اٿي ان کي کولڻ جي ضرورت نہ آهي
- ڪوڙ پريشانين مان ان جو اڌ اهم بہ نہ هونديون جيتري تہ انهن کي اهميت ڏني وڃي.
- جيڪڏهن توهان کي پريشان ٿيڻ جو وقت آهي تہ ڪامياب ٿيڻ لاءِ گهربل وقت ڇو نہ آهي؟
- جيڪڏهن توهان پريشانين کي ٻين ڪمن ۾ مصروف نظر ايندا تہ اهي توهانجي ويجهو اچڻ جي جرئت ئي ڪونہ ڪنديون.
- پريشانيون اتي وينديون آهن جتي هنن جي آدرڀاءُ ڪئي ويندي آهي.
- صرف ڪمزور ماڻهو ئي همدردي جي تلاش ۾ هوندو آهي.

- پريشانين کي وساري ڇڏيو انهن مان ڪوڙ ساريون توهان جي پويان اچڻ ڇڏي ڏينديون.

**************




# اداري جو تعارف

جامع محمديه غوثيه رفيع العلوم ۽ اسلامڪ پبلڪ اسڪول ٽرسٽ باءِ پاس مورو هڪ باوقار ادارو آهي، جيڪو انسانذات جي بهبود ۽ ڀلائي لاءِ موري شهر ۾ ڪم ڪري رهيو آهي.

هن اداري جو اساس 24 جون 2004ع بمطابق 7 جمادالاول 1425ھ تي وقت جي ڏاهي، عالم فاضل ڪامل وليءَ ۽ درويش انسان سائين محمد عرف "نالي منو" ٻگهيو رکيو. اُن وقت هن اداري ديني تعليم سان شروعات ڪئي، جنهن ۾ شاگرد ڪي حفظ قرآن پاڪ، تفسير، سيرت، فقہ، عربي ۽ فارسي پڙهائي وئي. اڳتي هلي 14 اپريل 2009ع تي هن اداري هڪ قدم اڳتي ڪٽي دنوي تعليم جو ٻہ شعبو قائم ڪيو. هن وقت ديني تعليم پرائيندڙ 90 شاگرد علم حاصل ڪرڻ ۾ مشغول آهن ۽ 230 شاگرد دنوي تعليم جي اُڄ اڃائي رهيا آهن.

هن سال يعني 2014ع ۾ هن اداري صحت جو شعبو ٻہ قائم ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ 16 ڪمرن تي مشتمل اسپتال ڏهي جڙي راس ٿي آهي. جنهن ۾ انسانذات جي علاج لاءِ اپاءَ ورتا پيا وڃن. هن اداري مئي 2014ع ۾ اشاعت جو مرڪز نالي "اسلامڪ پبليڪيشن سائين نالي منو ٻگهيو" قائم ڪري هڪ عظيم مثال پيش ڪيو آهي.

پبليڪيشن جو ساڳيو ئي مقصد تہ انسانذات جي فلاح لاءِ ڪي املھ ۽ بي بها ڪتاب ڇپرائڻ آهي. جنهن مان انسان ذات مستفيض ٿئي. انهيءَ سلسلي جي ڪڙيءَ جو هي ٻيون ڪتاب ۽ هن پبليڪيشن جو هي پهريون ڪتاب آهي. هن وقت هن اداري جو چيئرمين شهر جو معتبر نالو "منظور علي جيسر صاحب" آهي ۽ ڪوچيئرمين هن ڪتاب جو مترجم، موري شهر جي مشهور سماج سڌارڪ شخصيت "ڊاڪٽر غلام سرور ٻگهيو" صاحب آهي. سندس ٻانهن ٻيلي محمد ياسين جيسر صاحب آهي. جيڪي هن اداري کي هڙان وڙان ڏئي هلائي رهيا آهن. اميد اٿم تہ ڊاڪٽر غلام سرور ٻگهيو صاحب ۽ محمد ياسين جيسر صاحب مستقبل ۾ ٻہ جوڳا قدم کڻندا.

بابر "مقدر" ميمڻ
0300_3213150

سوچيو ۽ امير ٿيو
مترجم: ڊاڪٽر غلام سرور ٻگهيو
اسلامڪ پبليڪيشن سائين نالي منو ٻگهيو - مورو

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسُل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)